من ۾ پرسن ٿي پر لڪشمڻ کي وياڪل ڏسي عجب ۾ پئجي اهڙو ته گهٻرائجي
ويئي جيئن مڇيءَ بنا سانپ. هوءَ من جو واچار ڇڏي نٿي سگهي ليڪ رنڌ
کي ڪهاڻي ان ۾ اينل ڏسي سيتا ڏٺي ويئي ۽ مڇي واڪيءَ ۾ چوڻ لڳي هي
ڏيورا! هتي ته منهن جا آشرم ڏسڻ ۾ ٿي اٿا اڄ اون ڪٿي وڃي آيو آهين
هيءَ ان ته ڏکي، هرڻ، شينهن، واگهه، هاٿي، رڇن ۽ ٻگهڙن سان ڀريل پيو
آهي ڪرڻي مڇي اينڌو وينڌو ۽ ڏسڻ ۾ نٿو اچي. منهنجو ته ساهه ٿي نڪري
ٿو وڃي، ائين چئي سيتا مورڇت ٿي ڪري پيئي. پرلويءَ ٿي ڪرڻ وقت
لڪشمڻ ان کي اٿاري چڙهيو، سيتا کي اهڙي طرح وياڪل ڏسي لڪشمڻ
من ۾ چوڻ لڳو ته پرهما هيءَ ڇا ڪيو؟ هاڻ ته منهنجا بنا جيئڻ جي پراڻ
نڪري وينداءِ اهڙي طرح ٻاڻ کي ڏڪاريندي جان ڏيڻ لاءِ تيار ٿي اينڌو
ته اتري ۾ آڪاش واڻي ٿي ته اي لڪشمڻ! سيتا کي اون هٿي بنا ڪنهن
ڏپ جي ڇڏي هليو وڃ، هن کي ڪنهن ۽ قسم جي تڪليف نه رسندي.
جنهن مهل لڪشمڻ اهي وچن آڪاش واڻيءَ جا ٻڌا تنهن مهل منهنجي من
کي آلت ڏٺي سيتا کي رنڌ سان هيٺ لاهي چوڻ لڳو هي ماتا! سري
رامچندر ارڪ نندا جي ڪري لوکي لياڳ ڪري ان ۾ موڪليو آهي. هي
ماتا! انهيءَ ۾ منهنجو دوش نه آهي هاڻي اون منيشورن جي آشرم ڏانهن
هلي وڃ. ائين چئي لڪشمڻ ماتا سيتا کي ٿي پرڪرمائون ۽ پرڻام سان
پرڻام ڪري موٽي اجوڌيا ۾ واپس

لڪشمڻ جي وڃڻ کان پوءِ سيتا تمام ڏک ۾ پرجي مورک ڄاڻن وانگر وِلاپ
ڪرڻ لڳي ته اتري ۾ والميڪ رشي گهمندو اتي اچي نڪتو، سيتا مڇيءَ
کي سڃاڻي ان ۾ اچڻ جو سربستو حال ٻڌائي چوڻ لڳي هي منيورا! مان راجا
جنڪ جي ڌيءَ ۽ سري رامچندر جي استري آهيان، مان ڪجهه سمجهي نٿي
سگهان ته سري رامچندر موڪلي ڇاجي ڪري لياڳيو آهي، ڇو ته ارهما جي
ڪنهن تياري آهي. جهڙڪري ڏيرم لڪشمڻ موڪلي هتي ڇڏي واپس آهي
ليڪن هي منيشور! مون ڪسي انهيءَ ٻاري ۾ ڪجهه به خبر نه آهي. تڏهن
والميڪ رشي چوڻ لڳو هي پتري! تنهنجو پيءُ جنڪ منهنجو شش آهي.
هي ڪماري! اون چنتا نه ڪر، ليڪ الند ۾ سري رامچندر توسان وري
اچي ملندو. اهڙي طرح سيتا کي ڌيرج ڏئي سمجهائي پنهنجي ڪٽيا ۾
وٺي آيو. اتي اچي سيتا گنگاجيءَ ۾ سنان ڪيو، پوءِ سري رامچندر جو
سمرڻ ڪري ان جي مورتي من ۾ رکي. مڇيءَ هن کي آشيرواد ڏئي ڪاڻ
لاءِ ڦل ڏنا ۽ تنهن روز منيشور سيتا کي انيڪ ڪٿائون ٻڌائيندو رهيو. مڇيءَ

مانا آهي ۽ نهي لوڪن جو مالڪ سنسار توهان کي ڄاڻي ٿو. جڏهن جو و
پرائڻ ۽ جس ڳائين ٿا، توهين ستيوادي مريادا پرشوتم آهيو، جڏهن جو وا
۽ شيش نانگ ۽ ورن نتا ڪري سگهن ۽ ڄاڻڪي سوپياوان، گڻن جي ڪا
۽ آنند ڏيڻ واري آهي. ان جي پاڇي موجب جيڪي استراون پتورت ڌر
پالن ڪنديون سي ۽ ڀو ساگر پار ڪري ويديون. هي ڪرپالو! چا! مڇي
۽ پاڻيءَ بنا ڪڏهن جيئري رهي سگهي ٿي؟ چا! ڪيتي بنا پرساتت جي
ڪڏهن آباد ٿي سگهي ٿي؟ اهڙي طرح توهان کان سواءِ چا گياناوان سياڻي
سيتا هڪ پل ۽ جيئري رهي سگهندي؟ دنيا ۽ پرلوڪ سان پيار پرڀو جا
اهي وچن ٻڌي ڀڳوان چوڻ لڳو هي پرڀو! تو پراپر ڌرم ۽ نيتيءَ جي ڳالهه
چئي آهي تڏهن ۽ راجا کي سدائين نيتي، ڌرم ۽ ڌرم جي رکيا ڪرڻ ۽ بنا
ڪنهن وچار جي نيتيءَ موجب مدو ڳالهائڻ، پوتر ۽ شبد ڪرمن سان پرڄاءِ
ٿي. پرجا جو پالڻ ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪي دوش ڌوٻيءَ جي واري ۾ وچن
چيا هوا، سي پرڀو کي ٻڌائي چوڻ لڳو هي پرڀو! ڪل ۾ اهو پاري ڪلنڪ
لڳائي، سورج ونش ۾ انيڪ راجا هڪ ٻئي کان وڌيڪ گياني ٿيا آهن.
مهاراج دشرٿ ته سنسار ۾ مشهور آهي، جنهن پراڻ جي موهه کان ۽ وچن
نه ڇڏيو. انهيءَ ڪل ۾ توهان ۽ ڪلنڪ ٻڌڻ ڪري جيئرو رهڻ ۽ ٻڌڻ جي
اپار آهي. تڏهن پرڀو چوڻ لڳو هي پريو! سيتا نشڪلنڪ آهي چاڪاڻ ته
ارهما، شو ۽ ٻين ديوتائن پريکيا وٺڻ وقت سيتا جي واکاڻ ڪئي هئي ۽ جو
۽ سيتا کي ڪلنڪي چوي ٿو اهو مورک ڪروڙن جنم نرڪ ۾ رهي دک
پوڳيندو ۽ نرڪ ۾ رهي ٿو.

## سيتا کي بن ۾ موڪلڻ

سري رامچندر جا ڪروڌ ۾ ڀريل نيتر ڏسي ڀرت لڪشمڻ جي پڌيان
هليو ويو، تڏهن ڀڳوان لڪشمڻ کي سڏ ڪري چوڻ لڳو هي ڀائي! هت
وڏائي ڇڏي ٻڌ! سيتا جي ڪري منهنجي لوڪ ۾ نندا ٿي پيئي آهي
منهنڪري تون سياڻي سوير ئي سيتا کي رٿ ۾ چاڙهي والميڪ رشيءَ جي
آشرم پرسان ڇڏي هليو اچ! هن باري ۾ جيڪڏهن تون ڪجهه ۽ چوندين ته
منهنجي هتيا ڪندين. سنسار پلو چاهي اڙو، جيڪڏهن تون ۽ منهنجي
گيا ٿاڙيندين ته پاد رکه مون کان سواءِ عمر ڀر پڇتائيندين. ڀڳوان جي آگيا
ي لڪشمڻ لڇي ويو، صبوح جو سوير ئي سومنتر کان رٿ تيار ڪرائي
۾ ڄانڪيءَ کي چاڙهي ترت ئي بن ۾ هليو ويو. رام جي پياري سيتا

اتي رشين ۽ منين جي استرين سان گڏ ويهي ڌرم چرچا ڪندي هيس تڏهن منهنجو من ڏاڍو شانتيءَ ۾ رهندو هو. هاڻي انهيءَ ڪان سواءِ ڏاڍو اداسي ٿي پيئي آهيان. سو هي ناٿ! ڪرپا ڪري مونکي وري انهن رشين جي استرين سان ملڻ جو پربنڌ ڪريو. تڏهن ڀڳوان منين جي استرين جا وستر آڀوشڻ سيتا کي پريم سان پارائي چوڻ لڳو هي سيتا! سڀاڻي تنهنجي من جي اڇا پوري ٿيندي.

رات جا چار پهر گذريا صبح جو جڳت جي لڪشمي نواس سري رامچندر جاڳيو ۽ هٿ منهن ڌوئي ڀڳوان جو ڪمل سمان سندر مکڙو ڏسي خوش ٿي ڳائڻ لڳا. ڀرت، لڪشمڻ ۽ شتروگهن جتي ڪرپاندان رام ويٺو هو اتي آيا ۽ اچي سر نوائي پرنام ڪيو. پر سري رامچندر پنهنجي مک مان ڪجهه نه چيو، ڀڳوان کي چنتا ۾ گهيريل ڏسي ٽيئي ڀائر گهبرائجي ويا ۽ چوڻ لڳا هي ڀڳوان! توهان جي ليلا جاڻي نٿي سگهجي. ائين چئي چپ ٿي ويا. هن کي وياڪل ڏسي ڀڳوان ڏکو ساهه کڻي ڪمهلو وقت جاڻي مٺي واڻيءَ ۾ چوڻ لڳو هي لڪشمڻ! تون منهنجي آگيا سان جانڪيءَ کي ٻن ۾ ڇڏي اچ. سري رامچندر جا اهڙا ڪٺور وچن ٻڌي ٽيئي ڀائر گهبرائجي ويا، هردي ۾ ڏک پيدا ٿين ۽ سرير جلڻ لڳن. ٽيئي انهيءَ ويچار ۾ پئجي ويا ته پريو سچ چئي رهيو آهي يا ڪل مشڪري ڪري رهيو آهي ڇو ته ڪڏهن به اهڙا ڪٺور وچن ڪنهنجي مک مان نه نڪتا آهن. تڏهن ڀرت ۽ ٻيا ڀائر وياڪل ٿي هٿ جوڙي شتروگهن لڙڪن مان جل آڻي چوڻ لڳو هي پريو! توهان جا وچن ٻڌي من ڏاڍو منجهي پيو آهي ڇو ته سيتا ماتا جڳت جي ماتا آهي ۽ سچ سنسار هن کي ڄاڻي ٿو، توهين سچدانند پار برهم سڀني جا پتا آهيو. هي پريو! ڇا جي ڪري توهان سيتا جو تياڳ ڪيو آهي؟ هوءَ نه من واڻي ۽ ڪرم سان توهان جي چرنن جي داسي آهي. سرڪي! هوءَ ڪرپالو آهي توهان هيءَ ڪروڌ ڀريا وچن ڪل مشڪريءَ ۾ چيا آهن يا سچ پچ چيا اٿو. شتروگهن جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر جي اکين ۾ آنسون ڀرجي آيا ۽ مٺيءَ واڻيءَ ۾ سمجهائي چوڻ لڳو هي ڀائي! منهنجي آگيا اٽل ٽرندڙ آهي، جي ڪڏهن ٽري ويندي ته منهنجي سڀاءُ ۾ نه رهندي. ايشور جي اڇا هرتڪار ڀاوي وڏي ٻلوان آهي توهان جو هن ۾ ڪلياڻ آهي. هي ڀائي! منهنجو وچن مڃي جانڪيءَ کي وڃي ٻن ۾ ڇڏي اچ. تڏهن ڀرت هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي پريو! منهنجي مت ٿوري آهي توهين سرڪيه آهيو، منهنجي وينتي ٻڌو. هي ڀڳوان! سورج ونش ۾ تشريف اسان جو پتا ۽ ڪرشاما اسان جي

پنهنجي گهر ۾ اچڻ نه ڏيندس ڇو ته مان ڪو رامچندر ٿورو ئي آهيان. هيترو وقت راڪشس جي گهر ۾ رهي تنهن هوندي به سيتا کي وٺي واپس گهر آيو. هي ٻڌو! ڌوٻيءَ جي اها ڳالهه ٻڌي مان جهٽ هيڏانهن هليو آيس. تڏهن ڀڳوان رام پرسنگ وس وڃي ڀالي دوت کان پڇيو هي وجيه منهنجي، سيتا جي ۽ ماتا ڪيڪئي جي باري ۾ نگرواسي ڇا چون ٿا توکي منهنجو قسم آهي تون ٻه لڪ نه ڪر ۽ سچ سچ ٻڌاءِ. ڀڳوان جي اهڙي طرح پڇڻ ڪري وجيه چوڻ لڳو هي داتا! سيئي ماڻهو ائين چون ٿا ته آتم گياني رام جيڪي به ڪار به ڪيا آهن سي سيئي مشڪل هئا پر هن راوڻ کي ماري سيتا کي بنا ڪنهن شڪ شبهه جي پاڻ سان گڏ آڻي وهاريو آهي اهو ڪم سٺو نه ڪيو اٿس، ڀلا جڏهن سيتا کي دُر آتما راوڻ نرجن بن ۾ چورائي ڪڍي ويو هو پوءِ خبر نه آهي اهڙي ڀوڳي ڀوڳيل استريءَ مان الائي ان کي ڪهڙو سک ملندو. هاڻي اسان کي به پنهنجي استرين سان هن موجب ورتاءُ ڪرڻو پوندو ڇاڪاڻ ته جهڙو راجا ٿيندو آهي تهڙي پرجا به ٿيندي.

دوت جي واتان ڌوٻيءَ جي اها خبر ٻڌي ڀڳوان رام پنهنجي من ۾ رکي ۽ راڄ جو به سڀني ۾ ائين ئي ڏسي جاڳي اٿيو ۽ ڏاڍو ڏکي ٿيو. جڏهن هڪ ڀيرو راڄ ڪندي گذري ويو تڏهن ڪرپالو ڀڳوان وچار ڪيو ته هاڻي باقي هڪ هزار ورهيه پتا جو راڄ ڪندس ۽ سيتا کي بنواس موڪلي ڇڏيندس جنهن جي ڪري ويدن جي مريادا قائم رهي ۽ ڌرم به نه وڃي. اهو من ۾ نشچئه ڪري سيتا وٽ آيو ۽ مٺي واڻيءَ ۾ چوڻ لڳو هي سيتا! ٻڌ. لوڪ جي نندا ٿيڻ ڪري سنساري پرشن وانگر مان توکي تياڳ ڪري ٻن ۾ ڇڏي ايندس اتي توکي سري والميڪ رشيءَ جي آشرم ۾ ٻه بالڪ پيدا ٿيندا، هن وقت تون گرڀوتي آهين، بالڪن جي پيدا ٿيڻ کان پوءِ تون وري مون وٽ ايندينءَ ۽ لوڪن کي سکيا ڏيڻ لاءِ ٻنهي سان ڌيان ڪري پرلوڪ قائڻ وقت ان ۾ سمائجي ويندينءَ ۽ اندران ئي اندران ولڪڪ هلي ويندينءَ پوءِ مان به اوڏانهن ايندس تنهنڪري تون ماياوي ٻاهر سيتا روپ ۾ ڀونءِ ۾ ڇڏي تون پنهنجي پوتر ڌام ۾ وڃي رهه. سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي سيتا ٻنهيءَ کي چرڻن ونڊنا ڪري پنهنجي ڇايا ڇڏي انترڌيان ٿي وئي. تڏهن ڀڳوان هن ماياوي ڇايا سيتا کي سمجهائي چيو هي سيتا! هاڻ تون جيڪي گهرڻو هجيئي. تڏهن سيتا چوڻ لڳي هي ناٿ! ڪيترا ڏينهن ٿيا آهن جو توهان سان گڏ منهنجي جي آشرم ڇڏي مان گهر آئي آهيان،

ڇا ! پيءُ جي ويٺي پٽ مري وڃي؟ برهمڻ جا اهي وچن ٻڌي انترجامي ڀڳوان نر ليلا ڪرڻ لاءِ ڪرپالو ڀڳوان وچار ڪرڻ لڳو ته برهمڻ جو پٽ ڇاجي ڪري مئو. وري برهمڻ کي ڏسي ڀڳوان رام ڏاڍو وياڪل ٿيو ته اتي ۾ آڪاش واڻي ٿي ته هي شرنگ ڌاري! توهان جي راڄ ۾ وندياچل پربت جي پرسان ٻن ۾ هڪ شودر تپ ڪري رهيو آهي انهيءَ جي ڪري ئي هن برهمڻ جو پٽ مئو آهي. اها آڪاش واڻي ٻڌي سري رامچندر جهٽ رٿ تي چڙهي روانو ٿيو، اتي پهچي سامهون ۾ سندر پربت ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پربت شودر جي پٽ کي ويٺل تپسيا ڪندو ڏسي سري رامچندر ڪروڌ ۾ ڀرجي هڪ باڻ ڪيس مستڪ ۾ هنيو جنهن جي لڳڻ شرط دکي ٿي ڦٿڪڻ لڳو، سري رامچندر ان کي دکي ڏسي دیا آڻي ان کي سندر ڀڳتي ڏيئي اڌار ڪيو ۽ پرڀوءَ جي ڪرپا سان ويڪنٺ ڌام هليو ويو. اوڏي مهل برهمڻ جو پٽ ڪلندو اٿي کڙو ٿيو. تنهن کان پوءِ ڀڳتن جو ڀو مٽائيندڙ سکدائڪ ڀڳوان رام موٽي نگر ۾ آيو ۽ اچي سنڌيا وندنا ڪري پوءِ ڀڳتن کي سک ڏيڻ واري شو جي پوڄا ڪري پوڄن ڪاڻي وڃي آرام ڪيو ۽ جيڪي سڀا ۾ ويٺل هوا سي سڀئي پنهنجي پنهنجي گهر هليا ويا.

## ڌوٻيءَ جو رامچندر ٽالي طعنو هڻڻ

جڏهن صبح ٿيو تڏهن رامچندر سڀا ۾ آيو ۽ وري سڀا لڳي وئي ۽ هر ڪو پنهنجي پنهنجي ڪم کي لڳي ويو. سري رامچندر نت روز ٻالڪن سميت پراڻن جي ڪٿا ٻڌي براهمڻن کي دان ڏيندو هو وري پوءِ سنڌيا وندنا ڪري پرڀوءَ جي آگيا وٺي سڀڪو پنهنجي گهر هليو ويندو هو. هڪڙي ڏينهن سري رامچندر انيڪ دوت اوڌيا ۾ پرجا جي دک سک جي خبر وٺڻ لاءِ شهر ۾ موڪليا ۽ شام جو اچي سري رامچندر کي سڀ سماچار ٻڌائڻ لڳا. سڀني اڳ اڳ بيان ڪري ٻڌايو، انهن مان هڪڙي دوت ڪجهه نه ٻڌايو. تڏهن سري رامچندر ان کي چت ڏيئي پريم سان پڇڻ لڳو هي ڀائي! تون ڇو نه ٿو جيڪو به سماچار هجي سو چئي ٻڌاءِ. سري رامچندر جا اهڙا مٺا وچن ٻڌي دوت چوڻ لڳو هي ڀڳوان! ڇا چوان؟ جيئن مان توهانجي آگيا سان ٻيهر ڏيندو پئي ويس تيئن ڏٺم ته هڪڙي ڌوٻيءَ جي گهر ۾ ڏاڍو گوڙ شور لڳو پيو آهي، ڳالهه ته فقط هن رهي آهي جو ڌوٻيءَ جي زال پنهنجي پتيءَ جي موڪل کان سواءِ پيڪي گهر وئي هئي پوءِ هوءَ جڏهن ٻئي ڏينهن وري موٽي آئي تڏهن ڌوٻيءَ پنهنجي زال کي چيو ته مان توکي

ڏام ڌوم سان منزل ڪندا اچي ڪاشيءَ پهتا، اتي پهچي ڪاشيءَ کي سري شنڪر ڀڳوان جو استان ڄاڻي ڪيس پرڻام ڪيو، تنهن کان پوءِ گنگاجيءَ ۾ سنان ڪري پوءِ تن سري ڪاشي وشوناٿ جي مندر ۾ وڃي ڏاڍي پريم ڀاوَ سان شنڪر ڀڳوان جي استوتي ڪرڻ لڳا. پوءِ ٻاهر اچي سنياسين جو پوڄن ڪري غريبن ۽ برهمڻن کي دان ڏنو، اهڙو ته دان ڏنو جنهن جو بيان نٿو ڪري سگهجي جنهن کي ڏسي ڪبير به لڄي ٿي پيو، اهڙي طرح سري رامچندر ڪجهه ڏينهن اتي رهي رشين منين کي پرسن ڪيو تنهن کان پوءِ موٽي پنهنجي نگر ۾ آيو. ايوڌيا ۾ نت روز اوان آنند ٿيڻ لڳا ۽ ڀڳوان نت روز دان ڪندو هو. هي گرڙ! اتي ڪو، ڪوڙ، شرور، دک شوڪ، غم ۽ ڪوڙو وچن ٻڌڻ ۾ نٿي آيو. سڀيئي ماڻهو جتي ڪٿي ڌرمي ويد شاستر پڙهڻ ٻڌڻ لڳا. نگرواسي پرڀوءَ جي ڪرپا ڄاڻي آنند ۾ رهڻ لڳا. هڪ ڏينهن سري رامچندر من ۾ ويچار ڪري چوڻ لڳو ته مونکي ٻارهن هزار ورهيه ٿي رهيو آهي تنهنڪري اشوميڌ يگيه ڪريان جنهن جو جس ڳائي سنساري منش ڀوساگر پار ٿي ويندا، پوءِ جلدي مان پنهنجي وشنو لوڪ هليو وڃان ۽ برهما جا وچن به سچا ڪريان. صبح جو ايڪادشي من ۾ ويچار ڪري گروءَ کان يگيه ڪرڻ جي آگيا وٺي آيو. يگيه ڏام ڌوم سان ڪيو ويندو اهڙو يگيه اڳ ڪڏهين به ڪونه ٿيو آهي. رام جي يگيه هڻڻ ڪري پرٿويءَ تان سڀ پاپ مٽجي ويندا. رشي مني بن ۾ اچي تپا ٿي ايشور سان تپسيا ڪرڻ لڳندا، پرٿوي ۽ بن سڀ پاڻا اوان ٿي پوندو. پسون ۽ پکي سڀيئي گڏجي کيڏڻ لڳندا. رام راڄ ۾ ڪٿي به ويڙ ورو ٻڌڻ ۾ نه آيو، سڀيئي ايشور سان رهڻ لڳا. انيڪ گرنٿ، سمرتيون، سرسوتي، برهما، مهاديو ۽ ڪروڙين شيش ناگ سري رامچندر پرڀوءَ جا گڻ ڳائي ان جو انت پائي نه سگها.

## برهمڻ جو سري رامچندر وٽ دانهين اچڻ

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ڪاڪ ڀشنڊي گرڙ کي چيو ته هاڻي جيئن اڳتي سري رامچندر اوتار چرتر ڪيا سي ٻڌايان ٿو ٻڌ. هڪڙي ڏينهن راڄ سڀا ۾ سري رامچندر سان گڏ سڀئي ڀائر ويٺا هوا ته اتي هڪ برهمڻ وڪلندو آيو ۽ اچي هٿ جوڙي سري رامچندر کي چوڻ لڳو هي ڀڳوان! ڇا سنسار ۾ سوريه ونش جي رهندي به اهڙو اندڌير؟ ايوڌيا ۾ رگهو، دليپ، شو، سگر ۽ ٻيا پرتاپي راجا ٿي ويا پر انهن جي هوندي اهڙي ڪڏهن نه ٿيو،




## سري رامچندر جو ڪٽنب سميت ڪاشيءَ ۾ وڃڻ



سري مهاديو چوڻ لڳو ته هي پاروتي! ڪاڪ ڀشنڊيءَ جي مک مان اهڙي پوتر رام ڪٿا ٻڌي گرڙ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ٻئي هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي ڪرپانڌان! هاڻي منهنجو من انڌيءَ سمان اونتر ٿي ويو، توهان جي چرن ڪمل ۾ اونير آهي سو جنم جنمانترن ۾ نه هلندو. پرڀوءَ جي گڻن کي ٻڌي منهنجو منورٿ پورو ٿي ويو. هي ڪانءَ سرشٽ! توهان جي ڪرپا سان پرڀوءَ جي گڻن جي ڪٿا منهنجي من ۾ وسي وئي. هاڻ منهنجي من ۾ سنتوش اچي ويو، ٻيو من اٿو پوڇي. جنهنجو ڪوئي نه ورن اٿو ڪري سگهي ۽ جيڪي نه مڌش سک جي ڌام ابوڌيا ۾ رهن ٿا سي مري وڃڻ کان پوءِ سرڳ لوڪ ۾ وڃن ٿا. سو هي ناٿ! منهنجي من ۾ اها وڏي شنڪا آهي. مان توهان کي پتا سمان ڄاڻي هٿ ڪري چوان ٿو ته توهين مونکي سڀ سمجهائي وستار سان ٻڌايو ته ڪهڙي طرح شري رامچندر اشوميڌ يگيه ڪيو. گرڙ جا اهي وچن ٻڌي ڪاڪ ڀشنڊي پرسن ٿي چوڻ لڳو هي گرڙ! رام جي ڪرپا سان تنهنجي من جو شڪ، شوڪ، موهه ۽ ڀرم سڀ وڃي رهيو، تنهنڪري تون ڌنيه آهين، تو مون تي نه وڏي ڪرپا ڪئي آهي. هي گرڙ! سري رامچندر ٻارهن هزار ورهيه ابوڌيا ۾ راڄ ڪري چڪا نه، اهڙا ڪئي آهي اها سچي ڪٿا سنسار جي اپڪار ۽ ٻاڻي لاءِ آهي جا وستار سان توکي ٻڌايان ٿو سو تون ڌيان ڏئي ٻڌ.

هي گرڙ! برهما جي وچن موجب ديا جو ساگر پرڀو اراجمان رهيو، سيتا سان رمڻ ڪندو ابوڌيا ۾ رهڻ لڳو. سيتا ۽ رام جي جوڙيءَ جي سونهن سوڀيا ڏسي ڪروڙين ڪامديو لڄي ٿي ليا. هڪڙي ڏينهن سري رامچندر مکر سنڪرانت وارو آيل ڏسي تيرٿ ياترا ڪرڻ لاءِ ڪاشيءَ وڃڻ جو وچار ڪري گروءَ کان آگيا وٺي ڪٽنب سميت ڪجهه سنيا ساڻ وٺي

جو تہ هڪ ٻي روڳ جي وس ٿي مٿش مري وڃدو آهي. ان ڪان سواءِ ٻہ انيڪ ٻيا بہ روڳ آهن جيڪي جيو کي سدائين ڪليش ڏين ٿا، پوءِ هو شانت ڪيئن پائي. هي گرڙ! نيم، ڌرم، آچار، تپسيا، گيان، جپ، تپ ۽ دان وغيره ڪروڙين ٻوٽيون آهن پر انهن سان اهي روڳ مٽجي نٿو. هي گرڙ! اهڙيءَ طرح جڳت ۾ سڀ روڳي آهن. جيڪي دک، سک، ڀؤ، پريت ۽ وِيوڳ ڪان دکي آهن. مون ٿوري ۾ ٿي مٿش روڳ ڇڏي ٻڌايا آهن، اهي ٻين تہ سڀئي کي ٿا پر ٿورن ماڻهن انهن کي سمجهيو آهي.

هي تلسي ڪرت رامائڻ پنج روپ پاپ ناس ڪندڙ سدائين منگل ڪاري وگيان ۽ ڀڳتي داتڪ، مايا موهہ کي ناس ڪندڙ، پرم نرمل، پريم روپي جل سان ڀورڻ منگل داتڪ آهي، جو مٿش هن مانس سروور ۾ ڀڳتي ڀاو سان سنان ڪري ٿو اهو سنسار روپي ٻر چنڊ ۽ سورج جي اگر ڪرڻن سان سنتپت نٿو ٿئي.

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ڀڳت تلسيداس ڀڳوان رام جي درشن ڪرڻ لاءِ دنيا جا سڀ وهنوار ڇڏي ڪري هنومان جي پيان لڳو تہ جيئن ڀڳوان رام جو درشن ٿئي. اها رام نسام روپي ٻيڙي اهڙي جنهن ۾ سي هـي جيو چڙهي سولائيءَ سان هن مها ڀؤ ساگر ڪان تري پار ٿي سگهي ٿو.

شري اوم تت سٽ تلسي ڪرت رامائڻ جو
سري شو پاروتي سنواد اتر ڪانڊ
سنسار ساگر پار ڪرڻ لاءِ
سنتون ڏاڪر سماپت ٿيو.



سک ڪهڙو آهي؟ سو ٿوري ۾ ئي ويچار ڪري ٻڌايو. سنت ۽ اسنت جا ڀيد توهين ڄاڻو ٿا ان جو سهج سڀاءُ ٻڌايو. هي ڪرپالو ويدن ۾ مشهور مها ڀڄ ۽ گهور پاپ ڪهڙو آهي سو ٻڌايو، ٻيو مانس روڳن بابت سمجهائي ٻڌايو، توهين سروگيه آهيو، مون تي توهان جي ڪرپا ۽ گهڻي آهي.

تلسي ڪاڪ ڀسنڊي چوڻ لڳو هي گرڙا ڌڻي ٻڌيو سان ڌيان ڏيئي ٻڌ. منش ديهه جي برابر ٻي ڪائي ديهه نه آهي. چر اچر جيو سڀ جنهن کي چاهين، اهو منش سرير نرڪ سرڳ ۽ مڪتيءَ جي ڏاڪڻ آهي ۽ گيان ويراڳ ڀڳتي ۽ سک ڏيڻ واري آهي. اهڙو سرير حاصل ڪري ۽ جنهن هريءَ جو ڀڄن نٿو ڪري ۽ وشين ۾ ابراست رکي ٿو اهو مورک ڪان ۽ وڏاڪ مها مورک آهي اهو چڻ امرت ڪمبرو هٿن مان وڃائي ٿو ڇڏي ۽ ان جي بدلي ۾ ڪانچ جو ٽڪرو ٿو کڻي. جڳت ۾ ڪنگال منش جي سمان ٻيو دک نه آهي ۽ سنت ملڻ جي سمان جڳت ۾ ٻيو ڪو به سک نه آهي. هي گرڙا من وچن ۽ سرير سان پراپڪار ڪرڻ اهو ئي سنتن جو سدو سڀاءُ آهي ٻين جي ڀلائيءَ لاءِ سنت دک سهندا آهن ۽ ڀاڳيا اسنت ٻين کي دک ڏيندا آهن. هي گرڙا دشٽ سنت ڀسا ڪنهن ڪارڻ جي ئي ٻين کي نقصان پهچائين ٿا، جيئن نانگ ڪرلي کي، ڪي پرائي ملڪيت کي نشٽ ڪري پاڻ به ناس ٿي وڃن ٿا. اهنسا، ويدن ۾ سرشٽ ڌرم ڄاڻايو آهي ۽ پر نندا جي برابر ٻيو وڏو پاپ ڪوئي نه آهي. شنڪر ۽ گروءَ جي نندا ڪرڻ وارو ڏيڏر جي جوڻ پائي هزار ورهين تائين دک ڀوڳي ٿو. برهمڻ جي نندا ڪرڻ وارو تمام نرڪ ڀوڳي ٻيءَ ڪانءَ جو جنم وٺي ٿو جو گهمندو ۽ ويدن جي نندا ڪندڙ آهي اهو اُلو پکيءَ جو جنم وٺي ٿو. هي گرڙا ڌڻي منش روڳ جو وستار ٻڌ، جنهنڪري لوڪ دک پائين ٿا. سڀني روڳن جي جڙ موهه آهي، انهيءَ مان وري انيڪ دک پيدا ٿين ٿا. ڪام هوا مثل آهي. تمام لوڀ ڪف آهي ۽ ڪرودڌ پت آهي جو ڇاتي جلائي ٿو جيڪڏهن اهي ٽيئي پاڻ ۾ ملن ڪن ته دک ڏيڻ وارا سنيپات روڳ پيدا ٿيو پون ٿا، انهن جا ٿالا ڪير ڄاڻي ٿو، ممتا ڏڏ آهي ۽ ايرکا خارش آهي. آنند ۽ شوڪ گلي جي ڳنڍ روڳ. ڪسان وڏيڪ آهي. ٻين کي سکي ڏسي رس ڪرڻ نقصان ڪارڪ آهي. دشٽتا ۽ من جي ڪٽلائي ڪوڙهه آهي. اهنڪار مها دکدائڪ ڳنڍ جو روڳ آهي پاکنڊ، ڪپٽ، مد ۽ مان اهي نهروٽا روڳ آهي. ترشنا وڏي جلندر روڳ آهي، ٽن قسمن جي اڇا ( استري، پٽ ۽ ڌن ) ٿلونتي انجاري آهي. متسرتا اوويڪ بخار آهي. اهڙا انيڪ خراب روڳ آهن جي ڪيترائي ٻڌايان،

پر ٻه ڪٺن آهي. جيڪڏهن سڀڳو وس سڌ ٻه ٿي وڃي تڏهن به وري وگهن ٿي آهن. هي گروڙ! گيان جو پنٿ ڪرپاڻ جهڙي ڌار آهي، انهيءَ کي ڪرندي دير نه لڳندي آهي. جو گياني ٻنا وگهن جي هن مارگ کي نباهي وڃي ٿو اهو موڪش پد کي پائي ٿو.

هي گروڙ! مون هيءَ گيان جو سدانت توکي سمجهائي ٻڌايو آهي، هاڻي مٿيءَ روپي ڀڳتيءَ جو پرڀاءُ ٻڌ. جنهن جي هردي ۾ ڀڳتي وسي ٿي، اهو ڏينهن رات تمام اتم روپ ۾ ٿي رهندو آهي. ان کي ديا ٻتي گهر ڪجهه به نه گهرجي. موهه روپي دک ان وٽ نٿو اچي ۽ لوڀ روپي هوا ان کي وسائي نٿي سگهي ان جو اونڌا روپي انڌڪار مٽجي وڃي ٿو. ڪوئي ٻڌ وارا پتنگن سمان هار کائي وڃن ٿا. ڪام ۽ ٻيا دشٽ ان جي ويجهو وڃن ٿي نٿا. جنهن جي هردي ۾ ڀڳتي وسي ٿي ان کي زهر امرت سمان ۽ شترو به متر ٿي پون ٿا. انهيءَ مٿيءَ سمان ڀڳتيءَ کان سواءِ ڪڏهن به ڪوئي سک پائي نٿو سگهي. جنهن جي من ۾ ڀڳتي وسي ٿي ان کي سپني ۾ به دک نٿو ٿئي. ويد پراڻ پوتر پربت آهي. سري رام ڪٿا ان ۾ سندر کاڻ آهي. سنت مرمي آهن، سندر ٻڌ ڪوڏار آهي، گيان ۽ ويراڳ ٻه نيتر آهن. جو پرامي ڳولهي ٿو اهو سيدي سکن جي کاڻ ڀڳتيءَ روپي مٿيءَ کي حاصل ڪري ٿو. هي پڀو! منهنجي من ۾ اهڙو ئي وشواس آهي رام ڀڳت سري رامچندر کان به وڌيڪ آهن. سري رامچندر سمندر آهي ته ڌير پرش بادل آهن. سري هري چندن جو وڻ آهي ۽ سنت هوا آهن. سيدي جو سندر ڦل هري ڀڳتي آهي. ان کي سنتن ٻنا ڪنهن به نه پاتو آهي. هي گروڙ! جو مدش ستسنگ ڪري ٿو ان کي ئي رام ڀڳتي حاصل ٿئي ٿي. ٻرهم سمندر آهي گيان مندراچل آهي سنت ديوتا آهن جو هن سمندر کي واروڙي ڪٿا روپي امرت ڪڍن ٿا جنهن ۾ ڀڳتي روپي مٺاس وسندي آهي. هي گروڙ! ويچار ڪري ڏس ته ويراڳ روپي ڍال ۽ گيان روپي تلوار سان جو لوڀ موهه روپي دشمن کي ماري جنهن وجيه پاتي آهي اهائي سچي ڀڳتي آهي.

## ست سوال

وري پکيراج پريم سان پڇڻ لڳو هي ديالو! جيڪڏهن توهانجو مون تي پريم آهي ته مونکي پنهنجو سيوڪ ڄاڻي ڪرپا ڪري منهنجن ستن سوالن جا جواب وستار سان ٻڌايو. هي ڌير ٻڌ! هي ناٿ! اول اهو ٻڌايو ته سڀ کان وڌيڪ دلڀ سرير ڪهڙو آهي؟ سڀ کان وڏو دک ۽ سيمي کان وڏو

پرڪاش ڪري ٻاري اريءَ ڪرم روپي آڳ لڳائي ممتا روپي مَل جلائي تڏهن شد گيان روپي گيهه ٿئي جو بڌ کي سيتل ڪري تڏهن وگيان جو اوروڻ ڪرڻ واري بڌ روپي شد گيهه حاصل ڪري چت روپي ديئڪ ۾ ڀري سم درشتي روپي ٿمڻا جي وٽ ٺاهي ان ۾ ٽي وکي ٻوڙ ٽيهي اوستائن (جاڳرت، سپن سشوپت) ۽ ٽيئي گڻ (ستو، رجو، تمو) روپي ڪپاهه سان تريا اوستا روپي روئي ڪسي ڪيئي چڱيءَ طرح سنڀالي ان جي سخت وٽ ٺاهي اٿيءَ والڪر تيج ۽ وگيان مه ديئڪ جلائي جنهن جي ٻرسان وجڻ سان خراب ۽ بد وارا سڀيئي پتنگ جلي ويندا (سو آهم آسم) اهو برهم مان آهيان اهڙو جو اکنڊ وچار آهي اهوئي ان وقت ديئڪ جي وڏي لاٽ آهي. جڏهن آتم انڀو جي سک جو سندر پرڪاش ڦهلجي ٿو ته سنسار جي ڪارڻ روپ ڀيد ۽ ڀرم جو ناس ٿي وڃي ٿو. تمام اوديا جي پروار، موهه وغيره جو گهور اونداڪار دور ٿي ويندو آهي. تڏهن اهائي وگيان ڪسي اوروڻ ڪرڻ واري بڌ پرڪاش حاصل ڪري هردي روپي گهر ۾ ويهي ان جڙ چيتن جي ڳنڍ کي کولي ٿي. جڏهن اها بڌ ان ڳنڍ کي کولي سگهي ٿي تڏهن هيءُ جيو مڪمل ٿي وڃي ٿو.

هي پکيراج! ڳنڍ کي کلندو ڏسي مايا انيڪ وگهن وجهندي آهي. هي ڀائي! هوءَ انيڪ سڌيون رڌيون موڪلي ٿي جي اچي بڌ کي لالچائين ٿيون ۽ داءُ پيچ چال ول ڪري ديئڪ وٽ اچي انچل جي هوا سان ان کي وسائي ڇڏين ٿيون. جيڪڏهن بڌ سياڻي ٿي پوي ته ان کي دشمن سمجهي ان ڏانهن نهارين به نٿيون جيڪڏهن وگهن ۾ بڌ نه ڦاسي ته وري ديوتائون وگهن وجهن ٿا. اندرين جي دوارن انيڪ استان آهن جو هرهڪ دوار تي ديوتا اڏ ڄمائي ويٺا آهن، جڏهن هو وشيه روپي هوا کي ايندو ڏسندا آهن تڏهن هٺ ڪري دروازو کولي ڇڏيندا آهن جنهن وشيه روپي هوا هردي روپي گهر ۾ اچي وڃي، هوا پهچندي ئي گيان جو ديئڪ وسائي ڇڏيندي آهي، ڳنڍ به نه ٽٽي ۽ پرڪاش ويندو رهيو. وشيه روپي هوا سان بڌ وياڪل ٿيڻ ڪري اندرين ۽ ديوتائن کي گيان، ڀڳتي وڻي، چاڪاڻ ته ان جي ٻرسپ سدائين وشيه ڀوڳ ۾ رهي ٿي، جڏهن وشيه روپي هوا بڌ کي ڀلائي ڇڏيو تڏهن وري ان جو وڏيءَ سان ديئڪ ڪير جلائي، پوءِ جيو انيڪ طرح جا ڏک ڀوڳي ٿو.

هي پکيراج پرورهه جي مايا ڏاڍي پربل آهي. ان کي سولائيءَ سان پار ڪرڻ مشڪل آهي. وروڪ سان چوڻ ۾ ڪلن، سمجهڻ ۾ ڪلن ۽ سادڻ

هي گرڙ! سري هريءَ جي مايا ۾ استري روپ ۾ پرگهٽ آهي تنهن ڪري استري جي روپ تي استري موهت ٿي نه ٿي سگهي. ٻيءَ مايا ۽ ڀڳتي ٻئي استريون آهن اهو هرڪو ڄاڻي ٿو. وري ڀڳتي ته رگهوار کي پياري آهي ۽ مايا ته وچاري ان جي نچڻ نچڻ واري آهي. رام جي ڀڳتيءَ کان مايا ڏاڍو ڊڄندي آهي، تنهنڪري اِها ڪڏهن اباڌيءَ رام ڀڳتيءَ ان جي من ۾ واسو ڪري ٿي. ان کي ڏسي مايا لڄي ٿي پيئي وڃي ٿي ۽ هرگز ان تي ڪجهه به اثر نٿو ڪري. اهڙو ويچار ڪري جيڪي وگياني مني آهن، اهي سڀني گڻن جي کاڻ ڀڳتي گهرن ٿا. سري رامچندر جي هن ڳُجهي ڀيد کي ڪوئي ڄاڻي نٿو سگهي. ڀڳوان رام جي ڪرپا سان جو هن گيان کي حاصل ڪري ٿو ان کي سپني ۾ به موهه نٿو ٿئي.

هي گرڙ! گيان ۽ ڀڳتيءَ جا ٻيا به ڀيد ٻڌ - جنهن کي ٻڌي سري رامچندر جي چرنن ۾ سدا لاءِ پريم اُپجي ٿي ويندو. هي تات! جيو ته ايشور جو انش آهي، اويناسي، چيتن، نرمل ۽ سڀاو کان سک جي کاڻ آهي. هي سوامي! اهو مايا جي وس ۾ طوطي ۽ باندر وانگر ڦاسي پون ٿا. اهڙي طرح جڙ مايا ۽ چيتن جيو ۾ ڳنڍ پئجي ويئي آهي، جيڪڏهن اهو ڪوڙ آهي ۽ ان جي ڇٽڻ ۾ ڏکيائي آهي تڏهن کان هيءُ جيو سنساري ٿي پيو آهي نه ڪا ڳنڍ کلي ٿي ۽ نه هيءُ سکي ٿئي ٿو. ويد ۽ پراڻ انيڪ اپاءُ ٻڌائين ٿا پر اها ڳنڍ نه ٿي کلي، ڏينهون ڏينهن وڌندي وڃي ٿي. جيو جي هردي ۾ اگيان روپي اندهڪار اصل روپ جي مٿان ڇانئجي ويو آهي انهيءَ ڪري اها ڳنڍ ٻڌل ان کي ڏسڻ ۾ نٿي اچي، وري ڇٽي ته ڪيئن؟ جڏهن ايشور اهڙو سنجوڳ ڪري تڏهن به هوءَ ڪڏهن ڳنڍ ڇٽي نٿي سگهي. ايشور جي ڪرپا سان ساتوڪ شردا روپي ڪامڌينو جيڪڏهن جيو جي هردي ۾ اچي وسي ۽ جپ تپ ورت نيم وغيره الڳ ڌرم ۽ ويدن ۾ چيل ان ڌرم روپي گاهه کي کائي ۽ شڌ ڀاو روپي وڇڙي کي حاصل ڪري وشين کان هٽڻ جي نوڙي وڇڙي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌي وشواس روپي اولڻ کٺي خرد باڻ وس ۾ رهڻ وارا شڌ من جو چنچل آهي. هي ڀائي! اهڙي پرم ڌرم روپي کير کي ڏهي وري نشڪام ڀاونا روپي اگنيءَ ۾ تپائي تڏهن سنتوش ۽ کميا روپي هوا سان ٿڌو ڪري ۽ پاڻ ان ۾ ڌيرج روپي سياڻ وجهي ان کي ڄمائي ۽ پرسنتا روپي مٽڪي ۾ وجهي ويچار روپي ماڌاڻيءَ دم روپي نيتي ۾ اٽڪائي ستيه ۽ مٺي واڻيءَ روپي ڏوري لڳائي ان کي ولوڙي ۽ نرمل پوتر ويراڳ روپي مکڻ ان مان ڪڍي، وري يوگ روپي اگني

آڌار آهي. جو مڻش سڀئي ڀروسا ڇڏي سري رام جو ڀڄن ڪري ٿو ۽ ڀرپور سان ان جا گڻ ڳائي ٿو، اهو ئي سنسار مان تري وڃي ٿو ان ۾ ڪوئي شڪ نه سمجهو. ڪلجڳ ۾ هڪ ٻيو به پرتڪ پرتاپ آهي جو من وچن ڪرم سان دان پڄ ڪري ٿو پر پاپ نه ڪري، ڪلجڳ ۾ ان سمان ٻيو ڪو يڳ نه آهي. جو مڻش من ۾ وشواس رکي سري رامچندر جا چرتر ٻڌي ٿو ۽ اهو مڻش ٻنا ڪنهن محنت جي سنسار مان تري پار لهي ويندو. ڌرم جا چار چرڻ مشهور آهن ان مان ڪلجڳ ۾ هڪ دان ئي مکيه ڳالهه آهي ڪنهن به طرح سان دان ڏيڻ ڪلياڻڪاري آهي.

## گيان ۽ ڀڳتيءَ جو ڀيد

مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ڪاڪ ڀشنڊي جا وچن ٻڌي گرڙ پرسن ٿي مڏو واڻيءَ ۾ چيو هي پرڀو! توهان جهڙي مک مان پوتر رام چرتر ٻڌي منهنجو من شانت ٿيو ۽ توهان جي ڪرپا سان منهنجي من جو ڀرم، دک ۽ موه ويندو رهيو. هي پرڀو! مان توهان کان هڪ ٻي به ڳالهه پڇان ٿو جا سمجهائي مون کي ٻڌايو. سنت، مني، ويد ۽ پراڻن جو ڪٿن آهي ته گيان جي برابر ڪجهه مشڪل نه آهي اهو گيان توهان کي لومش رشيءَ ٻڌايو هو. هي گوسائين! توهان ڀڳتيءَ جي برابر ڪهڙو آدر نه ڪيو. هي دياند پرڀو! گيان ۽ ڀڳتيءَ ۾ ڪيترو تفاوت آهي؟ سو سڀ مونکي ٻڌايو.

گرڙ جا اهي وچن ٻڌي ڀشنڊي چوڻ لڳو هي گرڙ! گيان ۽ ڀڳتيءَ ۾ ڪجهه ڀيد ڪونهي. ٻئي سنسار جي سڀني دکن کان پار ڪري ڇڏين ٿا. هي تات! هنن ۾ مهيشور ڪجهه ڀيد ٻڌائين ٿا. هي پکي سريشٽ! ساوڌان ٿي ٻڌ. گيان، ويراڳ، يوگ، وگيان اهي سڀئي پرش ۾ آهن. پرش جو پرتاپ هر طرح سان پربل ٿئي ٿو ۽ استريون سڀاءَ ڪري ٻل ۾ هيڻيون ۽ جڙ پرڪرتي ٿين ٿيون. جو پرش ورڪت ۽ ڌير ٻڌ آهي اهوئي استري تياڳ ڪري سگهي ٿو ۽ جو ڪامي وشين ۾ قائل آهي ۽ رام جي نام کان بي مک آهي سو ڇڏي نٿو سگهي. گيانوان مني به مرگه نيڻي استريءَ جو چندرما جهڙو مکڙو ڏسي موهت ٿي ويندو آهي.

جي ڀڳتي مارگ کان ڪري ڇڏيا ۽ اگيان جي وس ٿي ڪري انيڪ نون پنٿن جي ڪلپنا ڪرڻ لڳا. سنياسي تمام ڌن لڳائي گهر کي سينگارڻ لڳا، ويراڳ انهن ۾ نه رهيو، انهن کي ته وشين موهي ڇڏيو. تپسوي ڌنوان آهن ۽ گرهستي ڪنگال آهن.

هي گروڙ! ڪلجڳ جو ڪوتڪ چئي نه سگهجي- اڄ ڪلهه جسا نارش ڪل ونتي ۽ پتورتا استريءَ کي گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏين ٿا ۽ سٺي چال ڇڏائي داسيءَ کي گهر ۾ رکن ٿا. پٽ ماءُ پيءُ کي ايستائين مڃين ٿا جيستائين استريءَ جو منهن نه ڏسندا. تنهن ڪري ساهرن ۾ پياري لڳڻ ڪساٽوءَ سيئي ڪٽنبي هن جا ويري ٿي پون ٿا. راجائون پاپ ڪرڻ لڳا- انهن ۾ ڌرم نه رهيو، الٽو پرجا کي ڏنڊا هڻي ستائڻ لڳا. اڇوت ذات هوندي ڌنوان ته پاڻ کي وڏي ڪل وارا سڏائڻ لڳا- جڻيو ئي برهمڻ جو نشان ٿي ويو، اوچ ذات ته جڻيو پائي تلڪ لڳائي پاڻ کي برهمڻ سڏائڻ لڳو. هي گروڙ! ڪلجڳ ۾ ڇل ڪپٽ هٺ ٻيائي پاکنڊ ڪام ڪروڌ لوڀ ۽ اهنڪار سنسار ۾ ڦهلجي ويو- منش پنهنجو ڪرتب، جپ، تپ، نيم، ورت، دان، تامسي سڀاءَ هئڻ ڪري سڀ ڪجهه ڇڏي ويا. ديوتائن ٻرانيءَ ٿي برسات وسائڻ بند ڪري ڇڏي، اناج ٿئي ڪيئن؟ ڪلجڳ ۾ واروار ڏڪار پوڻ لڳو ڏهين سيئي ماڻهو اَن بنا دکي ٿي مرڻ لڳا. ڪلجڳ ۾ مورک سک ٿا چاهين پر ڌرم ۾ پريت نه آهي، انهن جي بڌي ڪٺور آهي- بنا ڪارڻ جي لوڪ ايمان ۽ ولر وروڌ رکن ٿا، ٻين جو ڀلو جيئي ڪنهن کي ساجهه نه آهي. شرم مرم ڌرم ويندو رهيو، نه سنتوش آهي نه ويچار ۽ نه شانتي آهي، رڳو ٻاڙون ڀاڪون هڻندا رهن ٿا. سڀ ذات ڪذات ساڌو ٿي پيا آهن، مورکتائي تمام وڌي ويئي، پرائي نندا ڪرڻ وارا سنسار ۾ ڦهلجي ويا.

هي گروڙ! ڪلجڳ جيتوڻيڪ پاپن ۽ دوشن جو ڀنڊار آهي تڏهن به هن ۾ هڪ وڏو گڻ آهي بنا محنت جي ئي اڌار ٿي ويندو آهي. ستيگ ۽ تريتا ۽ دواپر ۾ پوڄا، يگيه يوگ سان جيڪا گتي ملندي آهي سا گتي ڪلجڳ ۾ فقط رام نام جي جپڻ سان ئي ملي ٿي، ستيگ ۾ سڀ يوگي ۽ گياني ٿي هريءَ جو ڌيان ڪري ڀوساگر تري ويندا هوا، تريتا ۾ لوڪ انيڪ قسمن جا يگيه ڪندا هوا، سيئي ڪرم ڀڳوان کي ارپڻ ڪري سنسار ساگر پار ڪندا هوا. دواپر ۾ سڀ رامچندر جي چرنن جي پوڄا ڪري سنسار مان تري ويندا هوا ٻيو اپاءَ ڪونه هو. ڪلجڳ ۾ فقط منش هري گڻ ڳائي ائين ئي ساگر پار ڪري ٿو. ڪلجڳ ۾ يوگ، يگيه ۽ گيان نه آهي فقط رام گڻ ڳائڻ ئي

ڇڏيو، سچا گرنٿ الوپ ٿي ويا، پاکنڊين پنهنجي بُڌيءَ انوسار ڪلپنا ڪري انيڪ پنٿ پرگهٽ ڪيا. سڀئي ماڻهو موهه جي وس ٿي ويا، لالچ لوڀ ۾ ڦاسي ويا، سڀني شُڀ ڪرمن کي ڪاٽي ڇڏيو. هي گياڙان گروڙ! ڪلجُڳ ۾ ورڻ ڌرم ۽ چار ئي آشرم نه ٿي رهيا. سڀئي استريون پُرش ويدن جي خلاف هلڻ لڳا، برهمڻ ويدن کي وڪڻڻ لڳا ۽ راجا پرجا کي کائڻ لڳا، ويدن کي ڪنهن به نه مڃيو. جنهن کي جيڪي سٺو ٿي لڳو تنهن تيئن ئي ڪيو. جو پنهنجي ڏينگ ماري ڪوڙا پرچار ڪري ۽ پاکنڊ ۾ لڳو رهي ان کي سچو سنت ڪري مڃڻ لڳا، جو پرائو ڌن ڦري ڦبائي وڃي ان کي سياڻو چوڻ لڳا، جو پاکنڊ ڦهلائي ان کي وڏو آچاري سمجهڻ لڳا، جو ڪوڙ ڳالهائي ڪل مسخري ڪندو هو ان کي گڻوان چوڻ لڳا، جنهن آچار ويدن خلاف لوڪن ۾ ڀرم سمسا وڌائي پرچار ٿي ڪيو ان کي وڏو گياني سڏڻ لڳا ۽ جنهن جا وڏا وڏا نهن ۽ ڊگهيون جٽائون هيون ڪلجُڳ ۾ ان کي وڏو مهاتما تپسوي سمجهڻ لڳا، شودر برهمڻن جا گرو ٿيڻ لڳا ۽ وڏا تلڪ ڏيئي هٿ ۾ مالهائون کڻي رشين جا اولاد سڏائڻ لڳا، برهمڻن کي شودر گيان اُپديش ڪرڻ لڳا. سڀئي لوڪ ڪام ڪروڌ لوڀ جي وس ٿي ديوانا، برهمڻ، ويدن ۽ سنتن سان ورود ڪرڻ لڳا. گڻوان ۽ سندر پتيءَ کي ڇڏي اڀاڳڻ استري پر پُرش سان پريت ڪرڻ لڳي. سهاڳڻ استريون نه سادگيءَ ۾ رهڻ لڳيون پر وڌواڻون نت روز نوان سينگار ڪرڻ لڳيون. استري پُرش برهم گيان کان سواءِ ٻي ڳالهه نٿا ڪن پر اهي لوڀ وس ٿوري ڪوڙي جي ڪري برهمڻ ۽ گروءَ کي ماري ٿا ڇڏين، شودر برهمڻن سان بحث مباحثا ڪن ٿا ته اسين توهان کان ڪا گهٽ آهيون، اِهي چئي اکيون ڦاڙي ڏيکارين ٿا.

هي گروڙ! جو برهم کي ڄاڻي تو اهو ئي سرشٽ برهمڻ آهي. جو پرائي استريءَ ٿي مرتڪ، لُچڻ ۾ سياڻو ۽ موهه ممتا ۾ قائل آهي اهو لسي گياني سڏجڻ لڳو. مون ڪلجُڳ ۾ اهڙا نه چرتر ڏٺا جو ٻاڻ نه برباد ٿين ٿا پر چڱن پُرشن کي به برباد ڪري ڇڏين ٿا. تيلي، ڪنڀار، چنڊال وغيره جيڪي ننڍ ذات آهي استرين جي مرڻ کان پوءِ يا گهر جو مال ملڪيت ناس ٿيڻ کان پوءِ مٿو ڪوڙائي سنياسي ٿي پنهنجا پير برهمڻن کان پوڄائڻ لڳا، اهي پاڻ لوڪ پنهنجي هٿن سان بگاڙڻ لڳا، اهي برهمڻ مورک لوڀي ڪامي وڀچاري جو ٻاڻ کي مورک ۽ نيچ ذات استريءَ جو سوامي سڏائڻ لڳو. سڀئي ماڻهو ورڻ شنڪر ۽ مريادا کان ڀرشٽ ٿي ويا. انهيءَ سبب عنڻ ڪري دک، ڀئه، شوڪ وڌڻ لڳا، سڀئي ويد وسراڳيه ۽ گيان سان سري هوءِ

ڪري مون کي اپديش ڏيڻ لاءِ مٿان اٿين ڪيو هجيس - گروڙ جي مَـن ۾ اهو ئي وهم هو ته مٿان اهو ئي ساڳيو ڪاڪ ڀشنڊي هجي جنهنجي بابت ۾ هڪڙي ڏينهن وشنو ڀڳوان مون کي چيو هو ته تو لاءِ پيو پنهنجي ڀڳتيءَ جي وڏائي ڪرڻ لوڪان ته ڪانءَ جي ڀڳتي چڱي آهي. تڏهن من ۾ شڪ ٿيس ته مٿان ڀڳوان منهنجي ايمان آزمائڻ لاءِ هيءَ رٿ ته رٿي هجي. ڪاڪ ڀشنڊي چوڻ لڳو هي گروڙ! جيڪڏهن تنهنجي بدن جي هر وار اچا آهي ته چڱو هاڻي ڌيان ڏيئي ٻڌ. جپ، تپ، ورت، نيم، وونڪ، وراڳ گيان ۽ يوگ انهن سڀني جو ڦل رام ڀڳتيءَ ۾ سمايل آهن. مان اِئين ئي پيو سمجهان ته سري رامچندر جي چرن ڪمل جو ڌيان ڪرڻ اهو مڙني جو ڦل ڪوئي ته چارو ڪونهي ۽ جيڪي ٻه مون انيڪ جوڳيون ورليون آهن تن سڀني مان مون کي هيءَ ڪانءَ جي جوڻ پياري ٿي لڳي جا ڪاڻ ته ڀڳوان رام جي ڀڳتي انهيءَ جوڻ ۾ مون کي پراپت ٿي آهي. تنهن کان سواءِ ڪانگ جـِـي عمر گهڻو ڪري اِين جيئو پراڻين کان تمام وڏيڪ ٿيندي آهي انهيءَ ڪري ڀڳتيءَ جو آنند گهڻي وقت تائين وٺي سگهبو. هي گروڙ! گهڻو وقت اڳي مون اَيوڌيا پوريءَ ۾ ڪنهن شودر جي گهر وڃي جنم ورتو، مون کي پنهنجي بدنيءَ جي ايمان هٺ ڪري مان ڪنهن کي به ڪين ليکيندو هوس، منهنجو پرام فقط شنڪر پولي ناٿ ۾ هـو جنهن ڪري ٻين سڀني ديوتائن جي مان ڏاڍي نندا ڪندو هوس. مطلب ته سچو پڪو پاکنڊي هوس، جيئن ته ڌن جي ايمان ۾ قائل هوس ۽ ڪنهن کي به ڳاڻ جهڙو ڪين سمجهندو هوس. اهڙي پوِتر ايوڌيا پوريءَ ۾ رهي ڪري به منهنجو من سدائين ايمان ۾ ئي پيل هو، جڏهن ايوڌيا پوريءَ جي پرتاپ جي خبر پيم، پراڻن ۾ به اِئين چايل آهي ته جو جيو پراڻي ايوڌيا ۾ جنم وٺي ٿو انهيءَ کي ضرور ڪنهن نه ڪنهن جنم ۾ سري رامچندر جي ڀڳتي حاصل ٿئي ٿي. تنهن وقت ڪاڇگ جو اِن اوسٿا ۾ هو سڀئي ماڻهو استريون آسوڙي پرش پاپ روپي سمندر ۾ پئي ٻڏا، ڪاڇگ جي پرڀاو سان سچ نڪري ويو، گروڙ ڪاهي پيو، سڀئي مٺش ڪام ڪروڌ لوڀ موهه اهنڪار جي وس ٿـِي پيا. هي گروڙ! هاڻ ڪلجگ جي لوڪي ڪتا پڌايان تو ڌيان ڏيئي ٻڌ.

## ڪلجگ جو پرڀاءُ

ڪاڪ ڀشنڊي چوڻ لڳو هي گروڙ! ڪاجگ وڏو ڪٺن ٿي پيو، سڀئي پرش لوڙي استريون پاپ ڪرڻ لڳا. ڪلجگ ۾ پاڻ سڀني ڌرمن کي دٻائي

ٿي مان ھيءَ آخرين پرڪشا ھئي. اھو ئي ڪارڻ ھو جو ھن جا سڀ شڪ
مٽجي ويا، ھن ڪان پوءِ ڪاڪ ڀشنڊي سري رامچندر جي ليلا جو وڏو سٺ
ته اچي دوشن ڪندو ھو.

مھاديو چوڻ لڳو ھي پاروتي! ھڪڙي ڏينھن گرڙ کي اچي من ۾ شڪا
ٿي ته ڀڳوان رام جيڪڏھن سچ پچ وشنوءَ جو اوتار آھي ته پوءِ چو استريءَ
جي موھ ۾ ڦاسي ان ۾ وراڳ جو ٿي ڪياءُ؟ ڇا برھم پتا پرميشور ٻه ڪڏھن
موھ جي وس ٿي سگھيتو؟ اھائي شڪا گرڙ جي من ۾ ھئي ته ڪٿڪري
ھن وياڪاري ڪٿوٽي ٻاڻ ڇوڙاو ۾ پتو ڪونه پيس، نيٺ اھو ويچار ڪري
ناردمنيءَ وٽ ويو اٿي وڃي منيءَ کي ھٿ جوڙي پنھنجي من جي شڪا
بابت پڇڻ لڳو. گرڙ جي اھا شڪا ٻڌي ناردمني عجب ۾ پئجي ويو ته
گرڙ جھڙي ٻڌيمان جيو کي ٻه اھائي شڪا؟ نيٺ منيءَ چيس ھي پاڪي!
تون برھما وٽ وڃ. ھو تنھنجي من جو سنسو نورت ڪندو. ناردمنيءَ جي
چوڻ موجب گرڙ برھما وٽ ويو، ليڪن اتي ٻه اھوئي جواب مليس. برھما
به نارد وانگر چيس ته شنڪر وٽ وڃ. نيٺ ويچارو شنڪر يعني مون وٽ
آيو، مون کي ته انھيءَ وقت ڏاڍي آنند مانڊ لڳي پيئي ھئي جو ڳالھه لي
ته پچ، جو ته وشنو ڀڳوان مون سان انحام ڪيو ھو ته مان توکي موھڻي روپ
ڏيکاريندس. وري جو گرڙ ڪڏھن ھيڪاري مٿيون ٿي مڃجي وير، ھاڻ ڇا
ڪريان؟ جي گرڙ کي وڃي ان شڪا بابت تو سمجھايان ته ھو ڏاھن وقت
لي ته وڃڻ ڪري سڀ پئي ليڪ ته متان ڪيل انجام موجب وقت لي ته پوڇان!
جيڪڏھن وڃان تو ھليو ته گرڙ جو ڪم نٿو ٿئي. تڏھن لاچار ٿي چيومانس
ھي گرڙ! جيستائين تون ستسنگ نه ڪندين تيستائين انھن ڳالھين جو توکي
گيان ٿي نه سگھندو، تنھنڪري تون نيل پربت ٿي وڃ ۽ اتي ڪاڪ ڀشنڊي
ٽالي ھڪڙو ڪانءُ ويٺو رامائڻ جي ڪٿا ڪري اھا ڏيان ڏيئي وڃي پڻ
جنھن جي ٻڌڻ سان تنھنجا سڀئي سنسا مٽجي ويندا. ھي پاروتي! اھا
ڳالھه ٻڌي گرڙ ھڪدم اوڏانھين روانو ٿيو ۽ اتي وڃي ڪاڪ ڀشنڊي جي
مکاروند مان سري رامچندر جي ڪٿا ٻڌي گرڙ ڪرتارٿ ٿي ويو. ڪٿا
پوري ٿيڻ ڪان پوءِ گرڙ ھٿ جوڙي ڪاڪ ڀشنڊيءَ کي چيو ته ھي پڪيه
شرومڻي! ڪرپا ڪري مونکي پنھنجي جنم جي ڪٿا ڪري ٻڌايو ته ڪاڪي
جوڪر مان ۾ سنسر الرسو ته مٽجي وڃير. جو ته مھنجي دل ۾ وري اھو
وھم آھي. گرڙ جي من ۾ اھو وھم ٿي ويٺو ته متان شنڪر ڀڳوان ڪاڪ ڀشنڊي
جو روپ ڌاري ايذاش نه ڪرڻ آيو ھجي، جو ته مان ٻه ڀکي آھيان تنھن

مهاديو چوڻ لڳو هي پارولي! تون ته ڪا ڏاڍي ڀوڙي آهين، ڄاڻي تون ڌيان ڏيئي ٻڌ ته ٻڌايانءِ ٿو! اها ته توکي اڳ ئي خبر آهي ته تون اڳئين جنم ۾ دکش پرجاپتيءَ جي ڌيءُ هئينءَ ۽ تو سنتوش روپي يگيه ۾ پاڻ جلائي ڇڏيو هو، تنهنجي سرير ڇڏڻ کان پوءِ مون کي اهڙو ته اچي ويراڳ لڳو جو ڪا به ڳالهه نٿي وڻيم ۽ اهو ويچار ڪيم ته هميشه لئي وڃي ٿو سمادي لڳايان. نيٺ گريءَ ناني پربت لئي واس ته ڇا ڏسان هڪڙو ڪانءُ ڪاڪ ڀشنڊيءَ ناليءَ راماڻ جي ڪٿا وِڻو ڪري - مان ڪٿا ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيس ۽ من ۾ چيم ته اهائي پراپتي ۽ سندر سمادي آهي. پس! پوءِ ته هوروز هنس جو روپ ڌاري مان ا. وڃي ٻين پکين سان گڏ ڪٿا ٻڌندو هوس. هي پارولي! ٻرڀوءَ جي ليلا اپار آهي. اهو ڪاڪ ڀشنڊي ڪانءُ هڪڙي ڏينهن سري رامچندر جي محلات جي اڳڻ ۾ ويو، سري رامچندر اڃان ٻالڪ اوستا ۾ هوا جو ويٺي لوار ڪاڍائون، ڪانءُ ويندي شرط هٿ مان لوار کسي ورتن - لولو هٿ مان ويندو ڏسي ويهي روئڻ لڳو، تنهن هوندي به بروقت سدرشن چڪر کي حڪم ڪيائين جنهن ڪاڪ ڀشنڊي ڪانءُ جي پٺ ورتي. هي پارولي! ڀڳوان رام جي ٻال ليلا ڪري روئڻ وقت اهڙو ته آنند آيو جو هڪ چڪري جو روپ ڌاري وڃي ڪيس پرچائڻ لڳس- ان وقت ڪهڙو نه آنند هو جنهنجو بيان نٿو ڪري سگهجي. ويچارو ڪاڪ ڀشنڊي جيڏانهن وڃي تيڏانهن سدرشن چڪر پٺ نه ڇڏيس. نيٺ ڀڄندي ڀڄندي برهما جي شرن ويو جنهن چيس ته مان سري رامچندر جي ڪروڌ کي هٽائي نٿو سگهان، تون شنڪر وٽ وڃ، هو پري نسانت سري رامچندر جو پورن ڀڳت آهي سو توکي ضرور بچائيندو. برهما جا اهي وچن ٻڌي ڪاڪ ڀشنڊي ڪانءُ، هي پارولي! مون وٽ آيو ۽ اچي سمورو حال ڪري ٻڌايائين، تڏهن مون چيومانس ته بابا! تون چنتا نه ڪر، هل ته هلي ان ڀڳت واسل جي شرن وٺون. اها ڳالهه ٻڌي ڪاڪ ڀشنڊي ڏاڍو ٻرسن ٿيو ۽ من جو شڪ مٽجي ويس پوءِ مونسان گڏ هلي ٻرڀوءَ جي چرنن ۾ ڪري پيو، پوءِ سدرشن چڪر جتان آيو هو اتي موٽي ويو. سري رامچندر ڪاڪ ڀشنڊيءَ کي ساکيات درشن ڏيئي مها لتوَ جو اپديش ڪيو. ڪاڪ ڀشنڊيءَ کي من ۾ ڪهڙو شڪ هو؟ جنهن ڏينهن ڪاڪ ڀشنڊيءَ کي خبر پيئي ته سري رامچندر جن دشرٿ جي گهر اوتار ورتي آيا آهن انهيءَ ڏينهن کان وٺي هن جي من ۾ شنڪا ٿي ته ڀڳوان رام جي ٻرڪيا وٺان ته اها ڳالهه ڪيتري قدر سچي آهي. هيستائين هن جيڪي به پرکيائون ورتيون هيون

لڳن ٿا. ماتا پتا، گرو ۽ برهمڻ ڪنهن کي به نٿا مڃين. ٻاڻ ۾ اڳئين ابرباد آهن پر پين کي به برباد ٿا ڪن. سنتن جي سنگت ۽ ڀڳوان جي ڪٿا انهن کي سٺي نٿي لڳي. اهي اوگڻن جا سمنڊ، ڪوڙي بُڌ وارا، ڪامي، ويدن جا نندڪ ۽ پرائي ڌن جا مالڪ ٿيڻ وارا ٿيا. اهي خاص ڪري ديوتائن ۽ برهمڻن سان ويرُ رکندڙ، پاکنڊي ۽ من ڪپٽ سان پرايل اهڙا ماڻهو ڪي سڀڪاري ٿا تنهن سان وهن ٿا. اهڙا اڌم ۽ ڪوتا مدش ستيگ ۽ تريتا ۾ ڪونه هئا. دواپر ۾ ٿورا ٿيندا پر ڪلجڳ ۾ انهن جون ٽوليون ٿينديون. هي ڀائروا ٻئي جو اپڪار ڪرڻ اهڙو ڌرم ناهي ۽ ٻئي کي دک ڏيڻ جي برابر اهڙو ڪو پاپ نه آهي. مدش سڀ ويد پراڻن جو ٻئي کي ڪلمش ڏيڻ اهو سمساز ۾ وڏو ڪشٽ ڀوڳي ٿو. جو مدش سوارٿ ۾ ليا آهي ۽ موهه جي وس ٿي، پاپ ڪرم ڪري ٿو اهو پرلوڪ ۾ دکي رهي ٿو. هي ڀائروا انهن دشٽن لاءِ مان ڪال روپ آهيان ۽ انهن کي ڪرمن انوسار ڦل ڏيڻ وارو آهيان. اهي جاڻي جو سيائو مدش جڳت کي دک روپ جاڻي منهنجو ڀڄن ڪري ٿو، سنت ۽ آسنت جا لڇڻ مون ٻڌايا آهن انهن کي من سان جن سمجهيو آهي اهو سنسار روپي ٻنڌن ۾ نٿو ڦاسي. هي ڀائروا مايا جا پيدا ڪيل دوش تمام گهڻا آهن. ڪيترائي آهي جو انهيءَ ۾ ڏٺو وڃي، ان کي ڏسڻ ئي اڱيان آهي. ٻنهي جي مک مان اهي وچن ٻڌي ڀرت لڪشمڻ شترگهن ۽ هنومان ڏاڍا خوش ٿيا.

## ڪاڪ ڀشنڊيءَ جو ورڻن

اتري- ڪيتا شوجي پاروتيءَ کي ٻڌائي چوڻ لڳو هي پاروتي! جو ڪجهه به انهن کان پڇيو سو سڀ مون لوڪي ٻڌايو آهي هاڻي ٻئي جا ٻڌڻ چاهين ٿي؟ تڏهن پاروتي همت جوڙي چوڻ لڳي هي ناٿ! ڌنيه آهي ڀرت جي ليلا ڌنيه آهي سري رامچندر، جنهن جي ڪٿا ٻڌڻ سان منهنجي من جون شڪائون مٽجي ويون آهن ۽ سري رامچندر جا چرڻ ٻڌي منهنجو من لوڀاڻو ٿو لڳي. هي سوامي! هڪ بي به شڪا منهنجي من ۾ رهجي وئي آهي سا به ڪرپا ڪري دور ڪريو. انهن جو ڪهڙيءَ ريت پيا چئو ته ڪاڪ ڀشنڊي چوڻ لڳو هي ڪرڙ! سو ته ٻڌي مون کي عجب ٿو لڳي ته ڇا ڪڏهن ڪانءَ به اهڙو برهم گياني ٿيو جو هن اهڙي طرح واهي سري رامچندر جو جس ورڻن ڪيو آهي ۽ اوهين به انهن کان ٻڌو ته ڪيئن سري رامچندر جي ڪٿا ڪاڪ ڀشنڊي کان ٻڌي آهي. ڪرپا ڪري اهو سڀ ڪري ٻڌايو.

رامچندر چيو ٻڌو ڀائي! سنت جا لڇڻ انيڪ ٿيندا آهن. سنت ۽ اَسنت جي
اهڙي ڪرڻي آهي جيئن چندن ۽ ڪهاڙي ۾ آهي. هي ڀائرو! ڪهاڙي ا
چندن کي ڪاٽي ٿي ته چندن پنهنجو گڻ ڏيئي ٿو ان مان سگنڌ نڪري
ٿي انهيءَ ڪري چندن ديوتائن جي مستڪ تي چڙهي ٿو ۽ سڀني جڳت
کي پيارو آهي. ۽ ڪهاڙي جو مک اگنيءَ ۾ گرم ڪري مترڪن جي مار
کائي ٿو ان کي اهو ڏنڊ ملي ٿو. سنت وشيه وڪارن کان ٻري شيل ۽ گڻن
جي کاڻ ٿين ٿا. هو پرائي ڏک کي ڏسي ڏکي رهن ٿا ۽ پرائي سک کي
ڏسي سکي رهن ٿا، هو سڀ ڪجهه تياڳ ڪري ڇڏين ٿا. ڇو لسا هئن جو
چت ڪومل ٿئي ٿو ۽ اهي ديهن تي ديا ڪندڙ، من وچن ۽ ڪرم سان ڀڳتي
ڪن ٿا ۽ سڀني کي عزت ڏين ٿا ۽ پاڻ سادگيءَ ۾ رهن ٿا. هي ڀرت! اهي پراڻي
مون کي پراڻن کان به پيارا آهن. جيڪي ڪامنا کان رهت ٿي منهنجو ڀڄن
ڪن ٿا. اهي شانت چت وراڳي نمرتا شيل ۽ پرسنتا جا گهر آهن. انهن
۾ سيتلتا، سرلتا، مترتا ۽ برهمڻن جي چرڻن ۾ پريم ٿئي ٿو ۽ جن جو ڌرم ۾
سچو پريم آهي، اهي لڇڻ جن جي هردي ۾ آهن تن ان کي ئي سچو سنت
ڄاڻڻ گهرجي. جو شم دم نيم ۽ نيت کان چلائمان نه ٿو ٿئي ۽ مک مان ڪڙا وچن نه ٿو
ڳالهائي جنهن لاءِ نندا ۽ واکاڻ ٻئي هڪ سمان آهن ۽ منهنجي چرڻن ۾
جنهنجو پريم آهي اهو گڻن جو مندر ۽ سکن جو سمندر سنت مون کي پراڻن کان
پيارو آهي. هاڻي اَسنتن جا لڇڻ ٻڌ، انهن جي سنگت ڪڏهن به ڀلجي نه
ڪرڻ گهرجي، ان جي سنگت سدا ڏک ڏيڻ واري آهي. دشت مڙس پرائو
ڌن ڏسي جلندا رهن ٿا، هو جتي ڪٿي ٻئي جي برائي ٻڌي ڏاڍو پرسن
ٿين ٿا جڻ ته ڪو ڌن ٿو ملين. اهي ڪام ڪروڌ لوڀ ۾ پرايل نردئي ڪپٽي
ڪوڙا ۽ من جا ملين ٿين ٿا. بنا ڪنهن ڪارڻ جي سڀني سان ويرُ رکن ٿا،
جو ڪوئي ان سان ڀلائي ٿو ڪري ته هو ان جي بدران برائي ڪن ٿا انهن
جو ڏيڻ وٺڻ کائڻ پيئڻ سڀ ڪم ڪپٽ سان ڀريل آهن. ٻاهرواٽي مٺا وچن
پيا ڳالهائين ۽ اندروني من هنن جو اهڙو ڪٺور آهي جو زهري ناگ کي
به کائي وڃن. اهي ٻين سان دروهه ڪن ٿا ۽ پرائي استري، پرائو ڌن،
تڪيندا رهن ٿا ۽ پرائي نندا به ڪندا رهن ٿا. اهي نيچ پاپي مڙس سرير ۾ ٿي
راڪشن سمان آهن، سدائين انهن کي ٻين جي چنتا لڳي رهي ٿي، ٻين ٻروءِ
جو انهن کي اصل لوڀ ڪونهي. جڏهن هو ڪنهن جي متان آپدا ڏسن
ٿا تڏهن اهڙو ته خوش ٿين ٿا جڻ ته ڪو جڳت جو راڄ مليو اٿن، هو ڪو
پنهنجي سوارٿ ۾ ٻين ڪٽنب جو وروڌي، لڳا، ڪامي، لوڀي ۽ ڪروڌي

سمايل آهيو. سورج، چنڊ ۽ ٻيا سڀ توهان جي پرڪاش سان جڳت کي روشن ڪن ٿا ليڪن توهين اُن سان ڪُڻ پرڪاش نٿا ڪريو. توهين سروگت- نت ۽ هڪ ئي آهيو. جنهن منش کي گيان درشٽي ٿي وڃي ٿي اهوئي توهان کي ڏسي سگهي ٿو. جهڙيءَ طرح انڌي کي سورج ڏسڻ ۾ نٿو اچي اهڙي طرح جو گيان نيترن کان رهت آهي اهو توهان جو درشن ڪري نٿو سگهي.

هي پربو! توهان سڀ ڪجهه ڄاڻندڙ (سروگيه) جي ساڌوءَن ٻکواد ڪئي آهي سو تنهن لاءِ مون کي ڪميا ڪريو. ائين چئي اگستيه منيشور ٻين منين سميت سري رامچندر کان آگيا وٺي پنهنجي پنهنجي آشرم ڏانهن هليا ويا.

## سنتن جا لڇڻ ورڻن

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! هڪ ڏينهن ٻيئي ڀائر سري رامچندر جي چرڻن ۾ سر نمائي ڀرت کان ڪجهه پڇڻ لاءِ شرمائي هنومان ڏانهن نهاري رهيا آهن، هي پرڀوءَ اوهانجي مک مان واڻي ٻڌڻ ٿا چاهين، جنهن جي ٻڌڻ سان سڀيئي ڀرم مٽجي ٿا وڃن. انتريامي پرڀو هنن جي دل جو حال ڄاڻي چيو هي هنومان! ڪهڙي ڳالهه آهي؟ تڏهن هنومان چوڻ لڳو هي دين ديال ڀڳوان! ڀرت ڪجهه پڇڻ چاهي ٿو پر پڇڻ ۾ شرمائي ٿو. تڏهن سري رامچندر چوڻ لڳو هنومان! تون منهنجي سڀاءَ کي ڄاڻين ٿو ڀرت ۽ منهنجي وچ ۾ ڀيد نه آهي. سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي ڀرت هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي شرناگت جا دک مٽائڻ وارا ڀڳوان! ٻڌو، هي سوامي مون کي سپني ۾ به ڪوئي ڀرم نه آهي، دک ۽ موهه به نه آهي. هي آنند ڏيڻ وارا پرڀو اها توهان جي ڪرپا آهي. هي دياندان! مان اوهان جو سيوڪ آهيان توهين سيوڪن کي سک ڏيندڙ آهيو، انهيءَ ڪري مان عرض ڪريان ٿو. هي رگهناٿ! سنتن جي مهما هر طرح سان ويدن ۽ پراڻن ڳائي آهي ۽ توهان پنهنجي مکارونِد سان انهن جي وڏائي ڪئي آهي ۽ انهن سان توهان جي پريت به گهڻي آهي. هي سوامي! انهن جا لڇڻ ٻڌڻ چاهيان ٿو. هي ديا سندو! توهين گڻن ۽ وگيان ۾ نپڻ آهيو. هي شرناگت پالڪ! سنت ۽ اسنت ٻنهي جو ڀيد الڳ الڳ سمجهائي مون کي ٻڌايو. تڏهن سري

ٻاليءَ هن کي پنهنجي ٻغل ۾ دٻائي ڇڏيو. ٻيءَ چارئي سمندر گهمائي ان کي ڇڏي ڏنو، ڪنڀڪرڻ راوڻ هن سان مترتا ڪئي، هي رام! اهڙي طرح مها ٻلي راوڻ سڀني لوڪن کي پنهنجي وس ڪري ٻئين لئي ٻاڻ انهن تي حڪومت ڪرڻ لڳو. هي راجيندرا! هيءُ دشانن ۽ اندرجيت اهڙو ٻريا شالي هو. ان مان لوڪن کي رلائڻ واري راوڻ کي توهان ماريو ۽ ميگهناد کي مهاتما لڪشمڻ ماري ڇڏيو ۽ ٻيا جهڙي ڪنڀڪرڻ کي به توهان ئي ماري ڇڏيو.

هي ٻريو! توهين سڀني لوڪن کي رچڻ وارا ساڪيات سروويائڪ نارائڻ ديو آهيو، هي سارو چراچر جڳت توهان جو ئي سروپ آهي. لوڪ پتا برهما توهان جي نابيءَ مان ٻرگهٽ ٿي ڪمل مان اُٿپن ٿيو آهي. هي رگهو سرشٽ! واڻيءَ سميت اگني ديو توهان جي مکه مان جنم ورتو آهي، توهان جي ٻانهن مان لوڪن جي لاءِ نيترن سمان چندرما ۽ سورج پيدا ٿيو ۽ ڪنن مان ڏسائون اُٿپن ٿيون آهن. اهڙي طرح توهان جي نڪ منجهان ٻراڻ ۽ ديوتائن ۾ سرشٽ آشوني ڪمار ٻرگهٽ ٿيو آهي، پيٽ جنگهن ۽ پيرن انگن مان سڀئي لوڪ پيدا ٿيا آهن. هي هري! توهان جي ڪکه مان چار سمندر ۽ ڇاتيءَ مان اندر ورڻ اُٿپن ٿيا آهن ۽ ويريه مان رشي مني ٿيا آهن، توهانجي اندريءَ مان يمراج ۽ گدا مان مرتيو پيدا ٿيو، ڪروڌ مان مهاديو پيدا ٿيو ۽ هڏين مان سڀئي ٻربت پيدا ٿيا آهن. توهان جي وارن مان بادل ۽ نسن مان ٻوٽيون ۽ نهن مان گڏهه ۽ ٻيا جانور اُٿپن ٿيا آهن. توهين پنهنجي مايا شڪتيءَ ۾ پورن، توهان ئي وشنو روپ ٻرم ٻرش آهيو. گڻن جي سبب موجب توهين انيڪ روپن ۾ ڏسڻ اچو ٿا. توهان جي سهاري ديو گڻ يگيه ۾ امرت پان ڪن ٿا. هي سمپورڻ جڳت جڙ چيتن (چراچر) توهان ئي رچيو آهي ۽ سڀئي پراڻي توهان جي سهاري جيئرا رهن ٿا. هي رگهنات! جهڙي طرح ڪير ۾ گيهه سمايل آهي اهڙي طرح سنسار جي سڀني شين ۾ توهان ئي

لنڪا ۾ مها مايا وي راڪشس جي وس ۾ وڪرال ولدنا پنج ڪال ڪنج جي وس ۾ پيدا ٿيل وديا جهه ٿالي راڪشس کي پرڻائي ڏني ان وقت وشو ڪرما دليءَ جي ميدالرءِ پنهنجي لساوڪ سندري ڪنيا مندودري راوڻ سان پرڻائي ڇڏي ۽ پرس لي. ان کي هڪ اموگهه شڪتي ڏني، تنهن کان پوءِ راوڻ ويروچن جي ڪنيا ورلو جوالا سان ڪنڀڪرڻ جو وواهه ڪيو ۽ گندرڻ راج شولنڪيءَ جي ڪنيا سرما کي جا تمام سندر ۽ سلڇڻي هئي ۽ سيني ڌرمن کي ڄاڻڻ واري هئي ان کي وڀيشڻ سان پرڻائي ڇڏيو. تنهن کان پوءِ ميگهناد ٿالي پٽ ڄائو، جنهن پيدا ٿيڻ وقت ٻادلن والگر گرجنا ڪئي. انهيءَ ڪري سيني هن جو نالو ميگهناد رکيو. هيڏانهن ڪنڀڪرڻ جيئو هي پائيا مولڪي ننڊ ستائي رهي آهي، پوءِ هن وڏي دکوي ٻڪري هڪ غتا ٺاهي الي مد ٻڌي ڪنڀڪرڻ ڪرلڪهرا هظندر سمهي پيو. ڪنڀڪرڻ جي سمهڻ کان پوءِ سيني لوڪن کي ڏالڻ وارو راوڻ، برهمڻ، وڏا وڏا رشي، ديوتا، داڻو ڪنر، ناگ ۽ منش سيني کي مارڻ لڳو ۽ ساري ديوتائن جي سمپتي لٽي ڪري ڇڏيائين.

جڏهن ڪبير راوڻ جي اياچار جي خبر ٻڌي تڏهن هن دوت جي هٿان اهو سنديشو ڇرائي موڪليو ته هي راوڻ اڌرم نه ڪر، ان کي بند ڪر. دوت جي خبر ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ ڀرجي ڪبير جي نگريءَ تي چڙهائي ڪري ان کي شڪست ڏئي ان کان پشپ وِمان کڻي آيو. تنهن کان پوءِ ٻڌ ۾ يم ۽ ورڻ کي جيتي اندر کي مارڻ جي اڇا سان ترت ئي سرڳ تي چڙهائي ڪئي. الي اندر ۽ سڀ ديوتائن سان هن ڏاڍي ٻڌ ڪئي ۽ ڏاڍو گهمسان مچي ويو، ان وقت ديوراج اندر اڪيلي اچي راوڻ کي ٻڌي ڇڏيو. جڏهن اهو سماچار ميگهناد ٻڌو تڏهن اوچتو اچي ديوتائن سان ٻڌ ڪرڻ لڳو ۽ اندر کي جيتي ٻڌي پوءِ پنهنجي پيءُ راوڻ کي ڇڏايو، پوءِ اندر کي پاڻ سان وٺي لنڪاپوريءَ موٽي ويو، انت برهما وچ اندر کي ميگهناد کان ڇڏايو ۽ ان کي اهڙو ور ڏنائين پنهنجي برهم لوڪ هليو ويو. وڃي شالي راوڻ ٻل سان سيني لوڪن کي جيتي پنهنجي وڏائي پاڻهي سان ڪماس ڪرڻ ڪيو، اهي ننديشور ڪروڌ ۾ ڀرجي راڪش راج راوڻ کي سراپ ڏنو ته توهان منش ۽ ٻاندرن جي هٿان مرندا. ليڪن راوڻ ان سراپ جي پرواهه نه ڪري ترت ئي هتراج ( سهستر ارجن ) جي راجڌانيءَ ۾ آيو ائي سهستر ٻاهو ارجن راوڻ کي ٻڌي ڇڏيو تڏهن رشي پلستيه اچي ان کي ڇڏايو، وري هو مهاٻلي وانرراج ٻاليءَ کي مارڻ لاءِ تيار ٿيو ليڪن اتي

ٻاليءَ ھن کي پنھنجي ٻغل ۾ دٻائي ڇڏيو- پوءِ چارئي سمندر گھمائي ان کي
ڇڏي ڏنو، لنڪاپوءِ راوڻ ھن سان مترتا ڪئي. ھي رام! اھڙي طرح مھا
ٻلي راوڻ سڀني لوڪن کي پنھنجي وس ڪري پرسن لئي ٻاڻ انھن تي
حڪومت ڪرڻ لڳو. ھي راجيندر! ھيءَ دشانن ۽ اندرجيت اھڙو پرڀاءَ
شالي ھو. ان مان لوڪن کي رلائڻ واري راوڻ کي توھان ماريو ۽ ميگھنات
کي مھاتما لڪشمڻ ماري ڇڏيو ۽ پربت جھڙي ڪنڀڪرڻ کي به توھان ئي
ماري ڇڏيو.

ھي پرڀو! توھين سڀني لوڪن کي رچڻ وارا ساڪيات سروويا پڪ نارائڻ ديو آھيو، ھي سارو چراچر جڳت توھان جو ئي سروپ آھي. لوڪ پتا برھما توھان جي نابيءَ مان پرگھٽ ٿي ڪمل مان اُتپن ٿيو آھي. ھي رگھو سرشٽ! واڻيءَ سميت اگني ديو توھان جي مک مان جنم ورتو آھي، توھان جي ٻاھن مان لوڪن جي لاءِ نيترن سمان چندرما ۽ سورج پيدا ٿيو ۽ ڪنن مان ڏسائون اُتپن ٿيون آھن. اھڙي طرح توھان جي نڪ منجھان پراڻ ۽ ديوتائن ۾ سرشٽ اشوني ڪمار پرگھٽ ٿيو آھي، پيٽ جنگھن ۽ پيرن انگن مان سڀئي لوڪ پيدا ٿيا آھن. ھي ھري! توھان جي ڪک مان چار سمندر ۽ ڇاتيءَ مان اندر ورڻ اُتپن ٿيا آھن ۽ ويريہ مان رشي مني ٿيا آھن، توھانجي اِندريءَ مان يمراج ۽ گدا مان مرتيو پيدا ٿيو، ڪروڌ مان مھاديو پيدا ٿيو ۽ ھڏين مان سڀئي پربت پيدا ٿيا آھن. توھان جي وارن مان بادل ۽ نسن مان ٻوٽيون ۽ نھن مان گڏھہ ۽ ٻيا جانور اُتپن ٿيا آھن. توھين پنھنجي مايا شڪتيءَ ۾ پورن، توھان ئي وشنو روپ پرم پرش آھيو. گڻن جي سڀاءَ موجب توھين انيڪ روپن ۾ ڏسڻ اچو ٿا. توھان جي سھاري ديو گڻ يگيہ ۾ امرت پان ڪن ٿا. ھي سمپورڻ جڳت جڙ چيتن (چراچر) توھان ئي رچيو آھي ۽ سڀئي پراڻي توھان جي سھاري جيئرا رھن ٿا. ھي رگھناٿ! جھڙي طرح کير ۾ گيھہ سمايل آھي اھڙي طرح سنسار جي سڀني شين ۾ توھان ئي

لڳو هن مها مايا وي راڪشن جي وش ۾ وڪرال ولدنا پيو ڪال ڪليج جي
واش ۾ پيدا ٿيل وديوجهه ناڻي راڪش کي پرتاڻي ڏاي ان وقت وشو ڪرما
دليءَ جي ميدانءِ پنهنجي تلوارڪ سندري ڪيما. مڌودري راوڻ سان
پرڻائي ڇڏي ۽ پرسن ٿي، ان کي هڪ اموگهه شڪتي ڏاي. تڏهن ڪسان پوءِ
راوڻ وڀوشڻ جي ڪيما وڏو جوالا سان ڪنڀڪرڻ جو وواهه ڪيو ۽ گندرڦ راج
شولنڪيءَ جي ڪيما سرما کي جا تمام سندر ۽ سلڇڻي هئي ۽ سڀني ڌرمن
کي ڄاڻڻ واري هئي ان کي وڀيشڻ سان پرڻائي ڇڏيو. تڏهن ڪالوءِ ميگهنادت
ناني پٽ ڄائو جڏهن پيدا ٿيو وقت بادلن والگو گرجنا ڪئي. انهيءَ ڪري
سڀني هن جو نالو ميگهناد رکيو. هيڏانهن ڪنڀڪرڻ جو هي ٻاليا مرلڪي
ننڊ ستائي رهي آهي، پوءِ هن وڏي ڏکوي وڪري هڪ عثا ٿاڻي الي
مد ٻڌي ڪنڀڪرڻ ڪولکورا هٿندو سمهي پيو. ڪنڀڪرڻ جي سمهڻ کان
پوءِ سڀني لوڪن کي ڏاڻڻ وارو راوڻ، برهمڻ، وڏا وڏا رشي، ديوتا،
داڻو، ڪنر، ناڳ ۽ منش سڀني کي مارڻ لڳو ۽ ساري ديوتائن جي سمپتي
لٽي ڪري ڇڏيائين.

جڏهن ڪبير راوڻ جي اياچار جي خبر ٻڌي تڏهن هن دوت جي هٿان
اهو سنديشو چوائي موڪليو ته هي راوڻ اڌرم نه ڪر، ان کي بند ڪر.
دوت جي خبر ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ ڀرجي ڪبير جي نگريءَ تي چڙهائي
ڪري ان کي شڪست ڏئي ان کان پشپ وِمان ڦري آيو. تڏهن کان پوءِ
ٻڌ ۾ يم ۽ ورڻ کي جيتي اندر کي مارڻ جي اڇا سان ترت تي سورڳ تي
چڙهائي ڪئي اتي اندر ۽ ٻين ديوتائن سان هن ڏاڍي ٻڌ ڪئي ۽ ڏاڍو
گهمسان مچي ويو، ان وقت ديوراج اندر اڳيان اچي راوڻ کي ٻڌي ڇڏيو.
جڏهن اهو سماچار ميگهناد ٻڌو تڏهن اوچتو اچي ديوتائن سان يڌ ڪرڻ
لڳو ۽ اندر کي جيتي پڪڙي ٻڌي پوءِ پنهنجي پيءُ راوڻ کي ڇڏايو، پوءِ
اندر کي ٻانڌ سان ولي لنڪاپوريءَ موٽي ويو، تنهن برهما وچ اندر کي
ميگهناد کان ڇڏايو ۽ ان کي اندرڪ ور ڏئي پنهنجي برهم لوڪ هليو ويو.
وچه شالي راوڻ ٻل سان سڀني لوڪن کي جيتي پنهنجي وڏائي پاڻ سان
ڪلاش پربت کنيو، اتي نندي شور ڪروڌ ۾ ڀرجي راڪش راج راوڻ
کي سراپ ڏنو ته توهان منش ۽ بانڊرن جي هٿان مرندين. ليڪن راوڻ ان
سراپ جي پرواهه نه ڪري ترت ئي هزار ( سهستر ارجن ) جي راڄڌانيءَ ۾
آيو اتي سهستر باهو ارجن راوڻ کي ٻڌي ڇڏيو تڏهن رشي پلستيه اچي ان
کي ڇڏايو وري هو مهابلي والي راج ٻاليءَ کي مارڻ لاءِ تيار ٿيو ليڪن انتو

نيندو " ان جي اهين چوندئي سرسوتي جهٽ مک مان نڪري سرڳ لوڪ هلي وئي. تڏهن دشت چت ڪيڪرڻ من ۾ سوچيو ته اهو ڀاڳيه جو چڪر ته ڏسو جنهن جي مون کي آچا ٿي نه هئي اهڙي ڳالهه منهنجي مک مان ڪيئن نڪري وئي. پنهنجي ننهي ڏوهٽن کي ور ملڻ جو سماچار ٻڌي سمالي پرهست وغيره راڪشن کي ساڻ وٺي اچ ڏاڍو ئي پاتال مان آيو ۽ راوڻ کي هردي سان لڳائي چيو بيٺا! وڏي خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو اڄ منهنجي مرضيءَ موجب تنهنجو مدورت پورو ٿيو، جنهن جي ڀؤ کان اسين لنڪاپوري ڇڏي پاتال لوڪ هليا وياسين. هي راوڻ! اڄ اسان جو وشٹوءَ جو ڀيپ وينديو رهيو. هن وقت جا لنڪا پوري تنهنجي ڀاءُ ڪبير جي هٿ ۾ آهي جنهن ۾ پهريائين اسين رهندا هواسين، هاڻي توکي هن کان نمتي ال سان اها موٽائي وٺڻ گهرجي، ڀائي ٻندو جو وڇار نه ڪرڻ گهرجي چاڪاڻ ته راجائن سان مت مائت ڪڏهن هتڪاري ٿيا آهن؟ سماليءَ جا اهي وچن ٻڌي راوڻ چوڻ لڳو ناتا صاحب! توهان کي اهڙي ڳالهه نه چوڻ گهرجي ۽ ڌن پتي ڪبير منهنجو وڏو ڀاءُ آهي. اهو ٻڌي پرهست وڻتي ڪري نمرتا ڀاو سان چوڻ لڳو هي راوڻ! مان جو ڪجهه چوان ٿو سو تون ساوڌان ٿي ٻڌ. توکي اهڙي ڳالهه نه چوڻ گهرجي، اڃا تو راج ڌرم ۽ نيتي شاسترن جو پاٺ نه پڙهيو آهي سورويرن ۾ ڀاءُ جو سنبنڌ نه رهندو آهي. هي سمرٿ! انهيءَ ٻاري ۾ جو ڪجهه عرض ڪريان ٿو سو ٻڌ، مهرشي ڪشپ جو سنتان ديوتا ۽ راڪش وڏا سوروير هئا، انهيءَ ڪري سنبنڌ جو موهه ڇڏي اوڏي مهل استر شستر کڻي وڙهڻ لڳا. هي راجن! ديوتائن سان اسان جو وير همشه کان ڪونه آهي هيءُ نه شروع کان ٿي هلندو پيو اچي.

در آما پرهست جا اهي وچن ٻڌي راوڻ چيو تڏهن ٺيڪ آهي ان وقت هن جا نيتر ڪروڌ ۾ ٿي لال ٿي ويا ۽ هو جلد ئي لپ ڪرت پراسد لسي پهتو، هن پرهست کي پنهنجو دوت بڻائي موڪليو ۽ ڪبير کي لنڪاپوريءَ مان ڪڍي ان تي پنهنجو حق جمائي ڇڏيو، ٻيو ۽ پنهنجي راڪش مترن سان گڏ سک سان اتي رهڻ لڳو. تڏهن ڪبير لنڪا پوريءَ کي ڇڏي پتا جي آڪيا سان ڪيلاش پربت تي وڃي تپسيا ڪري مهاديو کي پرسن ڪيو ۽ وشو ڪرما سان مترتا رکي انهيءَ سان شامل ٿي الڪاپوريءَ اسائي نگري وسائي ۽ شنڪر ڀڳوان جي ڪرپا سان هڪ ديس جو اڌڪار پرائڻ لڳو. هيڏانهن مها دشت راوڻ راڪشن جي ديتائن راج گديءَ لسي واهي پنهنجي ننهي ڀائرن سان ٽن لوڪن کي ڪشت ڏيندو راڪشن تي راج ڪرڻ

راوڻ تپ ۾ هٺ ساڻ پرتگيا ڪري چيو، هي شڀ ورڻ واري ! ڀـــون
چنتا نه ڪر. هي ماتا! ڏس ته مان جلد ئي ڪبير جي سمان ۽ هن کان به
وڌيڪ ايشور شڪتي شالي ٿي ويندس، ائين چئي پاڻ سميت راوڻ مٺ
ڪوڙو ڦل حاصل ڪرڻ لاءِ گهٽ ڪرڻ ڪمتر ۾ ڪلن تپسيا ڪرڻ لاءِ هليو ويو
اتي ٽنهي ڀائرن پنهنجي وڏ امر وڪي لوڪن ۾ سڀني لوڪن کي ٽپائڻ
وارو تمام وڏو تپ ڪرڻ لڳا. ڪنڀڪرڻ ڏهه هزار ورهيه تپ ڪيو ؛ ڌرماتما
ويڀيشڻ پنج هزار ورهيه هڪ ٽنگ تي بيهي تپ ڪيو ؛ راوڻ هڪ هزار
ورهين کان پوءِ هزار ورهين تائين پيا ڪاٺي رهيو وري ٽنهي هزار ورهين
پوري ٿيڻ وقت هن پنهنجو مستڪ ڪاٽي اگنيءَ ۾ هوم ڪري ڇڏيو، اهڙي
طرح اٺ هزار ورهيه پيا ۽ گذري ويا. جڏهن ڏهون هزار ورهيه پورو ٿيڻ تي
هو ۽ جنهن وقت راوڻ پنهنجو ڏهون سر به ڪاٽڻ لاءِ تيار ٿيو تڏهن ان وقت
ڌرماتما برهما جي پرکهت ٿي چوڻ لڳو پيتا راوڻ! مان توتي ڏاڍو پرسن ٿيو
آهيان، تون ور گهر؟ ۽ جيڪا تنهنجي اڇا هوندي سا پوري ڪندس.
برهما جا اهي وچن ٻڌي راوڻ پرسن ٿي چوڻ لڳو هي ايشورا جڏهن تو هن
مون کي ور ٿي ڏيڻ چاهيو ٿا ته مون کي امر رهڻ جو ور ڏيو مان گرڙ،
ناگن، يکش، ديو، دانو ۽ ديو ڪوا، مون کي جيتي نه سگهي باقي منش نه
مون کي والديڪي برابر آهي ان مان مون کي ڪو ڀئه نه آهي اس اهڙي مان
ور گهران ٿو. تڏهن برهما پرسن ٿي "ائين ٿي ٿيندو" چئي راوڻ کي چيو
هي آسر سرشت! تو جيڪي پنهنجا سر اگنيءَ ۾ هوم ڪيا آهن سي اڳيئن
وانگر ٿي رهندا ؛ اهي ڪڏهن ناس نه ٿيندا. هي رام! راوڻ کي اهڙي
طرح چئي برهما وري ويڀيشڻ کي چيو پيتا ويڀيشڻ! تو ڀــي تپ ڌرم ارٿ
لاءِ ڪيو آهي انهيءَ ڪري هي ويڀيشڻ! اوهين جيڪو به پنهنجي اڇا لاءِ
ور گهرجي سو ور گهر. تڏهن ويڀيشڻ هٿ جوڙي چوڻ لڳو هـــي ڀڳوانا
منهنجي ٻڌي سدائين نشچل روپ ساڻ ڌرم ۾ ئي رهي ۽ ڪڏهن به ڪڏهن
اوستا ۾ ادرم ۾ رچي نه لڳي. تڏهن برهما پرسن ٿي چيو هي پيتا ! ڀـــون
وڏو ڌرم شت آهين جيئن چاهين ٿو تيئن ٿي ٿيندو. هي ويڀيشڻ! تو جو ڪي
گهريو آهي ۽ ان کان سواءِ توکي امر ٿيڻ جو ور ٿو ڏيان. تڏهن کـــان پـــوءِ
ڪنڀڪرڻ کي چيو هي ڀاڳوانا تون به ور گهر. تڏهن ڪنڀڪرڻ ( ديوتائن
جي آکيا ساڻ سرسوتي ويٺل ڪنڀڪرڻ جي مک ۾) مايا ساڻ موهت ڪري
برهما کـــي چوڻ لڳي هي ديوا مان ڇهه مهينا ننڊ ڪريان ۽ هڪ ڏينهن
جاڳان ۽ ڀوڄن ڪريان. برهما ديوتائن ڏانهن نهاري ان کي چيو " ائين ٿي

ڪرڻ لڳي. هي سندري! تون هن وقت ٻن ٻارن جو آسي آهين انهيءَ ڪري تو کي پٽ نه ٿي ٿيندا. پر اهي مها ڀيدڪر راڪش ٿيندا. تڏهن ڪيڪسيءَ چيو هي منيور! جا توهان جي ڏنارن نه اهڙا پٽ ٿيڻ گهرجن ، تڏهن منيور چيو هي سندري! ان کان پوءِ تو کي جيڪي نه پٽ ٿيندا اهي مها ڀڳوان ڀڳونت ڀڳت هڪ نه رام ڀڳتيءَ ۾ پورو رهندو ...... منيشور وشروا جي چوڻ موجب هن ڏهن سرن ۽ وڏي ٻانهن واري ڀيدڪر راوڻ کي جنم ڏنو ان راڪش جي جنم وقت ڏاڍي ڏکڻ لڳي ۽ سنسار جي ناس ٿيڻ جو ڪارڻ پيدا ٿي پيو ان کان پوءِ پرٻت جي سمان وڏي ٻال ٻڌل وارو ڪنڀڪرڻ اهو ٿيو پوءِ راوڻ جي ڀيڻ شورپڻکا جو جنم ٿيو ، ان کان پوءِ تمام شانت چت سندر مورتي وڀيشڻ اهو ٿيو جو ڀڳوان جو ننڍو ڪرم ڪرڻ لڳو. ڪنڀڪرڻ تمام دشت آتما جو اوهيڻ ۽ وشين کي ڪانيندو پرٿويءَ تي گهمڻ لڳو ۽ سڀني لوڪن کي پڻ ڏيندڙ مهاٻلي راوڻ نه جيڪو براهمڻن کي ناس ڪرڻ لاءِ روڳ جي سمان هئي لوڪن کي نشت ڪرڻ لاءِ گهمڻ لڳو. هئي راما! توهين سڀني جي انتهه ڪرڻ ۾ ايراجمان آهيو ، ۽ ساکي روپ سان پنهنجي گيان درشٽي ڏنارن سڀني جي هردي ۾ قائم ويچارن کي چڱيءَ طرح ڄاڻو ٿا توهان پنهنجي ليلا سان ٿي هيءَ منش سرير ڌاريو آهي ليڪن توهين مايا جي گڻن ۾ موهت نٿا ٿيو. توهان جي ليلا وس مون کان پڇيو آهي انهيءَ ڪري راڪشن جو جنم ورتانت ٻڌائي رهيو آهيان. منيشور جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر مشڪي اگستيہ کي چيو هي منيورا! هي سارو سنسار مايا روپي آهي جاڪاڻ نه حقيقت مون کان الڳ نه آهي. هي مني! تون مهنجي گڻن ۽ ڪيرتيءَ کي ٿي هن سنسار ۾ سموري پاپن کي ناس ڪرڻ وارو ڄاڻ.

## راڪشن جو راڄ استاپن

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! رگهناٿ جا اهي وچن ٻڌي اگستيہ مني ڏاڍو آنند ۾ ڀرجي ويو ۽ ان سڀا ۾ سڀني جي ٻڌندي چوڻ لڳو هي راما! ڪنهن وقت ڌن پتي ڪبير اوچتو پتا سان ملڻ لاءِ پشپ وماڻ تي چڙهي آيو ، تڏهن ڪبير جي ماٽيجي ماءُ ڪيڪسيءَ راڪشڻ ڪبير کي پتا وٽ ايراجمان ڏسي هوءِ پنهنجي پٽ راوڻ وٽ اچي چوڻ لڳي: هي پٽ! تون پنهنجي تيج ٻل سان هن ڪبيري ڌن پتيءَ کي ڏس. هي سمرٿ! تون نه هن وانگر تپسيا ڪري هن جهڙو ٿي ڏيکار. ماتا جا اهي وچن ٻڌي

ڀڄڻ لڳس ته هي دشٽا الي ڀيهه نه مڙو چڪائيندو. اهي وچن الي ميگهنات ڪروڌ ۾ ڀرجي ڇڏڻ لڳو، اڙي ادم جامونت ڪون ٻڍي ٻاندر سمجهي ڪجهه به نه ڪيو سو اوهين ٿو مون کي ڪلي کان اکڙان؟ اهو چئي ترشول ڪڍي هڻڻ لڳس، تڏهن جامونت ترشول کي وچ مان اکڙي اهڙو نه زور سان ڇاتيءَ ۾ ڏنڪ هنيائينس جو چڪر کائيندو ڦيرڙون پائيندو وڃي زمين تي ڪريو، جامونت هن کي ڪرندو ڏسي هن کي ٻل ڏيکارڻ لاءِ ٻيون کان جهلي ڦيرائي ڪڍي لنڪا ۾ ڦٽو ڪيائينس. هيڏاهن ٻاندر سينا ۾ ناردمنيءَ وڃي ڪرڙ کي موڪليو، اهو ڪرڙ جلدي سري رامچندر وٽ آيو جنهن ڪرڙ اچي سڀني مايا ناڳن کي کائي ڇڏيو، تڏهن ٻاندر سينا ميگهنات جي مايا ناس ٿيندي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا. ٻيءَ وري ٻاندر جوش مان ٻڻ ۽ وڻ ٻڃي اهي ڪري راڪشن ڏانهن ڊوڙڻ لڳا، ٻاندرن کي ڪروڌ ۾ ايندو ڏسي راڪش ڊپ کان ٻڃي قلعي تي چڙهي ويا.

## ميگهنات جو مرڻ

جنهن وقت جامونت ميگهنات کي لنڪا ۾ ڦٽو ڪيو هو تڏهن اهو هوش ۾ راوڻ جي ڪچهريءَ ۾ وڃي پيو هو. جڏهن ميگهنات هوش ۾ آيو تڏهن ٻاڻ ڪسي پيءُ وٽ ڏسي ڏاڍو لڄي ٿيو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي ميگهنات يڌ جي ميدان ۾ آيو ۽ وار وار گجگوڙ ڪري گهور شبد ڪرڻ لڳو، تڏهن ڪروڌ مان هنومان ۽ انگد ڊوڙي ڇاتيءَ ۾ ترشول هڻي ڪيس ڀرڙيءَ لاءِ ڪيرائي ڇڏيو. ٻيءَ ميگهنات وري لڪشمڻ کي ترشول هڻڻ لڳو، لڪشمڻ اُن ترشول کي ٻاڻ سان ڪاٽي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو. وري هنومان ۽ انگد ڪروڌ ڪري ان کي مارڻ لڳا پر ان کي ڪجهه به اثر نه ٿيو، تڏهن اهي وري موٽي آيا، ڇاڪاڻ ته دشمن مارڻ سان به مري ٿي نٿو. تڏهن وري راڪش ڀيڪر گجگوڙ ڪري ڪروڌ ۾ ڀرجي ڪال سمان ايندو ڏسي لڪشمڻ لنڪا ٻاڻ ڇڏيا اهي وڄ جي سمان ٻاڻن کي ايندو ڏسي ميگهنات جهٽ غائب ٿي ويو ۽ طرحين طرحين جا ويس ٺاهي يڌ ڪرڻ لڳو. ڪڏهن ڪم ٿيو وڃي ڪڏهن ظاهر ٿيو ٿي. اهو حال ڏسي ٻاندر ڊڄڻ لڳا، تڏهن لڪشمڻ غصي ۾ ڀرجي اندر ٻاڻ ڪڍي ڏاش ۾ چاڙهي ان ڪٺور ڏاش کي چڪي هردي ۾ ڀڳوان رام جي چرڻ ڪمل جو ڌيان ڪري ڇڏڻ لڳو، جيڪڏهن ڀڳوان رام ڌرماتما ۽ ستيوادي مرياداوان وارو ۽ ترلوڪ ۾ مقابلي ڪرڻ وارو کان رهت آهي ته هيءُ ٻاڻ هن دشٽ ميگهنات کي ماري ڇڏي. وڻ ٻيرم

حياتيءَ تان هٿ ڌوئي گهوڙ يڌ ڪرڻ لڳا، ٻنهي کي ٻاڻن لڳڻ ڪري سرير مان رت پئي وهيو انهيءَ جي پرواهه نه ڪري ۽ اهي ٻئي پراڪرمي وير گهڻي دير تائين هڪ ٻئي کي تيز لڪا ٻاڻ هڻي لڙندا رهيا، پر انهيءَ مان ڪنهن جي به هار جيت ڪانه ٿي، آخري ۾ لڪشمڻ پنج ٻاڻ هڻي ميگهناد جا سارٿي ۽ گهوڙن سميت رٿ کي چورڻ ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي هٿن جي صفائي ڏيکاريندي ان جو ڌنش ڪاٽي ڇڏيو، تڏهن ميگهناد هڪ ٻيو ڌنش ڌنش چڙهايو. لڪشمڻ ان کي به ٽن ٻاڻن سان ڪاٽي ڇڏيو. دئيت کي ڌنش کان خالي ڏسي لڪشمڻ هن کي انيڪ ٻاڻ هڻي زخمي ڪري ڇڏيو پوءِ ميگهناد هڪ ٻيو ڌنش کڻي سورج سمان چمڪندڙ ٻاڻن سان پوري سيني ٻاسي ڇڏيو جنهن جي لڳڻ سان لڪشمڻ ۽ ٻيا ٻاندر زخمي ٿي پيا تنهن کان پوءِ وري ميگهناد پنهنجي مايا رچي رٿ ۾ چڙهي جهٽ آڪاش ۾ هليو ويو ۽ متي وڃي ٻادل وانگر گرجڻ لڳو، جنهن کي ٻڌي سڀيئي ٻاندر ڊڄي ويا. پوءِ انيڪ قسمن جا استر شستر ۽ پٿرن جي آڪاش مان برسات وسائڻ لڳو ۽ چئني پاسن کان ٻاڻ هڻي پکيڙي ڇڏيائين، "مارو مارو، نه ڇڏيو نه ڇڏيو." اهي شبد ٻاندرن کي آڪاش مان ٻڌڻ ۾ آيا، پر ماري ڪير ٿو اها نه بلڪل سڌ ڪانه ٿي پيئي. پوءِ ٻاندر نه ڪروڌ مان وڻ لاٿي ۽ پربت جا پٿر اکيڙي کڻي آڪاش ۾ ويا پر اتي ڪجهه نه ڏسڻ ۾ نه آئن ۽ موٽي آيا. ميگهناد ڊوکي سان لڙائي ڪري هنومان انگد نل نيل وڀيشڻ سگريو ۽ لڪشمڻ کي ڏاڍو وياڪل ڪيو. هيڏانهن انترجامي ڀڳوان رامچندر پنهنجي سينا کي وياڪل ڏسي ٻاڻ خود يڌ ڀوم ۾ اچي ميگهناد سان لڙڻ لڳو. ميگهناد پنهنجي مايا پکيڙي ناڳ پاش ٻاڻ هڻڻ لڳو. اهي ٻاڻ لڳڻ سان ناڳ اٿجي ٿي لڳا. سري رامچندر ناڳ پاش جي وس ۾ ٿي پيو. سري رامچندر ڀڳوان ڪنهن جي آڌين نه هئڻ ڪري به يڌ ڀوم جي سوڀيا لاءِ ٻنڌن ۾ ٻڌجي ويو.

ڪاڪ ڀشنڊي چوي ٿو هي گرڙ! جنهن جو نام جپي منش سنسار روپي ٻنڌن کان پار ٿي سگهي ٿو اهو سروويايڪ وشوناٿ ڀڳوان جا انهن ٻنڌن ۾ ڪڏهن ٻڌجي سگهي ٿو؟ سري رامچندر سدائين سوتنتر آهن، پر ٻازيگر جي ٻازيءَ وانگر انيڪ چالاڪيون ۽ چرتر ڪن ٿا. فقط ان جي مهما کي وڌائڻ لاءِ انهن ٻاندرن به دک سهڻ ۽ مرڻ قبول ڪيو. اهو حال ڏسي سڀيئي ديو ديوتائون ڏکي ويا، تنهن کان پوءِ ميگهناد سڀني ٻاندر سينا کي ڊوڙ ڊوڙ ۽ وياڪل ڪري گهٽ وڌ ڳالهائي ظاهر ٿي پيو، تڏهن جامونت

ايندڙ. هن ڪم ۾ وري ٿيڻ ڪان اڳ هنن کي ختم ڪري ڇڏيو، ۽ جلد ئي
ٻاٻي ميگهناد کي ماري سگهندا. ويڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي لڇمڻ
ٻاڻ کڻي راڪشن جي سينا تي هلڻ لڳو ۽ ٻاندر ۽ ڀالو به انهن جا پٺ ۽ وڻ
کڻي دئيتن کي مارڻ لڳا. اهڙي طرح راڪشن به ٽوڙ لڪا ٻاڻ ۽ ٻيا شستر
کڻي ٻاندرن کي هڻڻ لڳا، ۽ ته ڏاڍي اچي ٻڌ لڳي. ڪاڪ ڀشنڊي چوڻ
لڳو هي ڳرڙا سپيٽي اوڏا ٻنهجي جيمس لاءِ ٻڌ ڪرڻ لڳا،
ان گهور سنگرام جو ته ڪجهه ٻيان نٿو ڪري سگهجي. ٻنهجي سينا کي
مارجندو ڏسي اندرجيت لڪيل ٻڪ کي ڇڏي ٻاهر آيو ۽ جهٽ رٿ تي
چڙهي ڪروڌ ۾ ڀريل هٿ ۾ ڌنش کڻي ٻڌ جي ميدان ۾ آيو ۽ لڇمڻ کي
ٻڌ لاءِ للڪاري چوڻ لڳو، هي لڇمڻ! مان ميگهناد (اندرجيت) آهيان،
هاڻ تون منهنجي هٿان جيئرو نٿو وڃين، وري الي ٻنهجي ڪاڪي
ويڀيشڻ کي ڏسي ڪٺور وچن ۾ چيو ته، تون هن لنڪاپوريءَ ۾ ڄائو ٿيو
آهين ۽ هن ۾ رهي وڏو ٿيو آهين، تون منهنجي پتا جو سڳو ڀاءُ آهين ليڪن
تو ٻنهجي ذات ٻاپن کي ڇڏي دشمن جو داس ٿيڻ قبول ڪيو آهي مان
تنهن جي پٽ جي برابر آهيان ۽ خبر نه آهي ته تون ڇو موت سان ٻڌ
ڪري رهيو آهين. ضرور تون ٻاپي دکي آيا آهين. ائين چئي هنومان جي
ڪاوي تي ويٺل لڇمڻ کي ڏاڍين جهڙن کي انيڪ قسمن جا ٽڪا هٿيار
ڏسي ميگهناد رٿ ۾ ويٺل وڏو ڌنش کڻي ڀيڪر للڪار ڪري چوڻ لڳو
اڙي ٻاندرو! اڄ منهنجا ٻاڻ انهن جا پران ناس ڪندو، لڏهن لڇمڻ
ٻرندي ڌنش تي ٻاڻ چاڙهي ميگهناد کي هنيو. ۽ اندرجيت ۽ ڪروڌ
۾ اکيون لال ڪري لڇمڻ ڏانهن اڇارڻ لڳو، لڇمڻ جو ڇڏيل ٻاڻ اندر
جي وجر سمان ڪٺور ٻاڻ لڳڻ سان هو اوري ڌرتي تي هوش ئي وڃڻ.
هوش ۾ اچڻ ڪان ۽ لڇمڻ کي سامهون ڏسي غصي ۾ لال ٿي ڌنش تي
ٻاڻ چاڙهي چوڻ لڳو، هي لڇمڻ! جهڪڏهن تو ٻهرباڻين منهنجو پراڪرم
نه ڏٺو هجي ته مان تو کي هاڻي ڏيکاري ٿو ڇڏيان، تون اوور ٿرس. ائين
چئي ميگهناد سڀ ٽڪا ٻاڻ لڇمڻ کي هڻيا ۽ ڏهه ٻاڻ هنومان کي هڻيا
۽ هڪ ٻيو ٻاڻ ويڀيشڻ کي هڻي بي هوش ڪري ڇڏيائين. هاڻ ڏانهن لڇمڻ
دشمن تي ٻاڻن جي برسات وسائڻ لڳو، لڇمڻ جي ٻاڻن لڳڻ سان ميگهناد
زخمي ٿي وڃي ڀرواري ئي ڪري پيو، تڏهن ميگهناد ٻاڻ سنڀالي ڪروڌ
۾ ڀرجي لڇمڻ کي انيڪ ٻاڻ هنيا جن جي لڳڻ سان لڇمڻ به زخمي
ٿي پيو، اهڙي طرح هڪ ٻئي کي ٻاڻ هڻندا ٻاڻ ۾ وڙهڻ لڳا. اهي ٻئي

جي هتان ڪٿي آهي. هي رگهناٿ! هيءُ لڪشمڻ جڏهن کان وٺي ايوڌيا ڇڏي توهان سان گڏ آيو آهي تڏهن کان وٺي توهان جي سيوا ۾ رهڻ ڪري نڪا ننڊ ئي ڪري ۽ نڪو کاڌو ئي ٿو کائي، مان اهي سڀئي ڳالهيون ڄاڻان ٿو تنهن ڪري هي ديويشور! توهان جلد لڪشمڻ کي مون سان گڏ هلڻ جي آگيا ڏيو، هي ساکيات ڌراڌري شيش ناگ آهي، هن ۾ ڪوئي شڪ نه آهي، هيءُ هن راڪش کي اوس ماريندو. توهين ساکيات جڳت پتي نارائڻ آهيو ۽ لڪشمڻ شيش ناگ آهي. توهين ٻئي هن سنسار روپي ناٽڪ کي هلائيندڙ آهيو ۽ ڀرتويءَ جو ڀار لاهڻ لاءِ توهان اوتار ورتو آهي.

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! وشيشٽ جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر چوڻ لڳو هي وشيشٽ! هن مها ڀينڪر دئيت جي مان ساري مايا ڄاڻان ٿو. هو برهم استر وديا کي ڄاڻڻ وارو سڀروپ ماياوي ۽ مهاٻلي آهي ۽ لڪشمڻ مونهنجي سيوا ڪري، هن ننڊ ۽ کاڌو کائڻ ڇڏي ڏنو آهي ليڪن هن مکيه مشڪل ڪارج لاءِ ويچار ڪندي ۽ مون اهو سڀ ڄاڻي واڻي ۽ اڃان تائين ڪجهه نه ڪيو آهي. وشيشٽ کي ائين چئي رام لڪشمڻ کي چوڻ لڳو ڀائي لڪشمڻ! تون هنومان ۽ ٻيا سڀئي وڏي سينا سان گڏ وڃ ۽ وڃي راوڻ جي پٽ ميگهناٿ کي مار. پنهنجي سينا سميت جامونت ۽ منترين سان گڏ وڀيشڻ توهان سان گڏ هلندو ڇاڪاڻ ته وڀيشڻ کي هن جي ڀيد ڀاؤ جي چڱيءَ طرح خبر آهي ۽ هن جي اڪڻ جون سڀئي ڄاڻون سڃاڻي ٿو تنهن ڪري توکي ان جي ڳولهڻ ۾ وڏي مدد ملندي، سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي لڪشمڻ وڀيشڻ سان گڏ هڪ ٻيو الم ڌنش کنيو ۽ سري رامچندر جا چرن ڇهي چوڻ لڳو هي ڀڳوان! اڄ مونهنجي ڌنش مان ڇٽل ٻاڻ راوڻ جي پٽ اندرجيت جي سر کي ڇيري (پاتال گنگا) جي جل ۾ سنان ڪرڻ لاءِ پاتال لوڪ ۾ هليو ويندو. ائين چئي اندرجيت کي مارڻ لاءِ هليو. ان جي پٺيان هزارين ٻيا باندر گڏ هنومان ۽ منترين سان وڀيشڻ سميت جامونت ۽ ٻيا رڇ ٽڪرا ٽڪرا هلڻ لڳا، جڏهن وقت لڪشمڻ سينا سميت نڪميلا ديويءَ جي استان وٽ پهتو تڏهن ڀرپان هن کي راڪشن جي وڏي سينا تيار ٿيل ڀنل ڏسڻ ۾ آئي، اوڏي مهل لڪشمڻ ڌنش تي ٻاڻ چاڙهي تيار ٿي بيٺو ان سان گڏ وير انگد سميت جامونت به هوشيار ٿي بيٺو، تڏهن وڀيشڻ لڪشمڻ کي چيو لڪشمڻ! هن راڪشن کي ڏسو هيءُ شيام ورڻ سينا جيڪا ڏسي رهيا آهيو انهن کي مارڻ جي ڪوشش ڪريو، هنن جي مرڻ کان پوءِ راوڻ جو پٽ ميگهناٿ به ڏسڻ ۾

هي رام! توهان ديوتائن جي ڏک دور ڪرڻ لاءِ اهو تمام وڏو ڪم ڪيو آهي هن ڪنڀڪرڻ جي مرڻ ڪري اڄ پرٿويءَ جو ڪجھ ڀار لٿو آهي، سڀاڻي لڪشمڻ به ميگهناد کي ماريندو ۽ ٻئي ڏينهن توهين راوڻ کي ماريندا. هي ديوتئو! مان سڌن سان گڏ آڪاش ۾ بيٺي اهو سڀ چولو ڏسندس، هي ديوا! توهان مون لاءِ دٻا درشٽي رکو هاڻ مان سورڳ لوڪ وڃان ٿو، ائين چئي ديورشي نارد ڀڳوان کان آگيا وٺي هليو ويو.

مهاٻلي ڪنڀڪرڻ جو سر اڳيان ڪريل ڏسي ڏک ۾ وياڪل ٿي راوڻ ۽ هوش لاهي پرٿويءَ تي ڪري پيو. جڏهن هوش ۾ آيو ته ائين وِلاپ ڪرڻ لڳو، تڏهن ميگهناد پنهنجي ڪاڪي جي مرڻ جو ٻڌي ۽ پنهنجي پيءُ کي وِلاپ ڪندو ڏسي چوڻ لڳو هي پتا! توهين شوڪ نه ڪريو. هي راجيندرا! منهنجي مها ٻلي ميگهناد جي جيئري هوندي توهانکي ڏک ڪرڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي، هي دانوَن جا ڪال سروپ! مها ٻلوانا پرٿوي پتي! پنهنجو سڀ ڏک وساري شانتي ڪريو، مان هينئر سڀ ڪجھ ٺيڪ ڪري ٿو ڇڏيان. مان رام ۽ لڪشمڻ کي ضرور ماريندس. هن وقت مان نڪمبلا ديويءَ جي غفا ۾ وڃان ٿو اتي اگني ديو کي پرسن ڪري رٿ وغيره پرابت ڪندس اهوءَ ڪري مان دشمن لاءِ جيت پائيندس، ائين چئي هڪدم شال ۾ هليو ويو. اتيءَ نڪمبلا ديويءَ جي استان ۾ ڳاڙها وستر پائي ڳاڙهن گلن جي مالها وجهي لال چندن جو ليپ لڳائي هوم ڪرڻ شروع ڪيو. جڏهن وڀيشڻ کي اهوءَ ڳالهه جي خبر پئي تڏهن وڀيشڻ اچي سموري ڳالهه سري رامچندر کي ڪري ٻڌائي ۽ چيو هي رام! جيڪڏهن ميگهناد هيءُ هڪدم پورا ڪندو ۽ يگيه جي سماپت ڪندو ته پوءِ هن کي ديوتا به دليت ڪري جيتي نه سگهندو تنهن ڪري مان جلد لاءِ لڪشمڻ جي هٿان هن راوڻ ڪمار کي مارائي ڇڏيان. توهين وڃو لڪشمڻ کي مون سان گڏ هلڻ جي آگيا ڏيو ته وڃي ميگهناد کي ماري هن جي يگيه ۾ ڀڃ ڊاهه وجهون. توهان جو ننڍو ڀاءُ لڪشمڻ ضرور ميگهناد کي ماري ڇڏيندو هن ۾ ڪوبه شڪ نه آهي.

## لڪشمڻ ۽ ميگهناد جي يڌ

تڏهن سري رامچندر چوڻ لڳو ته سمهي راڪشس کي مارڻ واري اڳي ٻاڻ سان پنهنجي دشمن اندرجيت کي مارڻ لاءِ مان ٻاڻ وٺندس تڏهن وڀيشڻ چوڻ لڳو هي پرڀو! هيءُ راڪشس ڪنهن به طرح سان مري نٿو سگهي. جڏهن ٻارهن سال ننڊ ۽ کاڌو ڇڏي ڏنو آهي، برهما هن کي آگيا جي مرليو ان

وڃي پرٿويءَ تي ڪريو. انهن هيڏانهن هوڏانهن بندر ڏڪندا ڀري ابهو
ڀڳوان رام ۽ ڪنڀڪرڻ جي لڙائي ڏسڻ لڳا. ڪنڀڪرڻ پنهنجي ڏاڍي هٿ
جي ڪپجڻ ڪري لٺ ۾ رگهنات کي مارڻ لاءِ هڪ وڏو وڻ کڻي تيز رفتار
سان ڊوڙيو، پر سري رامچندر ايندڙ شستر سان هن جو ساڄو هٿ ۽ وڻ
سميت ڪاٽي ڇڏيو. ٻنهي ٻانهن جي ڪپجڻ کان پوءِ سري رامچندر
ڪنڀڪرڻ کي گرجندو ٻاڻ ڏانهن ايندو ڏٺو تڏهن ڀڳوان رام ٻه لکا ٻاڻ هڻي
هن جا ٻئي پير ڪاٽي ڇڏيا. هٿن پيرن جي ڪپجڻ کان پوءِ مها ڀيانڪ
ڪنڀڪرڻ راهو جيئن چندرما ڏانهن ڊوڙندو آهي اهڙي طرح گهوڙي وانگر
مک ڦاڙي ڏند ڪرٽيندو ڀڳوان رام ڏانهن ڊوڙيو، ليڪن سري رامچندر ان
جو مک اکين ٻاڻن سان ڀري ڇڏيو، ٻاڻن سان مک ڀرجڻ کان پوءِ اهو پرمک
راڪش ڇٽڪائڻ لڳو تڏهن سورج جي سمان اگر ايندڙ ٻاڻ چاڙهيو ۽ اهو
وڄر جي سمان ڪٺور ٻاڻ ان راڪش کي مارڻ لاءِ ڇڏيو. اندر جي وڄر
جهڙي طرح وائسر جو سر ڪاٽيو هو تهڙي طرح ڪٺن ٻاڻ لڳڻ سان هن جو
پربت جيڏو سر جنهن ۾ ڪنڊل ۽ ڏاڙهي چمڪي رهي هئي ان کي ڪاٽي
ڇڏيو. اهو ڪنڀڪرڻ جو سر راوڻ جي اڳيان وڃي ڪريو جنهن کي ڏسي
هو اهڙو دکي ٿيو جيئن ناگ مڻيءَ کان سواءِ دکي ٿيندو آهي ۽ ان جو ڌڙ
وڃي سمنڊ ۾ ڪريو جنهن ڌڙ جي پاڻيءَ ۾ ڪرڻ ڪري انيڪ جيو جنت
ان جي هيٺان اچي دٻجي مري ويا ۽ ڪنڀڪرڻ جي شرير مان نڪتل تيج
سو ڀڳوان جي مک ۾ سمائجي ويو.

اهڙي طرح ڪنڀڪرڻ جي مرڻ کان پوءِ رشين سميت ديوتائن ۽ اپسرائن
سميت گندرو ناگ سڌ اکيه ۽ پيا ڏاڍا پرسن ٿيا ۽ سري رگهنات جي مٿان
پشپن جي ورکا ڪري استوتي ڪرڻ لڳا. ان وقت پنهنجي پرڪاش سان
سڀني ڏسائن کي روشن ڪرڻ واري ديو رشي نارد سري رامچندر ڀڳوان
جو درشن ڪرڻ لاءِ آڪاش مان لٿو، جو نيل ورڻ سمان شيام ورڻ مدوهر
مورتي ۽ ڦاش ڌاري جنهن جا نيتر وشال ۽ ٻانهون ايدڙ. شستر سان سينگاريا
ڏٺي رهيون هيون جنهن جي درشتي پوڻ سان سڀ دک دور ٿيو ٿا وڃن
ان ڀڳوان رام جو درشن ڪرڻ لاءِ ديو رشي نارد گد گد واڻيءَ ۾ استوتي
ڪرڻ لڳو، هي ديوادي ديو! هي جڳت پتي! هي پرماتما! هي
سانن پرش! هي ناراڻ! هي سرو آڌار! توهان کي نمسڪار آهي، توهين
شد وگيان سروپ آهيو. هي رام! توهين نيتر کولڻ سان ئي جڳت جي
رچنا ڪريو ٿا ۽ نيتر بند ڪرڻ سان سڄي جڳت جي پرلي ڪريو ٿا.

مرڪي ڀڄڻ برابر ڪيو ۽ لڙ ڏسڻ ۾ آيو. ڪنڀڪرڻ جا اهي وچن ٻڌي وڀيشڻ جي ليکڻ ۾ آنسون ڀرجي آيون ۽ هٿ ڪي ٻڌي ڪري جلد موٽي ٻڪران رام وٽ اچي پهتو. ڀوا هيڏانهن ڪنڀڪرڻ شراب جي نشي ۾ هاليءَ والڪر ڀڄڻ لڳو ۽ ٻين سان باندرن کي ماريندو لتاڙيندو ساري سينا ۾ کهڙ لڳو. هنومان اهو حال ڏسي ڪروڌ ۾ ڀرجي ڪنڀڪرڻ کي هڪ لت اهڙي ته زور سان هنئي جو ڪنڀڪرڻ رڙ ڪري زمين تي اوندو ٿي ڪري پيو ۽ ڪڇڻ. وقت مٿر ڏوڙ لڳو، پر ورري جلد اٿي ڪروڌ ۾ ڀرجي هنومان کي اهڙو ته ڌڪ هنيائين جو ٻهوش ٿي پارٿيءَ تي ڪري پيو. ننهن کان پوءِ ڪيترن ٻوڏن نل ۽ نيل کي به ٻه هوش ڪري ڇڏيائين. اهو حال ڏسي ٻيا سڀ ڀڄڻ لڳا ۽ ڪنهن کي به اهڙي همت ڪانه ٿي جو ان جي سامهون ٿئي، سگريو جو باندرن جو راجا هو تنهن کي ان مورڇ ڪري ڀڄڻ ڪيو ۽ دٻائي اٿڻ ڏنائين ڪسان اڳتي هلڻ لڳو، هيڏانهن هنومان جڏهن هوش ۾ آيو تڏهن سگريو کي ڳولهڻ لڳو. هيڏانهن سگريو جڏهن هوش ۾ آيو تڏهن هو ڪنڀڪرڻ جي ڪڇ مان ڪري پيو، ڪنڀڪرڻ سمجهيو ته هو مري ويو. ٿوري دير کان پوءِ سگريو وجهه وٺي آهستي آهستي ڪنڀڪرڻ جا ڪن وڍي هڪدم ڪڏي ٽپو ڏئي ڪري آڪاش ڏي هليو ويو، پوءِ ٿلهو ڏاڍي ڪنڀڪرڻ کي ٻنهي ڪن وڃي ڏيکاري گهرائي ڪٽڻ زمين تي ڦٿڪيائين. ننهن کان پوءِ سگريو جلد ئي سري رامچندر وٽ اچي پهتو سري رامچندر ٻڪران جي وٽ. ڪنڀڪرڻ ڀڄندو اڪ ۽ ڪن کپيل ڏسي ڪروڌ ۾ ڀرجي لال ٿي هڪدم باندرن ٻڌل ڪاهي پيو جڻ ته ڪال ٿو اچي. اچڻ شرط باندرن کي جهلي انهن ٽڪرا لڳو جڻ مڇرن جو ڪو ٻري وانگر وڃي کائيندو پيو وڃي. اهو حال ڏسي ويتر باندر اهڙا ته ڊڄي ويا جو همت ٿي هارجي ويا جو ڪٿي ان جي سامهون ٿين. اهڙي طرح باندر سينا جو گهڻو حصو ڪنڀڪرڻ ختم ڪري ڇڏيو ۽ هيڪڙي سند جي ميدان مان ڀڄي ويا هوا سي موٽي آيا.

## رامچندر جو ڪنڀڪرڻ کي مارڻ

جڏهن وڀيشڻ ڏٺو ته ميڙي سينا تمام ڏکي ٿي ڀڄي وئي آهي ۽ ... زور ٿي ويا آهن تڏهن سري رامچندر ڪروڌ ۾ ڀرجي ويو ۽ ولي اسر ... ڏاڍي زور سان عمير جڏهن جي لڳيا سان ڪنڀڪرڻ جو مڏگر سميت ... ويو ۽ ان جو اهو ڪانيل هٿ انيڪ باندرن کي ماريندو

رکيو آهي؟ مکيه مکيه وڏا ڀڙوان سڀ مارائي ويٺين. هي راوڻ! هاڻ مونسان ٻه ملهه اڪيلي نه ملي وٺ، ڇاڪاڻ ته مان ٻه وڃي سري رامچندر جي چرڻن ڪملن جو درشن ڪري پنهنجو جيون سڦل ڪريان. ائين چئي ڀڳوان رام جو من ۾ ڌيان ڪري ڀرپور ۾ مگن ٿي ويو.

## ڪنڀڪرڻ جي يُڌ ڪرڻ

راوڻ اهو ڏسي جهٽ خوب شراب ڪباب گهرائي آڻي ڪنڀڪرڻ جي اڳيان رکيائين، ڪنڀڪرڻ اهو سڀ کائي ۽ شراب پي ڏاڍو مست ٿيو. ان شراب جي نشي ۾ اها سڌ ٻڌ سڀ ڀلائي ڀيانڪ گرجنا ڪري اڪيلوئي لڙائيءَ جي ميدان ۾ روانو ٿيو. هو وڏي پربت سمان وڏي سرير وارو راڪش نگر جي دروازي مٿان ٽپي ٻاهر آيو ڇو ته وڏي ۽ ڊگهي سرير هئڻ ڪري دروازي کان ٻاهر نه نڪري سگهندو هئو جنهن ڪري مٿان ٽپي ٻاهر آيو ۽ باندرن کي ڏسي ڏاڍي لاءِ ڀيانڪ گرجنا ڪئي جنهن جي ٻڌڻ سان سمنڊ ۾ گهٻرائجي ويو. سو ڪروڙ ۾ پوڄي پنهنجي ٻانهن جي ٻل سان باندرن کي پڪڙي وات ۾ وجهي کڻندو پئي ويو. جهڙي طرح سپيئي ڀراٽي ڌراج کي ڏسي ڀڄندا آهن تهڙي طرح هن مها ڀيانڪ ڪنڀڪرڻ کي ڏسي سپيئي باندر ڀڄڻ لڳا، ان وقت مهابلي ڪنڀڪرڻ مدگر هٿ ۾ کڻي باندر سينا ۾ گهمندو ۽ هڪ هڪ باندر کي ماريندو انهن کي ٽڪر ٽڪر ڪائيندو پئي ويو، ڪن کي مدگر سان ڪن کي لتن سان ڪن کي مڪن سان ڪن کي لتاڙيندو. ڏسي ڀرم ڀڳوان وڀيشڻ پرڻام ڪري چرڻ لڳو هي ڀائي! مان وڀيشڻ آهيان توهين مون تي دَيا ڪريو، مون راوڻ کي ٻه گهڻو ئي سمجهايو ته رام ساکيات وشنو ڀڳوان آهي تون هن کي سيتا موٽائي ڏي. پر هن منهنجي هڪ ۾ ڳالهه نه ٻڌي ۽ مونکي مارڻ لاءِ تلوار کڻي ڇرڻ لڳو ته ڌڪار آهي توکي، تون هتان نڪري وڃ، ڀائي منترن سان وڃل راوڻ ائين چئي مونکي لت هڻي ڪڍيائين تڏهن مان پنهنجي منترين سميت ڀڳوان رام جي شرن ۾ هليو آيس.

وڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي ڪنڀڪرڻ ڀاءُ کي هردي سان لڳائي چيو هي ڀائي! تو ڀڳوان رام جي شرن وٺي پنهنجي ڪل جي رکيا ڪئي، ۽ راڪشن جي ڪلياڻ لاءِ تون ڪجهه وقت جيئرو رهندين. گهڻو وقت اڳي مون نارد کان ٻڌو هو ته تون وڏو ڀڳوان جو ڀڳت آهين. ڀائي! هاڻي تون وڃ منهنجا نيتر شراب جي نشي ۾ متوالا ٿي رهيا آهن تنهن ڪري هن وقت

لوڪي چيو هو ته رام ساڪاس پار برهم نارائڻ آهي ۽ سڀنا پرڪ مسايا آهي، مون لوڪي ڪهڙي سمجهايو ته تون ته سمجهين هي راوڻا پڙ. هڪ ڏينهن مان ڙاسه جي وقت ان ۾ هڪ وڏي ٿر جي شڪل ۾ ويهو ٿرس ان وقت مون عجيب مورتي ساڪياس نارديءَ کي ڏلر ان کي ڏسي مون چيو ته سوامي! پڌايو ته هن وقت توهين ڪهڙاڙي وڃي رهيا آهيو؟ انهيءَ طرح سڀني بچط ڪري ناردي چوڻ لڳو، مان اڃا تائين ديوتائن جي ڪَر لا نڙڻي ويچارو آهيان، انهي جو ڪيج لڌو آهي سو مان لوڪي چئين جو لئين پڌايان ٿو. توهان پهڻي پاڻ ڪان تمام ڏکي اي سڀني ديوتائن وشنو پڪران ورت ويا ۽ ان ديوتائن جي پڪتي پاڙ سان استوتي ڪري چوڻ لڳا هي داراڻ هن راوڻ ڏانهن جي اڳيان اسان جو ڪرا وس ٿئي نٿو ٿئي ؛ اسين تمام ڏکي آهيون توهين سڀ ڪجهه ڄاڻڻ ڄاڻهار آهيو سو ڪرپا ڪري هن ٿي لوڪن جي ڪنڊي کي جلد ئي ماري ڇڏيو، ڪهڙو وقت اڳي برهما هن جي مرليءَ ممش جي عقال ڪري ڇڏيو آهي تنهن ڪري توهين ممش روپ ڌاري هن پاپي راوڻ کي ناس ڪريو. تنهن پڪران وشنو چيو هي. ديوتائو! جيئن توهين چئو ٿا مان ائين ئي ڪندس. ڪشيپ اهو رگهوڪل ۾ رام نالي سان اوتار وٺي ڄمي آيو آهي، اهو توهان سڀني راڪشن کي ماريندو. ائين چئي نارد سڀي هليو ويو. تنهن ڪري توهان رام کي سنال پار برهم ئي ڄاڻ ۽ وير ووڊ ڇڏي ان مانائوي ممش روپ پڪران جو پڪتي پاو سان اڃن ڪر، پڪتي ڪمان جي جنهن ۽ موڪه ڏيڻ واري آهي.

— سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ڪپڪرن جا اهڙا وچن ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ ايجي چوڻ لڳو هي ڪپڪرڻ مان سمجهان ٿو ته تون وڏو بدمان آهين. پر هن وقت مان تو وت ڪمان اپديش ٻڌڻ ڪون آيو آهيان، جيڪڏهن تون منهنجو ڀلو چاهين ته منهنجو چوڻ مڃي ائين اسد ڪر ته ته وڃي سمهي پئه لوڪي هن وقت تنهه ستائي رهي هوندي. راوڻ جا اهي وچن ٻڌي ڏک وچان مٿو ۾ ڪهند ٻالي ڪپڪرڻ چوڻ لڳو، هي ايمائي راوڻ! جڳت جي مائا کي چوراڻي جا اڃا ته تون منهنجو ڪلياڻ ٿو چاهين؟ هي راوڻ! تو ڪم سٺو ڪونه ڪيو، جو موتڪي تنهه مان اٿاريو. خير ته منهنجو چوڻ مڃي ايمان ڇڏي وڃي شري رامچندر جي شرڻ وٺ ته ان ۾ تنهن جو ڀلو آهي. ڇا تو سري رامچندر کي ممش ڪري سمجهيو آهي جنهن جا شوڪ هنومان جهڙا پراڪرمي پرش آهن، جنهن جا برهما شو ۽ ٻيا ديوتائون سڀئي هن جا سيوڪ آهن تنهن پرڀوءَ سان هي مورڪ! تو وير ووڊ

هو ان کي الي تي پهچائي آيو.

اڪادشيءَ جي ڏينهن بانڊر سينا تي ڌوم راڪش چڙهائي ڪئي ۽ تمام ڀيانڪ لڙائي لڳي پر مهاوير ان کي ماري ڇڏيو. وري اڪمپن دئيت چڙهائي ڪئي انهيءَ ۾ ٻاري پڻ ڪئي ان کي ۽ يوراج انگد للڪار ڪري ماري ڇڏيو. وري ڪروڌ ڪري پرهست دئيت وڙهڻ لاءِ ڊوڙندو آيو ان کي نيل ماري ڪٺي زمين تي ڦٽو ڪيو. وري مهودر ڪروڌ ۾ ٻرجي اٿڻ آيو ان ٻوڍي کي ۽ هنومان ماري ڇڏيو. وري اٻيڪاءِ دئيت ڪروڌ ڪري وڙهڻ لڳو ۽ اهو ڏينهن سانده لڙائي ڪندي مري ويو. تڏهن کان پوءِ ڪنڀڪرڻ جي پٽن ڪمپ ۽ نڪمپ اچي جنگ مچائي اهي ۽ پنج ڏينهن سانده لڙائي ڪندي مري ويا. وري مها پارشو ۽ مڪراڪ سامهون ٿيو جنهن لڪشمڻ سان تمام گهور يڌ ڪيو، تڏهن لڪشمڻ ڪروڌ وچان ان کي ماري ڇڏيو. انهن سڀني دئيتن جي مرڻ کان پوءِ بانڊر سينا ۾ آنند ڇانئجي ويو ۽ سري رامچندر جي جئه جئڪار پڪارڻ لڳا.

## ڪنڀڪرڻ ۽ راوڻ جو سنواد

اهو سماچار جڏهن راوڻ ٻڌو تڏهن تمام دکي ٿي پنهنجو منهن مٿو اٿڻ لڳو ۽ دک وچان گهٻرائجي پنهنجي ڀاءُ ڪنڀڪرڻ کي جو ننڊ ۾ سمهيو پيو هو ان کي اٿارڻ لاءِ ويو ۽ وڏا هيلا وسيلا ڪري ان کي مس مس اٿاريائين جڏهن ڪنڀڪرڻ سجاڳ ٿيو تڏهن ڏٺائين دکي ٿي راوڻ کيس چوڻ لڳو هي ڀائي! هن وقت اسان جي مٿان سنڪٽ اچي پيو آهي سو ٻڌ، رام اسان جا وڏا وڏا وير پٽ پوٽا مٽ مائٽ سڀئي ماري ڇڏيا آهن. هي پيارا ڀاءُ! منهنجو ۽ مرڻو ڪال اچي ويو آهي. هاڻ ڇا ڪرڻ گهرجي؟ اهو مهاٻلي دسرٿ ڪمار سگريو سميت سينا سان سمنڊ پار ڪري سڀني پاسن کان اسان جي پاڙ پٽي رهيو آهي. اسان جا جيڪي مکيه مکيه راڪش وير هئا سي سڀ يڌ ۾ بانڊرن جي هٿان مارجي ويا. پر هن يڌ ۾ اسان بانڊرن کي ڪڏهن ۽ مرندو نه ڏٺو آهي. هي ڀائي! ٻڌ، اٿ ۽ هلي انهن سان مقابلو ڪر ۽ انهن کي ماري پنهنجو بدلو وٺ. مون انهيءَ ڪري توکي جاڳايو آهي. هي ڀائو! پنهنجي ڀاءُ جي خاطر هيءُ مشڪل ڪارج ڪر. راوڻ جا اهي دکي وچن ٻڌي ڪنڀڪرڻ ڏاڍي زور سان ٺٺولي ڪري کلي چوڻ لڳو هي راجن! توهان جيڪو اهڙائين ويچار ڪيو هو ان وقت مون جو ڪجھ توکي چيو هو. سواءِ توکي ڪيل پاپ جو ڦل ملڻ وارو آهي. مون نه اهڙائين

وٺي هوندي ۽ صبوح ٿيڻ ڪري سڀ ڪم بگڙي ويندو، تنهن ڪري تون ٻوٽي سميت منهنجي ڀاءُ لي جڙي واهه ته مان هميشه جو هميشه توکي سري رامچندر وٽ ٻڌايان ٿو. ڀرت جا اهي وچن ٻڌي هنومان کـــ من ۾ اهنڪار ٿيو ته منهنجي بوجهه سان ڀاءُ ڪيئن هلندو. پر پوءِ سري رامچندر جي سڀاءَ جو ويچار ڪري ڀرت کي پرڻام ڪري هٿ جوڙي چو لڳو، هي پريو! جو ڪجهه ٿو، توهان چئو ٿا سو سڀ سچ آهي ۽ توهان ۾ اهڙو ئي پرتاپ آهي. هاڻي ڪرپا ڪري موڪلي آڳيا ڏيو ته توهان جي پر سمان تيز رفتار سان وڃي اچي پهچان. هنومان جا اهي وچن ٻڌي ڀرت خوش ٿي هنومان کي وڃڻ جي آڳيا ڏني. پوءِ هنومان ڀرت کي پرڻا ڪري ٻوٽي کڻي اتان روانو ٿيو، هنومان رستي ۾ ويندي ويندي ڀرت جي سيل گڻ ۽ پريوءَ جي چرڻن ۾ اتل پريم ڏسي من ۾ وار وار وڏائي ڪندو ٿي ويو.

## لڇمڻ جي حالت خراب ٿيڻ ڪري رامچندر جا ورلاپ ڪرڻ

هيڏانهن سري رامچندر لڇمڻ کي ڏسي منش وانگر چوڻ لڳو ته اڌ رات ٿي وئي آهي ۽ اڃا هنومان ڪونه آيو آهي. ائين چئي ڀاءُ کي اٿاري هردي سان لڳائي چوڻ لڳو هي ڀائي! تون موکي ڪڏهن به دکي نه ڏسي سگهندو هئين، تنهن جو سڀاءُ ڏاڍو ڪومل هئو، تون منهنجي ڪري ماتا پتا ڇڏي هن گهور ٻن ۾ گرمي سردي ۽ دک سک سهڻ قبول ڪيئن. هي ڀائو اهو پريم هاڻي ڪٿي آهي. منهنجا هيءَ دکي وچن ٻڌي اٿين چو نه ٿو. جيڪڏهن مان ائين ڄاڻان ها ته ٻن ۾ ڀاءُ جو وڇوڙو ٿيندو ته مان پيءُ جـي وچن کي به نه مڃان ها. پٽ ڌن استري گهر ۽ ڪٽنب سنسار ۾ وارنوار ملي سگهي ٿو پر سنسار ۾ سڳو ڀاءُ ٻيهر ملڻ مشڪل آهي- هي ڀاءُ! جيئن پرن ٻنا پکي، مڻيءَ ٻنا نانگ ۽ سونڊ ٻنا هاٿي تمام دکي رهندو آهي تيئن آءٌ به تو ٻنا ڏاڍو دکي آهيان من ائين ڄاڻي الي ڪڙو ٿين، هاءِ افسوس هاڻ اجوڌيا ڪهڙو منهن کڻي ويندس، اجوڌيا واسي چـــا چوندا ته استريءَ جي ڪري پيارو ڀاءُ به وڃائي آيو آهين. سنسار ۾ اها بدنامي ٿيندي ته اهڙو پراڪرمي پرش تـــي ڪري ان ۾ رهـي استري وڃائي ان لاءِ ڪجهه به نـــ ڪيائين چو ته زال جي وڃڻ جي به ڪا گهڻي بدنامي نه آهي، هاڻي هي منهنجو نردئي ڪٺور من ٻئي بدناميون سهي رهيو آهي. هي ڀائو! تون ا

هنن جو مڪ لڳا سان اهو ڪهڻي مٿي واس ڇڏي اصل راڪش روپ
ڌاري ڀڀڪي مايا ڪمڙي هنومان سان وڙهڻ لڳو، ليڪن هنومان نه وڌي
مايا ٽئي ڪران رام جو دوست ۽ انهن لنڪا راڪشن جو دشمن هو، سو ان تي
هن معمولي مايا جو ڇا اثر ٿي سگهندو. پوءِ هنومان هن جي مٿڪ تي
اهڙي مڪ هنئي جو ان جو مٿڪ ڦاٽي پيو ۽ جلدي مري ويو.

## سنجيون ٻوٽي آڻڻ وقت ڀرت جو هنومان کي ٻاڻ هڻڻ

لڇمڻ کان پوءِ هنومان دروڻاچل پربت تي پهتو، اوکڙين ڪرائڻ لڳو، جا
ڏسي نه سگهيو ڪهڙيون اوکڙيون آهن جنهن جو انهن کي ڪرائي اوکڙيون
اوکڙيون ڏسي منجهي پيو، اها خاص اوکي ڪهڙي آهي سا سڃاڻي نه سگهيو
جا ڪمال جو اهو سڄو پربت اکيڙي هٿ ۾ کڻي هلڻ لڳو. جڏهن مهل
هنومان اهو پربت کڻي ايوڌيا مٿان تي لنگهيو تڏهن مهل ڀرت جي نظر وڃي
مٿس پئي، ڀرت سمجهيو نه مٿان هي ڪو راڪش هوندو تڏهن ڪري هن
ٻهڪيو ٻاڻ ڪڍي زور سان هنيو جو ٻاڻ لڳڻ شرط هنومان هاءِ رام هاءِ رام
ڪندو اچي پرٿويءَ تي ڪري پيو ۽ بيهوش ٿي ويو، هنومان جي مک
مان رام جو شبد نڪرندو ٻڌي ڀرت واجهو وڃي ان کي وياڪل ڏسي ان
کي هوش ۾ آڻڻ لاءِ اپاءُ ڪيو پر هن کي هوش نه آيو. تڏهن ڀرت دکي
ٿي اکين ۾ آنسون آڻي روئي چوڻ لڳو جڏهن وڌاتا مون کي سري رامچندر ا
جو وڇوڙو ڏنو وري اهيءَ مون کي هي پيو دک ڏنو، جيڪڏهن
منهنجي من وچن ۽ سرير سان سري رامچندر جي چرڻ ڪملن ۾ منهنجي
ٻنا ڪنهن ڪپت جي پريم هجي ۽ جيڪڏهن سري رام مون تي پرسن
هجي نه هيءُ ڪپي اڪاوٽ ۽ ايذا کان ڇٽي ٻنا ڪنهن تڪليف جي
اٿي کڙو ٿئي.

ڀرت جا اهي وچن ٻڌي هنومان سري رام جي جئه جئه ڪري اٿي
وڃي رهيو، اوڏي مهل ڀرت هنومان کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هن کي
ڳلي لڳايو ۽ اهڙي نه خوشي ٿيس جو سرير جي ۾ سڌ نه رهيس. اوري
دير کان پوءِ ڀرت هنومان کان پڇڻ لڳو هي هنومان! شري رامچندر لڇمڻ
۽ ماتا جانڪي نه خوش آهن، تڏهن هنومان ڀرت کي سڀئي حقيقت ڪري
ٻڌائي، جا ٻڌي ڀرت کي ڏاڍو دک ٿيو ۽ من ۾ پڇتائي چوڻ لڳو هي وڌاتا!
سنسار ۾ مون جهڙو ڪو ورلو جو ڀراوءَ جي هڪ نه ڪم ۾ نه آيس، پر اوهان
تسي ڏيج ڏئي هنومان کي چوڻ لڳو هنومان! ڪاري وڃڻ ۾ دير ٿيندي

راڪش پنهنجي مايا سان ناهي شو جو روپ ڪري رهيو هو، هنومان منيءَ کي ڏسي نمسڪار ڪري چوڻ لڳو، هي منيور! مان رام جو دوت هنومان آهيان سري رامچندر جي ڪارڻ لنڪ کير ساگر ڏانهن وڃي رهيو آهيان، هي برهمڻ! مونکي ڏاڍي اڃ لڳي آهي مان پاڻي پيئڻ چاهيان ٿو، هي منيور ڪرپا ڪري ٻڌايو ته هتي جل ڪٿي آهي. هنومان جا اهي وچن ٻڌي منيءَ پنهنجي پاڻيءَ جو ڪمنڊل ڪڍي کيس ڏنو ۽ چيو ته هن مان تون ڪڍي پاڻي پيءُ ۽ هي ڦل ڦول کائي ڪجھ وشرام ڪر اتاولو جلدي نه ڪر، تڏهن هنومان چوڻ لڳو مهراج مونکي ڏاڍي اڃ لڳي آهي هن ڪمنڊل جي پاڻيءَ مان ڇا ورندو مون کي ڪو تلاءُ ڏيکاريو جتي مان پاڻي پي ڍءُ ڪريان. هنومان جا اهي وچن ٻڌي ڪپٽي منيءَ برهمچاريءَ کي آگيا ڏني ته هي برهمچاري! هنومان کي پاڻيءَ جو تلاءُ ڏيکاري اچ. برهمچاري هنومان کي تلاءُ وٽ آڻي چوڻ لڳو، هي هنومان! ڏس هيءُ تلاءُ تون اکيون بند ڪري پاڻي پيءُ پوءِ تون منيءَ جن وٽ هليو اچج جو توکي منتر جو اپديش ڪندو جنهن ڪري تون سڀئي ٻوٽيءَ کي جهٽ سڃاڻي سگهندين. ائين چئي برهمچاري هليو ويو. پوءِ هنومان تلاءُ ۾ گهڙي اکيون بند ڪري پاڻي پيئڻ لڳو ته اتي ۾ مايا روپي وڏي مڇليءَ اچي سندس پير پڪڙيا. هنومان پاڻ کي مڇليءَ جي منهن ۾ ڏسي ڪروڌ ۾ پنهنجي هٿن سان ان جو وات ڦاڙي ماري ڇڏيو انوقت هڪ سندر اپسرا ٿي آڪاش ۾ وڃي هنومان کي چوڻ لڳي هي ڪپيشور! مان توهان جي ڪرپا سان اڄ مڪت ٿي وئس، ٻڌائين مان هڪ ڌانيه ماليءَ نالي سندر اپسرا هيس پوءِ ڪنهن ڪارڻ مون کي منيءَ سراپ ڏنو هو انهيءَ ڪري مان مڇلي ٿي پيس، هن آشرم ۾ توهان جنهن رش کي ڏٺو آهي اهو ڪال نيمر مهادئيت آهي. هي هنومان! هن کي راوڻ توهان جي رستي ۾ روڪڻ وڃڻ لاءِ موڪليو آهي - هيءُ پنهنجي راڪشي مايا سان مني ويس ڌاري ويٺو آهي، هيءُ ڪوئي مني نه آهي پر برهمڻن جي هنسا ڪرڻ وارو آهي، هن دشت کي ماري تون جلد وڃي پنهنجو ڪاريه ڪر. مان توهان جا چرڻ ڇهي نشپاپ ٿي برهم لوڪ وڃان ٿي ائين چئي هلي وئي، هنومان موٽي آشرم ۾ آيو، هنومان کي ڏسي مني چوڻ لڳو هي ڪپيشور! اڃا تو پاڻ پيئڻ مان توکي ڇا ملندو هاڻ وٽ هيءُ مونکان منتر ۽ مونکي گرو دکشا ڏي. منيءَ جا اهي وچن ٻڌي هنومان پنهنجي مٺ بند ڪري راڪش کي چوڻ لڳو وٺ دکشا هيءُ نه وٺ، ائين چئي اهڙي ته هن کي زور سان مڪ

بي هوش ٿي ڪري پيو. تنهن ڪان پوءِ هنومان لڪشمڻ کي پنهنجي ٻانهن تي رکي سري رامچندر وٽ کڻي آيو. هنومان جهڙي ڀڳتيءَ ڀاو ڪري جڳ رکڻ پرڪاش سروپ پرميشور لڪشمڻ گرو ٿي وڃڻ ڪري ، تمام هلڪو ٿي پيو. هيڏانهن سري رامچندر لڪشمڻ کي ڀرڻي تي بيهوش پيل ڏسي منش وانگر شوڪ ڪري چنتا ۾ پئجي ويو، تڏهن جامونت چوڻ لڳو هي ڀڳوان! لنڪا ۾ هڪڙو سشيڻ نالي راج ويد رهي ٿو ان کي وٺي اچڻ لاءِ ڪنهن کي موڪليو، جامونت جا هيءَ وچن ٻڌي هنومان ننڍڙو روپ ڌاري لنڪا ۾ ويو ۽ سشيڻ کي گهر سميت جهٽ کڻي آيو. سشيڻ ڀڳوان رام کي ڏسي چرڻن ۾ مٿو نوائي چوڻ لڳو هي پرڀو! لڪشمڻ کي سرجيت ڪرڻ لاءِ سنجيون ٻوٽيءَ جي ضرورت آهي ان ٻوٽيءَ جو ڏس پتو مان ٻڌايان ٿو. اتي انيڪ قسمن جون ٻوٽيون ٿين ٿيون اها ٻوٽي رات ئي رات ۾ دروڻاچل پربت تان سڃاڻي کڻي اچي ان ٻوٽيءَ کي گهوٽي پيارجي. جيڪڏهن صبح ٿي ويو ته پوءِ اچڻ مشڪل آهي ڇاڪاڻ ته انهيءَ ٻوٽيءَ جو اثر گهٽ ڪري رات جو ئي ٿيندو آهي، تنهن ڪري هي هنومان! تون جهٽ پٽ وڃي دروڻاچل پربت تان ٻوٽي کڻي اچ. جيڪڏهن راوڻ کي خبر پئجي ويئي ته هو دشت ضرور ڪو نه ڪو وگهن وجهندو. هنومان اهو حڪم ٻڌي ئي رکيل ڏسي هڪدم اٿي سري رامچندر جا چرن ڇهي من ۾ ڀڳوان جو سمرڻ ڪندو تيز رفتار سان پربت ڏانهن روانو ٿي ويو.

## ڪال نيم راڪش جو ڇل ڪرڻ

انهيءَ وقت هڪڙي دوت راوڻ کي وڃي خبر ڏني ته راجن! رام هنومان کي دروڻاچل پربت ڏي موڪليو آهي ۽ هو لڪشمڻ کي جيئرو ڪرڻ لاءِ سنجيون ٻوٽي کڻڻ ويو آهي. دوت جا اهي وچن ٻڌي راوڻ چنتا ۾ پئجي ويو ۽ اوڏي مهل ٿي رات جو اڪيلو ڪال نيم دئيت جي گهر آيو. راوڻ کي ايندو ڏسي ڪال نيم کي ڏاڍو عجب لڳو ۽ ان کي آشيرواد ڏيئي ٻئي ۽ هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي راجيشور! اڄ ڪيئن توهان جو اچڻ ٿيو؟ ٻڌايو ته مان توهان جي ڪهڙي سيوا ڪريان، تڏهن راوڻ تمام دک وچان چوڻ لڳو هي ڪال نيم! اڄ ڪله منهنجي من ۾ اهو دک پيدا ٿيو آهي جو منهنجي شڪتي لڳڻ سان وير لڪشمڻ ڀرڻيءَ تي پيل ان کي جيئرو ڪرڻ لاءِ هنومان سنجيون ٻوٽي کڻڻ ويو آهي، هي ڀاڳوان! تون اهڙو ڪو اپاءُ ڪري ان جي کڻي اچڻ ۾ وگهن پيدا ڪر، جنهن ڪري ٻوٽي ڪم اچڻ جو وقت

بندوبست ڪري، ڀڳوان جي حڪم جي دير هئي، هڪدم سڀئي تيار ٿي هلڻ
لڳي ۽ ڀڳوان رام جي جئه جئه ڪار ڪندا لنڪا اسي گهيرو ڪرڻ لاءِ اڳتي
جا وڏا وڏا پٿر کڻي ۽ انيڪ قسم جا وڻ اکوڙي بند ڪرڻ لاءِ هليا ۽
راوڻ جي اڳ سڀئي ڏسي وڙهائي جي ڪارڻ بند ڪرڻ لاءِ لنڪا اسي
چڙهائي ڪئي ان مسان ڪرلي ڪرت، ڪٽيون قلع، اهڙي بالدر نوندا
ڪڏندا ۽ ڪرڇندا وڻ ۽ پٿر هٿ ۾ کڻي لنڪر وٽ اچي چئني طرفن کان
گهيرو ڪري، مهابلي رام ۽ ليڇمڻ جي جئه جئه ۽ راجا سگريو جي
جئه جئه ڪار ڪندا دشمن سان وڙهڻ لڳا. هنومان، ڪرمد، ال، نيل، دورد
دڌي مک، ڪيسري تارا ۽ ٻيا سڀئي پهلوان وير بالدر نچندا ڪڏندا چئني
دروازن پاسي تيار ٿي بيهي ويا. ٻنهي مهاپلوان بالدرن وڻن پٿرن اهڃ ۽ ڏندن
سان راڪشن کي مارڻ لڳا، هنڌاهين مها ٻهادر ۽ وڏي سرير وارا مهابلي
راڪش تمام ڪروڌ سان دروازن مان اڪري هٿيار کڻي هلائڻ لڳا. اهڙي
طرح وير بالدر راڪشن کي مارڻ لڳا، ان وقت راڪشن ۽ بالدرن جي وڏي
وچتر ڀڄ لڳي جنهن ڪري براويءَ لي وڏت جون ندين وهڻ لڳيون. وير
راڪش ڪيسري گهوڙن هاٿين ۽ سونن رٿن تي چڙهي گرجندا وڙهي رهيا
هئا، راڪشن ۽ بالدرن ٻنهي هڪ ٻئي کي جيتڻ چاهيو ٿي. بالدر راڪشن
کي ۽ راڪش بالدرن کي مارڻ لڳا. وشنو روپ ڀڳوان رام جي درشٽي ارڻ
سان ديوتائن جي اڳ مان پيدا ٿيل بالدر وڏي بل وارا ٿي پيا ۽ اهين
ڪمزور راڪشن کي مارڻ لڳا. ڏيري ڏيري راڪشن جي سڀئي ناس ٿي
ويئي باقي چوارن حصو رهجي ويئي، ٻنهجي سڀئي کي ناس ٿيندو ڏسي راوڻ
ڏاڍو غصي ۾ اچي دربار ۾ چرڏاري اچارڻ لڳو، جنهن تي سندس پيو نانو
ماليونت کيس چوڻ لڳو هي راوڻ! ڪجهه عقل دماغ کان ڪم وٺي هاڻ
ٻنهجي من ۾ وچار ڪري ڏس ته تنهنجي عمل ڪرڻ ڪري ڪيترو ناس
نقصان ٿيو آهي. ٻنهجي نائي ماليونت جيسا اهي وچن ٻڌي راوڻ اندر
ڪروڌ ۾ ٻرجي نائي کي چوڻ لڳو هي پيءُ! ڇو اچي تنهنجي مت ماري
آهي، ٽري وچ منهنجي مهين ٿان نه ٿه هيٺر جو هيٺر ۾ اوڪ نه اچائي
ڇڏيان. ٻنهجي پيءُ کي ڪروڌ ۾ ٻرندڙ ڏسي ميگهناد چوڻ لڳو، هي
پتا! لڇمڻ ڪهن ته سڀ جي چتا نه ڪريو جيسين منهنجي سرير ۾ ساهه
آهي تيستائين ڪوبه ڊپ نه آهي لڇمڻ ڏسو ته ڪيئن لڙ مان انهن لهراج
ڄور چکايان، ميگهناد جا اهي آسي ڏيندڙ وچن ٻڌي راوڻ ڏاڍو خوش
هڪدم اٿي پاڪر پاتائين.

توهان ڇوري سا، تني سگهيا سو ئي ڌنش شري رامچندر سولائي سان ٻٽي ٽڪر ٽڪر ڪري ڪٿي ڦٽو ڪيو ۽ جنهن وقت توهان جي ڀيڻ شورپڻکا نڪ وڍائي توهان وٽ دانهن ڪٿي آئي هئي تنهن مهل تني ڪيئن؟ شاسترن ۾ لکيل آهي تہ ڪال ڪنهن مڙش کي ڏنڊو ڪونہ هڻندو آهي پر اهو ان جو ڌرم ٻڌي ۽ وچار کسي مت منجهائيندو ڇڏيندو آهي، جنهن جي ڌرم ٻڌي نشٽ ٿي ويندي آهي ان لاءِ سنسار ۾ جيئرو رهڻ مشڪل ٿي پوندو آهي. مندوديءَ جا اهي وچن جيتوڻيڪ راوڻ کي تمام وڏي ڪشٽ کان ڇڏائيندڙ هئا، تہ بہ هن جي من ۾ نہ ٽڪيا ۽ ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڪچهري ۾ هليو ويو. راڄ دربار ۾ اچي راوڻ دشمن جلدي مکيہ مکيہ راڪش گهرائي باندرن سان يڌ ڪرڻ جي آگيا ڏني، تڏهن راڪش پوري مرڌاڪ گومک، راجا وڄائيندا ميدهن انن گڏهن شمدهن ۽ چمڙن تي چڙهي ڪڪ شول ڌاش ٻاڻ ڏنڊا توموَ شڪتي وارا استر شستر ڪٽي لنڪا جي چئن دروازن وٽ تيار ٿي بيٺا.

جنهن وقت انگد راوڻ جي دربار مان موٽي سري رامچندر وٽ اچي سمورو حال ڪري ٻڌايو تڏهن شري رامچندر مشڪي ڪيس چوڻ لڳو هي ويسر! مون کي ٻڌاءِ تہ جڏهن چار مڪٽ اسان ڏي موڪليا سي توکي ڪيئن هٿ آيا؟ تڏهن انگد هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي رگهوناٿ! اهي چار ئي مڪٽ ڪي مڪٽ ڪين هئا پر راجائن جا چار گڻ (سام، دام، ڏنڊ ۽ ڀيد) هئا، جي راوڻ کي ڀيهجو حقدار نہ سمجهي اچي توهان جي شرڻ ۾ آيا، سري رامچندر اها سياڻپ جي ڳالهہ ٻڌي ٻرسن ٿي انگد کي ڪلهي لڳايو.

## رام ۽ راوڻ جي يڌ

تنهن کان پوءِ سري رامچندر پنهنجي منترين کي گهرائي ٻاڻ ۾ صلاح ڪري پڇڻ لڳا، هي مترو ٻڌايو تہ اسان کي لنڪا ۾ ڪهڙي طرح لڙائي ڪرڻ گهرجي. جامونت ۽ ٻيا منتري سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي دل ۾ چوڻ لڳا تہ جيتوڻيڪ ٻڀوجن ٻاڻ سڀ ڪجهہ ڄاڻي جاڻهار آهن تنهن هوندي بہ راجائن جي ڌرم موجب اسان جو شان رکن ٿا، پوءِ انڪرار ڪري هٿ جوڙي چوڻ لڳا هي ڀڳوان! اسان جي راءِ موجب ساريءَ سينا جا چار حصا ڪري ۽ چئني مٿان الڳ الڳ سينا پتي مقرر ڪري هر هڪ دروازي وٽ هڪ هڪ حصو موڪلڻ گهرجي، اهي منترين جي راءِ ٻڌي ڀڳوان سگريو کي آگيا ڏني تہ هي متر! هاڻي توهان جلدي وڃي لشڪر جو

جو سوار ايائي سمجهي ڏاڍو خوش ٿي ويا ۽ انگد جي پير هٽائڻ لاءِ زور
آزمائڻ لڳا، گهڻئي زور لڳائڻ ڏاڍا جهٽڪا ڏنائون پر انگد جو پير نه
کسڪيو تڏهن سڀئي لڄي ٿي ڪنڌ هيٺ ڪري پنهنجي پنهنجي جاءِ
تي وڃي ويٺا، اهو حال ڏسي راوڻ خود پيو انگد جو پير هٽائڻ لاءِ
اٿيو پر هن جي ڇهڻ کان اڳ انگد پنهنجو پير ڪڍي ورتو ۽ چيو اڙي هيءَ
دشت راوڻ! منهنجي پير ڇهڻ مان توکي ڇا ورندو؟ وڃي الهيءَ ڀڳوان
رامچندر جا چرڻ پڪڙ ته ڪر امارو ٿيندين. انگد جا اهي وچن ٻڌي راوڻ
اڪي ڪچهري لڳي اچهو فقط انڌر ۾ پئي اچهو.. شرم وڃي سمجهه ۾ غرقاب
ڪالمنڌو وڃي پنهنجي اشڪ ٿي ويٺو، تنهن کان پوءِ انگد راوڻ کي
گهڻوئي سمجهايو پر دشت پنهنجي ضد تان نه هٽيو ان جي ڪاڻ پرواهه نه ڪئي،
تڏهن انگد ڏٺو ته ايمان راوڻ سزا کان سواءِ ڪين سڌرندو تڏهن ڪيس
ٻه ٽي ٿڦون لڳايون ۽ پڻ ان اتان روانو ٿيو ۽ موٽي اچي شري رامچندر کي
سمورو حال ڪري ٻڌايو.

راوڻ جي زال مندودريءَ جڏهن انگد جو ٻل ۽ ڪلاڪو وچن ٻڌا تڏهن
دل ۾ ڏاڍو ڏک ٿيس ۽ جيڏاهن ڪيڏاهن اسڻ ڏسڻ ۾ آيس تڏهن مندودري ڏيهه
۾ وياڪل ٿي. جڏهن راوڻ ڪچهريءَ مان موٽي محل ۾ آيو تڏهن مندودري
سندس چرڻ پڪڙي هٿ جوڙي چوڻ لڳي هي ناٿ! ڪرپا ڪري هٺ
ڇڏي شري رامچندر سان لڙائي ڪرڻ جو خيال لاهي ڇڏيو ۽ سيتا
هن کي موٽائي ڏيو هو ڪو رواجي منش نه آهي پر برهما جي اوتار سان
ڌرتيءَ کي ناس ڪرڻ ۽ رشي منين جي رکيا ڪرڻ لاءِ ساڪيات وشنو ڀڳوان
منش روپ ڌاري آيو آهي، اوهان جيڪي من ۾ خيال ڪري ويا آهيو
نه رام منش آهي سو سراسر غلط آهي، هو نه ساڪيات چراچر جڳت جو سوامي
پورڻ اوتار آهي، جيئن نه ان سچي لنڪا جلائي هڪ ڪپي ۾ اماس ڪري
ڇڏي ۽ اسان جو ٻاڙو ٻيٽ اڪيلو ڪمار ان جي هٿان مارجي ويو تڏهن
موليءَ نه اوهان جي دماغ ۾ اهو وهم آهي جو سمجهي نٿا سگهو. جڏهن
وقت هڏڙي لنڪا پالڻو اهڙي قدر حرڪت ۽ نقصان اٿاريو، تڏهن
اوهان جو نه ٿي ڪنهن پکڙي سزا ڏاڍي ان وقت اوهان جو ٻل ۽ پراڪرم
ڪٿي ويو هو؟ ۽ جڏهن پرلوءِ جي هڏڙي ديس ۾ اچو ٻل هو اسريو
ان جي ساري سينا ۾ ڪيڏو ٻل ۽ پراڪرم هو. رام جي ٻاڻ جي موها
مارئڻ نه پکيءَ طرح جالمدو هو ۽ الهيءَ جي چوڻ ڪري اوهان جي
دل تي ڪو به اثر نه ٿيو، راجا جنڪ جي دربار ۾ هڪڙو مهاڀاري ڌنش

ني هارجي وڃي هوندي، باقي وڃي منجهس ڇيو ڇا آهي، جو مون سان مقابلو ڪندو؟

نيٺ راوڻ جي مک مان ٻڌو رامچندر جي نندا ٻڌي انگد ڪروڌ مان هڪدم زمين تي اهڙي ته زور سان لت هنيائين جو ان جي لڳڻ سان ڌرتي ڏڏڻ لڳي ۽ راوڻ سميت دربار جا سيئي راڪش ڪڻ اونڌا ٿي ڪري پيا، راوڻ جي ڪرڻ سان سندس ڏهه ئي مڪٽ ڪري زمين تي ٽڙي پکڙي ويا، راوڻ جيئن تيئن ڪري پاڻ سنڀالي ڪجهه ميڙي سيڙي پنهنجي مٿي تي رکيا ۽ باقي جيڪي رهيا سي انگد پنهنجي هٿن سان کڻي سري رامچندر ڏانهن اڇلايا، انهن اڇلايل مڪٽن کي ٻري ڪرندو ڏسي سري رامچندر وٽ ويٺل باندر عجب ۾ پئجي پڇڻ لڳا ته آسمان مان ڏينهن جو تارا ڇا ڪرڻ يا وڄ ٿي ڪري! تڏهن سري رامچندر کلي چوڻ لڳو ته پيارا باندرو نڪي ڏينهن جو تارا ٿا ڪرن نڪا وڄ ٿي ڪري. هي راوڻ جا مڪٽ آهن جي انگد ان ڪروڌ مان اڇلايا آهن اهو ٻڌي هنومان جهٽ وڃي انهن ڪريل مڪٽن کي کڻي سري رامچندر وٽ آيو جن کي سيئي باندر ڏسي ڏاڍو عجب ۾ پئجي ويا.

هيڏانهن راوڻ جڏهن وقت پاڻ کي سڀا ۾ ويٺل راڪشن سميت ڪرندو ڏسي هڪدم ڪروڌ ۾ ٻرجي چوڻ لڳو هي وير راڪشو! اٿو، اٿو، پڪڙيو هن باندر کي، خبردار متان هن کي ڇڏي ڏيو، جلدي هن کي قيد ڪريو، هي وير راڪشو! هي ساري ڌرتي باندرن ۽ رڇن کان خالي ڪري ڇڏيو ۽ انهن ٻنهي تپسوي ڀائرن کي مون وٽ جيئرو ئي پڪڙي وٺي اچو. راوڻ جا اهي وچن ٻڌي انگد غصي ۾ لعل ٿي چوڻ لڳو اڙي نرلڄ دشٽ! استري چور! ڪل کي ناس ڪرڻ وارا تون انهن ڪرمن جو ڦل ضرور پائيندين، شايد تنهنجو دماغ خراب ٿي پيو آهي جو سري رامچندر کي منش ڪري ٿو سمجهين، ڌڪار آهي تنهنجي جيئڻ کي، تو جهڙي دشٽ کي هيئر هڪ ڪڻ ۾ نرڪ پهچائي ڇڏيان، مان ته ننڍي ۾ ننڍو باندر آهيان جيڪڏهن تون پنهنجي راڪشن ۽ باندرن جو ٻل ڏسڻ چاهين ٿو ته هيئر ئي ڏس؟ آهي ڪو اهڙو جوڌو ٻلوان جو منهنجو هيءَ ڌرتيءَ تي کوڙيل پير ٿورو ڪجهه ذرو به هٽائي؟ جيڪڏهن ان کي ڪوبه ذرو هٽائي سگهيو ته هيءَ لڙائي اصل ڪانه ٿيندي ۽ سري رامچندر سيتا کان سواءِ سينا سميت واپس موٽي ويندا. ائين چئي انگد سري رامچندر جو ڌيان ڪري پنهنجو پير ڄمائي زمين تي رکيو. ان وقت ميگهنات ۽ ٻيا مهابلوان وار اڙائي جيتڻ

لڳي ته تون الم ڪل ۾ جنم وٺي اجايو پنهنجي پيءُ جو نالو ٿو ٻد ڪران
ڇو ته ان ان ۾ ڦرندڙ جوڳين جو وڃي دوست ٿيو آهين سو ته وري پنهنجي
پيءُ جي هٿياري جي شڪوا ٿو ڪرين، ۽ هاٿي پڌاءِ ته سهين تنهنجو پيءُ
ٻالي چڱو ڀلو ته آهي؟ تنهن تي انگد چوڻ لڳو هي راوڻ! انهيءَ ڳالھ ٻاست
پڇڻ جو هيڏو توهان کي ضرور ڪونهي ڇو ته ٿورن ڏينهن ۾ توهان کي به
الي پرلوڪ وڃي ڪانئس حال احوال پڇڻو پوندو ۽ هو توهان کي ضرور
پڌائيندو ته شري رامچندر سان وير رکڻ ڪري ڪهڙو نتيجو نڪرندو آهي
سو هو توهان کي نيڪ نيڪ پڌائيندو. باقي ٿي صلح جي ڳالھ، سو شري
رامچندر تو جهڙي گدڙ کان ٻچي مون ڪسي صلح ڪرڻ لاءِ ڪونه موڪليو
آئس، هڪڙي گدڙ کي مارڻ ۾ شينهن لاءِ ڪا وڏي ڳالھ نه آهي، ٿيئن
توکي به مارڻ هن لاءِ معمولي ڳالھ آهي. تڏهن راوڻ چيو، اڙي باندر!
هاٿي ٻڪ ٻڪ بند ڪر، مان توکي دوست جاڻي ڌرم نيتي انوسار ڇڏي
ٿو ڏيان. تڏهن انگد چوڻ لڳو، واهه ڙي راوڻ تنهن جو ڌرم ۽ نيتي! پرائي
استري چورائي توهان پنهنجي ڌرم نيتيءَ جو مثال ڏنو آهي. هڪ ڪمزور
ابلا کي اڪيلو ڏسي ڀڪاري ويس ٻڌائي دوکو ڪرڻ ۽ زوريءَ آڻي پنهنجو
پراڪرم ڏيکاريو اٿو باقي رهي نيتيءَ موجب دوست جي رکيا سو ڀلا هنومان
جي پڇ کي باهه ڇو ڏاي هئو. اڙي دوکيباز! اهڙي ڌرم نيتي ڌارڻ کان
ٻاٽيءَ ۾ ٻڏي مران ها ته ناموس نڪيڙ ها، نڪا اٿو لڄ نڪو اٿو مان
اجايو شرم کي پيا پرچايو تنهن ڪري اجايو هٺ ڇڏي وڃي شري رامچندر
جن جي شرن وٺو. اهو ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ ٻرجي چيو اڙي ليچ باندر!
توکي منهنجي ٻل جي خبر نه آهي مون پنهنجي ٻانهن جي ٻل سان سڄو
ٽرلوڪ تران ٿي جهليو، منهنجو پراڪرم وڃي تنهي لوڪن جي دڪپال ديوتائن
۽ گندرون جي راجا کان پڇ جيڪي منهنجو نالو ٻڌي ڏڪيو وڃن ٿا، تنهي
لوڪن ۾ اهڙو ڪوبه ڪونهي جو منهنجي سامهون ٿي ٻڌ ۾ مقابلو ڪري
سگهي. اهڙو مان ٻاڻا! وري ڪنڀ ڪرڻ جهڙو مهاپراڪرمي منهنجو ڀاءُ جڳ
۾ مشهور، اندرجيت جهڙو منهنجو پٽ، تنهن کان سواءِ جڳ کي جيتڻ وارا
مهاٻلوان راڪش جيڪي انيڪ هٿيارن سان تيار بيٺا آهن منهنجي سينا ۾ مان
هڪ معمولي انسوي کان ٻچي ويندا سين، اڙي انگد هاڻ اهو پڌاءِ ته توهان
جي سينا ۾ اهڙو ڪير ٻلوان آهي جو اسان جي سامهون ٿي ٻڌ ۾ مقابلو
ڪري، تون جنهن رام کي هيترو پڌالين ٿو سو ته استريءَ جي چنتا ۾
سڪيا ڇڙ آهي سندس ننڍو ڀاءُ هن جي دک ۾ دکي آهي، تون ۽ سگريو

جي آڪيا پائي انگد من ۾ خوش ٿيندو ٻڌي جو سمرڻ ڪندو لنڪا ۾
اچي پهتو، شهر ۾ پهچڻ شرط هنن راوڻ جي هڪ سوروير پٽ سان ملاقات
ٿي جو اتي راند ڪري رهيو هو، هنن جو ڪن ڳالهين تان اچي پاڻ ۾ جهيڙو
ٿيو پوءِ ٻانهين راوڻ جي پٽ هن کي لت هڻي پوءِ انگد کيس ٽنگن کان جهلي
ڪٽي زمين تي ڦٽو ڪيائينس اهڙي طرح اوچتو سوروير راڪش کي مرندو
ڏسي ٻيا بيٺل راڪشن جي همت هارجي ويئي ۽ هو پنهنجي جان بچائڻ
لاءِ هيڏي هوڏي ڀڄڻ لڳا. انهيءَ ڊپ کان ڪير ڪنهن کي پنهنجو راز نه
پيو ٻڌائي- هر ڪنهن جي من ۾ اهو ئي ياد هو ته هيءُ اهو ساڳيو ئي باندر
آهي جنهن اڳ ۾ لنڪا جلائي هئي، انهيءَ هراس وچان ڀڄڻ لڳا ته هاڻي
الائي ڇا ٿيندو تنهن ڪري انگد جيڪي به هنن کان پڇيو ٿي سو ڊپ جي
ڪري ٻڌائيندا ٿي ويا، اهڙي طرح انگد ڏاڍي ڏهڪري پيدا ڪندو اچي
راوڻ جي دربار وٽ پهتو اتي جا بيٺل دربان انگد کي ڏسي ڊپ کان ڀڄي
اندر پهچي ويا ۽ وڃي راوڻ کي ٻڌايائون ته وري اڳين وانگر هڪ باندر
لنڪا ۾ آيو آهي جو دروازي جي ٻاهران بيٺو آهي، راوڻ هڪدم دربان
موڪلي انگد کي اندر گهرايو، جنهن جي همت ۽ دهشت ڏسي راوڻ جا
سڀيئي درٻاري سڀا سدن ادب سان اٿي بيٺي ويا. انگد راوڻ جي دربار
۾ اچي هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي راوڻ! مان ٻاليءَ جو پٽ انگد سري
رامچندر جو ايلچي ٿي توهان وٽ آيو آهيان، توهان جي منهنجي پتا سان
ڏاڍي مترتا هئي، تنهن ڪري مان توهان جي ڀلائيءَ واسطي هتي آيو آهيان
توهان ودوان ويد شاستر ڄاڻندڙ مهرشي پلستيه جا پوٽا آهيو ۽ پنهنجي تپسيا
ٻل سان شنڪر ڀڳوان کي راضي ڪري برهما کان اموگهه ور ورتا اٿوَ تنهن
هوندي به توهان ايمان ۾ پرجي رشين منين تي جو ڪجهه به اتياچار ڪيو آهي
۽ شري رامچندر جي استري چورائي کڻي آيا آهيو سو تمام خراب ڪم ڪيو
اٿو، هاڻ توهان جو ڪلياڻ انهيءَ ۾ آهي ته ماتا سيتا کي عزت سان ولي
ڏيئي ۾ چانڊهي وات ۾ گاهه ۽ ڳچيءَ ۾ ڪهاڙو وجهي سري رامچندر وٽ
هلي پنهنجا اپراڌ بخشايو، ڀڳوان رام ديا دئيالو آهي سو اوس توهان جا اپراڌ
ڪميا ڪندو. انگد جا اهي وچن ٻڌي راوڻ تمام ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ لڳو
اڙي نيچ باندر! تون مون کي اپديش ڏيڻ آيو آهين، تون مونکي سڃاڻين
ٿو ته مان ڪير آهيان؟ جيڪڏهن تنهنجو رام اهڙو وڏو ٻلوان هجي ها ته
تو کي سنڌيءَ ڪرڻ لاءِ ڇو موڪلي ها؟ پر تو کي ڏسي مون کي عجب لڳو

لڳي ته تون الم ڪل ۾ جنم وٺي اجايو ٻڌهجي ٻيءَ جـو نالو تو ٻڌ ڪريان
ڇو ته ان ان ۾ ڦرندڙ جرڳين جو وچي دوست نيو آهين سو ته وري پنهنجي
ٻيءَ جي هٿياري جي شيوا تو ڪرين، ۽ هاٿي ٻڌاءِ ته سهين تنهنجو ٻيءَ
ٻالي چڱو ڀلو نه آهي؟ تنهن تي انگد چوڻ لڳو هي راوڻ! انهيءَ ڳالهه ٻابت
پڇڻ جو هيٺئر توهان کي ضرور ڪونهي ڇو ته ٿورن ڏينهن ۾ توهان کي به
الي پرلوڪ وڃي ڪانئس حال احوال پڇڻو پوندو ۽ هـو توهان کـي ضرور
ٻڌائيندو ته شري رامچندر سان وير رکڻ ڪري ڪهڙو نتيجو نڪرندو آهي
سو هو توهان کي نيڪ نيڪ ٻڌائيندو. باقي ٿي صلح جي ڳالهه سو شري
رامچندر تو جهڙي گدڙ کان ٻڃي مون ڪـي صلح ڪرڻ لاءِ ڪونہ موڪليو
اٿس، هڪڙي گدڙ کي مارڻ ۾ شينهن لاءِ ڪا، وڏي ڳالهه نه آهي، ليڪن
توکي به مارڻ هـن لاءِ معمولي ڳالهه آهي. تڏهن راوڻ چيو، اڙي باندر!
هاٿي ڪ ٻڌ ڪر، مان توکي دوست ڄاڻي ڌرم نيتي انوسار ڇڏي
ٿو ڏيان. تڏهن انگد چوڻ لڳو، واهه ڙي راوڻ تنهن جو ڌرم ۽ نيتي! پرائي
استري چورائي توهان پنهنجي ڌرم نيتيءَ جو مثال ڏنو آهي. هڪ ڪمزور
ابلا کي اڪيلو ڏسي ڀيکاري ويس بڻائي دوکو ڪرڻ ۽ زوريءَ آڻي پنهنجو
پراڪرم ڏيکاريو اٿو باقي رهي نيتيءَ موجب دوست جي رکيا سو ڀلا هنومان
جي پڇ کي باهه ڇو ڏاڍي هئي. اڙي دوکيباز! اهڙي ڌرم نيتي ڌارڻ کـان
پاڻيءَ ۾ ٻڏي مران هـا ته ناموس لٿيڙ ها، ڏکا اٿو ليڄ نڪو اٿـو مـان
اجايو شرم کي پيا پڇايو، تنهن ڪري اجايو هٺ ڇڏي وڃي شري رامچندر
جن جي شرڻ وٺو. اهو ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ ٻرجـي چيو اڙي نيچ باندر!
توکي منهنجي ٻل جي خبر نه آهي مون پنهنجي ٻانهن جي ٻل سان سڄو
پربت ڪيلاس تي جهليو، منهنجو پراڪرم وڃي تنهن لوڪن جي دڳپال ديوتائن
۽ گندرون جي راجا کان پڇ جيڪي منهنجو نالو ٻڌي ڏڪيو وڃن ٿا، ٽنهي
لوڪن ۾ اهڙو ڪرٻي ڪونهي جو منهنجي سامهون ٿي جنگ ۾ مقابلو ڪري
سگهي. اهڙو مان ٻاڪا! وري ڪمڀ ڪرڻ جهڙو مهاپراڪرمي منهنجو ڀاءُ جڳ
۾ مشهور، اندرجيت جهڙو منهنجو پٽ، تنهن کان سواءِ جڳ کي جيتڻ وارا
مهاٻلوان راڪش جيڪي انيڪ هٿيارن سان تيار بيٺا آهن منهنجي سينا ۽ مان
هڪ معمولي ٻانڀوي کان ڀڄي ويندا سين، اڙي انگد هاڻ اهو ٻڌاءِ ته توهان
جي سينا ۾ اهڙو ڪير ٻلوان آهي جـو اسان جي سامهون ٿي جنگ ۾ مقابلو
ڪري، تون جنهن رام کي هيترو ٻڌائين ٿو سو ته استريءَ جـي چنتا ۾
چڪنا چور آهي سندس ننڍو ڀاءُ هن جي دک ۾ دکي آهي، تون ۽ سگريو

جي آگيا پائي انگد من ۾ خوش ٿيندو پرڀوءَ جن جو سمرڻ ڪندو لنڪا ۾
اچي پهتو، شهر ۾ پهچڻ شرط هنجي راوڻ جي هڪ سورهيه پٽ سان ملاقات
ٿي جو اتي راند ڪري رهيو هو، هن جو ڪن ڳالهين تان اچي پاڻ ۾ جهيڙو
ٿيو پيرباڻي راوڻ جي پٽ هنکي لت هڻي پر انگد کيس ٽنگن کان جهلي
ڪٺي زمين تي ڦٽو ڪيائين اهڙي طرح نوجوان سورهيه راڪش کي مرندو
ڏسي اتي پيٺل راڪشن جي همت ٽٽي پئي ۽ هو پنهنجي جان بچائڻ
لاءِ هيڏي هوڏي ڀڄڻ لڳا، انهيءَ ڊپ کان ڪير ڪنهن کي پنهنجو راز نه
پيو ٻڌائي- هر ڪنهن جي من ۾ اهوئي ياد هو ته هيءُ اهو ساڳيو ئي باندر
آهي جنهن اڳ ۾ لنڪا جلائي هئي، انهيءَ هراس وچان چوڻ لڳا ته هاڻي
الائي ڇا ٿيندو تنهنڪري انگد جيڪي به هن کان پڇيو ٿي سو ڊپ جي
ڪري ٻڌائيندا ٿي ويا، اهڙي طرح انگد ڌيري ڌيري پنڌ ڪندو اچي
راوڻ جي دربار وٽ پهتو اتي جا پيٺل دربان انگد کي ڏسي ڊپ کان ڏڪي
اندر پهچي ويا ۽ وڃي راوڻ کي ٻڌايائون ته ”وري اڳين وانگر هڪ باندر
لنڪا ۾ آيو آهي جو دروازي جي ٻاهران بيٺو آهي، راوڻ هڪدم دربان
موڪلي انگد کي اندر گهرايو. جنهن جي همت ۽ دهشت ڏسي راوڻ جا
سڀيئي درباري سڀا سڌ ادب سان اٿي بيهي رهيا. انگد راوڻ جي دربار
۾ اچي هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته ”اي راوڻ! مان ٻاليءَ جو پٽ انگد سري
رامچندر جو ايلچي ٿي توهان وٽ آيو آهيان، توهان جي منهنجي پتا سان
ڏاڍي مترتا هئي، تنهنڪري مان توهان جي ڀلائيءَ واسطي هتي آيو آهيان
توهان ودوان ويد شاستر جاڻندڙ مهرشي پلستيہ جا پوٽا آهيو ۽ پنهنجي تپسيا
ٻل سان شنڪر ڀڳوان کي راضي ڪري برهما کان امرگهه ور ورتا اٿو تنهن
هوندي به توهان ايمان ۾ پوڄي وشيه مڻين ٿي جو ڪجھ به اناچار ڪيو آهي
۽ شري رامچندر جي استري چورائي ڪٺي آيا آهيو سو تمام خراب ڪم ڪيو
اٿو، هاڻ توهان جو ڪلياڻ انهيءَ ۾ آهي ته ماتا سيتا کي عزت سان وٺي
ڏوليءَ ۾ چاڙهي وات ۾ گاهه ۽ ڳچيءَ ۾ ڪهاڙو وجهي سري رامچندر وٽ
هلي پنهنجا اپراڌ بخشايو، ڀڳوان رام ڏاڍو دئالو آهي سو اوس تنهن جا اپراڌ
ڪميا ڪندو. انگد جا اهي وچن ٻڌي راوڻ تمام ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ لڳو
اڙي نيچ باندر! تون مون کي اپديش ڏيڻ آيو آهين، تون مونکي سڃاڻين
[illegible] مان ڪير آهيان؟ جيڪڏهن تنهنجو رام اهڙو وڏو ٻاران هجي ها ته
[illegible] جنگ ڪرڻ لاءِ ڇو موڪلي ها؟ پر اڙي ڏسي مون کي عجب لڳو

سان ڪريسون ۽ لڙائيءَ ۾ سوپ پائون سڌ ٿيڻ وقت تمام گهوڙ گهمسان مچندو. ان ۾ دئيت راڪش پنهنجي مرضيءَ موجب روپ بڻائي اسان کي حيران ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. تنهن ڪري لڙائيءَ جي وقت سڀئي باندر پنهنجي ساڳئي روپ ۾ رهن ڪولي ۽ پنهنجي شڪل نه بدلائي جو نه هي راڪش باندر جو روپ ڌارڻ ۾ پنهنجي بي عزتي سمجهندا آهن ۽ اسانکي ۽ سڃاڻڻ لاءِ سولائي سان پنهنجي ۽ پرائي جو پتو پئجي سگهندو. انوقت باندر سڀئا لنڪا جي قلعي جون ڀتيون ۽ مضبوط دروازون ۽ انهن جي چوٽي پاسن کان اونهيون کاهيون ۽ سرنگون هيون ۽ پنيان راڪشن جي سڀئا تماو بيٺل ڏسي همن جا تندا وڏا هٿيار چڱيءَ طرح جاچي ڏسڻ لڳا. لنڪا ۾ انين ڏسڻ ۾ آيو جيئن ته راڪش يڌ لاءِ پوري تياري ڪيو بيٺا آهن ۽ توتارا ۽ ڍول زور سان وڄائي رهيا آهن اهو حال ڏسي باندر سڀئا کي وڏيڪ جوش پيدا ٿيو ۽ رامچندر ۽ سگرو جي جئه جئه ڪار جا آواز ڪرڻ لڳا. ان وقت وڀيشڻ ۽ راوڻ جي سڀئا ۽ هٿيارن سميت سڄو گهر جو ڀيد کولي چوڻ لڳو، راوڻ جي سڀئا ۾ انيڪ هاٿي انيڪ رٿ انيڪ گهوڙا ۽ اڪيچار راڪش آهن. انهن کي جيتڻ لاءِ وچتر پرنگ. سان يڌ جي رچنا ڪرڻ گهرجي. منهنجا منتري راوڻ جي يڌ جي تياريءَ بابت هيٺئو خبر ولي آيا آهن ته لنڪا جي چئني دروازن تي اندرجيت ۽ ٻين مکيه سپاهين کي بيهاريو اٿس ۽ پاڻ اتر دروازي جي رکيا جو ڪم پاڻ تي رکيو اٿس. وڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر باندرن لاءِ ٻه ڪي مورچي بندي ڪئي ته جيڪا سڀئا راوڻ جي سامهون ٿيٺي هئي تنهن جو سرومڻي انگدان پاڻ ليو. ان وقت جامونت هٿ ٻڌي سري رامچندر کي چوڻ لڳو هي پرڀو! جنگ ٿيڻ کان اڳ راوڻ کي ايلچي هٿان آخري جنگ ٽامو موڪلڻ گهرجي. اها صلاح سڀني کي وڻي ۽ شري رامچندر انگد کي چيو هي وير! تون راوڻ وٽ اسانجو ايلچي ٿي وڃ جڏهن ۾ اسانجو ڪم ٿئي ۽ هن جو ڀلو ٿئي. تون هن کي ائين چئج ته هي راوڻ! تون ايمان وس ٿي ٻيان ڪنهن ابراڌ جي رشين منين ديوتائن ۽ ٻين انيڪ راجائن کي ڏاڍو ستايو آهي ۽ تون منهنجي استري چورائي مونکي دک ڏنو اٿئي. جيڪڏهن تون سيتا کي عزت سان ولي اچي منهنجي آڏو ته مچندان ۽ التجا ڪرڻ ته ڇڏيندان نه مان توکي ڪل ۽ راڪشن سميت ماري پاڙ پٽي ڇڏيندس. هي دشت راوڻ جيڪڏهن توکي ٻنل جو گهمنڊ آهي سو يڌ جي ميدان ۾ اچي ڏيکار. سري رامچندر

ڪندل ۽ چتر ڪري ٻيا سو چڙ؟ سيمتي ڳلتين ۾ پئجي ويا اهيءَ ڪي اپسرو سمجهڻ لڳا. راوڻ جڏهن ڏٺو ته سڀني کي هراس ورتي ويو آهي تڏهن ڳالهه کي ٽاري چوڻ لڳو ته جيهن لاءِ هيءُ سر ڪانڌي ڏيڻ ۾ آنند هو پوءِ ڇا اهيءَ لاءِ مڪت ڪرڻ ڪري بدسوڻ ليندو آهي؟ چڱو هاڻي سڀئي پنهنجي پنهنجي گهر وڃو وڃي آنند ڪريو. راوڻ جي آڪيا پائي سڀڪو پنهنجي پنهنجي گهر هليو ويو. جڏهن وقت مندوديءَ جي ڪنن مان ڪندل ڪري پيا ۽ راوڻ جو به چتر ۽ مڪت ڪري پيو تڏهن مهل هنکي ڏاڍو عجب لڳي ويو سا هٿ جوڙي راوڻ کي چوڻ لڳي هي ڪرپانڌ! لوهين اهڙي ڪرامت ڏسندي اسان جي ڪي منش سمجهي من ۾ همت رکي ويٺا آهيو تڏهن ڪري لوهين رامچندر سان وير ڇڏي وڃي هن جي شرڻ وٺو. هو پڪ لوهان جو ڪيل پاپ معاف ڪندو. لوهين سچ ڄاڻي مونتي وشواس ڪريو ته رامچندر ساڪيات وشو روپ پرماتما وشڻو آهي اهو لي ڀڳوان پرلوي جي بار لاهڻ لاءِ هاڻي رام منش روپ ۾ پرگهٽ ٿي هت آيو آهي تڏهن ڪري هي ناٿ! لوهان هن سان وير وروڌ نه ڪريو، جيهن جي همت ۾ ڪال ڪرم ۽ پراڻين جي ڏور آهي تيهن رام جي وڃي شرڻ وٺو.

مندوديءَ جا اهي وچن ٻڌي گهمنڊي راوڻ کلي چوڻ لڳو، هي پياري مان تنهنجي سڀاٽب چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿو ته اهيءَ اهالي سان منهنجي دشمن جي وڏائي ڪري هنجي ال ۽ پراڪرم جي ساراهه ڪري رهي آهين. هي مرگ ارچي! تنهنجي ڳالهه جي چترائي ۽ ڏاڍي ڳوڙهي آهي، تنهنجي ڳالهه ۾ به مطلب وڪيل آهن، پرڻ مان ڊپ ۽ سمجهڻ مان سکر. پتيءَ جا اهي وچن ٻڌي مندوديءَ جي من ۾ پڪ ٿي وئي ته هيٺئر منهنجي پتيءَ جي سر تي ڪال سوار ٿيو آهي جو ٻڌي ناس لي وئي اٿس. جيتوڻيڪ برساتين پرندانون تون وهن پر ڪاٿي ۾ گل ڪڏهن به پيدا نه ٿيو آهي تئين برهما جهڙو گرو ملڻ تي به مورک هرگز سمجهڻ جهڙو نه آهي.

## آنگد ۽ راوڻ سنواد

صبوح ٿيندئي سري رامچندر پنهنجي سڀني منترين کي گهرائي صلاح ڪرڻ لڳا ته هاڻي اسانکي ڇا ڪرڻ گهرجي، سري رام چوڻ لڳو، هي ٻاٻاءِ واوڻ پنهنجي ايمان ۽ ڪام وس ٿي پنهنجي هٿن سان پنهنجي ڪل جو ناس ڪرڻ چاهي ٿو هاڻي اسان ٻاڻ ۾ ملي ڪري پنهنجي ڪاره کي همت

جا اهڙا ڪروڙ ٻڌڻ وچن ٻڌي منتري چوڻ لڳو، هي راجن! هيءَ مهنجي
ٺيڪ صلاح توهانکي هن وقت ڪڙي لڳندي ٻر ٻسوءِ امرت سمان مٺي
لڳندو. منتريءَ جا اهي وچن ٻڌي راوڻ ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري پنهنجي گه
هليو ويو.

## رام جو تير هڻي راوڻ جو ڇتر مڪٽ ڪيرائڻ

شام جو سج لهڻ وقت راوڻ پنهنجي زال مندودريءَ سان گڏجي پنهنجي آکاڙي ۾ آيو. اهو آکاڙو هڪڙي سندر ٻراٽ تي ٺهيل هو جنهن جي سونهن سرپيا ديوراج اندر جي آکاڙي کان به هزار ڀاڱا وڌيڪ هئي ان آکاڙي ۾ راوڻ کي آيو ڏسي گندرو چارڻ ۽ ڪنر راوڻ جي استتي ڪرڻ لڳا ۽ اپسرائون نچڻ لڳيون سريلا ساز وڄڻ لڳا، اهڙي آنند ۾ مندودريءَ سان گڏ ويٺل سک ڀوڳڻ لڳو.

هيڏانهن شري رامچندر لنڪا ڏسڻ جي اڇا سان ڀڳوان رام هنومان جي ڪلهي تي ۽ لڪشمڻ انگد جي ڪلهي تي ويٺي هن وڏي ٻراٽ تي چڙهي ويا اتي هنن ڏٺو ته لنڪا ٻوري تمام سهڻي سندر ٻوري آهي جنهن ۾ انيڪ قسمن جا جهنڊا ۽ وچتر سون جا ٺهيل محلات جي سونها ڏئي رهيا آهن ۽ سيني ٻاسن کان ڪاهيون لوڏون سرنگهن سان سينگاريل آهي ۽ راوڻ جي راج ڀون مٿان شاهي آکاڙو آهي جنهن ۾ منترين سان گڏ راوڻ ۽ مندودري ويٺا آهن. گندرو چارڻ ۽ ڪنر راوڻ جي استوتي ڪري رهيا آهن، اپسرائون نچي رهيون آهن ۽ سريلا ساز وڄي رهيا آهن ۽ راوڻ جي ڏهن ئي سرن تي ڏهه مڪٽ سونها ڏئي رهيا آهن جنهن جو سرار بادل سمان ڪارو هئو.

هيڏانهن سري رامچندر، راوڻ ۽ مندودريءَ کي ويٺل ڏسي تمام ڪروڌ ۾ ڀرجي لڪشمڻ جو کڻي آيل ڌنش هٿ ۾ ڪيو. هن جي سر تي مڪٽ پيل پنهنجي ٺيڪ منترين سان ويٺو هو سو ڀڳوان رام اک ڇنڀ ۾ هڪ اڌ ٻاڻ سان راوڻ جا هزارين سفيد ڇٽ ۽ ڏهه مڪٽ ۽ مندودريءَ جا ڪنڊل اڏائي ڇڏيا اهو حال ڏسي راوڻ ڏاڍو اچي ٿيو ٻسر انهيءَ ٻڌ جي ڪل ڪنهن کي ڪانه پئي. سري رامچندر جو تير اهو ڪم ڪري وري موٽي اچي پنهنجي ترڪش ۾ پيو. راوڻ جي آکاڙي ۾ ويٺل ساري سڀا اها وڏي عجب جهڙي ڳالهه ڏسي ٻچي ويئي ۽ ٻاڻ ۾ چوڻ لڳا ته نڪا ترلي ڏڏي ۽ نڪو ڪو اوڏو ئي آيو ۽ نڪو ڪو هٿيار ئي ڏسڻ ۾ آيو. ٻوءِ جو هيءُ

لڙائيءَ جي ٻاري ۾ پهچڻ لاءِ توهان جو مطلب ته الائي ڇا آهي؟ توهان کي ڇو
اچي ڏپ لڳو آهي ۽ ڇو ته توهان ويچار ڪري ڏسو ته، ٻاندر ۽ رڇ ۽ مڙس
آهن ته، اسانجو کاڄ آهن ۽ ڪو هڻڻ جي اهڙي جي ڊپ آهي، تڏهن ڪنان ڀوءِ
پرهست نالي منتري، جنهن جوڙي چوڻ لڳو هي راڄن! توهين هي منتريان
جي چوڻ تي متان ڪي ڪجهه ڪرڻ اهين ڪرڻ سان توهان جو ڀلو ٿي
ليندو مان سمجهان ٿو ته منتريان جي مت اچي کٽي آهي جو توهان کي
خوش ڪرڻ لاءِ اهڙيون صلاحون ڏئي رهيا آهن هونءَ ته ٻاندر اسانجو
کاڄ آهن، پر هي لنڪا پتي راوڻ! جڏهن وقت هڪڙي ٻاندر سڄي
لنڪا کي جلائي ۽ شهر ۾ هاهاڪار مچي ويو هو، گهرگهٽين زالن جا ڏپ کان
گرڀ ڪري پيا ۽ مائٽون پنهنجي ننڍن ٻالڪن کي روئندو ٿي، پيڪهن
۾ چڙهي هليون ويون ۽ پاڻ پيڻ کي پيءُ پت کي ۽ زال مڙس کي مڙس
زال کي اهڙيءَ مصيبت جي وقت ۾ اڪيلو ڇڏي هليا ويا تڏهن ٻڌايو ته
توهان جا اهي ڀلوان راڪش منتري (جن جو ٻاندر کاڄ آهن) ڪيڏانهن ڀڄي
ويا هئا؟ ان وقت ڇا انهن جو همت پرايل هو؟ يا ڏپ کان گهر مان ٻاهر
نٿي نڪتا ان وقت ته مڙس جو ساهه لي مٺ ۾ لي اچي ويو هئو. جو هڪ
ٻاندر کي به ڪجهه نٿي ڪري سگهيا هميشه ويٺا آهن ڪوڙيون ٻاڪون هڻڻ.
هي راوڻ! شڪ دليت جي چوڻ موجب اسانکي اهين معلوم ٿيو آهي ته
جيڪو ٻاندر اسان وٽ آيو هو سو ٻين ٻاندرن کان هر ڪنهن ڳالهه ۾ اصل ۾
گهٽ هو، پر جڏهن وقت هڪڙي ٻاندر ناڪڙو وجهي ڇڏيو هو تڏهن مهل
سڀئي مهاٻلوان راڪش ڪونه نڪتي ٻليءَ کي ڏسي وڃي ٻرن ۾ اڪا هئا،
پر اها ڳالهه ته جڏهن وقت ساري سينا ٻاندرن جي هت ايندي تڏهن
مهل ڇا ٿيندو؟ اهو ويچار توهان کي پنهنجي من ۾ ڪرڻ گهرجي. توهين
ٻاڻ سياڻا آهيو سو توهان ويچار ڪري ڏسو جن هڪ سڙ ٻرجن سمنڊ متان
پل ٻڌي آهي تنهن کي توهين مڙس سمجهو ويٺا آهيو ڪنهين ته؟ هاڻي
جيڪڏهن پنهنجو ڀلو چاهيو ته هميشه لي هڪ دوت موڪلي ان کي ڇڪي
طرح سمجهائي جانڪيءَ کي ڏوليءَ ۾ چاڙهي عزت سان وڃي شري رامچندر
جن وٽ پهچائي اچو، هي راوڻ! جيڪڏهن توهين ٿيءَ ايڪ صلاح مڃيندا
ته توهان جو پنهنجي پاسي ناموس ڳاليندا. پرهست منتريءَ جا اهي وچن ٻڌي
راوڻ چوڻ لڳو هي منتري! شاباس آهي تنهنجي عقل ۽ دماغ کي مون
سمجهو ته تو جهڙي ويو پرش کان مونکي ضرور ڪا سٺي دل وڻندڙ صلاح
ملندي، پر هاڻي پڪ ليو ته تون به منهنجي دشمن سان مليل آهين. راوڻ

آيو آهي، سو اهڙو نہ گهبرائجي ويو جو انهيءَ ڪري ڏهن مکن سان ڳالهائي ڇوڻ لڳو نہ ڇا ٿيڻ جي پٺيءَ سمجهہ ، هن کي رستو ڏنو، راوڻ کي لوڙي ڏهہ مکہ هئا پر ڳالهائيندو رڳو هڪ سان هئو، ڇاڪاڻ نہ هنکي ڪنهن رشيءَ سراپ ڏنو هو نہ جڏهن وقت تون ڏهن مکن سان ڳالهائيندين تڏهن تون پنهنجو موت ڄاڻج. نيٺ من کي ڌارج ڏيئي ڪلندو گهر آيو.

ان وقت مندودريءَ راوڻ جي زال کي ، خبر ملي ڇڪي هئي نہ راڻدر سيتا هٿ پهچي ويئي آهي سا هٿ جوڙي راوڻ جي پيرن لڳي ڪري اکين مان ڳوڙها ڳاڙهي چوڻ لڳي ، هي ناٿ! چوٽي آهي نہ وير پاءَ ان سان رکجي جو پهنجي ارار هجي ، جڏهن کي پهنجي پل پڌيءَ سان جيتي سگهجي، پر سچ پڇو نہ سري رامچندر ۽ توهان جي وچ ۾ اتيرو فرق آهي جيئن سورج ۽ ڏئي جي وچ ۾ ليندو آهي . جڏهن ايشور ڪيئين وير پلوان دئيت ماريا ۽ مها پلوان دتيءَ جا پٽ هرڻا ڪيشپ ماريا ۽ سهسر باهو کي مارار جنهن راجا پليءَ کي پڌي ڇڏيو، اچ اهوئي ايشور منش روپ ۾ پرٿويءَ جو اسار لاهڻ لاءِ مرليو لوڪ ۾ آيو آهي تنهن ڪري هي ناٿ! پهنجو پلو ڄاڻي سيتا رامچندر کي موٽائي ڏيو ۽ پهنجو راڄ پاڳ پٽن کي ڏيئي وڃي پريوءَ جي شرن وٺو. هو پڪت وتسل ڀڳوان رام اهڙو نہ دئيالو آهي جو توهان جي شرڻ وٺڻ سان پڪ ڄاڻو نہ توهانجو ڪيل گناهہ ضرور معاف ڪندو، هي پراڻ پتي! جڏهن ايشور جي درشن ڪرڻ لاءِ ڪيئين وڏا وڏا رشي . مني ۽ اوگي ، اوگہ پچائين ٿا ۽ چڪروتي راجائون پهنجو راڄ ڇڏي ڏين ٿا ، سوئي پريو سري رامچندر منش روپ ۾ خمت توهان وٽ لنگهي آيو آهي تنهن ڪري هي ناٿ! آءٌ توهان کي هٿ جوڙي وينتي ٿي ڪريان نہ توهين هيمشہ ٿي وڃي سري رام جي شرڻ وٺو جيئن منهنجو سهاڳ نہ وڃي. مندودريءَ جا اهي وچن پڌي دشٽ راوڻ ايمان سان چوڻ لڳو نہ هي سندري! مون جهڙو ٻيو ڪير آهي. مون تي پهنجي پانهن جي پل سان ورڻ ڪبير ۾ ڪال ۽ پيا انيڪ وير پلوان جيتيا آهن تنهن هوندي ، توکي الائي ڇو اچي ڀپ ورايو آهي! اهڙي طرح پهنجي زال مندودريءَ کي سمجهائي راوڻ هڪدم راڄ درٻار ۾ هليو ويو. درٻار ۾ اچڻ شرط راوڻ پهنجي منترن کان صلاح پڇڻ لڳو هي وارو! ٻڌايو نہ هن وقت ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ڇو نہ دشمن ، اسانجي ملڪ ۾ پهچي ويا آهن جنهن ڪري انهن سان لڙائي ڪهڙيءَ طرح ڪرڻ گهرجي ؟

تڏهن منتري چوڻ لڳا نہ هي راجن! توهين جو هر گهڙيءَ اسان کان




## نل ۽ نيل جو سمنڊ تي پل ٻڌڻ



سري مهادېو چوڻ لڳو هي پاروتي! سيتو بند پل شروع ٿيڻ وقت ٻانرن سهڻو سندر رمڻيڪ استان ڏسي راميشور مهادېو جو مندر قائم ڪري سرشٽ رشين مُنين کي گهرائي ان جي پوڄا ڪري لوڪن جي ڀلي لاءِ چوڻ لڳو ته جيڪو پُرش راميشور شو ٻانرن جو درشن ڪري سيتو بند کي پرڻام ڪندو سو مونهجي ڪرپا سان سهجي ڀانءِ ڪان ڇٽي ونڪنٺ هليو ويندو. جيڪڏهن ڪو ٻي پُرش سيتو بند ۾ سنان ڪري راميشور مهادېو جو درشن ڪري وري سنڪلپ ڪري ڪاشيءَ ۾ وڃي اتان گنگا جل کڻي اچي راميشور تي چاڙهي ان جل ٻاهر کي سمنڊ ۾ وجهي ڇڏي ته سو مُنش برهم کي پراپت ڪري ته ان ۾ ذرو به شڪ نه آهي. تنهن کانپوءِ سگرين ۽ لڇمڻ سميت سري رامچندر نل ۽ نيل انهي ٻالڪن ڪتي اهن ٻانڌرن جي مدد سان پل ٻڌڻ جي آگيا ڏني. تڏهن نل ۽ نيل خوش ٿي سري رام جو من ۾ ڌيان ڪري وڏا وڏا پٿر ۽ وڻ ڪڍ ڪري سمنڊ ۾ اڇليندا ويا. اهي پٿر ۽ وڻ سري رامچندر جي پرتاپ سان سمنڊ ۾ تري رهيا هوا. اهڙي طرح نل ۽ نيل ٻين ٻانڌرن جي مدد سان پهرين ڏينهن چوڏهن يوجن پل ٺاهي تيار ڪئي. ٻئي ڏينهن ويهه يوجن، ٽئين ڏينهن ايڪويهه يوجن، چوٿين ڏينهن ٻاويهه يوجن، پنجين ڏينهن ٽيويهه يوجن سمنڊ مٿان پل تيار ڪئي. اهڙي طرح ٻانڌرن جلد ئي هڪ سؤ يوجن ڊگهي پاڻيءَ ۾ ترندڙ ۽ مضبوط پل ٺاهي. سري رامچندر اهڙي هڪ مضبوط پل ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ ساري سينا کي حڪم ڪيائين ته هاڻي ٻي ڀاڳ ٿي پار لنگهي هلو. اهڙي طرح سان ڪي پل تان ڪي آڪاش رستي هلندا اچي پار پهتا.

## منڌودري جو راوڻ کي سمجهائڻ

هيڏانهن راوڻ جڏهن ٻڌو ته سري رامچندر سينا سميت سمنڊ پار ڪري

طرح جانور کي لت هڻي سان جانور چڱي طرح سڌو رستو وٺي هلندو آهي تهڙي طرح مون جهڙي مورک جيو لاءِ نه ڏنڊ نيتي سڱين رستي تي پهچائيندو هي پڪيمت ونسل ڀڳوان توهين شرناگت وڪشڪ مان توهانجي شرڻ آيو آهيان توهان مونکي جيئيدان ڏيو مان توهان کي لنڪا وڃڻ لاءِ رستو ڏيندس تڏهن سري رامچندر چوڻ لڳو ته هي سمنڊ ٻاڻ اچايو وڃڻ وارو نه آهي تنهن ڪري هن کي ڪهڙي پاسي هڻان، جلدي مونکي هن امونگهه ٻاڻ جو لکيه ٻڌاءِ. رام جا اهي وچن ٻڌي انهي هڻن ۾ مها ٻاڻ ڏسي مها ليچسوي سمنڊ رگهنات کي چوڻ لڳو هي راما اتر پاسي ڏرم ڪليه نالي هڪ داس آهي اتي ڪيترا پاپي جيو رهن ٿا. اهي مونکي رات ڏينهن ستائين ٿا. هي راما توهين پنهنجو ٻاڻ اوڏانهن هڻو تنهن ڪان پوءِ ڇڏيل رام جو ٻاڻ هڪ ڪڻ ۾ ئي انهن پاپي جيون کي ماري وري ترڪش ۾ موٽي آيو. تڏهن سمنڊ رگهنات کي نماڻائي سان چوڻ لڳو هي راما وشو ڪرما جا پٽ نل ۽ نيل منهنجي جل جي مٿان پل جو نرماڻ ڪن، اهي سياڻا باندر رشي ور جي پرتاءُ سان هن کي هن ڪارڻ ڪرڻ جي همت آهي نه ڪارڻ شيءِ اهي سمنڊ ۾ اڇلائيندا ته اها مٿان پئي ترندي. انهيءَ ڪري انهن باندرن کان پرانت جيڏا وڏا پٿر سمنڊ ۾ اڇلارايو اهڙي طرح جسو هڪڙي وڏي پل ٺهي پوندي پوءِ مان به پنهنجي شڪتي آهر مدد ڪندس. انهيءَ مان سڀيئي لوڪ توهان جو سنسار ۾ ڪيرتي جس ڳائيندا. اهڙي طرح سمنڊ سري رامچندر کي چئي انتر ڌيان ٿي ويو.

هري اوم تت ست تلسي ڪرت رامائڻ
شو پاروتي سنواد سندر ڪانڊ
سنسار ساگر روپي پنجون ڏاڪو سماپت.

— سلوڪ —

تلسي هن سنسار ۾ ٽن ڳالهين جو سار
ست سنگ ۽ هري ڀڄن ڪر سدا پر اپڪار
ڪام ڪروڌ مد لوڀ جي جنهن جي من ۾ کاڻ
سو پنڊت ۽ مورک ٻئي جاڻو هڪ سمان
تلسي جڳ ۾ آڪي ڪرهو ٻئي ڪام
رام ڀڄن ڪر مک سان هٿ سان ڏي ان دان.

جا ساگر آهن جي شرڻ آئي کي اڀو ڏيندا، تنهن کان سواءِ مون پنهنجي
پتا پلستيہ رشيءَ جي واتان اِهين ٻڌو هوم تہ ترپتا يگ ۾ سري ڀڳوان پاڻ
منش روپ ڌاري رگهوڪل ۾ اوتار وٺي هيٺ ايندا جتي ڀڳوان جو درشن
ڪئين جنمن جي گڏ ٿيل پُڻ ڪرڻ کان پوءِ، مشڪل ملي ٿو، سو جڏهن
مون کي ترپتا يگ ۾ سندس شرڻ وٺڻ سان جلدئي ملي وڃي تہ پوءِ مان
ڪيئن نہ هن سرير کي ناسونت ڄاڻي، تن من سان ڀڳوان جو پريم ڀڳتيءَ
سان ڌيان ڪريان!. اهي وچن ويڀيشڻ جا ٻڌي لڪشمڻ پرسن ٿي ويڀيشڻ
کي ڏاڍي سڪ مان کڻي ياڪر پائڻ ۽ گلي لڳائي چوڻ لڳو، هي ويڀيشڻ!
اسين سڀيئي ڀڳوان رام جا داس آهيون، تون اسان سڀني ۾ مکيہ آهين ۽
ڄاڻ تہ تو فقط ڀڳتيءَ سان شرڻ ورتي آهي هاڻي توکي راوڻ جي ناس
ڪرائڻ ۾ اسانجي سهائتا ڪرڻ گهرجي تڏهن ويڀيشڻ هٿ جوڙي چوڻ لڳو
تہ مان تہ پرماتما رام جي سهائتا ڪري سگهندس مون کان جيڪي ڪجهہ
ٿيندو سو ڀڳتي ڀاو سان ان جي سيوا ڪندو رهندس.

## شڪ راڪش دوت ٿي راوڻ جو سنديشو کڻي اچڻ ۽ سگريو کي ٻڌائڻ

ان وقت راوڻ جو موڪليل دوت شڪ نالي دليت آڪاش ۾ اڏي
سگريو کي چوڻ لڳو، هي راڄن! راڪش راڄ راوڻ توکي چيو آهي تہ تون
مون کي پنهنجي ننڍي ڀاءُ سمان آهين ۽ تون وڏي ڪل ۾ پيدا ٿيو آهين
۽ ٻاندرن جو راڄا آهين، مون تنهنجو ڪجهہ بہ نہ بگاڙيو آهي جيڪڏهن مون
ڪنهن راڄڪمار جي استري کڻي چوري ڪئي آهي تہ انهيءَ ڳالهہ ۾
تنهن جو ڇا؟ تنهن ڪري تون پنهنجي ٻاندرن سميت ڪشڪندا موٽي وڃ،
لنڪا کي حاصل ڪرڻ تہ ديوتائن کي بہ مشڪل آهي. شڪ جڏهن اهو
سنديشو ٻڌائي رهيو هو ان وقت ٻاندرن هن کي مارڻ لاءِ هڪدم اچل
کائي پڪڙي ورتو ۽ مڪن سان مارڻ لڳس تڏهن شڪ سري رام کي چوڻ
لڳو هي راجيندر! ڪيائي پرش دوت کي ڇا ماريندا آهن، تنهن ڪري هي
پريا! هنن ٻاندرن کي جهليو. شڪ جا اهي ديا سان ڀريل وچن ٻڌي سري
رامچندر چيو هن کي نہ ماريو اِئين چئي ٻاندرن کي روڪي ڇڏيو، تڏهن
شڪ وري آڪاش ۾ وڃي سگريو کي چيو، هي راڄن! مان وڃان ٿو راوڻ
کي توهان جي ٻاري ۾ ڪهڙو جواب ڏيان، تڏهن سگريو چوڻ لڳو تہ راوڻ کي
چئجانءِ تہ جهڙي طرح مون پنهنجي ڀاءُ ٻاليءَ کي ماريو آهي، هي راڪش!

هي رگھونندن! مان نه توهان جي چرڻن جو درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿيو آهيان مون جو ڪجھ چاهيو ٿي سو مونکي ملي ويو. هي رام! توهان جي منوهر مورتيءَ جو ساڪيات درشن ڪري اڄ منهنجي سمان ڪوئي ڀاڳيوان نه هوندو. هي رگھونندن! ڪرم ٻنڌن کي نشٽ ڪرڻ لاءِ توهان مونکي ڀڳتيءَ مان پرايم ڀيٽ واڙو گيان ڏيو. هي پڀو! مون کي سک جي اڇا نه آهي مان نه اهڙي چاهيان ٿو ته توهان جي چرڻن ڪملن ۾ سدائين پريم ڀڳتي ٻڌي رهي. تڏهن سري رامچندر پرسن ٿي چوڻ لڳو. هي ڀڳت! جيئن تون چاهين ٿو سو ائين ٿي پيندو. هي وڀيشڻ! تون سدائين شانت ۽ پاپ کان پري رهي ڪري منهنجو ڌيان ڪرڻ سان گھور سنسار ساگر کسان پسار ٿي ويندين. وڀيشڻ کي ائين چئي ڀڳت وتسل سري رام لڪشمڻ کي چوڻ لڳو. هي لڪشمڻ! هيءَ سمنڊ منهنجي درشن جو ڦل ڏس، تون سمنڊ مان جل ڪڍي اڄ مان هن کي لنڪا جو راڄ تلڪ ڏيڻي ٿو چاهيان جيستائين چنڊ سورج ۽ ڌرتي قائم آهي ۽ جيستائين لوڪ ۾ منهنجي ڪٿا رهندي تيستائين هيءَ لنڪا جو راڄ ڪندو. ائين چئي لڪشمڻ کان ڪلش ۾ جل گھرايو ۽ منترن ۽ لڪشمڻ جي هٿان ان کي لنڪا جو راڄ ڏنو.

## لڪشمڻ ۽ وڀيشڻ سنواد

وڀيشڻ کي راڄ تلڪ ڏئي ڏسي لڪشمڻ وڀيشڻ کسان پڇڻ لڳو. هي لنڪيش! سنسار ۾ گھڻو ڪري ڪري ماڻهو چڱي جي صحبت ۾ رهي چڱو ڦل پائيندو آهي پر تون راڪشن جي ڪل ۾ جنم وٺي ۽ راڪشن جي صحبت ۾ شاهن گڏ رهي توکي جا اهڙي ٻڌي آئي سا ڪهڙي اسـ ڪهڙي جهڙي ڳالهه آهي. هي وڀيشڻ! اها ساري حقيقت ڪري ڪري ٻڌاءِ ته تو ڪهڙو ورت ايم يا جپ تپ ڪيو آهي جنهنجي ڪري پرهلاد ڀڳت وانگر راڪشن جهڙي ونش ۾ جنم وٺي اهڙي اُم پدويءَ کي پاتو آهي. تڏهن وڀيشڻ هٿ جوڙي چوڻ لڳو، ”هي ويرا جنهنتي ايشور جي ڪرپا ٿيندي آهي سو ڪٿي ڪهڙو اسم يا پاپي هجي، تڏهن به اوچي پدويءَ کي پائي سگھندو آهي.“ مون نه اهڙو ڪو به شڀ ڪرم جپ تپ ڀڳتي ورت ايم ڪيو آهي، جنهن جو مان وڏائيءَ سان ورڻن ڪريان، پر هاڻ هڪڙي ڳالهه ياد آهي جو مون پنهنجي ٻاري ڀاءُ راوڻ کي سندس ڀلائيءَ لاءِ آنند ڏيندڙ ستر پڙهايو ۽ ائين به چيو هوس ته هي راوڻ! تون ايمان جڏي هڪدم وڃي پرڀوءَ جي شرڻ وٺ. جاڪاڻ ته مان ڄاڻان ٿو ته پرڀو جن دنيا

## وڀيشڻ جو سري رامچندر جي شرڻ ۾ اچڻ

شري مهاديو چوڻ لڳو هي ڀاروتي! تنهن کان پوءِ وڀيشڻ پنهنجي چئن منترين سان گڏ آڪاش مان هيٺ لهي شري رامچندر جي سامهون اچي بيهي رهيا ۽ هٿ جوڙي مٺيءَ واڻيءَ ۾ چوڻ لڳا هي ڪمل نين رام! مان توهان جي استري چوراڻ واري راوڻ جو ننڍو ڀاءُ وڀيشڻ آهيان، مونکي ڀاءُ گهر مان ڪڍي ڇڏيو آهي انهيءَ ڪري مان توهان جي شرڻ آيو آهيان. هي ديوا! مون هن کي نيڪ صلاح ڏني ۽ ان کي چڱيءَ طرح سمجهايم ته اوهين سيتا رام کي موٽائي ڏي، پر ڪال جي وس ۾ هٺ ڪري هن ڪجهه به ٻڌڻي نٿو. هن وقت هو راڪش ظالم مون کي مارڻ لاءِ تلوار کڻي ڊوڙيو تڏهن مان ڊپ کان هڪدم چئن منترين سان سنسار جي ٻنڌڻ کان مڪت ٿيڻ لاءِ توهان جي شرڻ آيو آهيان. وڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي سگريو چوڻ لڳو هي رام! هن مايا وي راڪش تي ڪجهه به وشواس نه ڪجو، جيڪڏهن ٻيو ڪوئي هجي ها ته خاص چنتا جي ڳالهه نه ٿئي ها پر هي ته راوڻ جو ننڍو ڀاءُ آهي ۽ ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي هيءُ پنهنجي هزارين منترين سان ڪنهن وقت ايڪانت ۾ اسان کي ماري ڇڏيندو، تنهنڪري هي پرڀو! مون کي آگيا ڏيو ته مان هن کي ٻانڌرن هٿان مارائي ڇڏيان. سگريو جا اهي وچن ٻڌي رام چوڻ لڳو، هي ڪپي راج! جيڪڏهن مان چاهيان ته هڪ اڌ پل ۾ ٽنهي لوڪن کي نشٽ ڪري سگهان ٿو ۽ هڪ اڌ پل ۾ سڀني کي رچي سگهان ٿو. تنهن ڪري تون ڪنهن به ڳالهه جي چنتا نه ڪر. اهو منهنجو نيم آهي جو هڪوار **منهنجي شرڻ ۾ اچي ٿو ته مان تنهن جو آهيان،** سان ان کي سڀني ڀئن کان (اڀي ڏيو) نرڀئه ڪري ڇڏيان ٿو. شري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي سگريو پرسن ٿي وڀيشڻ کي وٺي سري رامچندر سان مليو. وڀيشڻ ڀڳوان کي پرڻام ڪري هٿ جوڙي استوتي ڪرڻ لڳو، هي راجيشور رام! توکي نمسڪار آهي، هي سيتا جي من ۾ رمڻ ڪرڻ وارا! توهان کي نمسڪار آهي، هي ڀڪت وتسل ڀڳوان! توهان کي وار وار نمسڪار آهي، هي پرڀو! مان تنهنجي چرڻ ڪمل جي شڌ ڀڪتيءَ روپ ڏاڪڻ تان گيان اوگر ناري راڄ پڻ جي چوٽيءَ تي چڙهڻ ٿو چاهيان، توهان هن سنسار ساگر کان منهنجي رکيا ڪريو. تڏهن ڀڪت وتسل ڀڳوان رام پرسن ٿي چوڻ لڳو، وڀيشڻ! تنهنجو ڪلياڻ ٿئي. مان توکي ور ڏيڻ چاهيان ٿو تنهنڪري جيڪا تنهنجي مرضي هجي سو ور گهر. وڀيشڻ چوڻ لڳو،

ڪان ۽ وڏيڪ ڪرڻ ڏسي سڀني منترن کي گهرائي لڄ ڪان ڪند هيٺ
ڪري چوڻ لڳو ته هنومان جو ڪجهه ۽ ڪم ڪيو آهــي سو توهان سڀني
ڏٺو ئي آهي، ان لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي. راوڻ جا اهي وچن ٻڌي
راڪش چوڻ لڳا هي ديوا توهان کي وار مان ڪهڙو ڊپ آهــي توهان ته
ٻڌ ۾ سڀني کي جيتي ڇڏيو آهي، توهان جي ٻٽ اندر کي ٻڌي راجدانيءَ
۾ وٺي آيو ۽ توهان خود ڪبير کي جيتي ان جو پشپ وِمان کڻي آيا، هي
راجن! توهان يمراج کي ۽ جيتي ڇڏيو آهي تڏهن ڪري ڪال جي ڏنڊ جو
۽ توهان کي ڊپ ڪونهي ۽ ميا سور دليت ۽ ڊپ کان توهانکي پنهنجي
ڪميا ڏيڻي اچ ڏيدهن ناهين توهان جي آڏان آهي ۽ هنومان جو ڪجهه ڪم
ڪيو آهي اهو اسان جي غلطيءَ ڪان ٿيو آهي اسان ان کــي معمولي باندر
سمجهي ڇڏي ڏنو نه ته اسان جو ڇا بگاڙي سگهي هــا، جيڪڏهن اسان
جي خبردار نه هجڻ ڪري جي هنومان اسان جو نقصان ڪري ويــو آهي
ته ان ۾ ڇا ٿيو، توهين اسان کي آگيا ڏيو ته اسين هيئر وڃي باندرن سان
ڀرئل ڀرٿويءَ کي خالي ڪري اچون. تڏهن ڪان ٻوءِ ڪيڪرڻ راوڻ کــي
چوڻ لڳو هي ڀتاجي! توهان جيڪو وچار سوچيو آهــي سو سڀ ڀاڱڻ کي
ناس ڪرڻ لاءِ آهي، وڏا ڀاڳ تڏهن جا آهن جو سيتا کــي چورائڻ وقت
سري رامچندر توهان کي نه ڏٺو هئو، هــي راوڻ جيڪڏهن ان وقت رام
توهان کي ڏسي ها ته توهان جيئرا جاڳندا ڪرڻ اچو ها. رام ڪوئي راجي
منش نه آهي، هو ساکيات نارائڻ آهي ۽ جانڪي ماتا ساکيات لڪشمي
آهي، ان سمنڊرءَ کي توهان پنهنجي راڪش ڪل کــي ناس ڪرائڻ لاءِ
ڪڻي آيا آهيو، هاڻي الانجي اڳتي ڇا ٿيندو؟ جيڪڏهن توهان اڻ جاڻائيءَ
۾ ڪم ڪيو آهي ته هاڻ شانت ۾ رهو مان ٻانهي ڪم ليڪ ڪري ڇڏيندس.
ڪيڪرڻ جا اهي وچن ٻڌي ميگهنات چــوڻ لڳو ڀتاجي! توهان مونکي
آگيا ڏيو ته مان هيئر وڃي لڪشمڻ سميت رام سگريو ۽ سڀني باندرن کي
ماري جهٽ موٽي اچان.

## وڀيشڻ ۽ راوڻ سنواد

الهيءَ وقت ڀڳوان جــو مکيه ڀڳتمان ڀڳت وڀيشڻ جنهن جــي من جــي
ورتي سري رامچندر جي چرڻن ۾ لڳل هئي اٿي آيو، ديو شترو راوڻ کي
پرڻام ڪري ان جي پرسان واهي رهيو اٿي واهي راڪشن کــي جتائي ڏنو
. سڀني جي ٻڌي پرشٽ ۽ ملڻ لئي واڻي آهي ۽ راوڻ ۽ ڪام وس ڪاهي

موں کي وشواس آهي ته توهان جي درشٽي پوڻ سان ئي لنڪا هڪدم ڀسم ٿي ويندي. هي ديوشورو! هاڻ هلڻ جي تياري ڪريو! اسان سڀئي مهاٻلوان وير ٻانرن جي سينا وٺي سمنڊ جي ڪناري تي هلون. هنومان جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر چوڻ لڳو ”هي سگريوا! هن وقت سڄي سينا کي هتان هلڻ جي آگيا ڏيو.“ سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي سگريو پنهنجي سينا کي تياري ڪرڻ جو حڪم ڏنو. حڪم ملندي ساري سينا هڪدم تيار ٿي هلڻ لڳي، سري رامچندر هنومان جي ڪلهي تي چڙهي ۽ سگريو به رام سان گڏ هلڻ لڳو. پٺيان لڇمڻ انگد جي ڪلهي تي چڙهي هليو ۽ ٻيا وير ڪيج، گواڪش، نل، نيل، سشين ۽ جامبونت دشمن کي ناس ڪرڻ وارا ٻيا به سيناپتي ۽ سينا هلڻ لڳي. ڀڳوان رام سگريو سان گڏ سينا جي وچ ۾ هلڻ لڳو. سڀئي ٻانر ڪپراج جي سمان مرضي موجب روپ ڌارڻ وارا هئا. اهي سڀئي تيز رفتار سان ڪڏندا ٽپندا گجندا قل قول ڪاٽيندا ڏکڻ پاسي هلڻ لڳا. انهي مهل اڪيچار سينا سڄي ڌرتيءَ کي ڍڪي ڪري هلي رهي هئي. ٻانر پنهنجو پڇ لوڏيندا ۽ وڻن کي اکيڙيندا پهاڙن تي ٽپا ڏيندا هوا. جي ڏور سان ڀڳوان رام سان گڏ تمام تيز رفتار سان وڃي رهيا هوا. ٻانر سينا رات ڏينهن هلندي پئي هلي هڪ پل به ڪٿي نه ٿي رڪي. تيز پنڌ ڪندا ڪندا ڀيانڪر گرجنا ڪرڻ واري سمنڊ جي ڪناري وٽ اچي پهتا.

## منڊوڌري ۽ راوڻ جو سنواد

هيڏانهن هنومان جي لنڪا مان وڃڻ کان پوءِ شهر ۾ اهڙو ته هاهاڪار جو شور مچيل ڏسي الي منڊوڌري راوڻ جي استري هٿ جوڙي چوڻ لڳي ”هي ناٿ! (ڏهن اکين وارا) ڏسو ته جنهن وڏو هڪڙي ٻانر جي اچڻ سان سڄي شهر کي ايتري قدر نقصان پهچي ويو آهي تنهن هرڻدي نه ٻڌايو ته جنهن ساري ٻانر سينا ايندي تنهن لنڪا جو ڪهڙو حال ٿيندو. راوڻ پنهنجي استريءَ جا اهي وچن ٻڌي ايمان وجهان چوڻ لڳو ته استريءَ جي ذات سڀاءَ کان ڏاڍي ڊڄڻي ۽ ڪمزور ٿيندي آهي ڀلا خيال ڪري ڏس ته جنهن موکان ديوتائون به ٿر ٿر ڪري پيا ڏڪن سو مون کي هيءَ ڍڳ مڇ ۽ ٻانر ڇا ڪري سگهندا؟ اهڙي طرح پنهنجي استريءَ کي ايمان سان پرنل وچن چئي راوڻ هڪدم پنهنجي ڪچهريءَ ۾ هليو ويو.

ي مهادير چوڻ لڳو هي ٻارونتي! هيڏانهن راوڻ هنومان جو ديوتائن

وڃڻ، راڪشن کي مارڻ ۽ لنڪا کي جلائڻ ڪنهن کي ايڏي همت آهي
هنومان سگريو جي (شيوڪ) نوڪر کي خوب نباهيو، سندس ڪوئي اهڙو
ڏيو آهي نه ڪوئي ٿيندو. هنومان جانڪيءَ کي ڳولڻ لاءِ ڪم ته ٺاڪل
ٺيڪ ڪري ڇڏيو، پر سمنڊ جي پار اچڻ ڪري منهنجو من گهٻرائجي
وڃي ٿو ماڳر ۽ مڇين سان ڀريل سؤ او جن ڊگهو سمنڊ لنگهي مان دشمن کي
ڪيئن ماريندس ۽ جانڪيءَ کي ڪيئن ڏسي سگهندس؟ سري رامچندر جا
اهي وچن ٻڌي سگريو چوڻ لڳو هي ڀريا مان وڏي ۾ وڏو ماڳر مڇين
سان ڀورڻ سمنڊ لنگهي ويندس ۽ جلدي لنڪا کي ناس ڪري راوڻ کي
ٻه ماريندس. هي ڀريو! توهان چنتا نه ڪريو، چنتا نه ڪم کي بگاڙڻ واري
آهي. توهان هنن پراڪرمين ۽ سورويرن ٻانڊرن کي ڏسو، هي ءِ توهانجي
ڪارڻ ڪرڻ لاءِ ساهه ۾ ٻه گهڙڻ لاءِ تيار آهن. ٻهرين سمنڊ کي پار ڪرڻ
جو ويچار ڪرڻ گهرجي. هي ڀڳوان! تنهي لوڪن ۾ اهڙو ڪوئي ويرو مون
کي ڏسڻ ۾ نٿو اچي جو توهان جي ڌنش هلائڻ وقت ٻنڌ ۾ سامهون ٿي
مقابلو ڪري. هي راما هن ۾ ذرو به شڪ نه آهي جيت اسان جي آهي
چاڪاڻ ته مون کي سيتي ٻاسي سنا سوڻ پيا ڏسڻ ۾ اچن، سگريو جا پريم
ڀريا وچن ٻڌي ڀڳوان رام ساڌارن سوڪار ڪيو ۽ وري هنومان کي چوڻ
لڳو هنومان! مان سمنڊ ته جيئن تيئن ڪري پار ڪندس پر تون لنڪا جو
سروپ ته ٻڌاءِ. ٻڌو الم ته ديوتائن ۽ دانون کي لنڪا جيتڻ مشڪل آهي. شري
رامچندر جا اهي وچن ٻڌي هنومان هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي ديو! مون
جيئن ڏٺو آهي تيئن اوهان کي ٻڌايان ٿو لنڪا ٻوري ترڪوٽ پربت جي
مٿان ٺهيل آهي ان ۾ محل ماڙيون ۽ گهر سيئي سون جا ٺهيل آهن اتي
نرمل جل سان ڀريل کوهه ۽ باوڙيون آهن جي وچتر سوڀيا ڏيندڙ آهن ان
جي اولهه دروازي وٽ هزارن هاٿي ٻيٺل آهن ۽ اتر دروازي وٽ اڪيچار
سينا ۽ گهوڙي سوار آهن، اوڀر دروازي وٽ هڪ ارب راڪش واسر آهن
۽ ڏکڻ دروازي وٽ اوترائي پهريدار آهن. هي پرڀوا ان جي وچ ۾ پاڪي
۾ به هاٿي گهوڙا رٿ ۽ اڪيچار سينا آهي جا نگر جي رکيا ڪري ٿي اهي
سيئي هٿيارن هلائڻ ۾ هوشيار آهن اهڙي طرح لنڪا ۾ وچڻ واري رستي
۾ انيڪ سرنگ ست کهيون تو ڏون رکيل آهن پر هي ديشواشورا اهي
سڀ ڪجهه هوندي به مون جو ڪجهه ڪيو آهي سو ٻڌو، مون راوڻ جي
چو ٿون حصو سينا ماري ڇڏي آهي ۽ لنڪاپوريءَ کي جلائي سون جا محل مون
سڀ ناس ڪري ڇڏيا آهن ۽ هٿيار ۽ توپن کي مون ٽوڙي ڇڏيو آهي هي ديوا!

مڌوبن ۾ گهڙي نه سگهن، تنهن ڪري معلوم ٿئي ٿو ته، شايد هنومان جانڪيءَ سان ملي آيو آهي، تڏهن ٻهريدار ڪي سگريو ڇيو ٿو ڏيئن ٻ چور ته ۽ انهن کي وڃي منهنجي آڳيا ٻڌاءِ ۽ انگد ۽ ٻين باندرن کي مون وٽ وٺي اچو. سگريو جي آڳيا ٻڌي ٻهريدار مڌوبن ۾ هيٺ ڇوڻ لڳا، هي باندرو! مهراج جي آڳيا آهي ته جلد اچو، هي مهاوير ڪپڻ! توهان کي ٻ پرڀو ووڪ راجا سڏايو آهي، جاڪانڻ ته رام ۽ لڪشمڻ سميت سگريو توهان سان ملڻ ٿو چاهي تڏهن اهي باندر ”رام چگو“ چئي آڪاش ۾ چڙهي هلڻ لڳا، اهي سڀئي باندر يوراج انگد ۽ هنومان کي پنهنجو اڳوان ڪري هلڻ لڳا ۽ جلد ئي اچي سگريو جي سامهون پرٿويءَ تي اچي لٿا.

## هنومان جو سيتا جو حال ٻڌائڻ

هنومان پهريائين رگهناٿ کي پوءِ سگريو کي پرڻام ڪري سري رامچندر کي چوڻ لڳو، هي پربو! ماتا سيتا کي ڏسي آيو آهيان. هي ڀڳوان! مون کي جانڪيءَ پنهنجو درد ڀريو حال توهان کي ٻڌائڻ لاءِ چيو آهي هوءَ اشوڪ واٽيڪا جي وچ ۾ شيشم جي وڻ هيٺان ويٺي آهي ۽ سدائين راڪشڻين جي پهري هيٺ رهي ٿي، ان جل جيڏي ڏاڍ جهي ڪري هوءَ نبل ٿي ويئي آهي ۽ نت روز هاءِ رام! هاءِ رام! چئي دک ۾ ڏکي رهي ٿي ۽ ڪپڙا ۽ ميوا ۽ ملين ٿي ويا اٿس ۽ وار ۽ ڳنڍجي هڪ وڙهي ٿي ويا اٿس، ماتا سيتا کي ڏسي پهرياڻين سوکيم روپ ڌاري وڻ تي چڙهي ٽارن ۾ لڪي توهان جي ڪٿا شروع ڪان، وٺي آخر تائين چئي ٻڌايم، اهو سڀ ٻڌائي وري مون چيو ته سگريو جي آڳيا سان سيتا جي ڳولڻ لاءِ وڏا ٻلوان پراڪرمي وڏيم ڪندڙ باندر سڀني پاسي موڪليا آهن جن مان سگريو جو منتري ۽ رگهناٿ جو داس مان هتي آيو آهيان اڄ مون قسمت سان جانڪيءَ جو درشن ڪيو، منهنجا اهي وچن ٻڌي سيتا جا نيتر ڪلي پيا ۽ چوڻ لڳي ته مون کي هيءَ امرت سمان مٺا وچن ڪنهن ٻڌايا. جيڪڏهن هي سڀ سچ آهي ته هيءَ ڪٿا ٻڌائڻ وارو منهنجي اکيان اچي حاضر ٿئي. هي پربو! تڏهن مان سوکيم روپ ڌاري باندر شڪل ۾ ان جي سامهون وڃي بيٺس ۽ پري کان ئي پرڻام ڪري بيٺي رهيس تڏهن جانڪيءَ مون کان پڇيو ته تون ڪير آهين؟ ڪٿان آيو آهين ۽ ڳالهيون ٻڌايائين مون ۽ ان کي سموري ڳالهه ڪري ٻڌائي ۽ تنهن کان پوءِ توهان جي ڏنل منڊي ڏيکاريمانس تڏهن هنجو مون تي پورو وشواس ٿيو ۽ مرڪي چيائين ته جيئن ٿو منهنجو دک

پرارٿنا ڪري ۽ وايو جي پياري منتر هٺ ڪري. اگني ديو هنومان جي پڇ نه جلائي، انهيءَ ڪري اهو تمام سيتل ٿي پيو. جنهن جي نام سمرڻ سان منش سهڄي ڀاڳن ڪان ڇٽي اگنيءَ کي پار ڪري وڃن ٿا سو هن رگهناٿ جي خاص دوت کي اگنيءَ جو تاءُ ڪيئن پهچي سگهندو، تنهن کان پوءِ هنومان سيتا وٽ اچي پرڻام ڪري چيو هي ديوي! هاڻ تون مون کي آگيا ڏي ته مان رگهناٿ وٽ وڃي سندس شيوا ۾ حاضر ٿيان. هي ديوي! مون کي تون ڪا اهڙي نشاني ڏي جنهن کي ڏسي رگهناٿ مون تي وشواس ڪري، تڏهن ڪمل لوچني سيتا ويچار ڪري پنهنجي وار مان چورامڻي ڪڍي هنومان کي ڏني چوڻ لڳي هي ڪپيشور! هن کي ڏسي رام ۽ لڪشمڻ توتي وشواس ڪندا، هن وقت! انهن کي وشواس ڏيارڻ لاءِ هڪ ڳالهه ٻي به ٻڌايانءِ ٿي جا ٻڌي انهن کي خاطري ٿي ويندي. ائين چئي سيتا اندر جي پٽ جينت جي سڄي ڳالهه ڪري چوڻ لڳي، هنومان! هن جينت واري وارتا جي خبر ڪنهن ۽ مونکان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به نه آهي. هي هنومان! منهنجي دک ۽ درد ڀريون جيڪي به تو ڳالهيون ڏٺيون آهن سي سڀئي ڳالهيون رام کي ڪري ٻڌائج ته هن کي ٻڌي مون لاءِ من ۾ دَيا اُتپن ٿيندي، هي هنومان! هاڻي منهنجي زندگي باقي به مهينا آهي جيڪڏهن انهيءَ وچ ۾ رگهناٿ نه آيو ته هيءُ دشٽ مون کي ماري ڇڏيندو. تڏهين هنومان چوڻ لڳو هي ديوي! مون هت جيڪي ڏٺو، ڏٺو آهي ۽ ٻڌو آهي اها سموري حقيقت وڃي سري رامچندر کي ٻڌائيندس. جيڪو مان هاڻي رگهناٿ وٽ وڃان ٿو هو جلد ئي لڪشمڻ سميت توسان ملڻ لاءِ ايندو. ائين چئي هنومان پرڻام ڪري چوڻ لڳو، هي ديوي! مان وڃان ٿو تون جلد ئي ڪروڙين ٻاندرن سميت هت رام ۽ لڪشمڻ کي ڏسندينءَ. تڏهن جانڪي چوڻ لڳي هي هنومان! توکي ڏسي مان پنهنجو دک ڀلجي وئي هئس هاڻ تون وڃي رهيو آهين هاڻ سري رامچندر جي سماچار ٻڌڻ بنا مان ڪيئن رهي سگهنديس، تنهن تي هنومان چوڻ لڳو هي ديوي! جيڪڏهن اها ڳالهه آهي ۽ تون منهنجي ڪلهي تي چڙهي هاڻ منظور ڪرين ته مان هڪ گهڙي ۾ توکي رامچندر سان ملائي ڇڏيان، تڏهن سيتا چوڻ لڳي جيڪڏهن رامچندر سمندر کي سڪائي يا ان تي پاڻي سان پل ٻڌي هتي ٻاندرن سان گڏ اچي راوڻ کي ستن ۾ ماري مون کي واپس وٺي وڃي، ته ان ۾ هن جي جس ۽ نالو امر رهندو، تنهن ڪري تون وڃ

ٽنا ڪري سگهون، سچا ٿين ٿا؟ مان رام جو داس آهيان، منهنجي پراڪرم
جي پل جو ڪوبه اندازو نه آهي. هنومان جا اهڙي وچن ٻڌي راوڻ
ڪروڌ ۾ ڀرجي اهڙي راڪشن کي حڪم ڏنو هي پرچنڊ! لوڻ هـسن ٻاندر
کي ماري ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏ، جڏهن پرچنڊ راڪش هٿيار کڻي هن
کي مارڻ لاءِ تيار ٿيو تڏهن وڀيشڻ هن کي روڪي چوڻ لڳو، هي راجن!
ٿي ڪنهن به راجا جي دوت کي ڪڏهن به مارڻ نه گهرجي، اهو
سروورن جو ڪم نه آهي. جيڪڏهن هن ٻاندر دوت کي مارايو ويندو
ته ان رام کي هيءُ سماچار ڪير پهچائيندو، تنهن ڪري هن ٻاندر کي ٻيو
ڪوئي ڏنڊ ڏيڻ گهرجي، جنهن جي نشاني کڻي هيءُ ٻاندر ويندو ۽
ان کي ڏسي سگريو سميت رام جلد هتي ايندو، پوءِ ان سان لڙائي جي
پڌ ليندي. وڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي راوڻ به اهين چيو ته ٻاندرن جو
پڇ تي وڏو موهه ٿيندو آهي تنهن ڪري هن جي پڇ کي ڪپڙو
وٽڙهي تيل لڳائي ان کي باهه لڳائي، سڄو لنڪا گهمائي ڇڏيو ته جيئن
ڪري سڀئي ٻاندر هن جي دردشا ڏسي وائڙا ٿين. تڏهن راڪشن
"تمام چڱو" چئي هنومان جي پڇ کي اڳڙيون ٻڌي تيل ۾ ٻسائي ڏاڍيون
سخت ٻڌي. ٻوري باهه لڳائي انکي مضبوط رسين ٻڌي ڪجهه اڳوان راڪش
هن کي مارينداالين ڇوندا ٿي ويا ته هي جو آهي اهڙي طرح چوندا
سڄو لنڪا گهمائڻ لڳا، هنومان به ڪجهه تماشو ڪرڻ جي اچا سان سڀ
ڪجهه ٿي سهائين. جنهن وقت ڏکڻ دروازي وٽ پهتا ان وقت هنومان
جهٽ سوکم روپ ڌاري انهن جي ٻنڌڻن کان الڪري ويو ۽ پوءِ پرباس جيڏو
سرير ڪري اچل ڏئي لنڪا جي محلن مٿان چڙهي ويو، انهن هڪ ٻئي
اڪيڙي هڪ ڪئي ۾ سڀني راڪشن کي ماري ڇڏيائين، پوءِ پنهنجو ضروري
ڪارج ڪرڻ لاءِ ان باهه لڳل پڇ سان هڪ گهر کان ٻئي گهر مٿان ڪڏندو
ٽپا ڏيندو پنهنجي پولنڊ وڏي پڇ سان مڪان محلات جلائيندو اڏامڻ لڳو.
هنومان پنهنجي پڇ کي چنڊيندو ان مان باهه جا الا ڪڍيندو هڪ هڪ محل
جلائيندو ۽ ڪيرائيندو ٿي ويو، ان جو ساري شهر کي اچي باهه لڳي.
محلن ۾ ويٺل دلبتن جون استرين اسـاهه ۾ جانڻ لڳيون محلات جلڻ ڪرڻ
لڳا، لنڪا جي جلڻ ڪري راڪش اهڙا ته اچي پريشان ٿيا جو هاءِ هاءِ پترا
هـاءِ ناٿ! هاءِ هاءِ ڪار مچي ويو، اهڙي طرح هنومان وڀيشڻ جو گهر
ڇڏي باقي سڀئي گهر ۽ محلات کي جلائي ڀسم ڪري ڇڏيو تنهن کان
پوءِ هنومان سمنڊ ۾ ٽپو ڏئي پڇ واري باهه وسائي ڇڏي، سيتا جي

جي شيءِ کي ڪتو چورائي کڻي ويندو آهي اهڙي طرح اسين ٻه ٻنهي جي ناس ڪرڻ لاءِ ڀڳوان رام جي استري چورائي کڻي آئين. مان ان سرو انترجامي ڀڳوان رام جو دوت آهيان، انهيءَ رگهوناٿ متعلق ٻڌي ٿي اچي اڳيءَ کي ساکي ڪري سگريو سان متر ڪئي ۽ هڪ ئي ٻاڻ سان ٻاليءَ کي ماري سگريو کي بانڊرن جو راجا بڻايو. هي راوڻ! هن وقت اهو مهاٻلي بانڊر راڄ ۽ ٻيا ٻه ڪروڙن سورويُر بانڊر ٽولين جون ٽوليون رام ۽ لڇمڻ سان گڏ ڪروڌ ۾ ڀريل ٻروشڻ ٻڌي ٿي اراجمان آهن. هن ئي جانڪيءَ کي ڳولهڻ لاءِ سيني پاسي وڏا وڏا بانڊر موڪليا آهن انهن ۾ هڪ بانڊر مان پون جو پٽ آهيان. مان سيتا کي ڳوليندو ڳوليندو هتي اچي نڪتو آهيان. مان سيتا جو درشن ڪري چڪو آهيان. ٻوءِ ٻنهي جي بانڊر سڀاءُ ڪري مون ان کي اجاڙي ڇڏيو، جڏهن مون راڪشن کي ٻاڻ ڏانهن ڏنش ٻاڻ کڻي ايندو ڏٺو تڏهن مون انهن کي ماري پنهنجي سرير جي رکيا ڪئي جاڪاڻ ته هي راڄن! پنهنجو ساهه ته سڀني کي پيارو آهي، ٻوءِ ميگهناٿ مون کي برهم ڦاس ۾ ٻڌي هتي وٺي آيو. هي راوڻ جڏهن مان ڄاڻندو ٻه هوس ته برهما جي ور سان اها برهم ڦاس مونکي ڇهڻ سان هلي وڃي ٿي تڏهن ٻه توکي نصيحت ڀري ڳالهه ٻڌائڻ لاءِ مان ٻڌجي هت آيو آهيان. هي راوڻ! وواڪ موجب سنسار جي ڪنيءَ جو وڇار ڪراءِ ۽ راڪش ٻڌيءَ جو تياڳ ڪري ڇڏيو توڻ برهما جي الم ونش ۾ اتهن ٿيو آهين، ٻولسيه ننڍن وشروا جو پٽ ۽ ڪبير جو ڀاءُ آهين تڏهن ڪري ڏس ته اسين ڏهه، ٻڌ ڪري ٻه راڪش ته آهين. ٻوءِ آلم ٻڌ سان ٻه راڪش ته آهي. ٻيو مونکي چوڻي ڇا آهي؟ سو مان ٻڌايان ٿو ته توڻ سڀ ڪجهه نروڪار آهين. ٻون پتر هنومان جا اهي وچن ٻڌي راڪش راڄ راوڻ سهي نه سگهيو ۽ ڪروڌ ۾ نيتر لال ڪري من ئي من ۾ جلندي چوڻ لڳو اڙي دشت بانڊرا توڻ وڏو مورک آهين منهنجي سامهون اي ٻيسو ئي اهڙي وارتالاپ ڪري رهيو آهين اهسو رام ۽ جهنگلي سگريو ڪهڙي شيءِ آهي؟

## هنومان جي پڇ کي باهه ڏيڻ

سگريو کي ته مان سيتا سميت ماري ڇڏيندس، هسي بانڊر! اول ته اڄ توکي ئي ماريو آهي ٻوءِ جانڪيءَ کي ماريندس تنهن کانپوءِ لڇمڻ سميت رام کي ماريندس. راوڻ جا اهي وچن ٻڌي هنومان ڪروڌ سان ان ڪسي جلائيندي چوڻ لڳو، اڙي دشت! منهنجي ٻراٻري ته ڪروڙين راوڻ ٻه

ميگهناد (اندرجيت) پتا کي چيو، هي پتاجي! چنتا نہ ڪريو، منهنجي هوندي توهان اهڙا ڏکي وچن ڇو ٿا چئو. مان هن باندر کي هڪ گهڙيءَ ۾ برهم ڦاس ۾ ٻڌي وٺي ٿو اچان، ائين چئي اندرجيت رٿ تي چڙهي انيڪ راڪش ٻاڻ ساڻ وٺي هنومان جي سامهون آيو، تڏهن ويرهنومان ڀيانڪر شبد ڪري رٿ ۾ ٽپو کڻي گرڙ سمان آڪاش ۾ اڏامي ويو ان کي آڪاش ۾ اڏامندو ڏسي اندرجيت انيڪ ٻاڻ ان جي سرير ۾ ماريا جيڪي ٻاڻ ان جي هرديءَ ۾ ۽ چرڻن ۾ ۽ هڪ پيٽ ۾ هڻي شينهن وانگر گجڻ لڳو، تڏهن مهاٻلوان هنومان ڏاڍي جوش ساڻ لوهه جو ٿنڀو کڻي هڪ گهڙيءَ ۾ ان جي سارٿيءَ کي ماري ڇڏيو ۽ گهوڙن سميت ان جي رٿ کي چورا ڪري ڇڏيو، تڏهن مهاٻلي ميگهناد ٻي رٿ تي چڙهي جهٽ برهم ڦاس ٻاڻ ساڻ هنومان کي ٻڌي راڪش راج راوڻ وٽ وٺي ويو.

سري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! برهم ڦاس ۾ ٻڌل هنومان کي جڏهن شهر مان ٻڌي وٺي هليا ان وقت هن کي ڏسڻ لاءِ ڪيئي نگرواسي ان جي پٺيان هلندي ان کي ڪروڌ مان مڪون هڻڻ لڳا، برهما جي پرڀاوَ ساڻ برهم استر هنومان جي سرير کي ڇهندي اوڏيءَ مهل ٽٽي هليو ويو انهيءَ ڳالهه کي ڄاڻندي بہ هنومان خاص رام جي ڪارڻ ڪرڻ لاءِ معمولي اوڙن ۾ ٻڌل راوڻ وٽ هليو.

## هنومان ۽ راوڻ جو سنواد

جڏهن (اندرجيت) ميگهناد ان کي سڀا ۾ ويٺل راوڻ جي سامهون وٺي ويو ۽ چوڻ لڳو، هي پتاجي! مان هن باندر کي برهما جي ور ڪري ٻڌي وٺي آيو آهيان جنهن اسان جا وڏا وڏا ويرراڪش ماريا آهن. هي مهاراج! توهان منترين جي صلاح ڪري جا ڳالهه مناسب سمجهو اهي ڪريو، هيءُ ڪرڻ واجبي اندر ڪرا آهي. تڏهن راوڻ کلي چوڻ لڳو تہ هن باندر کان پڇو تہ سهن هتي آيو ڇو آهي، هي هن جو ڪهڙو ڪم آهي ۽ آيو ڪٿان آهي، هن منهنجو سڄو باغ اجاڙي ڇڏيو آهي ۽ منهنجي ويرراڪشن کي زبردستيءَ ماريو اٿس؟ ائين چئي هنومان کان پڇڻ لڳو، هي باندر! توکي ڪنهن موڪليو آهي، تون پنهنجي تہ اچڻ جي سچي ڳالهه سچ سچ چئي ٻڌاءِ، پوءِ مان توکي ڇڏي ڏيندس، تڏهن هنومان راڪش راج راوڻ کي ڏسي من ۾ سري رامچندر جو ڌيان ڪري تمام خوش ٿي چوڻ لڳو، هي ديوتائن جا شترو راوڻ تون صاف صاف ٻڌ، جهڙي طرح ڪاڏي

ڪيئي سڀئي اشوڪ واٽيڪا اجاڙي ڇڏي، راڪشس اس ڪسي اجڙيل ڏسي
جانڪيءَ کان پڇيو ته جانڪي هي باندر وڪٽ وار ڪير آهي؟ تنهن تي
جانڪيءَ چيو ته هن راڪشي مايا کي توهان تي ڄاڻو ته مان ڏکي ابلا آهيان
ڳالهه مان ڇا ڄاڻان، جانڪيءَ جا اهي وچن ٻڌي ٻڙ ڪسان وڏيڪ وياڪل
ٿي راڪشس راوڻ وٽ ويا ۽ هنومان جي ڪرتوتن جي سموري ڳالهه ڪري
ٻڌائڻ لڳا، هسي راجا! هڪ وڏي پراڪرمي باندر سيتا سان ڳالهائي هڪ
ڪڻ ۾ اشوڪ واٽيڪا اجاڙي ڇڏي آهي ۽ مندر ڪسي پڇي سيئي ڦرباغن
کي ماري هاڻ اتي ئي ويٺو آهي.

## هنومان جو اکيه کي مارڻ

اشوڪ واٽيڪا جي اجڙڻ جو سماچار ٻڌي راوڻ اوڏي مهل ڏهه لکسه
راڪشن کي موڪليو، هيڏانهن پربت جيڏي سرير هنومان لوهه جي ٿنڀي
کي هٿيار وانگر هٿ ۾ ڪٽي پڪل تتل مندر جي پاسي ۾ وڻهي رهيو، ان جو
پڇ ٿورو ٿورو لڏي رهيو هئو ۽ مکه ان جو ڀيانڪ هئو، راڪشن کي سامهون
ايندو ڏسي هنومان شينهن وانگر گجڻ لڳو جنهن کي ٻڌي راڪشن جو هردو
ڏڪڻ لڳو، هنومان کي ڏسي راڪش انيڪ قسمن جا هٿيار هلائڻ لڳا، تنهن
کان پوءِ هنومان (جيئن پکڙا لٽيءَ ۾ ڦاسيندا آهن تيئن) مدگر کڻي سڀني کي
هڪ ڪڻ ۾ ماري ڇڏيو، پنهنجي سينا جي ناس ٿيڻ جو ٻڌي راوڻ ڪروڌ
۾ ڇراڙ ٿي پيو پوءِ هن وڏا پنج سيناپتي سينا سميت موڪليا، پر هنومان
پنهنجي لوهه جي ٿنڀي سان انهن سڀني کسي ماري ڇڏيو، تڏهن راوڻ
ڪروڌ ۾ ٻرجي وري سٺ سيناپتي سينا سميت موڪليا، تڏهن پڻ تنهن
هنومان هنن کي سامهون ايندو ڏسي ٻهراڻ وانگر لوهه جي ٿنڀي سان سڀني
کي هڪ ڪڻ ۾ ماري وري ساڳئي هنڌ ويٺي ايندي. راڪشن جي اچڻ جي
واٽ ڏسڻ لڳو، تڏهن مهاٻلوان ٻرلاٻي راجڪمار اکيه آيو ان کي ڏسي هنومان
مدگر کڻي آڪاش ۾ اڏامي ويو ۽ تمام زور سان اچي مدگر ان جي مستڪ
تي وهائي ڪيڏو اهڙي طرح اکيه کي ماري ان جي سينا جو نالو نشان
مٽائي ڇڏيو.

## ميگهناد جو هنومان کي برهم ڦاس ۾ ٻڌڻ

راجڪمار اکيه جي مرڻ جو ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ ٻرجي (اندر جيت)
ميگهناد کي چيو هي پيارا! جتي منهنجي پٽ جي مارڻ وارو شترو آهي
تون اوڏانهن وڃ تون هن کي ماري يا جيئرو ٻڌي وٺي اچين، تنهن تي

جي ڪنن تي پهچڻ جوڳو آواز ڪڍي منڊيءَ واٽيءَ ۾ اڇليا کان پوءِ
لنڪا ۾ پهچڻ تائين ڪٿا ٻڌائي هنومان چپ ٿي ويو. شروع کان وٺي آخر
تائين ٻڌڻ کان پوءِ سيتا کي ڏاڍو عجب لڳو ته مون جو هاڻي آڪاش
مان آواز ٻڌو آهي ڇا هوا جو ڪيل آواز هئو، يا سپنو يا من جو ڀرم آهي،
پر دک جي هٽ ڪري مونکي ننڊ به نٿي اچي، پوءِ سپنو ڪيئن ٿي
سگهي ٿو؟ مان سامهون ڏسي رهي آهيان ته هن ڪري اهو ڀرم به ڪيئن
ٿي سگهندو، تڏهن جانڪي چوڻ لڳي ته جنهن ڳالهه ٻڌائي اهو شخص منهنجي ڪنن
۾ امرت سمان مٺا وچن چيا آهن اهو پاڻ منهنجي سامهون پرگهٽ
ٿئي، جانڪيءَ جا اهي وچن ٻڌي هنومان ڏاڍي ان وڻ تان هيٺ لهي
سيتا جي اڳيان اچي هٿ جوڙي پرڻام ڪيو. ان کي ڏسي جانڪيءَ کي اهو
ڀرم ٿيو ته مونکي ڦاسائڻ لاءِ مايا سان بندر روپ ڌاري شايد راوڻ ٿي
آيو هجي، اهو ويچار ڪري چپ چاپ ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهي.
تڏهن هنومان وري سيتا کي چيو، هي ديوي! تون جيڪو شڪ ڪري
رهي آهين، اهو مان نه آهيان، منهنجي ڳالهه ۾ جو توکي شڪا ٿي رهي
آهي سا شڪا من مان ڪڍي ڇڏ. هي ماتا! مان رام جو داس آهيان،
مان وانر راج سگريو جو منتري آهيان ۽ سڄي جڳت جو پراڻ روپ پون ديو
جو پتر آهيان، اهو ٻڌي سري جانڪي هٿ ٻڌي اٿي اهڙي هنومان کي
چوڻ لڳي هي ڪپي راج! تون جو چوين ٿو ته مان سري رام جو داس آهيان سو
ڀلا بانڊر ۽ ماڻهن جي مترتا ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟ تڏهن هنومان چوڻ لڳو هي
ديوي شبريءَ جي چوڻ موجب ڀڳوان رام رشيه موڪ پربت تي آيو، ان
پربت تي ويٺل سگريو پري کان رام ۽ لڪشمڻ کي ايندو ڏسي من ۾ ڀئه
ڀيس ۾ مون کي ان جي خبر وٺڻ لاءِ موڪليائين، تڏهن مان برهمڻ جو
روپ ڌاري رام وٽ ويس ۽ ان جي شڌ ڀاونا جاڻي انهن کي ڪلهن تي
چاڙهي سگريو وٽ وٺي ويس تڏهن رام ۽ سگريو جي مترتا ٿي، سگريو
جي پتنيءَ کي پالي کسي ويو هو تڏهن رگهناٿ ان کي هڪ ٻاڻ سان
ماري سگريو کي راڄ پد وٺي ڏنو، تڏهن سگريو توهانجي ڳولها لاءِ وڏا
وڏا باندر چئني پاسي موڪليا آهن.

## هنومان جو سيتا کي رامچندر جي ڏنل منڊي ڏيڻ

ان وقت هاڻ مهل رگهناٿ مون کي ٻڌايو سان چيو، هي پون نندن!
منهنجي ڪم جو ٻڌاءِ پورو آهي، تون سيتا کي اسان ٻنهي جي خوش اضيءَ

رهي آهن. جيڪڏهن راوڻ کي ڪٿي انگيڪار ڪرين ها ته جنم سڦلو ٿي پوي ها. ورني اِي ڪروڌ ڪري ڇوڙڻ لڳي، جانڪي! هاڻ منهنجي ڳالهه مڃڻ ۾ دير جو اُن ڪرين، اهڙيءَ طرح ڪاڻي تلوار ڏيکاري جانڪيءَ کي مارڻ لاءِ تيار ٿي ڇوڙڻ لڳي ته هن جي سرير جا انگ ڪاني انگ انگ ڪري جدا، ڪالي پنڪر مڪ واري راڪشڻ پنهنجو مک ڦاڙي ڌڪارڻ لڳي.

## ترجٽا راڪشڻيءَ جو سپنو لهڻ

سيتا کي اهڙي طرح ڌڪارڻ وقت اُهي راڪشڻين کسي ورکي ترجٽا نالي پڍي راڪشڻ چوڻ لڳي، اڙي دشٽ راڪشڻيون! پوڙهان منهنجي هيءَ ڳالهه ٻڌو جنهن ۾ توهان جي ڀلائي آهي، توهين هن ناٿڻي اهلا کي نه ستايو هن کي نمسڪار ڪريو، مون هينئر سپني ۾ ڏٺو آهي ته ڪمل لوچن پگران رام لڪشمڻ سان گڏ سفيد هاٿيءَ تي چڙهي آيو آهي ۽ لنڪا کي جلائي راوڻ کي ڌڪ ۾ ماري سيتا کي پنهنجي گود ۾ کڻي پرسن ٿي ويٺل ڏٺو آهي ۽ راوڻ کي ڪلي ۾ مندڻ مالا پيل سرير تي تيل لڳل ۽ ننگو ٿي پنهنجي ٻنهي پٽن سان گڏهه جي ڪنڌ ۾ نبي ڏکڻ وهيو آهي ۽ وڀيشڻ خوش ٿي شري رامچندر جي پڪتي پاو سان شرا ڪري وهيو آهي، انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته رامچندر جلد ئي راوڻ کي ڪل سميت ناس ڪري وڀيشڻ کي لنڪا جو راڄ ڏيندو ۽ ساڇڙي سيتا کي گود ۾ وهاري ايوڌيا هلي ويندو، ترجٽا جا اهي وچن ٻڌي سڀئي راڪشڻيون ڊڄي ويون ۽ چپ چاپ ڪري جتي جو ٿي واوي رهيون ۽ ڪجهه دير کان پوءِ انهن کي ننڊ اچي ويئي.

## هنومان ۽ سيتا سنواد

راڪشڻين جي ڌڪارڻ ڪري سيتا ڏک ۾ وياڪل ٿي ويئي ۽ پنهنجو ڪرڻي سڀالڪ ته ڏسي موروچيس اي ويٺي پوءِ ڏک وچان اکين ۾ آنسون آڻي چوڻ لڳي ته صبوح ٿيندي راڪشڻيون مون کي ڪاٽي ڇڏينديون اهڙو ڪوڙ اپاءَ آهي جو هن وقت منهنجو مرڻ ٿي پوي. اهڙي طرح مرڻ جي پڪ ڪري ۽ ان جو ڪرلي اپاءَ نه ڏسي ڪلهائي سيتا وڻ جي ٿاريءَ کي پڪڙي تمام ڏک ناليين زار زار روئندي رهي، سري مهاديو چوي ٿو هي پاروتي! اهڙي طرح روئندي روئندي سيتا ويچار ڪيو ته ڪلي ۾ ڦاسي لڳائي پنهنجو سرير ڇوڙي ڇڏيان، هن راڪشڻن جي وچ رهي سري رامچندر سان جيئڻ مان ڪوڙ و ٿاندو آهي. جانڪيءَ کي اهڙيءَ طرح مرڻ جو پڪو ڪندو ڏسي شري هنومان سڪيم روپ ڌاري من ۾ ويچار ڪري ان

ماڻي ۽ لڇمڻ جي ڪاني ۽ پرواهه نڪو ڪري. ڏس مان توکي ڪٿي آيو آهيان
هان تون منهنجي پياري پتني ٿي رهه جنهن ڪري لڇمڻ جو ڏک ڏور ٿي
ويندو هن وقت تون ڏک ۾ واڪل ٿي رهي آهين ڏڌهن ۽ هوائيا ٿاڻين او وقت
نه آيو آهي، جڏهن هن جو توسان ٻرابر ٿي نه آهي ته اچي ڪيڻ، هو مورک
ايماني پاڻ کي وڏو پڏامان سمجهي ٿو. هي سيتا توکي اهڙي پتيءَ مان
ڪهڙو فائدو ڏس مان راڪش ٿي ڪري ٿو توسان ٻرابر ڪريان ٿو لڇمڻ
ڪري تون مون کي پنهنجي پتي روپ ۾ انگيڪار ڪر جيڪڏهن تون
منهنجي پتني ٿي رهندينءَ ته گندرو ناگ ڪس، ڪنر ۽ ٻين جون استريون
لڇمڻ جو جس ڳائينديون. راوڻ جا اهي ڪٺور وچن ٻڌي سيتا ڪروڌ ۾
ٻرجي چورڻ لڳي، اڙي نيچ! تون سري رامچندر کان ٻچي ڪري ته ايڪاريءَ
جو روپ ڌاري آيو هئين ۽ ٻهي جي ڏس. هڻڻ ڪري ڪتر جهڙين (ڪيا
خالي ڏسي ڪاڌي جي شيءِ ڪٽي ويندو آهي) رام ۽ لڪشمڻ کي نه ڏسي
مون کي چوريءَ ڪٺي آئين، سو انهيءَ جو تمام جلد ٿي ڪيتو اوڙيندان.
جنهن وقت ڀڳوان رام جي ٻاڻ سان گهائل ٿي ٻر اوڪ ويندين ان وقت تون
رام کي ڄاڻيندين. هي دشت راوڻا توکي ٻڌ ۾ مارڻ لاءِ لڪشمڻ سان گڏ
ڀڳوان رام سمندر کي سڪائي ٻاڻن سان ٻل ٻڌائي هتي ايندو ۽ توکي پٽن ۽
سيتا سميت ماري مون کي ايوڌيا پوريءَ وٺي ويندو. جانڪيءَ جا اهي
ڪٺور وچن ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ اکيون لال ڪري ميان مان تلوار ڪڍي
سيتا کي مارڻ ٿي چاهيائين، لڏهن مهاراڻي مندودري پنهنجي پتيءَ کي
روڪي چورڻ لڳي هي پتي ديوا هن نماڻي ابلا ۽ ڏکي آتما کي ڇڏي ڏيو
توهان کي ته ديوتا گندرو ۽ ناگ ديوان جهڙيون انيڪ منوهر استريون
جي ڏاڍي چاهه سان توهان کي ٿي پتي ڪرڻ چاهين ٿيون. مندودري
جا اهي وچن ٻڌي راوڻ راڪشڻن کي چورڻ لڳو، هي نشچارئا توهين هن
کي ٻرابر سان يا ڀئه سان ڏيڃاري ڪجهن اپاءِ سان، جيئن سيتا مونکي
پتي ڪري مڃي اهو ٿي اپاءِ ڪريو، جيڪڏهن ٻن مهينن اندر هوءَ مونکي
پنهنجو پتي ڪري سويڪار ڪندي ته سڀيئي سک سمپتي ۽ مون سان گڏ
راڻائي ماڻيندي، پر جيڪڏهن ٻن مهينن کان پوءِ به هوءَ مون کي پتي
ڪرڻ کان انڪار ڪندي ته هن کي ماري ختم ڪري ڇڏيندس. ائين چئي
راوڻ پنهنجي استرين سان گڏ محلات ۾ هليو ويو ۽ راڪشڻيون سيتا وٽ اچي
ان کي پنهنجي اپاءَ سان ڏيڃارڻ لڳيون. انهن مان هڪڙي چورڻ لڳي
اڙي جانڪي! تون حسين جوان ٿي ڪري ڇو پنهنجي جواني ارادڪري

رام نام جي شبد جو آواز پيو ٿئي، هنومان اهو آواز ٻڌي ڏاڍو عجب ۾ پئجي دل ۾ چوڻ لڳو تہ هن دشمن جي ملڪ ۾ هي ۽ رام ڀڳت ڪٿان آيو، هن راڪشن جي ملڪ ۾ هن ديوتا جو ڪيئن رهڻ ٿيو. هنومان من ۾ اهو ويچار ڪري برهمڻ جو روپ ڌاري اچي وڀيشڻ جي سامهون بيٺو، وڀيشڻ برهمڻ کي سامهون بيٺل ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هڪدم اٿي نمسڪار ڪري چوڻ لڳو تہ هي مهاراج اڄ توهان مون تي ديا ڪري درشن ڏنو آهي، سو ٻڌايو تہ توهين ڪير آهيو، مان ائين سمجهان ٿو تہ شايد سري رامچندر تي مون تي ڪرپا ڪري ساکيات پاڻ اچي برهمڻ جي روپ ۾ درشن ڏنو آهي. وڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي هنومان چوڻ لڳو، هي رام ڀڳت! تون راڪشن ۾ پرهلاد ۽ سري رام جو ڀڳت آهين ۽ مان شري رامچندر جي داسن جو بہ داس آهيان ائين چئي هنومان لنڪا ۾ اچڻ جو سمورو حال ڪري ٻڌايس، تنهن کانپوءِ وڀيشڻ بہ پنهنجو سمورو حال ٻڌائي چوڻ لڳو هنومان! ٻڌ، راوڻ جي محل پرسان هڪ تمام اعليٰ ڪرڙا ان آهي انهيءَ ۾ انيڪ قسمن جا وڻ آهن ان جي وچ تي وچ ۾ تمام وڏو شيشم جو وڻ آهي انسي هڪ گجهي اشوڪ واٽيڪا ٺهيل آهي جتي سري جانڪي پيڪر راڪشن جي پهري هيٺ رهي ٿي اٿي ڪنهن کي وڃڻ جي طاقت نہ آهي، اهو اهڙو تہ گجهو استان آهي جو ديوتائن کان بہ ڳوليو نہ ليندو، اٿي تون سوکير روپ ڌاري وڃين تہ ضرور هڪ وڻ جي هيٺان سيتا کي ويٺل ڏسندين. وڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي هنومان ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اوڏي مهل ڀڳوان رامچندر جو سمرڻ ڪري اشوڪا واٽيڪا ۾ آيو ان واٽيڪا جي سوڀيا ڏسي عجب کائڻ لڳو جنهن ۾ ڪلپ جي وڻن سان برابر ان تي انيڪ قسمن جا پکي ويٺل جي مٺيون ٻوليون ٻولي رهيا آهن ۽ هرڻ هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي رهيا آهن ۽ سامهون سون جا ٺهيل محل جي اجلاءَ وانگر چمڪي رهيا آهن جنهن جي سوڀيا سندر هئي ان واٽيڪا ۾ پڪل ميون جي بار کان جهڪيل ٽارين وڻن سان گهيرل هيون اٿي هرهڪ وڻ جي هيٺان جانڪيءَ کي ڳوليندي ڳوليندي هڪ سهڻو سندر مندر ڏٺائين اهو اهڙو تہ وڏو هئو جو ان جي چوٽي بادلن سان پئي ٽڪرائي جنهن ڏسي ڏاڍو عجب کائيندو اڳتي وڌيو، ڌاري ڌاري هلندو باغ جي رونق ڏسندو اچي هڪ شيشم جي وڻ وٽ پهتو جنهن وڻ جي هيٺان اس بلڪل ڪانہ ايندي هئي اهو وڻ سونهري پکين سان چمڪي رهيو هئو ان وڻ جي هيٺان هنومان ڏٺو تہ جانڪي زمين تي ديوتائن سمان ويٺي آهي ۽ راڪشڻيون ان جي چوڌاري پهرو ڏيئي رهيون آهن ۽ ان جا

ڪي ڪيتري ڪالي چڙهندي هئي ان جي اڪرڻ کان پوءِ مها پراڪرمي هنومان سوچڻ لڳو ته هيءُ وڪرو وجهڻ وارو اهڙو ڪير آهي؟ جو ڏسڻ ۾ به ڪونه ٿو اچي الين عجب ۾ پئجي سوچيندي سوچيندي هن جي نظر وڃي هيٺ پيئي جا ڏسي ته هڪ ڀيانڪ روپ ۾ ڇٻوٽي راڪشڻ بيٺي آهي، ان کي ڏسندئي جلد ۾ نوڙي پيو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي ان کي لتن سان ماري ڇڏيو. ان کان پوءِ هنومان وري اڳيان ڪاڻي ڏکڻ طرف هلڻ لڳو ۽ جلد اچي اچي سمنڊ جي ڪناري اچي پهتو جتي انيڪ قسمن جا وڻ ميون سان لڏيل هئا ۽ طرحين طرحين جا پکي انهن تي مٺيون ٻوليون ٻولي رهيا هئا.

## هنومان جي وڀيشڻ سان ملاقات

اتي پهچي هن ترڪوٽ پربت جي چوٽيءَ تي لنڪا پوري ڏٺي جيڪا هر طرح سان سهڻي سندر مڪانن سان سونهاري ڏٺي رهي هئي ان کي ڏسي ويچار ڪرڻ لڳو ته مون ڪنهن ڪهڙي طرح سان شهر ۾ وڃڻ گهرجي، ليڪن پڪ ڪيائين ته مان رات جي وقت سوکيم سروپ ڌاري راوڻ جي راڄڌانيءَ لنڪا ۾ ويندس. اهو ويچار ڪري اتئي ترسي پيو ۽ رات جي وقت لنڪا پوريءَ ڏانهن هلڻ لڳو جنهن وقت مها پرتاپي هنومان سوکيم روپ ڌاري نگر جي دروازي ۾ گهڙڻ لڳو اتي هڪ لنڪاپوريءَ نالي راڪشڻ بيٺي هئي، هنومان کي اندر ويندو ڏسي ڏڪائي پڇڻ لڳي تون ڪير آهين؟ جو رات جي وقت چورن وانگر نگر ۾ وڃي رهيو آهين، اڙي پاندرا اندر وڃي جا ڪرڻ چاهين ٿو الين چئي ڪروڌ ۾ ڀرجي لت هڻي ڪڍيائينس، تڏهن هنومان کي لڳي جا ڪاوڙ سو اڪا ڪيائين هڪ اڪا ڪيائين ته پڻ جو زور سان هڪ هڻيائينس ته رت ڳاڙهيندي وڃي پٽ تيءَ تي ڪري پيئي ۽ وري ڪجهه دير کان پوءِ اٿي اچي هنومان کي چيائين ته هنومانا! هاڻ منهنجو جنم سڦلو ٿيو جو ته پتا برهما جي چوڻ موجب مونکي اوهانجو درشن ٿيو مان هاڻي داڻوئڪ وڃان ٿي، هاڻ اوهان ڀلي وڃو ۽ وڃي پنهنجو ڪارج سڌ ڪريو لنڪا راڪشنيءَ جا اهي وچن ٻڌي هنومان لنڪا پوريءَ ۾ اندر ويو ۽ سوکيم سروپ ڌاري رات جو نگر ۾ سيتا جي ڳولا ۾ گهمندو رهيو ۽ سيتا جو پتو لڳائڻ لاءِ هو راڄ محل ۾ گهڙي وڃي سڀ محل گهمي ڏٺائين پر سيتا جو پتو ڪونه مليس ڏٺائين ته راوڻ گهريءَ ننڊ ۾ ستو پيو آهي، اهڙي طرح گهمندي هنومان وڀيشڻ جي گهر وٽ اچي پهتو، جيڪو وڃي جا ڏسي ته انهيءَ گهر سان عجب شڪل اچي رهي آهي ۽

رام نام جي شبد جو آواز پيو ٿئي، هنومان اهو آواز ٻڌي ڏاڍو عجب ۾ پئجي دل ۾ چوڻ لڳو ته هن دشمن جي ملڪ ۾ هيءُ رام ڀڳت ڪٿان آيو، هن راڪشن جي ملڪ ۾ هن ديوتا جو ڪيئن رهڻ ٿيو، هنومان من ۾ اهو ويچار ڪري برهمڻ جو روپ ڌاري اچي وڀيشڻ جي سامهون آيو، وڀيشڻ برهمڻ کي سامهون ايندي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هٿ ٻڌي اچي نمسڪار ڪري چوڻ لڳو ته هي مهاراج اڄ توهان مون تي ديا ڪري درشن ڏنو آهي، سو ٻڌايو ته توهين ڪير آهيو، مان ائين سمجهان ٿو ته شايد سري رامچندر ئي مون تي ڪرپا ڪري ساکيات پاڻ اچي برهمڻ جي روپ ۾ درشن ڏنو آهي. وڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي هنومان چوڻ لڳو، هي رام ڀڳت! تون راڪشن ۾ پرهلاد ۽ سري رام جو ڀڳت آهين ۽ مان شري رامچندر جي داسن جو به داس آهيان ائين چئي هنومان لنڪا ۾ اچڻ جو سمورو حال ڪري ٻڌايس، تڏهن ڪانئڀر ۽ وڀيشڻ به پنهنجو سمورو حال ٻڌائي چوڻ لڳو هنومان! ٻڌ، راوڻ جي محل پرسان هڪ تمام اهم ڪرڙا ان آهي انهيءَ ۾ انيڪ قسمن جا وڻ آهن ان جي وچ ۾ تمام وڏو شيشم جو وڻ آهي انسي هڪ ڪجهي اشوڪ واٽيڪا نهيل آهي جتي سري جانڪي پيڪر راڪشن جي پهري هيٺ رهي ٿي اُني ڪنهن کي وڃڻ جي طاقت نه آهي، اهو اهڙو ته ڪجهو استان آهي جو ديوتائن کان به ڳوليو نه لڀندو، الي تون سو ڪير روپ ڌاري وڃ ته ضرور هڪ وڻ جي هيٺان سيتا کي ويٺل ڏسندين. وڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي هنومان ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اوڏي مهل ڀڳوان رامچندر جو سمرڻ ڪري اشوڪا واٽيڪا ۾ آيو ان واٽيڪا جي سوڀيا ڏسي عجب کائڻ لڳو جڏهن ۾ ڪلپ جي وڻن سان ڀرپور ان ۾ انيڪ قسمن جا پکي ويٺل جي مٺيون ٻوليون ٻولي رهيا آهن ۽ هرڻ هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي رهيا آهن ۽ سامهون سون جا نهيل محل جي اجليءَ وانگر چمڪي رهيا آهن جڏهن جي سوڀيا سندر هئي ان واٽيڪا ۾ پڪل ميون جي ٻار کان جهڪيل ڏارون وڻن سان گهيرال هيون الي هرهڪ وڻ جي هيٺان جانڪيءَ کي ڳوليندي ڳوليندي هڪ سهڻو سندر مندر ڏٺائين اهو اهڙو ته وڏو هئو جو ان جي چوٽي بادلن سان ٿي ٽڪرائي جنهن ڏسي ڏاڍو عجب کائيندو اڳتي وڌيو، ڌاري ڌاري هلندو باغ جي رونق ڏسندو اچي هڪ شيشم جي وڻ وٽ پهتو جڏهن وڻ جي هيٺان اس بلڪل ڪانه ايندي هئي اهو وڻ سونهري پکين سان چمڪي رهيو هئو ان وڻ جي هيٺان هنومان ڏٺو ته جانڪي زمين تي ديوتائن سمان ... هو ڏٺي رهيون آهن ۽ ان جا

کي ڪيتري ڪالهه چڙهندي هئي ان جي ڏسڻ کان پوءِ مها پراڪرمي هنومان سوچڻ لڳو ته هيءَ وکين وجهڻ وارو اهڙو ڪير آهي؟ جو ڏسڻ ۾ به ڪونه ٿو اچي اهين عجب ۾ پئجي سوچيندي هن جي نظر وڃي هيٺ پيئي جا ڏسي ته هڪ ڀيانڪ روپ ۾ شيهڻي راڪشڻ بيٺي آهي، ان کي ڏسندي جلد ۾ ٽوپي پيو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي ان کـي لت سان ماري ڇڏيو. ان کان پوءِ هنومان وري اچي ڪالهي ڏکڻ طرف هلڻ لڳو ۽ جلد اُسي اچي سمنڊ جي ڪناري اُسي پهتو جتي انيڪ قسم جا وڻ ميون سان ڀريل هئا ۽ طرحين طرحين جا پکي انهن تي مٺيون ٻوليون ٻولي رهيا هئا.

## هنومان جي وڀيشڻ سان ملاقات

اتي پهچي هن ترڪوٽ پربت جي چوٽيءَ تي لنڪا پوري ڏٺي جا هر طرح سان سهڻن سندر مڪانن سان سهڻي ڏٺي وڃي هئي ان کي ڏسي وچار ڪرڻ لڳو ته مون کـي ڪهڙي طرح سان شهر ۾ وڃڻ گهرجي، ليڪن پڪ ڪيائين ته مان رات جي وقت سوکير سروپ ڌاري راوڻ جي راڄڌانيءَ لنڪا ۾ وينديس. اهو وچار ڪري اونهي لوسي پيو ۽ رات جـي وقت لنڪا پوريءَ ڏانهن هلڻ لڳو، جڏهن وقت مهاپرتاپي هنومان سوکير روپ ڌاري نگر جي دروازي ۾ گهڙڻ لڳو ايتري ۾ هڪ لنڪاپوريءَ نالي راڪشڻ بيٺي هئي، هنومان کي اندر ويندو ڏسي ڏڪالي اچڻ لڳي لــون ڪير آهين؟ جـو رات جـي وقت چورن وانگر نگر ۾ وڃي رهيو آهين ، اڙي باندرا اندر وڃي جا ڪرڻ چاهين تو ائين چئي ڪروڌ ۾ ڀرجي لت هٿي کڻيائيس، تڏهين هنومان کي لڳي جا کاوڙ سو اڪا ڪيائين هٿ زڪا ڪيائين تر ٻري جو زور سان مڪ هڻيائيس ته رت ڳاڙهيندي وڃي ٻرليءَ تي ڪري پئي وري ڪجهه دير کان پوءِ اٿي اچي هنومان کي چيائين هي هنومان! هاڻ منهنجو جنم سڦلو ٿيو، جو ته پتا برهما جي چوڻ موجب مون کي منهنجو درشن ٿيو مان هاڻي دارلوڪ وڃان ٿي، هاڻ تون ٻلي وڃ ۽ وڃي پنهنجو ڪارج سڌ ڪر. لنڪا راڪشڻيءَ جا اهي وچن ٻڌي هنومان لنڪا پوريءَ ۾ اندر ويو ۽ سوکير سروپ ڌاري رات جو نگر ۾ سيتي. ٻاسي گهمندو رهيو ۽ سيتا جـو پتو لڳائڻ لاءِ هـر راڄ محل ۾ گهڙي وڃـي سڄو محل گهمي ڏٺائين پر سيتا جو پتو ڪونه مليس ڏٺائين ته راوڻ گهريءَ ننڊ ۾ ستو پيو آهي، اهڙي طرح گهمندي گهمندي هنومان وڀيشڻ جي گهر وٽ اچي پهتو، * پهچي وڃي جا ڏسي ته انهيءَ گهر مان عجيب سڳنڌ اچي رهي آهي ۽

ترت لنڪا هليو ويندس. ائين چئي هنومان پنهنجو سرير هڪ ٻوجن وڏائي
بالڪل سامهون اچي بيهي رهيو، هنومان جو اهو روپ ڏسي سرسا پنهنجو مک
ٻيڻ ٻوجن وڏايو تڏهن هنومان پنهنجو سرير ڏهه ٻوجن وڏايو، تڏهن سرسا
پنهنجو مک ويهه ٻوجن وڏايو تڏهن هنومان پنهنجو سرير ٽيهه ٻوجن ڪري
ڇڏيو. جڏهن سرسا پنهنجو مک پنجاهه ٻوجن وڏايو تڏهن هنومان پنهنجو تمام
ننڍو سرير ڪري جهٽ ان جي مک ۾ وڃي وري ٻاهر نڪري آيو ۽ ان جي
سامهون بيهي چوڻ لڳو، هي ديوي! مان تنهن جي مک ۾ وڃي وري ٻاهر
نڪري آيو آهيان هاڻي توکي نمسڪار آهي، هنومان کي ائين چوندو ڏسي
سرسا چوڻ لڳي هي هنومان! تون ڌنيه آهين، تون ضرور سري رامچندر جو
ڪارج ڪندين. هي باندر! ديوتائن تنهن جو ٻل ڏسڻ چاهيو ٿي تنهن ڪري
انهن مون کي تو وٽ موڪليو، سو هاڻي مون کي پڪ ٿي ته تون سيتا جي
خبر لهي وري جلدي اچي رگهناٿ سان ملندين، هاڻي تون وڃ ائين چئي
سرسا ديولوڪ هلي وئي. هنومان ٻه گرڙ پکيءَ وانگر آڪاش ۾ هلڻ لڳو ان
وقت سون ۽ موتين سان ڀريل سمندر ميناڪ پربت کي چيو هي ڀائي! ڏس
ته هي مها شڪتيوان پون پتر هنومان رام جي ڪارج لاءِ وڃي رهيو آهي
تون ان جي سهائتا ڪر. گهڻو وقت اڳي سگر جي پٽن مون کي پڌايو هئو
انهيءَ ڪري مان ساگر سڏجان ٿو، هو دشرٿ نندن ڀڳوان رام جي ونش ۾
ٿيو هو ۽ هيءُ ڪپي راڄ هنومان انهيءَ جو ڪارج سڌ ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو
آهي، تون جلد جل کان ٻاهر نڪري مٿي ٿي بيهه جيئن ڪري هو ڪجهه دير
تو تي وشرام ڪري اڳتي وڃي. تڏهن ميناڪ پربت "تمام چڱو" چئي جهٽ
پنهنجي انيڪ چمڪندڙ چوٽي پاڻيءَ مان ٻاهر ڪڍي گهڻو مٿي ٿي آيو
۽ پاڻ منش روپ ڌاري هنومان کي ايندو ڏسي چوڻ لڳو، هي ڪپيشور!
مان ميناڪ آهيان، سمندر مون کي توهان جي وشرام ڪرڻ لاءِ آگيا ڏني
آهي، اچو هيءُ منهنجا امرت سمان مٺا ڦل کائي ڪجهه دير هتي وشرام
ڪري اڳتي ڀلي هليا وڃو. ميناڪ جا اهي وچن ٻڌي پون پتر هنومان
چوڻ لڳو، هي ميناڪ! رام جي ڪارج لاءِ ويندي مان ڀوڄن ڪيئن ڪري
سگهان ٿو؟ ۽ مون کي جلدي وڃڻو آهي، تنهن ڪري وشرام ڪرڻ جو وقت
ٿي ڪٿي آهي؟ ائين چئي هنومان ميناڪ جو شان رکڻ لاءِ ان جي چوٽيءَ
کي فقط آڱر سان ڇهي اڳتي هليو ويو، هو ڪجهه پنڌ اڃا اڳتي مس هليو
ته ان کي هڪ ڇاياگرهي پڪڙيو، هوءَ سنهڻ نالي هڪ پاپڪ راڪشڻ
هئي جا سدائين جل ۾ رهي آڪاش ۾ ويندڙ جيون جي ڇايا پڪڙي انهن

جي اندران جيڪو به ور گهرڻو هجيئي سو بلاشڪ گهر، تڏهن ڪيشري چوڻ لڳو، هي ديوتائون! توهان منهنجي پٽ کي اهو ور ڏيو ته هن جو نالو امر رهي ۽ ڪنهن کان به جيتجي نه سگهي ۽ مها ٻلوان شري رامچندر جو ڀڳت رهي - تنهن تي ديوتائون (ائين ئي ٿيندو) چوڻ لڳا، ديوتائن جي آشيرواد ٻڌي هنومان تو سورج کي مک مان ٻاهر ڪڍيو. تڏهن سڀ ديوتائون پرسن ٿي ويا ۽ توکي ور ڏيڻ لڳا - اڳئين چيو ته هي هنومان! تون ٻاهر پر ڪڏهن به نه ڄاڻندين. ديوراج اندر چوڻ لڳو، هي پون پٽ! توکي منهنجو ڪڏهن به وڄر نه لڳندو. ٻرهما چوڻ لڳو هي اجرنگي! توکي منهنجي ڪانئي به شڪتي نه لڳندي. هي ڪپي سرشٽ! اهڙو ڪير آهي جو توهان جي ٻل جو مهاتم ورڻن ڪري سگهي - تنهن ڪري توهان ليار ٿي وڃو ۽ هيءَ رام جو ڪارج ڪري اسان جي رکيا ڪريو. جامبونت جا اهي وچن ٻڌي هنومان شري رامچندر جو ڌيان ڪري سيني ٻاندرن کي دلداري ڏيئي چوڻ لڳو هي ٻانرو! توهين هاڻ ڪنهن به قسم جو خيال نه ڪريو مان شري رامچندر جي ڪرپا سان سندس اهو ڪم پورو ڪري سگهندس. ائين چئي پنهنجو سروپ ڪٽي وڏا ٻالين ۽ سڄي برهمانڊ کي ڏڪائي ڇڏيو، تروڪرم ڀڳوان جي سمان پربت جهڙو سرير ٿي پيو ۽ چوڻ لڳو هي ٻاندرو! مان سمندر ٽپي وڃي لنڪا ڀسم ڪري ڇڏيندس ۽ راوڻ کي ڪل سميت ماري جانڪيءَ کي وٺي ايندس جيڪڏهن چئو ته راوڻ کي ڳلي ۾ ٻوڙي وجهي لنڪا کي ترڪوٽ پربت سميت ساڄي هٿ تي کڻي ڀڳوان رام جي اڳيان آڻي رکان يا فقط جانڪيءَ کي ڏسي هليو اچان - جامبونت چيو هــي ڪپيشور! تون فقط جانڪيءَ جي خبر لهي اچ تنهن کان پوءِ سري رامچندر ٻاندرن جي سينا وٺي راوڻ کي ماري سيتا وٺي موٽي ايندو- انهيءَ ٻاريءَ جي چرترن کي نيتي لوڪ ڏايي ٻرٻر سان ڳائيندا.

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! هيءَ شري رامچندر جي ڪٿا سنسار روپي دکن لاءِ هڪ دوا آهي جنهن جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان هيءَ جيو ڀو ساگر تري پار پوندو.

هري اوم تت ست تلسي ڪرت رامائڻ
شري شو پاروتي سمواد جو ڪشڪندا ڪانڊ
سنسار ساگر روپي چوٿون ڏاڪو سماپت ٿيو.

ٽپڻ لڳا ۽ اسين هن سمنڊ کي ڪهڙي طرح پار ڪري سگهنداسين،
انگد ٽپڻ لڳو، هي بانڊر سرشت ٻڌوا توهان سڀئي تمام ٻلوان سور
پراڪرمي آهيو، تنهن ڪري توهان مان اهڙو ڪير آهي جو سمنڊ ٽپي
رامچندر جو ڪارڻ پورو ڪري، اهڙي هڻن سڀئي بانڊرن جي ٻڌڻ
رکيا ڪندو، تنهن ڪري اهڙو ڪوئي ! مها ٻلوان هجي سو مهنجي سامهون
اچي حاضر ٿئي سو ٿي سڀئي بانڊرن جي ۽ سگرٖاو جي رکيا ڪ
وارو ٿيندو.

پرواج انگد جي اهڙي طرح چوڻ ڪري سڀئي بانڊر سيماٽي چپ چاپ
۽ واٺي رهيا ۽ ڪنهن جي مک مان هڪ شبد به نه نڪتو ۽ سڀئي هڪ ٻئي
جو منهن تڪڻ لڳا، ڪنهن ! جواب نه ملڻ ڪري وري انگد چوڻ لڳو، هي
ويروا هن ڪارڻ ڪرڻ لاءِ سڀئي پنهنجي پنهنجي شڪتيءَ جو ورنن ڪري
ٻڌايو ۽ انگد جي اها ڳالهه ٻڌي سڀئي بانڊر الڳ الڳ پنهنجو ٻل ٻڌائڻ لڳا
هر هڪ ڏهن يوجن کان وٺي وڌ ۾ وڌ ٽپڻ جي شڪتي ٻڌائي الٻت ۾ ان
جهنگلي جانور جامبونت پنهنجي شڪتي سؤ يوجن جي اندر ٻڌائي، تڏهن
انگد چوڻ لڳو ته مان مهاساگر پار ته ڪري ويندس پر وري موٽي اچڻ جي
شڪتي آهي يا نه، اهو چٽي ريت سگهان - تڏهن وار جامبونت ان کي چيو
هي انگد! جنهن جي هٿان هي ڪم سڌ ٿيندو اهو وار مان توکي ڏيکاريان
تو، ائين چئي جامبونت الي وينل هنومان کي چيو هي هنومان! هن وڏي
ڪارج سڌ ڪرڻ لاءِ تون اهڙي طرح اڻ ڄاڻ ٿي چپ چاپ ڪري ايڪانت
۾ ڇو ويٺو آهين؟ هي مهاوير! تون هين ساڪيات پون ديوتا جا پتر آهيو ۽ توهين
۽ پتا جي سمان پراڪرمي آهيو، تنهن ڪري اڄ پنهنجي شڪتيءَ جو ال ڏيکارا
مهاتما وارو رام جي ڪارج لاءِ ٿي توهان کي الون ڪيو آهي، شيرن جا
پٽ شير ٿي ٿيندا آهن. هڪڙي ڏينهن تنهنجو پتا وار ڪيشري رڻ ڪرڻ لاءِ
ڪنهن ان ۾ وار جتي ڪيشپ زالي مينڌور وانگي لٻ ڪيو الڪي هڪ
پيانڪ هاٿي ڪال سروپ ۾ رشيءَ جي سامهون اچي اٿو، رشي هاٿيءَ کي
ڏسي ڏڪي وار ۽ تنهنجي پتا کي چوڻ لڳو ته هي ڪيشور! ڪرپا ڪري
تون مون کي هن پيانڪ هاٿيءَ جي ڪرپ کان بچاءِ ! ۽ اسيا ۾ وڪهن
پرندو. مينڌور جا اهي وچن ٻڌي ڪيشري هڪدم گرجنا ڪري هاٿيءَ
جي سامهون وڃي پهتي .ڏندن کان جهلي ڦيرائي ڦيرائي ڪٽي پرٿويءَ تي
ٽو ڪيائين. ڪيشري جو اهڙو بل پراڪرم ڏسي مني ڏاڍو خوش ٿي چوڻ
لڳو، هي ڪپي راج! مان توکي ڏاڍو پرسن ٿيو آهيان، هاڻ گهر جيڪي ور

چٽي سيني مرڻ جهڙي ڪري اتي ئي واهي رهيا. انهي وقت مهيندر
پربت جي غار ۾ ويٺل گيڌ راڄ ٻکي پربت سمان ٻاهر نڪري شڪار ڳولهڻ
لاءِ هلڻ لڳو. وڃڻ اچي وڏا وڏا ٻاندر ويٺل ڏسي هو بدنيت سان چوڻ
لڳو ته اڄ مون کي گهڻن ڏينهن جو کڌ کاڌو مس مس مليو آهي سو هاڻي
مان هنن سڀني کي هر روز هڪ هڪ ڪري کائيندس.

گيڌ راڄ ٻکيءَ جا اهي وچن ٻڌي سڀئي ٻاندر ڊپ وچان چوڻ لڳا-
افسوس! هاڻ ته هي گيڌ اسان سڀني کي کائي ڇڏيندو. هي ٻاندرو! اسان
کان نه ڪم ڀڳوان رامچندر جو ڪي ڪارڄ سڌ ٿيو ۽ نه ڪو راجا سگريو
جو ۽ نه ڪو پنهنجو ئي ڀلو ٿيو. هاڻ اسان اي قصور هن جهڙي هٿان مري
جم لوڪ هليا ويداسين. افسوس! ڌرماتما جٽايو ڌنيه آهي جنهن ڀڳوان
شري رامچندر جي ڪارڄ ۾ پنهنجا پراڻ ڏئي ڇڏيا، ڏسو ان شترن کي
نياس ڪرڻ واري ڀڳوان ان کي موکيه پد ڏئي ڇڏيو جو پد يوگين لاءِ به
ڏرلڀ آهي. ٻاندرن جا اهي لفظ ٻڌي سمپاتي (گيڌ) چوڻ لڳو، هي ڪهڙي سرشتي!
توهان ڪير آهيو جو ٻاڻ ۾ امرت سمان مٺا وچن چئي رهيا آهيو ۽ منهنجي
اڳيان منهنجي پياري ڀاءُ جٽايو جو نالو وٺي رهيا آهيو، هيٺئر توهين مون
کان ڪنهن به قسم جو ڊپ نه ڪريو ۽ مون کي پنهنجو سمورو حال ڪري
ٻڌايو. تڏهن شريمان انگد اتي گيڌ وٽ وڃي چوڻ لڳو ته سري رامچندر
ڀاءُ لڪشمڻ ۽ پراڻ پياري سيتا سان گڏ گهور ٻن ۾ ڦري رهيا هوا اتي ان
جي استريءَ سيتا کي پاپي راوڻ چوريءَ ڪٽي ويو جنهن وقت رام ۽
لڪشمڻ مرگ مايا جي پٺيان ويا ان وقت هو موقعو ڏسي سيتا کي زوريءَ
ڪٽي ويو ۽ هوءَ هاءِ رام! هاءِ رام! چئي روئڻ لڳي، ان جو آواز ٻڌي
مها پرتاپي پکين جو راجا گيڌ جٽايو وگهات جي ڪري راوڻ سان گهور ڄڌ
ڪئي نيٺ انت ۾ اهو مها ٻلوان جٽايو راوڻ جي هٿان مارجي ويو. تڏهن کان
پوءِ پاڻ خود سري رامچندر ان جو اگني سنسڪار ڪري ڪريا ڪرم ڪيو
۽ هو اوڏي مهل ئي ڀڳوان رام ۾ لين ٿي ويو ۽ موکيه پد کي پراپت ڪيو.
تڏهن کان پوءِ رگهپات سگريو وٽ آيو ۽ اگنيءَ کي ساکي ڪري ان سان
مترتا ڪئي ۽ سگريو جي چوڻ موجب مهاپاپي رامچندر دشت ٻاليءَ کي ماري
ٻاندرن جو راڄ سگريو کي ڏنو، مهاپاپي سگريو اسان جهڙن انيڪ مها پراڪرمي
ٻاندرن کي سيتا جي ڳولهڻ لاءِ موڪليو آهي، ۽ اٿين چئي ڇڏيو اٿس ته
هڪ مهيني جي اندر ئي موٽي اچجو جيڪڏهن هڪ مهيني اندر موٽي
نه ايندا ته توهان کي پراڻ ڏنڊ ڏنو ويندو. هاڻ اسين ان جي آگيا سان هن

سيئي غفا ۾ اندر گهڙي پيا، سيني کان اڳ هنومان ۽ پٺيان ٻيا ٻاندر هڪ ٻئي ۾ ٻانهن ٻانهن، ۾ وجهي اندر هلڻ لڳا، تمام گهڻو ٻري ڏاڍين اونده، انڌڪار ۾ وڃڻ کان پوءِ ٻاندرن ڏٺو ته هڪ موتين جي سمان صاف جل سان ڀريل سندر تلاءُ آهي ۽ ان جي ڀرسان پڪل ڦلن ڦولن کان جهڪيل سندر وڻ آهن جنهن کي ڏسي ٻاندر ڏاڍو خوش ٿيا، آڳا گهڙي ته عجيب قسم جو اهو پاڻيءَ جو جهرڻو هئو جڻ مدش لاءِ امرت جو چشمو هئو، سڀئي ٻاندرن ان جا خوب پڪل ۽ مٺا ڦل ڦول کائي پاڻي پي دل کي ٺاراڻون.

## سمپاتي پکيراج ۽ انگد

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! هيڏانهن سيتا جي ڳولها ۾ اڪل ٻاندران غفا جي واٽهڙو وڻن جي ڇانو هيٺان ويهي سيتا جو پتو نه ملڻ ڪري تمام حيران ٿي پيا ان وقت انگد سيني ٻاندرن کي چوڻ لڳو هي ڀائرو! اسان کي هن ان ۾ گهمندي گهمندي هڪ مهيني جو مدو پورو ٿيندو اسر وڃي پر اڃا تائين اسين ڪجهه به نه ڪري سگهيا آهيون. اسين واٽر راڄ سگرائو جي آگيا جو پالن نه ڪري سگهنداسين، هاڻي جيڪڏهن ڪشڪندا پوريءَ موٽي هلنداسين ته هو اسان کي ضرور ماري ڇڏيندو، خاص ڪري مان هن جي شتروءَ جو پٽ سو مون کي ته اهو ضرور هن بهاني سان ماري ڇڏيندو، ڀلا مون ۾ ان جو پريم ڪيئن ٿي سگهندو، منهنجي رکيا ته سري رامچندر ڪئي آهي، هاڻ مون کان شري رامچندر جو ڪم سڌ نه ٿيو آهي تنهن ڪري منهنجي مارڻ لاءِ هن دکي آتما سگرائو کي پڪ اهو ٿي سندر بهانو هٿ اچي ويندو هو پاپ آتما پنهنجي وڏي ڀاءُ جي استري جا ان جي ماتا سمان آهي هو ان سان به ڀوڳ ڀوڳي رهيو آهي، تنهن ڪري هي وانر سرشٽ! مان هاڻي هن وٽ وڃڻ نٿو گهران، ڪنهن نه ڪنهن اپاءَ سان هتي ئي جيئڻ جو انت ڪري ڇڏيندس. اهڙي ڳالهه انگد جي نيڻن ۾ آنسون ڀرجي آيا. هن کي اهڙو دکي ڏسي سڀئي ٻاندرن کي ڏاڍو دک ٿيو ۽ انهن به اکين ۾ آنسون آڻي انگد کي چيو ته اوهان اهڙو غم ڇو ٿا ڪريو اسين سڀئي پنهنجي پراڻن جي رکيا ڪنداسين، ۽ اچو ته هن غفا ۾ ٿي رهنداسين هن ۾ جو نگر آهي اهو امراوتي پوريءَ جي سمان سڀئي سکن سامگرين سان ڀرپور آهي، اهڙي طرح هنن جي ڳالهين ڪرڻ جو آواز هنومان جي ڪن تي پيو، اهو آواز ٻڌي هنومان انگد وٽ اچي ان کي هردي سان لڳائي چيو، انگد اوهان اهڙي چنتا ڇو ٿا ڪريو اوهان ڪنهن به

مهنجي. هن مشڪل ڪم جي باري ۾ چڱيءَ طرح ڄاڻين ٿو جيئن تون ٺيڪ
سمجهين ٿيئن ائين ڪر. ڄانڪيءَ جي ڳولها لاءِ موڪلي ڇڏ.

رامچندر جا اهي وچن ٻڌي وانرراج سگريو ٻرت ئي انيڪ وانر ٻاندرن
کي سيتا جي ڳولهڻ لاءِ موڪليو. اهڙي طرح سڀني پاسي انيڪ ٻاندر
موڪليا، جيڪي مکيه ٻاندر مها ٻلي انگد، جامونت، نل، سشين، شرڀ،
هنومان ۽ ٻيا به انيڪ وار ٻاندر هئا، تن سڀني کي ڏکڻ ڏسا ۾ موڪلي ڇڏي
ڇڏيو ته مهنجي. آگيا سان توهين سڀ هوشياريءَ سان سليقيءَ جانڪيءَ
جي ڳولها ڪريو، ٻه هڪ مهيني جي اندر ئي موٽي اچو. جيڪڏهن سيتا
جي ڳولهڻ ٻنا هڪ مهيني کان هڪ ڏينهن به دير سان موٽي ايندو ته هي
ٻاندرو! ياد رکجو ته توهان کي مون جي هٿان ئي پراڻ ڏنڊ ڀوڳڻو پوندو. انهن
مهاپراڪرمي ٻاندرن کي اهڙيءَ طرح موڪلي، سگريو سري رامچندر کي پرڻام
ڪري اچي ئي ويهي رهيو، ان وقت پون پتر هنومان کي، ويهندو ڏسي سري
رگهوناٿ چيو هي هنومان! تون هيءَ مهنجي آڱوٺي کڻي وڃ هن ۾
مهنجو نالو اُڪريل آهي سا هيءَ مهنجي نشاني آهي تون انڪانس ۾ سيتا کي
ڏئي ڇڏجانس. ۽ تون ڪري الڪو ته ڪرمان جاڻ ته اٿي سيتا سمجهه اچي
پوڇندس ۽ اسان جو سمورو حال ڪيئن ڪري ٻڌائج. هي هنومان تون ئي
هن ڪم ڪرڻ ۾ سمرٿ آهين مان تنهن هو. تيئن تون چڱيءَ طرح ڄاڻين ٿو،
چڱو هاڻي تون وڃ، تنهن کان پوءِ اهي سڀئي وانر پرش سري رامچندر کي
پرين ڇڪ سان پرڻام ڪري هوا ۾ تيز رفتار سان ڏکڻ پاسي روانا ٿيا وڃا
اهڙي طرح وانرراج سگريو جا موڪليل ٻاندر سيتا جي ڳولها ڪندا ٻڌ ڪندا
هلندا اچي وندياچل جي پربتن گهاٽي ٻن ۾ پهتا جتي هڪ پراٽ سماڻ
ڀيانڪ راڪش رهندو هئو جو مرگ ۽ هاٿين کي ڪڙي کائي ڇڏيندو هو،
ٻاندرن هن کي ڏسي ائين سمجهيو ته هيءُ ئي راوڻ آهي، ائين چئي ان کي
هڪ ڪڪ ۾ ماري ڇڏيائون. هن کي آسانيءَ سان مرندو ڏسي ڄاتائون ته هي
راوڻ نه آهي، ائين چئي اڳتي هلڻ لڳا، سڀئي ٻاندر ٻڌ ڪندا انيڪ
پرڪارن جا راڪش ماريندا جهنگل ڏوريندا هڪڙي ڀيانڪ ٻن ۾ اچي
پهتا. اهڙي ڀيانڪ ٻن ۾ گهمندي ڦرندي پياس انهن کي اهڙو ته اچي
ستايو جو زبان، گلو ۽ چپ سڪي خشڪ ٿي ويا سڄو جهنگل ڳولهي ٿڪا
پر پاڻي هٿ ڪونه آين. ايتري ڳولهيندي ڳولهيندي هنن کي اٿي هڪ غار
ڏسڻ ۾ آئي جنهن جي اندران پاڻيءَ سان پکي نڪرندا ۽ هنس پکي پڻ
نڪتا انهن کي ڏسي پڪ ٿين ته اندر ضرور پاڻي ملندو اهو خيال ڪري

ڊارڻ لاءِ پنهنجي ڌنش مان ڀيانڪر ٽنڪار ڪئي، ان وقت انگد جي
مڪان مٿان ماڙيءَ تي ويٺل ٻاندر لڪشمڻ کي ڏسي هٿن ۾ پٿر کڻي هڻڻ
لاءِ تيار ٿي بيهي رهيا، انهن ٻاندرن کي ڏسي لڪشمڻ جا نيتر ڪروڌ ۽
لال ٿي ويا ۽ ڌنش تي ٻاڻ چاڙهي انهن تي وار ڪرڻ چاهيائين ٿي ته،
ايتري ۾ ٻاندرن جو منتري انگد اچي پهتو جنهن سيني ٻاندرن کي روڪي
لڪشمڻ کي ڏنڊوت پرڻام ڪيو، پوءِ لڪشمڻ انگد کي هرديءَ سان لڳائي
چوڻ لڳو، هي متر! تون پنهنجي ڪاڪي سگريو کي وڃي خبر ڏي ته
شري رامچندر توتي ڪاوڙيو ويٺو آهي ۽ ان جي آگيا سان ئي مان هتي
آيو آهيان، اهو ٻڌي انگد "تمام چڱو" چئي اوڏي مهل تي سگريو کي وڃي
سارو سماچار ٻڌايو ته لڪشمڻ ڪروڌ ۾ نيتر لال ڪري ٻاهر بيٺو آهي. اهو
ٻڌي والر راج سگريو کي ڏاڍو ڊپ ٿيو ۽ هڪدم منتريءَ هنومان کي چيو
ته تون انگد سان گڏ وڃي لڪشمڻ کي وينتي ڪري وڃي شانت ڪراءِ ۽
آدر ڀاءُ ڏيئي هت وٺي اچس! اهڙي طرح هنومان کي موڪلي سگريو
تارا کي چيو ته تارا تون به لڪشمڻ وٽ وڃي پنهنجي مڌر وائيءَ سان
ان کي شانت ڪراءِ جڏهن هو شانتيءَ ۾ اچي پوءِ ان کي مون وٽ وٺي
اچ، اهو ٻڌي تارا "تمام چڱو" چئي لڪشمڻ وٽ آئي هيڏانهن انگد سان
هنومان لڪشمڻ وٽ آيو ۽ سر نوائي ڀڳتي ڀاو سان آدرسٽڪار ڪري چوڻ
لڳا هي ڀاڳيوان ويرا! ڀلي آيا، هلو گهر- هي گهر به توهان جو آهي هلو هلي
مهاراج سگريو سان ملو پوءِ جيڪا اوهان جي آگيا هوندي ان موجب ڪيو
ويندو. ائين چئي هنومان پريم سان لڪشمڻ جو هٿ جهلي راج محل ۾ اچي
پهتا ان وقت تارا سندر سهڻا وستر ۽ ڳهڻا پائي هار سينگار ڪري اچي
هئي، لڪشمڻ کي ايندو ڏسي تارا پرڻام ڪري مشڪندي مٺي مڌر وائيءَ
۾ چوڻ لڳي، اي ديور! توهين ته ساڌو سڀاءَ ۽ ڀڪت وتسل آهيو، توهان
پنهنجي ڀڳت سگريو تي ڇاجي ڪري ايڏي ڪاوڙ ڪئي آهي؟ هن ته
گهڻن ڏينهن کان اڃا ڪنهن سهاري ڏک تي ڏک پئي ڀوڳيو هئو هاڻ توهانجي
هٿ اچڻ ڪري هن جو ڏک دور ٿي ويو، هو نيڪ ذات جو ٻاندر آهي،
انهي ڪري هو ڪام جي وس ٿي رگهناٿ جي سيوا ۾ حاضر ڪونه ٿيو. هي
پرڀو! هاڻ جلدي ڀين ديسن کان تمام ٻاندر اچڻ وارا آهن. هي رگهو سرشٽ!
هينئر ڏهن ئي ڏسائن ۾ وڏن وڏن زوردست لکين ٻاندرن کي وٺي اچڻ لاءِ
اسان ڏهه هزار ٻاندر موڪليا آهن ۽ سگريو ٻاڻ وڃي سڀني ٻاندرن سان ان
دنيس راوڻ کي ماري ناس ڪندو ۽ هنومان اڄ ئي اوهان سان گڏ رگهناٿ

ڪي رام جي ڪارڻ ڪرڻ لاءِ تمام لنڪا ۾ اندر هنومان سميت سڀني پاسي موڪلي ڇڏيا.

سري مهاديو چوڻ لڳو ته: پاروتي! هڪ ڏينهن رات جي وقت پرورشڻ پربت تي ويٺل سري رامچندر سيتا جي اسرهه ۾ وياڪل ٿي لڪشمڻ کي چوڻ لڳو ته هي لڪشمڻ! ڏس، ته ڪيئن نه منهنجي سيتا ڪسي راڪش زبردستي کڻي ويا آهن، هوءَ سندري جيئري آهي يا مري وئي، اهڙيءَ ڳالهه جي پڪ ڪرڻ لاءِ اڃا تائين اسان ڪو به پتو نه لڳايو آهي. جيڪڏهن ڪو به مونکي اهو سماچار پڌائيندو ته هوءَ جيئري آهي ته پوءِ ڪٿي به هجي ته مان ان کي اتان ضرور وٺي ايندس. هي ڀائا! منهنجي پرتگيا ٻڌ، جو دشت منهنجي جانڪيءَ کي کڻي ويو آهي ان کي مان ڪٽنب ۽ سينا سميت ڀسم ڪري ڇڏيندس. هي چندر ٻڌائي سيتا! مونکي ته ڏسي، تمام دک ۾ دکي ٿي راڪشن جي گهر ۾ ڪيئن جيئري رهي سگهندي. افسوس! سگريو ته ڪڏهن نه اردلي ٿي پيو آهي جو مون دکياري ڏانهن نهاري به نٿو. هو نشڪنٽڪ راڄ هٿ ڪري ڪام وس استريءَ جي موه ۾ ڦاسي مزا ماڻي رهيو آهي. اهڙي سرد موسم اچڻ ڏسي هو پراڻ پياري سيتا جي کوج ڪرڻ لاءِ آيو نه ڪين. اول مون ان جو اپڪار ڪيو آهي، هن دشت ڪام وس ٿي مون کي ڀلائي ڇڏيو آهي، جهڙي طرح مونکي سيتا کي کڻي وڃڻ واري کي ناس ڪرڻو آهي اهڙي طرح سگريو کي به ڪٽنب سميت ماري ڇڏيندس. اهڙي طرح سري رامچندر کي ڪروڌ ۾ ڀريل ڏسي لڪشمڻ چوڻ لڳو هي راما! توهين مونکي آگيا ڏيو ته مان هينئر وڃي دشت ڇڻ واري سگريو کي ماري موٽي اچان. اهو چئي، هٿ ۾ ڌنش باڻ کڻي پنهنجو پاڻ هي ويندو ڏسي سري رامچندر چوڻ لڳو هي ڀائا! سگريو منهنجو پيارو متر آهي تون ان کي مارڻ مٿان، ان کي ڊيڄاري اهو چئج ته تون به بالي وانگر مارايو ويندين، ان جو جواب وٺي موٽي هليو اچج. پوءِ ان وقت جو ڪجهه ڪرڻو هوندو سو مان ضرور اهو ئي ڪندس. تڏهن مها پراڪرمي لڪشمڻ "اهو حڪم" چئي جلدي ڪشڪنڌا پوريءَ ۾ آيو. ان ... لڪشمڻ ڪروڌ ۾ اهڙو ڀيانڪ روپ ڌاريو هو جو ڄڻ ته سڀني ٻاندرن ... ڀسم ڪري ڇڏيندو، سري رگهناٿ سروپ ۽ گيان سروپ آهي ۽ لڪشمڻ ... جي شيوا ۾ رهندي آهي تنهن هوندي به رواجي استري جي ... ڪندي سڀاوڪ پرش وانگر هو سيتا جي دک ۾ وياڪل ٿي ... لڪشمڻ ڪشڪنڌا پوريءَ وٽ پهچي سڀني ٻاندرن کي ڀڄ

سان اوڪ لوڙي ٻولڪ ۾ سڪ ماڻي ٿو، اهڙي طرح پنهنجي ڀڳت شيش اوتار مهاتما لڪشمڻ جي ڀيٽ ڪري ڀڳوان شري رامچندر هن طرح ڪيس اپديش ڏنو تنهن کان پوءِ سري رامچندر سياوڪ ماڻا ڏيکاري رواجي ممش وانگر دک ۾ وياڪل ٿيڻ لڳو ۽ هاءِ سيتا! هاءِ سيتا! ورلاپ ڪندي سڄي رات گذاري ان کي ڪنهن به طرح ننڊ نه آئي.

## سگريو جو باندر سينا ڪٺي ڪرڻ

انهيءَ وقت ڪشڪندا پوريءَ ۾ ٻڌيمان هنومان اڪانت ڏسي سگريو کي چيو هي راجن! مان توهان جي ڀلائيءَ لاءِ هڪ ڳالهه ٻڌايان ٿو سا ٻڌو! ڏسو نه سري رامچندر توهان تي ڪيڏو نه وڏو اپڪار ڪيو آهي، ليڪن توهان انهيءَ ڳالهه کي بلڪل ڀلجي ويا آهيو، تنهن جي ڪري هن باليءَ کي ماري توکي راڄ پد وٺي ڏنو، جنهن جي ڪرپا سان توهان کي مشڪل سان تارا ملي آهي اهڙي ٻڌيمان رام پنهنجي ڀاءُ سان گڏ هن پربت تي رهي ٿو. هو پنهنجي هن مشڪل ڪم لاءِ انهيءَ وچار ۾ توهان جي اچڻ جي واٽ ڏسي رهيو آهي پر توهان باندر سپاهُ وس ٿي استريءَ جي موهه ۾ سڀ ڪجهه ڀلائي ڇڏيو آهي، توهان سيتا جي ڳولهڻ لاءِ اڃا تائين ڪو به اپاءُ نه ڪيو آهي ۽ پرتگيا ڪري به اڃا تائين ڪجهه نه ڪيو اٿو، جنهن ڪري توهين پنهنجي وچن جو ڀنگ ڪري رهيا آهيو، تنهن ڪري تون به انهيءَ سائڻي ڏنش پساڻ جنهن سان باليءَ کي ماريائون سو تسي توکي ڏنڊ ڏيڻ لاءِ تيار آهي. هنومان جا اهي وچن ٻڌي سگريو ڊپ وچان ڏڪي چوڻ لڳو، هي هنومان! تون بلڪل سچ چئي رهيو آهين، مان اوار هيستائين تمام سکن ۾ ٻڏو پيو هوس ۽ پنهنجي ڪرتب کان ڀلجي ويو هوس، اها ڳل ٿي ڪانه اٿي پيم نه ڪو ٻئي ڪنهن ممش جو دک سک وچارڻو اٿم، هاڻ تون مهنجي آگيا سان جلدي ڏهن ڏسائن ۾ ڏهه هزار باندر روانا ڪر، اهي سڀ ٿي ديس ۾ رهندڙ سڀني باندرن کي وٺي اچن ۽ جيترا به مکيه مکيه باندر آهن اهي سڀئي هت پندرهن ڏينهن جي اندر اچي حاضر ٿين ۽ جيڪو به هڪ پکيه اندر نه ايندو ته مان ان کي پنهنجي هٿن سان ماري ڇڏيندس، اهڙي طرح هنومان کي آگيا ڏيئي سگريو وري پنهنجي گهر هليو ويو. تنهن کان پوءِ پوءِ ٻڌيمان هنومان سگريو جي آگيا موجب ان وقت تمام باندر ڏهن ئي ڏسائن ۾ موڪلي ڇڏيا جي ڳنڍ کان ٻاهر گهڙوان ۽ پراڪرمي هئا، اهي هوا جي سمان تيز رفتار، پهاڙ جي سمان مضبوط هئا. انهن مکيه مکيه وانر دوتن

ڏاڍي اڇي رام جي شوڀا ۾ وهڻ لڳا.

## سلوڪ

سڀئي ڪامنائون ڇڏي لئي رام رس ۾ لين
سدا چرڻن ۾ لڳيو رهي تلسي جل ۾ جيئن مين
و ۽ م اکر سڀني ورڻن کان آهي سرشت
تلسي رام جو نام آهه سڀ جو مٺي مکٽ
جو نہ جپي تو مڪ سان ان جي جيڀ آهه زهر سمان
تلسي رام سان جنهنجو پريم ناهه سو ان آهه پسوءِ سمان

هڪ ڏينهن ڏٺائون ڪندي سري رام جي سماڌي کلڻ بعد اکين اڪاس ۾ ڏسي لڪشمڻ ڏاڍي پريم سان هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته پرڀو! مونکي جو توهان ڀوڳيالين اپديش ڏنو هو جنهن مان منهنجو اگيان ناس ٿي ويو، ٻيو هي واکوڙا ڏسڻ آيو ته ٻئي پرش پاڻ پوڄا سان جوڙي طرح سنسار ۾ توهان جي آراڌنا ڪندا رهن ٿا، سو هڻ وقت اهو مان ٻڌڻ چاهيان ٿو ۽ جنهن سان ڪرڻ ڪري سولائي سان مڪتي ملي ٿي سي اهو پراپڪاري سان ڪريا ڪري ٻڌايو جو نہ مان توهان جو داس ۽ پاءُ آهيان. لڪشمڻ جا اهي وچن ٻڌي شري رامچندر چوڻ لڳو، هي لڪشمڻ! منهنجي پوڄا جي وڌيءَ جو ڪوئي انت نہ آهي، پڪتي ڀاو سان سنڪو ورت وجي ۽ ان کان منتر وٺي ٻڌيمان پرش کي گهرجي تہ ان گردير جي ٻڌايل وڌيءَ سان پنهنجي هردي ۾، اگنيءَ ۾، مورتيءَ ۾، سورج ۾ ۽ نقط منهنجي شيوا ڪري، ٻڌيمان پرش کي سوڃل آلي من شڌ ڪرڻ لاءِ منتر اچاري سنان ڪري انهي ڪرم موجب سنڌيا ۽ نتيہ ڪرم ڪري، منهنجي پوڄا ڪرڻ وارو پرش ڪرمن جي سڌيءَ لاءِ ڀوڳيالين سنڪلپ ڪري پوءِ گردير ۾ منهنجي ڀاونا رکي ان جي پوڄا ڪري، جيڪڏهن اگنيءَ جي پوڄا ڪرڻي هجي تہ ان ۾ آهوتيون ڏئي، جيڪڏهن سورج جي پوڄا ڪرڻي هجي تہ هون يا هوم جي پوءِ سان سورج جي شڪل ٺاهي پوڄا ڪري ۽ ڀڳتي ڌنوارن شرڌا سان ڀراوليا ڪري، پريم سان جل ڏيڻ ڪري ۽ مان پرسن ٿيان ٿو، هر منش کي هر طرح سان جل ڪجهہ ڇڏي شرڌا سان پراوليا ڪرڻ گهرجي، چاڪاڻ تہ ڀڳوان شرڌا پريم جوئي ڀڪيو آهي. منتر وڌيءَ موجب ڪري ۽ هون ڪري ڪٿت کان پوءِ ڦالهاڻ بند رکي، منهنجو سمرڻ ڪري جپ ڪري، جيڪو پرش منهنجي وڌيءَ موجب پوڄا ڪري سو منهنجي ڪرپا

شري رامچندر ”لام چگو“ چئي پنهنجي ڪومل هٿن سان ڏاڍي ڏاڍي ڪري ٻاڻ ڪڍيو، ٻاڻ نڪرانديئي ٻالي ٻالڪ جو سرير ڇڏي انند روپ ٿي ويو. هي پاروتي! ٻالي رگهنات جي ٻاڻ سان مارجي ويو هئو ۽ وري انهيءَ کي اهو سک روپي سيتل ۽ ڪومل هٿن جي ڇهڻ سان مڪتي ملي تنهن ڪري هو جلد ئي ٻالڪ روپ ڇڏي ان کي پرم سرشت پد حاصل ٿيو جو ٻئي ڪنهن لاءِ اڻ لڀ آهي.

شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! شري رامچندر جي هٿان ٻاليءَ جي مرڻ جو ٻڌي سيمتي ٻالڪو دک ۾ وياڪل ٿي روئندا ڪشڪندا پوريءَ ۾ اچي تارا کي چوڻ لڳا هي ڀاڳيوان! والي راج ٻالي ته ڪيترو ماري ويو. هاڻ اوهان راجڪمار انگد جي رکيا ڪريو. اسين جلدي پاسن کان دروازا بند ڪري شهر جي رکيا ڪندا سون، ٻاليءَ جي مرڻ جو ٻڌي تارا پتيءَ جي دک کان مورڇت ٿي ڪري پيئي ۽ پنهنجو منهن ۽ ڇاتي پٽي روئڻ لڳي ۽ چوڻ لڳي ته مونکي انگد، راڄ، لشڪر ۽ ڌن سان مطلب ڪهڙو ڪم آهي مان هينئر پنهنجي پتي ڏي سان پران تياڳيندس اهو چئي روئندي پٽيندي اتي وئي جتي ٻاليءَ جي لاش پيئي هئي. ان وقت غم ۾ وڪل هئس اتي ٻاليءَ جو رت ۽ مٽيءَ سان ڀريل سرير ڏسي هاءِ هاءِ ناٿ! هاءِ ناٿ! ڪري روئڻ لڳي، وڪلپ ڪندي تارا جي نظر وڃي رگهنات تي پيئي ان کي ڏسي چوڻ لڳي، هي رام! توهان جنهن ٻاڻ سان ٻاليءَ کي ماريو آهي، انهيءَ ٻاڻ سان مون کي به ماري ڇڏيو، جنهن ڪري مان به پتي ڏي هلي وڃان، هو منهنجي واٽ ڏسي رهيو هوندو، ڇاڪاڻ ته هي رگهنندن! مون کان سواءِ هن کي سرڳ ۾ به سک نه ايندو تنهن ڪري مون کي به ٻاليءَ وٽ پهچايو، انهيءَ ڪري توهان کي استري دان جو ڦل ملندو، هي سگريو! لوڪي ٻاليءَ جي مارڻ واري رام لوڪي راڄ وٺي ڏسو سو اوهان نشڪپٽ ٿي وٽ سان سک ڀوڳ راڄ ڪريو. اهڙي طرح تارا کي وڪلپ ڪندو ڏسي سري رامچندر ان کي اپديش ڏيئي چوڻ لڳو، هي تارا! تون پنهنجي پتيءَ لاءِ اجايو شوڪ نه ڪر، هاڻ تون ويچار ڪري سچ ٻڌاءِ ته هينئر ۾ تنهنجو پتي ڪهڙو سرير آهي يا هن ۾ رهڻ وارو جيو؟ جيڪڏهن هي سرير تنهنجو پتي آهي ته هيءُ جڙ پنجن ڀوتن ۽ ماس رت جو ٺهيل مٽيءَ جو پتلو آهي ڪال ڪرم ۽ گڻن سان الون ليو آهي ته هينئر به پنهنجي سامهون پيو آهي پوءِ ان لاءِ شوڪ ڇو ٿي ڪرين؟ پر جيڪڏهن تون جيو کي پتي سمجهين ٿي ته به اوکي شوڪ نه ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته جيو نروڪار آهي ۽ ان جو

پنهنجي ترڪش مان هڪ ٻاڻ ڪڍي پنهنجي اندر ڌنش تي چاڙهي وڻ
جي اوٽ ۾ لڪي ڌنش تاڻي شري رامچندر ٻاليءَ کي ڏسندي ان جي
هردي ۾ ڪٺور ٻاڻ هنيو. ٻاڻ لڳڻ شرط ٻالي ڀينڪر آواز ڪري اچل ڪائي
ڌرتيءَ تي ڪري پيو هن جي ڪرڻ وقت ڌرتي ڏڏڻ لڳي، جڏهن ٻالي
هوش ۾ آيو تڏهن هن پنهنجي سامهون ڏٺو ته ساڪيات پرڀو منهنجي اڳيان
ڌنش ٻاڻ کنيو بيٺو آهي، پرڀو هوندي به شترو وانگر ڪاوڙ مان هي وچن
چيو - هي راما مون توهان جو ڇا بگاڙيو هيو جو توهان مونکي ماريو آهي
راجنيتيءَ کي نه ڄاڻڻ ڪري ئي توهان اهڙو نندا جهڙو ڪار، ڪيو آهي
اهڙيءَ طرح وڻ جي اوٽ ۾ لڪي چورن وانگر مون تي ٻاڻ ڇڏيو، اهڙي
طرح ٻڌ ڪرڻ سان ڇا توهان کي جس ملندو؟ جيڪڏهن توهان ڪتري
ڪمار آهيو ۽ توهان جو جنم مني جن جي پوتر ونش ۾ ٿيو آهي ته منهنجي
سامهون اچي ٻڌ ڪريو ها، تڏهن توهان کي ان جو جس اسا سرڳ رواي
ڪري قل ملي ها. هي راما سگريو توهان سان اهڙو ڪهڙو اپڪار ڪيو
آهي؟ ۽ مون ڇا نه ڪيو آهي؟ ٻاليءَ جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر
چوڻ لڳو هي ٻالي! مان ڌرم جي رکيا ڪرڻ لاءِ لوڪ ۾ ڌنش ٻاڻ کڻي
گهمي رهيو آهيان مان ادرم ڪرڻ وارن کي ماري ڌرم جو پالن ڪريان ٿو،
ڌيءَ ڀيڻ ننڍي ڀاءُ جي استري ۽ ننهن اهي چارئي هڪ سمان آهن جو
انهن مان ڪنهن به هڪ سان رمڻ ڪري ٿو ان کي مهاپاپي ڄاڻڻ گهرجي،
راجا جو فرض آهي ان کي ماري ڇڏڻ. اڙي جهنگلي تون پنهنجي حرڪت
سان ننڍي ڀاءُ جي استري سان ڀوڳ ٿي ڀوڳيو انهيءَ ظلم زوريءَ ڪري
مون توکي ماريو آهي، توکي من ۾ ايڏو ته اڀمان هيو جو استريءَ جي
سمجهاڻ تي به پنهنجي هٺ کان نه لٿين. اڙي دشٽ الٽو تون پنهنجي
ڀاءُ سان وڙهڻ آئين، ڀڳوان جا اهي وچن ٻڌي ٻالي ان کي ساڪيات
لڪشمي پتي نارائڻ ڄاڻي ٻئي وچان هٿ جوڙي چوڻ لڳو، هي راما مان
ڄاڻي واس ته توهان ساڪيات پرماتما آهيو. اڳيان وس مون جو ڪجهه به چيو
آهي ان لاءِ مونکي معاف ڪريو. هي پرڀو! توهان جو درشن ته يوگين کي
به ملڻ مها ڪٺن آهي سو وڏي ڀاڳن جي ڳالهه آهي ته مان توهان جي ٻاڻ
سان گهايل ٿي وري توهان جي سامهون پراڻ تياڳيان ٿو. مرڻ وقت ايرس
تي به جنهنجو نام چوڻ سان پرش پرمپد کي حاصل ڪري ٿو سو توهان اڄ
هن انتم گهڙيءَ وقت ساڪيات منهنجي سامهون براجمان آهيو. هي راما
منهنجي هردي مان پنهنجي ڪومل هٿن سان هي ٻاڻ ٻاهر ڪڍو، تڏهن

پنهنجي گهر ۾ ڪيئن واهي وهندو؟ ائين ڪري مان هاڻي ان کي ماري پوءِ موٽندس. ائين تي تارا چوڻ لڳي ته هي راجيندر! توهان منهنجي هيءَ ڳالهه ٻڌو ۽ پوءِ جيئن چڱو لڳيو تيئن ڪريو. مون کي توهان جي پٽ اڱد موڪليو ماما جي وقت ۾ ٻڌل هيءَ ڳالهه، جنهن هئي ته ايوڌيا پتي دشرٿ انهن پٽڙن رامچندر پنهنجي ڀاءُ لڪشمڻ ۽ استري سيتا سميت ڏنڊڪا ڪارڻ ۾ آيا هئا اتي هن جي پياري سيتا کي راوڻ چورائي ڪٺي ويو. هاڻي هو پنهنجي ڀاءُ سان گڏ جانڪيءَ کي ڳولهڻ لاءِ رشي موڪ پربت تي اچي سگريو سان مليو آهي اتي سگريو ان سان اگنيءَ کي ساکي ڪري مترتا ڪئي آهي، سري رامچندر ۽ لڪشمڻ سگريو سان پرتگيا ڪئي آهي ته مان ٻڌ ۾ واليءَ کي ماري تنهن کي راجا بڻائيندس. اها ڳالهه نشچي ڪري هو ٻئي هن سان گڏ آيا آهن، منهنجي هيءَ ڳالهه سچي ڄاڻ ته ته هينئر هاڻي توهان جي مار کائي ڀڄي ويل سو ڪيئن موٽي اچي هان؟ انهيءَ ڪري توهان هن سان ويو ڀاءُ ڇڏي سگريو کي ٻئي راج گدي ڏيو ۽ توهين وڃي سري رامچندر جي شرن وٺو. هي پراڻ ناٿ! منهنجي ۽ اڱد جي تو ڏي راج ۽ ڪل جي رکيا ڪريو اهين چئي تارا واليءَ جي چرڻن تي ڪري پئي، ان وقت ان جي مک تي آنسن جي ڌارا وهي رهي هئي هوءَ پڙ ڪان دکي تي پنهنجي هٿن سان ان جا ٻئي چرڻ پڪڙي زار زار روئڻ لڳي. اڏهن والي چوڻ لڳس هي سندري! تون ٻڌن جي استري سڀاو کان اجايو ڊڄين ٿي مون کي ته پڙ جو ڪو ٻي ۽ ڪارڻ ڏسڻ ۾ نٿو اچي، جيڪڏهن لڪشمڻ سان گڏ رام هتي آيو آهي ته تمام خوشيءَ جهڙي ڳالهه آهي. هي تارا! رام ته ساڪشات ناراڻ آهي هن پرٿويءَ تان ڀار لاهڻ لاءِ اوتار ورتو آهي اها ڳالهه مون اڳي ٻڌي هئي، مان ان کي چرڻن ڪملن ۾ پرڻام ڪري گهر وٺي ايندس. هي دارامتور! ڀڳتي ڪرڻ سان ملي ٿو، جو ڪو هن جو ڀڄن ڪري ٿو ۽ تنهن جي وس ۾ پوي ٿو. جيڪڏهن اڪيلو سگريو ئي آيو آهي ته ان کي مان هڪ گهڙي ۾ ماري ڇڏيندس.

اهڙي طرح شوڪ ۾ آنسون وهائيندڙ تارا کي ڌيرج ڏئي والي سگريو کي مارڻ لاءِ گجندو هليو. واليءَ کي ايندو ڏسي پراڪرمي سگريو کي گلي ۾ پشپ مالا پيل واليءَ جي سمان اچڻ لڳو اول سگريو پنهنجي مڪن سان واليءَ تي وار ڪيو پوءِ والي ڪروڌ ۾ ڀرجي سگريو تي مڪن تي مڪن جو وار ڪيو اهڙي طرح هڪ ٻئي کي مارڻ لڳا. ٻڌ ڪرڻ وقت سگريو جي نظر رام ڏانهن لڳل هئي سري رامچندر ٻنهي کي اهڙي طرح وڙهندو ڏسي

ڪري ٻاڻ نه هڻيو مٿان سگريو نه ماريو وڃي. انت ۾ سگريو ڊپ وچان
رت ڇاڙيندو ڀڄي ويو ۽ ٻالي پنهنجي گهر هليو ويو. تڏهن سگريو سري
رامچندر وٽ اچي چوڻ لڳو هي رام! ڇا توهان هن ٻاڻ روپي شترو کان
مارائڻ چاهيو ٿا. هي ٻربوا! جيڪڏهن توهان جي مرضي مون کي مارائڻ جي
آهي ته توهان ٻاڻ مون کي خود ماري ڇڏيو. هي سنيوادي شرڻاڳت وتسل
رگهناٿ مون کي اهڙي طرح وشواس ڏئي ۽ منهنجي اي عزلي چو لا
ڪرايو. سگريو جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر ان کي هردي سان لڳائي
ٻيٺي مان جل وهائي چوڻ لڳو، هي مترا! تون ڊپ نه ڪر مون توهان ٻنهي
جي هڪ جهڙي شڪل ڏسي انهيءَ ڊپ کان ٻاڻ نه هڻيو مٿان متر نه ماريو
وڃي. هاڻ انهيءَ شڪ کي مٽائڻ لاءِ تنهنجي ڳلي ۾ نشان ٻڌي ڇڏيندس،
تون وري هڪوار اڳي وڃي پنهنجي شتروءَ کي پڪار، هن ڀيري تون
ٻاليءَ کي ضرور مئل ڏسندين. هي مترا! مان رام تنهنجو قسم کائي چوان ٿو
ته هن ڀيري ضرور هڪ ڪڻ ۾ ئي تنهنجي دشمن کي ماري ڇڏيندس انهن
چئي سري رامچندر وٺي جو ڪٺي سريگرو جي هٿ گهمائيس ته اها ان جي
مار واري پيڙا مٽجي وئي ۽ ڏک دور ٿي ويا ۽ ٺوهسوني ٿيو، اهڙي طرح سگريو
کي دلداري ڏئي سري رامچندر لڪشمڻ کي چيو هي لڪشمڻ! سگريو
جي ڳلي ۾ ٽڙيل گلن جي هڪ مالها ٻڌي ٻاليءَ سان وڙهڻ لاءِ موڪلي
ڇڏيو. تڏهن لڪشمڻ سگريو کي ڳلي ۾ پشپ مالا ٻڌي ان کي آرام سان
چيو هي ڀائي! هاڻي وڃ، لڪشمڻ جا اهي وچن ٻڌي سگريو اچي ٻهڙي
ڀرپائين وانگر وڏي ڀيڪر آواز سان ٻاليءَ کي ٻڌ لاءِ پڪاريائين، سگريو
جو آواز ٻڌي ٻاليءَ کي تمام عجب لڳو ۽ ڪروڌ ڪري پنهنجي ڪمر ڪشي
هلڻ لاءِ تيار ٿيو، وڃڻ وقت سندس استري تارا هن جو هٿ پڪڙي
روڪي چوڻ لڳي، هي ناٿ! هن وقت توهين نه وڃو منهنجي من ۾ وڏو
سنسو ٿي پيو آهي، هيءُ هيٺئر توهان کان مار کائي ڀڳو هو سو وري جلدي
موٽي آيو آهي انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته ضرور هن کي ڪوئي ٻلوان مددگار
مليو آهي تنهن ڪري ٻاليءَ چيو هي سندري! تون هن ٻاري ۾ ڪوئي سنسو
نه ڪر. هي پياري! منهنجو هٿ ڇڏ ۽ گهر موٽي وڃ مان هيٺئر وڃي هن
شتروءَ کي ماري موٽي ٿو اچان، هن اڳي ڪئي کهڙو سهايڪ ملندو ۽
جيڪڏهن ڪوئي هوندو به ته مان هڪ ڪڻ ۾ ئي ٻنهي کي ماري ڇڏيندس
هي سندري! تون ڪنهن به قسم جي چنتا نه ڪر مان هن وقت روڪجي
نٿو سگهان، شتروءَ ڪسي ٻاهران ٻڌ لاءِ پڪاريندو ۽ جاٽي ڪري سور وار

ڇڏي ڪن ٿا، پوءِ موڪش ڏيندڙ ڀڳتيءَ کي حاصل ڪري مان سنساري پدارٿن جي ڪامنا ڪيئن ڪريان، هي سڀ ٺيڪ آهي! لڇمڻ آنند سروپ آهيو. جيئن مٺي گونجندي ڪٺن کي خزانو هٿ اچي ويندو آهي، اهڙي طرح اڄ سمجهه سان مون کي لوڪاڻ جو درشن ٿيو آهي. هي پربرا مهنجي جس جي ورلي سدائين لڇمڻ جي چرڻ ڪمل ۾ لڳي رهي، واڻي لوڪاڻ جي نام ڪرڻ ۽ ڪٿا وارتائن ۾ لڳي رهي، هٿ لوڪاڻ جي ڀڳتن جي شيوا ۾ لڳا رهن ۽ منهن جو سرير لوڪاڻ جي چرڻن کي چهندو رهي مهنجا نيتر سدائين لوڪاڻ جي مورتي ۽ لوڪاڻ جا ڀڳت ۽ ڀڳتي گروه جو درشن ڪندا رهن. ڪن سدائين لوڪاڻ جي اوتارن جون ليلائون ٻڌندا رهن ۽ مهنجا پير سدائين لوڪاڻ جي مندرن جون ۽ تيرٿ ياترائون ڪندا رهن هي گروڙ وچ! مهنجو سرير لوڪاڻ جي چرڻن جي رج سان ڀڪت تيرٿن کي ڌارڻ ڪري ۽ مهنجو مستڪ سدائين لوڪاڻ جي چرڻن ۾ پرنام ڪندو رهي جڏهن جي شرن ۽ برهما آدي ديوتا به سدائين شيوا ڪن ٿا.

## رامچندر جو باليءَ کي مارڻ

شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! سگريو جو اهڙو پريم ڏسي ڀڳوان چوڻ لڳو هي مترا تو جو ڪجھ مون کي چيو آهي سو ٺيڪ آهي، جيڪڏهن تون راڄ گاديءَ لئي نه واجهندين ته لوڪ مونکي لئي چوندو نه رکشاڪ واراج سگريو سان اگهي ساکي ڪري مترتا ڪئي- ليڪن هن اڻهيءَ جو ڪهڙو ڪم سڌ ڪيو؟ اهڙي طرح لوڪن ۾ مهنجي نندا ٿيندي پرلدي تنهن ڪري تنهن جي ڪلياڻ ڪري تون هيترو وڃي باليءَ کي جنگ ڪرڻ لاءِ للڪار ڪر مان لوڪي وڃي تو ڏٺان ته باليءَ کي هڪ ئي ٻاڻ سان ماريندس، جيتوڻيڪ اهو بالي برهما يا شنڪر جي شرڻ ويندو تڏهن به مهنجي ٻاڻ کان ڇٽي ڪين سگهندو تڏهن سگريو "رام چڳر" جي ترت ئي ڪشڪندا پوريءَ ۾ وڃي گهور شبد ڪري باليءَ کي جنگ لاءِ للڪاريو، پاڻ جنهن آواز ٻڌندي باليءَ جا اکر ڪروڌ ۾ لال ٿي ويا ۽ اوڏي مهل گهر کان ٻاهر نڪري سگريو وٽ آيو باليءَ کي ايندو ڏسي ٻئي پائي سگريو وار ڪير سو باليءَ ڪروڌ ۾ ڀري سگريو تي ٻئي اوڏهن سان وار ڪيو ۽ وري سگريو باليءَ تي وار ڪيو اهڙيءَ طرح ٻئي تمام ڪروڌ ۾ هڪ ٻئي سان وڙهڻ لڳا انهن ٻنهي جي شڪل هڪ جهڙي هئي سري رامچندر انهن کي ڏسي عجب ۾ پئجي چوڻ لڳو ته انهن مان ڪهڙو بالي آهي ۽ ڪهڙو سگريو، اهو من ۾ ويچار

جنهن کي ٻاليءَ ماريو هو ان دليت جو توهان ڪواري سو نہ هلي ڏسو، جو ان مان توهان کي ٻاليءَ جي ٻل جو اندازو ٿي ويندو، جيڪڏهن توهين ان مستڪ کي ڪٽي ڦٽو ڪري ڏيکاريندا تہ ضرور ٻاليءَ کي ماري سگهندا ائين چئي سگريو ٻهاڙ جيڏو سر سري رامچندر کي ڏيکاريو ان ڪي ڏسي شري رامچندر مشڪندي پنهنجي پير جي آڱرين سان ان کي ڏهہ يوجن ڪٽي پري ڦٽو ڪيو هيءَ وڏي عجب جهڙي ڳالهہ ڏسي سگريو پنهنجي منتر ان سميت ڏاڍو خوش ٿيو.

## ستن وڻن ڪري ٻاليءَ جو موت

سگريو وري ڀڳوان کي هٿ جوڙي چوڻ لڳو، هي رگهو سرشٽ! ڏسو هي ست وڻ ڪهڙا نہ مضبوط آهن ليڪن ٻالي هنن مان هر هڪ کي اوڏاني هڪدم پنن کان خالي ڪري ڇڏيندو آهي جيڪڏهن توهان هنن ستن وڻن کي هڪ ئي ٻاڻ سان ڪيرائيندا تہ پوءِ پڪ توهين ٻاليءَ کي ماري سگهندا سگريو جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر چوڻ لڳو هي متر! هاڻ ٻڌاءِ تہ ٻاليءَ جي موت سان هنن ستن وڻن جو ڪهڙو لاڳاپو آهي. تنهن تي سگريو چوڻ لڳو هي ڀڳت وتسل! هڪڙي ڏينهن ٻاليءَ ان ٻن ۾ وڃي اتي تمام سندر ڦل ڦول ڏسي ست ڦل پنهنجي کائڻ لاءِ چونڊيائين پر کائڻ کان اڳ من ۾ ويچار ڪيائين تہ اول سنان پاڻي ڪري پوءِ هي ڦل کائيندس. اهو ويچار ڪري اهي ست ئي ڦل نديءَ جي ڪپ تي رکي پاڻ سنان ڪرڻ لاءِ ويو، ايتري ۾ هڪڙو ناڳ انهن ستن ئي ڦلن تي زهر هاري اتي ويهي رهيو، ٻالي ان کي ڏسي ڏاڍو ڪرود ڪري سانپ کي چوڻ لڳو، هي دشٽ! تو هيءُ منهنجو ڪاج چٽ ڪري ڇڏيو؟ تنهن ڪري مان توکي سراپ ٿو ڏيان تہ تنهنجي سر مان هيئنر جو هيئنر ست ڪجين جا وڻ ڦٽي نڪرندا، ٻاليءَ جو سراپ ٻڌي اهڙيڪ ناڳ جو پتا تمام دکي ٿي ٻاليءَ کي سراپ ڏيڻ لڳو تہ ٻالي جيڪو هنن ستن ئي وڻن کي هڪ ئي ڌڪ سان ڪيرائيندو تنهن جي هٿان تنهنجو موت ٿيندو، سگريو جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر تمام چڱو چئي پنهنجو ڌنش کڻي ان تي ٻاڻ چاڙهي انهن ستن ئي ڪجين جي وڻن کي زمين تي ڪيرائي اهو ٻاڻ واپس موٽي ٻهراڻ وانگر رامچندر جي ترڪش ۾ اچي پيو تڏهن سگريو عجب ۾ پئجي پرسن ٿي شري رامچندر کي چوڻ لڳو هي ديو! توهين سچ پچ جڳت جا سوامي ساڪيات پرماتما آهيو. مهاتما پرش سنسار جي ٻڌن کي دور ڪرڻ لاءِ توهان جو

۽ منهنجي موٽي نه ڏٺو ڪري سڀني ٻانڌون ۽ منتري منڊل موڪلي راڄ گديءَ تي ويهاريو. هي شترو ڏس! مان کيس ڏاڍو راڄ مس ڪيو سو ٻالي اچي اڪيلو ۽ ڪروڌ مان مون کي گهڻو وڏ ڳالهايائين سان ماري ڌن مال ۽ استري سڀ ڦري ورتي مون کي گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو تڏهن کان وٺي مان ڊپ کان وياڪل ٿي لڪو ڇپيو اچي وسان. هي ٻاٻو! مان سڀني لوڪن ۾ گهمندو وتان پر هن رشي مُک ٻرت تي اچي رهيو آهيان ڇاڪاڻ ته رشيءَ جي ڏنل سراپ جي ڊپ کان ٻالي هن ٻرت تي نٿو اچي تڏهن کان وٺي منهنجي استريءَ سان هو رهي پيو آهي. مان استريءَ ۽ گهر ڦرجڻ کان پوءِ من تي ڏکندو وتان. رگهوناٿ! اڄ توهان جي چرڻن گهمائڻ سان مون کي شانتي ملي آهي تڏهن ڪمل نين وارو سگريو کي ٻڌي ڏک ۾ ٻڏل ڏسي ان سان ٻاڪيا ڪئي ته مان تمام جلدي منهنجي استري ڦرڻ واري شترو کي ناس ڪري ڇڏيندس. تڏهن ئي سگريو چيو هي راجيندر! ٻالي سڀني يوڌن ۾ وڏو ٻلوان آهي ۽ ڪوبه معمولي ٻلوان نه آهي ان کي ناس ڪرڻ ڏاڍو لاءِ تمام ڪٺن آهي پوءِ توهان ان کي ڪيئن ماري سگهندا؟

## ٻاليءَ کي متنگ رشيءَ جو سراپ

هي ورسڌ مت! مان توهان کي ان جي ٻل ٻابت ڪجهه ٻڌايان ٿو. هڪ ڀيري دونڌڀي نالي هڪ وڏو ٻلوان دئيت ڪشڪندا ۾ مينهن جو روپ ڌاري آيو. هن مها ڀياڪ دئيت راڪش جي وقت ٻاليءَ کي اچي اسد لاءِ للڪاريو. ان جي گجڻا ٻڌي ٻالي سهي نه سگهيو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي هن مينهن کي سڱن کان پڪڙي ڦيرائي گهمائي زمين تي ليٽائي ڇڏيو ۽ سندس پنهنجي هڪ پير سان ان جي سرير کي دٻائي هن جي وڏي مستڪ کي هٿن سان مروٽي سر ڌڙ کان ڌار ڪري ان لاش کي ڏکڻ ڏسا ڏانهن اڇلائي ڇڏيو. هي رام! اهو دئيت جو لاش هڪ يوجن پري مهرشي متنگ جي آشرم ۾ وڃي پيو. هن جي رت سان ٻرٻل سڄي ڪٽيا ڏسي مهرشي متنگ ڪروڌ ۾ ڀرجي ويو ۽ يوگ ٻل سان ٻاليءَ جي حرڪت ڄاڻي ان کي سراپ ڏنو ته هي ٻالي! جيڪڏهن تون اڄ کان وٺي ڪڏهن به هن ٻرت تي آئين ته تنهنجو سر ڦاٽي پوندو ۽ هڪدم مري ويندين. هي رام رگهونندن! مهرشيءَ جي اهڙي سراپ ڏيڻ کان پوءِ ٻالي هن رشي مُک ٻرت تي نٿو اچي سگهي، انهيءَ ڄاڻي تڏهن مان هت اچي ڊڄي لڪي رهان ٿو. هي رام!

ڏٺي رهيو آهي ڇو ته جيئن مان ٿو ڪريان تيئن هو به ٿو ڪري؛ اها حرڪت
ان ٻاڇي جي ڏسي اهو ٻلوان ٻاندر ان ڪوهه ۾ ٽپي پيو، ڪوهه ۾ ٽپي پون
ڪري ان ٻاندر جي صورت مان ٻدلجي هڪ مها سندر نوجوان استري ٿي
پئي - ان استريءَ جي اهڙي سونهن سوڀيا ڏسي ديوراج اندر ۽ سورج ديوتا
جو ويرءِ ان استريءَ تي ڪري پيو، اندر جي ويرءِ مان مهاٻلوان ٻالي
پيدا ٿيو ۽ سورج ديو جي ويرءِ مان، مان پيدا ٿيس اسان ٻنهي جي پيدا ٿيڻ
کانپوءِ هو استري مان ٻدلجي ٻاندر ٿي پيو، اهو رڇ راج ٻاندر اسان کي
ڏسي ڏاڍو خوش ٿي اسان ٻنهي کي برهما وٽ وٺي هليو اتي پهچي اسان
جي پيدا ٿيڻ جو سمورو حال ڪري ٻڌايو، برهما اسان کي ڏسي پرسن ٿي
چيو هي پترو! توهين ڏکڻ پاسي **ڪشڪندا ٻن** ۾ وڃي راج ڪريو ۽ انيڪ
سک ڀوڳيو، جڏهن ترتا جڳ ۾ شري رامچندر رگهوڪل ۾ اوتار وٺي ان ۾
ايندو تڏهن توهان انجو درشن ڪري پاڻ کي ڪرتارٿ ڪجو. ڀلا! ساڪيات
پرماتما جو درشن ڪري يوگيشور کي به ڏاڍي مشڪلات سان ٿي سگهي
ٿو تنهن جو درشن اسان کي ساڪيات ٿيندو ۽ اهو من ۾ وچار ڪري پرسن ٿي
برهما کي نمسڪار ڪري اسين ٻئي ڪشڪندا پوري ۾ آياسين جتي
منهنجو وڏو ڀاءُ ٻالي راج ڪرڻ لڳو ۽ اسان ٻنهي جو وقت ڏاڍو آنند ۾ گذرڻ
لڳو. سگريو وري چوڻ لڳو، هي مترا! مون سان ٻاليءَ جيڪو ڪجهه به ڪيو
آهي اهو سڀ حال توهان کي ٻڌايان ٿو- هڪ ڀيري دانو جي پٽ ماياوي
نالي دئيت ڪشڪندا پوريءَ ۾ اچي ٻاليءَ کي ٻڌ لاءِ للڪاريو، ٻالي ان
جي للڪار ٻڌي سهي نه سگهيو هن جون اکيون ڪروڌ ۾ لال ٿي ويون ۽
ڪدم ٻاهر اچي هن کي ڏاڍي زور سان هڪ ٺونشو ماريو، هو ڏڪ لڳڻ
رط واڪل ٿي ماياوي دئيت پنهنجي گفا ڏانهن ڀڄڻ لڳو، تڏهن ٻالي ۽
ن ان جي پٺيان پياسين- ماياويءَ کي گفا ۾ ويندو ڏسي ٻاليءَ کي ڏاڍو
سوس ٿيو، پوءِ هن مونکي چيو ته تون اتي ترس مان گفا ۾ وڃان ٿو تون
هڪ مهيني تائين منهنجو انتظار ڪج، جي مان انهيءَ وچ ۾ نه موٽيس ته
جهج ته ٻالي مري ويو، هڪ مهيني گذرڻ کان پوءِ مون ان گفا جي پاسي
ن رت جي ڌارا وهندي ڏٺم ان کي ڏسي آئون سمجهيم ته ٻالي مارجي
، مون کي ڏاڍو دک ٿيو تڏهن انهيءَ ڀپ مان ته متان ٻاليءَ کي مارڻ
و دئيت ٻاهر اچي مون کي به نه ماري ڇڏي پوءِ ان گفا جي منهن اڳيان
ڪ پٿر رکي مان گهر موٽي آيس ۽ سڀني کي اچي سڄي ڳالهه ڪري ٻڌايم
الي راڪش جي هٿان مارجي ويو. اهو ٻڌي سڀني کي ڏاڍو دک ٿيو

ڇرڻيءَ تي ويٺو هوس، ان وقت مون ڏٺو ته ڪوئي راڪش ڪنهن استري ڪامنيءَ کي آڪاش رستي وٺيو پئي وڃي ۽ هوءَ رام رام چئي وِلاپ ڪري رهي هئي، اسان کي پرسان ٿي ويندي ڏسي هن جلدي پنهنجا زيور لاهي هڪ ڪپڙي ۾ ٻڌي اسان ڏانهن اڇلائيندي هيٺ ڪيرائي ڇڏيا هئا ۾ پيا. الهيءَ طرح وِلاپ ڪندي هن ابلا کي راڪش کڻي ويو. پوءِ مون اوڏي مهل انهن زيورن کي کڻي گفا ۾ رکي ڇڏيو. اوهان انهن کي ڪوئي ڏسو ۽ سڃاڻو ته اوهان جا آهن يا نه. ائين چئي سگريو اهي زيور کڻي رام کي ڏيکاريا. شري رامچندر انهن کي ڪوئي ڏاڍو (انهن کي سڃاڻي کڻي) ڇاتيءَ سان لڳايو ۽ ورائي منش وانگر واءِ واءِ هاءِ سيتا! هاءِ سيتا! چئي روئڻ لڳو. لڇمڻ لڇمڻ ڀاءُ کي خاطري ڏيئي چيو، هي رام! واڌ راڄ سگريو جي سهائتا سان ڌڪ ۾ راوڻ کي ماري توهان جلدي سڀڄي سيتا کي حاصل ڪندا. سگريو به چوڻ لڳو هي رام! مان توهان سان پرتگيا ڪري چوان ٿو ته راوڻ کي ڌڪ ۾ ماري توهان کي سيتا ضرور وٺي ڏيندس. تنهن کانپوءِ هنومان پنهنجي پرسان اڳئي ٻاري. لڇمڻ رام ۽ سگريو پنهنجي اڳيءَ کي ساکي ڪري هڪ ٻئي ۾ متر ڀاءُ وڌو تنهن کانپوءِ سگريو رامچندر جي پرسان وٺي ويهو ۽ پنهنجو پنهنجو حال ٻڌائڻ لڳو.

## سگريو جو سري رامچندر کي پنهنجي جنم ڪٿا ٻڌائڻ

سگريو چوڻ لڳو، هي ديناناٿ! هڪڙي ڏينهن مورشي برهما پنهنجي نيترن مان جل ڪڍي زمين تي ڪٺو ڪيو. ان جل مان هڪ ٻاران باندر پيدا ٿيو، جنهنجو نالو برهما رڇ راج رکيو. پوءِ ان ٻاران باندر برهما کي هٿ جوڙي چيو، هي ڀڳوان! ڪرپا ڪري ٻڌايو ته مان ڪٿي وڃي رهان، تنهن تي برهما هن کي چيو هي پترا! تون ڏکڻ پاسي بن ۾ وڃي رهه، اتي جيڪي به راڪش هجن انهن کي ماري ڇڏج ۽ بن جا ڦل ڦول کائي پيٽ پاليندو رهج. برهما جي آگيا ٻڌي رڇ راج خوش ٿي اڇلندو ڪڏندو راڪشن کي ماريندو اچي اتي پهتو. بن ۾ پهچي جتي ڪند مول کائي پنهنجو گذران ڪرڻ لڳو. هڪ ڏينهن جهنگل ۾ گهمندي ڦرندي هن کي پرپان هڪ ڪوهه ڏسڻ ۾ آيو ۽ وڃي پاڻي پيئڻ جي ارادي سان ان ڪوهه ۾ ٽپو ڏيڻ لڳو ان ۾ پنهنجو پاڇو ڏسي هن سمجهيو ته ڪو ٻيو باندر آهي جنهن کي ڏسي باندر ڪروڌ ـ ي پنهنجي ٻل جو پراڪرم ڏيکارڻ لڳو ۽ ڏاڍي زور سان گرجڻ اچاڙ، هن انهن تي سمجهيو ته ڪوهه وارو باندر مرڪي. ڀاڇارا

جي ڪئي تياري آهي. شري رامچندر جا اهڙا مٺا وچن ٻڌي هنومان جا ٻرم ڀرلا ڀڳ سيئي مٽجي ويا ۽ هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي وشوناٿ! هن پربت تي باندرن جو راجا سگريو ناليءَ پنهن جي چئن منترين سان گڏ پرماڻ جي چوٽيءَ تي رهندو آهي هو باليءَ دشٽ جو ننڍو ڀاءُ آهي، باليءَ هن جي استري ڦري سگريو کي گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو آهي تنهن ڪري ان جي ڀپ کان هن رشي موڪ پربت تي ٿي رهندو آهي. هي ٻڀو! مان هن سگريو جو منتري ۽ پَوَن جو پٽ آهيان منهنجو جنم ماتا انجنيءَ جي ڪرپ مان ٿيو آهي ۽ مان هنومان ناليءَ سڏجان ٿو، هي رگهنندن! توهان کي سگريو سان مترتا رکڻ گهرجي، هو توهان جي استري ڳولڻ واري کي مارڻ لاءِ توهان جي سهائتا ڪندو، جيڪڏهن توهان جي مرضي هجي ته هينئر ان وٽ وٺي هلائون، سري رامچندر چوڻ لڳو هي ڪيشو! مان به ان سان مترتا ڪرڻ لاءِ آيو آهيان، ان متر جو به ڪي ڪارڻ هوندو تنهن مان اهو ضرور پورو ڪندس. شري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي هنومان چوڻ لڳو، هي رام! اچو ته منهنجي ڪلهن تي چڙهي وهو ته مان پربت تي هلان، جتي منهنجي منترين سان گڏ سگريو باليءَ جي ڀپ کان لڪي رهندو آهي. اڏهن رام ۽ لڇمڻ "تمام چڱو" چئي ان جي ڪلهن تي چڙهي ويهي رهيا وانر راج هنومان هڪ ڪڻ ۾ پهاڙ جي چوٽيءَ تي هوا ۾ اڏامي پهچي ويو، اتي رام ۽ لڇمڻ کي هڪ وڻ جي ڇانوَ هيٺان ويهاري پاڻ هنومان سگريو وٽ ويو ان کي هٿ جوڙي چوڻ لڳو، هي راڄن! هاڻ اسان جي چنتا دور ٿي وئي ڇاڪاڻ ته هتي شري رامچندر ۽ لڇمڻ آيا آهن جلدي اٿ ۽ رام سان توهان جي مترتا ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي جنهن ڪري جلدي اڳيءَ کي ساکي ڪري ان سان مترتا رکو.

## سگريو جو رام کي سيتا جو پتو ٻڌائڻ

تڏهن سگريو ڏاڍو خوش ٿي رگهناٿ وٽ آيو ۽ ٻنهي کي آدر ڀاءُ ڏيئي آسڻ تي ويهاريو. ٻئي سيئي باندر آنند پوروڪ پنهنجي پنهنجي آسڻ تي ويهي رهيا. تنهن کان پوءِ لڇمڻ منهن کان وٺي اسان ۾ اچڻ تائين سڄو حال ڪري ٻڌايو، لڇمڻ جا اهي وچن ٻڌي سگريو رامچندر کي چيو، هي راجيشور! مان سيتا جي ڳولها ضرور ڪندس ۽ شتروءَ کي مارڻ وقت به توهان جي سهائتا ڪندس. هي رام! الهيءَ ٻاري ۾ مون جو ڪجهه ڏٺو آهي اهو توهان کي ٻڌايان ٿو سو ٻڌو! هڪ ڏينهن پنهنجي منترين سان مان هتي

## ڪشڪندا ڪانڊ (٤)

### هنومان ۽ رامچندر جو سنواد



شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! ڀاڳمتيءَ جي وڃڻ کان پوءِ سري رامچندر ۽ لڇمڻ سروور جو ڪنارو ڇڏي وڻن جي ٿڌي ڇانو هيٺان رستو وٺي هلڻ لڳا، اهڙي طرح مني ويس ۾ جٽاڌاري پراڪرمي رام ۽ لڇمڻ هٿ ۾ ڌنش ٻاڻ کڻي وڻن ۽ ٻوٽن جي سوڀيا ڏسندا رشي موڪ پربت جي ويجهو اچي پهتا، ان وقت پنهنجي چئن منترين سان گڏ پهاڙ جي چوٽيءَ تي ويٺل سگريو هنن کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي ڀپ ۾ وياڪل ٿي هنومان کي چيو هي مترا توهان برهمڻ جو روپ ڌاري وڃي خبر چار پڇو ۽ انهن سان ڳالهائي هت اچڻ جو ڪارڻ پڇو، انهن نه هجي متان ٻاليءَ منهنجي مارڻ لاءِ هيڏانهن موڪليا هجن، جيڪڏهن هنن جي من ۾ ميلدي ڏسين ته مونکي پهرائين آگر سان اشارو ڪج ته مان هڪدم پرات ڇڏي ڀڄي وڃان ۽ توهان پوءِ سان منو ڳالهائي سڄو ڀيد معلوم ڪري اچ، تڏهن هنومان سگريو کي ”تمام چڱو“ چئي برهمچاريءَ جو روپ ڌاري شري رامچندر وٽ اچي هٿ جوڙي نمسڪار ڪري چوڻ لڳو، هي پرش سرشٽا! توهين ٻئي نوجوان شيام ۽ گورو ورڻ ڪير آهيو؟ جو ڪتري روپ ۾ هن گهاٽي بن ۾ گهمي رهيا آهيو، هي سوامي! هن ڪٺور ڀرتيءَ تي ڪومل چرڻ گهمائڻ وارا توهين ڪهڙي ڪارڻ هن گهور بن ۾ گهمي رهيا آهيو؟ ڇا توهان شو، وشنو، برهما، ٽي ديوتا لوڪن کي، رچڻ وارا سنسار جي ڪارڻ منش روپ ۾ جنم ورتو آهي، توهان ڀرتيءَ جو بار لاهڻ لاءِ ۽ دشٽن کي ناس ڪرڻ لاءِ ۽ ڀڳتن جي رکيا ڪرڻ لاءِ پنهنجي مايا سان منش روپ ڌاري آيا آهيو، منهنجي ٻڌيءَ جي وچار موجب ته توهان سڀني جي هردي ۾ براجمان آهيو ۽ سڀني تي مهربان تمام سنتر ڀڳوان نر نارائڻ ٿي هن لوڪ ۾ گهمي رهيا آهيو. تڏهن شري رامچندر لڇمڻ کي چيو هي ڀراتا! هي برهمچاري، ڏسو، هو سڀئي شاستر ڪيئن وار چڱي طرح پڙهيا آهن. ڏس

ڪريا ڪري سنتن جا لڇڻ ٻڌايوم، تنهن لاءِ شري رام چوڻ لڳو، هي
مٺيا ٻڌ ته مان ڪهڙن گڻن ڪري انهن جي وس ۾ رهان ٿو. اهي سنت
ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار انهن ڇهن وڪارن کي جيتڻ وارا پاپ
کان ڇٽل، ٻيا مطلب، سڀ جا تياڳي، اندر ٻاهر اوجل، آنند جا آلاهه گياتوان،
لوڀ کان پري رهندڙ، اوڙو ڪالمندڙ، سچ تي هلندڙ يوڳي ودوان، من کي
قابو رکندڙ ٻئي کي عزت ڏيندڙ، ڏيرجوان، گڻن جا ڀنڊار، ڌرم جي مرم
کي ڄاڻندڙ، سنساري ٻنڌڻن کان پري آهن ۽ موهه کان سواءِ انهن کي سندن
گهر ۽ سرير جي ممتا نٿي رهي، هو نمرتي ۽ اماڻ ڪڏهن به نٿا ڇڏين هو نرمل
سياڻپ جا همراهه سڀني سان پريم ڀاءُ رکندڙ، هو سدائين جپ تپ ورت
۽ نيم سان ايشور جي ڀڳتي ۾ رتا رهن ٿا. انهن جو منهنجي چرڻن ۾ شرڌا مترتا
ديا ڏيرج ٻيا ڪومت جي پريم رهندو آهي ۽ ڪڏهن به پاڇي ڪمارگ ڏانهن
قدم نه کڻندا آهن. هي مٺيا استري ديوڪ جي لاٽ سمان آهي سو تون
پتنگ ڪمن لئه ڪام ۽ مدکي تياڳ ڪر. سدائين رامچندر ڀڳوان جو ڀڄن ڪر
جو نيل ڪمل جي سمان شيام ورڻ سندر شوڀيڪ ٻاڻ ڌنش ڌاري وهڻ ن
۾ مهما ڪمل نيڻ ۽ برهمڻن جو رکشڪ مايا جي ڪري منش روپ ڌاريندڙ
سڀني جو هتڪاري آهي، ڀڪت وتسل ڀڳوان جي مک مان ڀڳتن جا گڻ ٻڌي
نارد ڏاڍو خوش ٿيو ۽ شري رامچندر جي چرڻن ۾ وار وار سر اوالسي برهم
لوڪ ڏانهن هليو ويو. تلسيداس چوي ٿو ته اهي منش ڌنيا آهن جي سدائين
رام جي ڀڳتي ۾ رتا رهن ٿا جيڪي شري رام جو ڀڄن ڪن ٿا سي ويراڳ
جپ ۽ جوڳ ڪمائڻ کان سواءِ ئي ڀڳوان کي پراپت ڪن ٿا.

هري اوم تت ست شري تلسي ڪرت رامائڻ شري شڀ ساروڻي سمواد
جو اترکانڊ سنسار ساگر وڃاءِ ٽيون ڏاڪو سماپت ٿيو.

ڀڄن

لل- جيڪر نه چوندو رام رام، تنهن کي ٿيندو ڪنگهه ڪام

١- رام چوڻ سان ڪنگهه نه ڪاسي،
رام چوڻ سان ڪٽجي ڦاسي، رام اندر کي ڏي آرام

٢- رام چوڻ سان اچي نه اوڪي،
رام چوڻ سان ساعت سوکي، رام ڪري ٿو پورڻ ڪام

٣- رام جي ٿالي شيري ٿاري،
رام جو ٿالو سدا سکاري، رام ڏئي کي ڏي وشرام

٤- رام ڌروهه ڀهلاج ڏيايو، امرتي امرا پد پايو، ترهل جو پسل آهي رام.

## ڪشڪندا ڪانڊ (٤)

### هنومان ۽ رامچندر جو سنواد



شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! ڏالمنيءَ جي وڃڻ کان پوءِ سري رامچندر ۽ لڇمڻ سروور جو ڪنارو ڇڏي وڻن جي ٿڌي ڇانو هيٺان رستو وٺي هلڻ لڳا، اهڙي طرح مٿي وڃي ڀر جٽاڌاري پراڪرمي رام ۽ لڇمڻ هٿ ۾ ڌنش ٻاڻ کڻي وڻن ۽ ٻوٽن جي سوڀيا ڏسندا رشي موڪ پربت جي ويجهو اچي پهتا، ان وقت پنهنجي چئن منترين سان گڏ پهاڙ جي چوٽيءَ تي ويٺل سگريو هنن کي ٻاڻ ڌاري ايندو ڏسي ڊپ ۾ وياڪل ٿي هنومان کي چيو هي مترا تون برهمڻ جو روپ ڌاري وڃي خبر چار پڇين ۽ انهن سان ڳالهائي هٿ اچڻ جو ڪارڻ پڇ، اهين نه هجي متان ٻاليءَ منهنجي مارڻ لاءِ هيڏانهن موڪليا هجن، جيڪڏهن هنن جي من ۾ ميري ڏسين ته مونکي ٻهرائين آگر سان اشارو ڪج ته مان هڪدم پربت ڇڏي ڀڄي وڃان ۽ تون پوءِ سان منهنجو ڳالهائي سڀ ڀيد معلوم ڪري اچ، تڏهن هنومان سگريو کي "تمام چڱو" چئي برهمچاريءَ جو روپ ڌاري شري رامچندر وٽ اچي هٿ جوڙي نمسڪار ڪري چوڻ لڳو، هي پرش سرشٽ! توهين ٻئي نوجوان شيام ۽ گورو ورڻ ڪير آهيو؟ جو ڪتري روپ ۾ هن گهاٽي ٻن ۾ گهمي رهيا آهيو، هي سوامي! هن ڪٺور ڌرتيءَ تي ڪومل چرڻ گهمائڻ وارا توهين ڪهڙي ڪارڻ هن گهور ٻن ۾ گهمي رهيا آهيو؟ ڇا توهان شو، وشنو، برهما، ٽنهي لوڪن کي، رچڻ وارا سنسار جي ڪارڻ منش روپ ۾ جنم ورتو آهي، توهان ڌرتيءَ جو ٻار لاهڻ لاءِ ۽ دشٽن کي ناس ڪرڻ لاءِ ڀڳتن جي رکيا ڪرڻ لاءِ پنهنجي مايا سان منش روپ ڌاري آيا آهيو، منهنجي بُڌيءَ جي ويچار موجب ته توهان سڀني جي هردي ۾ براجمان آهيو ۽ سڀني تي مهربان تمام سنتن ڀڳوان نر نارائڻ ٿي هن لوڪ ۾ گهمي رهيا آهيو. تڏهن سري رامچندر لڇمڻ کي چيو هي ڀراسا! هي برهمچاري ڏس، هن سڀئي شاستر ڪئين وار چڱي طرح پڙهيا آهن، ڏس

جي من روپي آڪاش ۾ رهي پرڪاش ڪري، شري رامچندر نارد منيءَ جا
اهي وچن ٻڌي پرسن ٿي چيو ”ائين ئي ٿيندو.“ نارد اهو وچن ٻڌي پرسن
ٿي ڀڳوان کي پرڻام ڪري چوڻ لڳو، هي ڀڳوان! جنهن وقت توهان مونکي
پنهنجي مايا سان موهت ڪري وڌو هو تڏهن مون وواهه ڪرڻ ٿي چاهيو
پر توهان ائين ڪرڻ نه ڏنو. تنهن تي شري رامچندر چوڻ لڳو، هي
نارد! ٻڌ جيڪو سڀئي آسرا ڇڏي منهنجي شرڻ ۾ اچي ٿو ۽
مون ۾ هڪو ڀروسو رکي ٿو، مان اُن جي سدائين اهڙي طرح
رکيا ڪندو آهيان، جهڙي طرح ماتا ٻالڪ جي رکيا ڪندي
آهي. جيئن ننڍو ٻالڪ اڻ ڄاڻ ٿي باهه ۽ نانگ کي ٻوڙي
وجهي هٿ وجهندو آهي، تڏهن ماتا ان کي روڪي سنڀال
رکيا ڪندي آهي ۽ وڏي هوندي ماتا پٽ کي فقط پيار
ڪندي آهي، پر پال اوسٿا وانگر سنڀال ڪانه ڪندي آهي ڇو
جو اُهي پاڻ کي پاڻيهي سنڀالي ٿا سگهن، گياني پرش
منهن جي وڏي پٽ برابر آهن ۽ تو جهڙا ڀڳت مون کي ٻالڪن
سمان آهن منهن جي ڀڳتن کي فقط منهن جو ئي ڀروسو ۽
ٻل آهي ۽ گيانين کي پنهنجي ٻل جو ڀروسو آهي. گياني ۽
اگياني ٻنهي کي ڪام روپي دشمن تڪيو بيٺو آهي.
انهيءَ وچار سان ٻڌيمان منهنجو ڀڄن ڪندا رهن ٿا ۽ گيان پائي ۽ ڀڳتي
کي ڪين ڇڏين. ڪام ڪروڌ مد لوڀ، اهو سڀ موهه اگيان جو لشڪر آهي
ان ۾ مايا روپي استري تمام دکدائڪ آهي، استريءَ جي ميلاپ ڪرڻ سان
هن جيو جا جپ تپ نيم ورت ناس ٿي وڃن ٿا جيئن ارڪ جي ٻوٽي ڪري
ڪملن جا گل ان ۾ ڏيهي سڙي ويندا آهن اهڙي طرح استري جي ميلاپ
ڪري سڀ ڌرم ڇٽ ٿيو وڃن سو هي مني! استري اوگڻن جي جڙ ۽ پيڙائن
جي ندي ۽ سڀني دکن جي کاڻ آهي- اهو وچار ڪري مون تڏهن جو
وواهه روڪيو هو شري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي نارد جو من ڀرجي آيو
من ۾ چوڻ لڳو تہ آها! اهڙو ٻيو ڪهڙو سوامي هوندو جيڪو ٻنهن جي
سيوڪ جي پاڻي لاءِ اهتري قدر چنتا رکندو هجي، جيڪي منش اهڙي دين
دپال ڀڳت وڇل جو ڀڄن ٽٽا ڪن سي سچ پچ مورک ۽ اڀاڳا آهن.
وري هٿ جوڙي نارد مني ڀڳوان کي چوڻ لڳو هي رگهناٿ! هاڻي

لوڪ پرلوڪ ۾ سک نٿو پائي ۽ چوراسي لک جونين ۾ ڀٽڪندو رهي ٿو. هي ڀاميني! هاڻ مان توکي نون پرڪارن جي ڀڳتي ٻڌايان ٿو جا ڌيان ڏيئي ٻڌ! (١) ست سنگ ۽ سنتن جو سنگ ڪرڻ آهي پهرين ڀڳتي (٢) منهنجي ڪٿا ڪيرتن ڪرڻ ۽ پريم سان ٻڌڻ آهي ٻي ڀڳتي (٣) منهنجي گڻن جي واکاڻ ڪرڻ آهي ٽين ڀڳتي (٤) گيتا اپنشد ۽ منهنجي واڪين جي واکيان ڪرڻ آهي چوٿين ڀڳتي (٥) منهنجي گرديو جي ٻنا ڪپٽ ٿي ڀڳوان ڄاڻي سيوا ڪرڻ آهي پنجين ڀڳتي (٦) پوتر سڀاءَ نت نيم پالڻ ڪرڻ ۽ منهنجي پوڄا ۾ پريم رکڻ آهي ڇهين ڀڳتي (٧) منهن جي منتر جو جاپ ڪرڻ آهي ستين ڀڳتي (٨) منهنجي ڀڳتن جي مون کان به وڌيڪ سيوا ڪرڻ ۽ سڀني پراڻين ۾ منهنجي سچي ڀاونا رکڻ، اجاين پدارٿن ۾ ويراڳ ڪرڻ ۽ سڀني ۾ به پرائو دوش نه ڏسڻ آهي اٺين ڀڳتي (٩) سڀن سان سولو هلڻ، چترائي سياڻپ نه ڪرڻ هميشه من ۾ منهنجو ڀروسو رکڻ غم ۽ خوشيءَ ۾ برابر رهڻ آهي نائين ڀڳتي. هي ڀاميني! انهيءَ طرح نون قسمن جي ڀڳتين مان ڪنهن کي هڪڙي به شي لڀڻ ڀڳتي جو ڀاڳ هوندو اهو استري هجي يا پرش سو موکي پيارو آهي. ڀڳتي الهن ليڻ ڪري منهنجي سروپ جو انڀو ٿئي ٿو. هاڻ نون منهن جي ڀڳتيءَ ۾ پڪت آهين انهيءَ ڪري مان تو وٽ آيو آهيان هيئر منهنجي درشن ٿيڻ سان تنهنجي مڪتي ٿي ويندي. هاڻ جيڪڏهن توکي سڌ هجي ته ٻڌاءِ هن وقت ڪمل اکڻي سيتا ڪٿي آهي منهنجي پراڻ پياريءَ کي ڪير کڻي ويو آهي؟ تڏهن شبري چوڻ لڳي، هي ديوا! توهان سڀ ڪجھ ڄاڻو ٿا تڏهن هوندي به مان توهان کي ٻڌايان ٿي ته سيتا کي راوڻ کڻي ويو آهي ۽ هن وقت هو لنڪا ۾ آهي، هي رام هتان وڃو ٿي رشي موک نالي هڪ وڏو پربت آهي اتي پراڪرمي باندرن جو راجا سگريو پنهنجي ڀاءُ ٻاليءَ جي ڀؤ کان ڏکندو پنهنجي چئن منترن سان گڏ رهي ٿو، هي پريو! توهان اتي وڃو ان سگريو سان مترتا رکو اهو توهان جو سڀ ڪارج سڌ ڪندو.

ملڻ ڪري مون پاڻ کي راڪش روپ ۾ ڏٺو، هي رام! هڪ ڀيري مسان
رونشو ڪري ديوراج اندراج جي ٻنيان ٻوڙ ڀس، تڏهن هن ڪروڌ ۾ ڀرجي
منهنجي مٿي تي وڄر هنيو ان وڄر لڳڻ شرط منهنجو سر ۽ پير پيٽ ۾ دٻجي
ويا ۽ برهما کان مليل ور جي پرڀاوَ سان مٿس ڪرن، مونکي مک کان ڪمزور
ڏسي سڀني ديوتائن مون تي ديا ڪري ديوراج اندر کي چيو ته هيءَ ٻيا
مک جي کيئن جيئرو رهي سگهندو، تڏهن ديوراج اندر مون کي چيو ته
تنهنجي پيٽ ۾ اَسي مک ڏيندو تنهنجون ٻانهون هڪ هڪ يوجن ڊگهيون
رهنديون، اندر جي ائين چوڻ ڪري مان هت رهي هر روز پنهنجي ٻانهن
سان ٻن جي جيون کي ڦاسائي کائيندو رهان ٿو. هي رام! هنن ٻانهن کي
توهان ڪاٽي ڇڏيو ڪاٽي مان سراپ کان مڪت ٿيس ائين چئي گد گد ٿي
ڀڳوان جي استوتي ڪرڻ لڳو، تڏهن سري رامچندر ٻرسن ٿي چوڻ لڳو هي
گندرو! جو برهمڻ ڪل سان ويرَ رکندڙ آهي سو موکو مون کي پيارو نه آهي
۽ جو ٻيا ڇل ڪپٽ جي من ڪرم ۽ واڻيءَ سان برهمڻن جي سيوا ٿو ڪري
ان جي وس ۾ مون سان گڏ شو برهما ۽ ٻيو ٻيو. سراپ ڏيندڙ ۽ ڪٺور
وچن چوندڙ هوندي به برهمڻ پوڄڻ جوڳو آهن ڪو شودر ڪٺي وديوان گڻوان
۽ گياني چو نه هجي ته به اپوڄيه آهي- اهڙي طرح ڀڳوان هن کي ست ڌرم
جي سکيا ڏيئي چيو هي گندرو مان تنهنجي ڀڳتي ۽ استوتي ڏٺاران ڏاڍو
ٻرسن ٿيو آهيان تنهن ڪري تون هاڻي پراڻ تياڳي پرم لوڪ ۾ وڃ. رامچندر
جا اهي وچن ٻڌي ڪبند پراڻ تياڳيا. مرڻ وقت ان راڪش شري رامچندر
کي وينتي ڪئي ته مون جو اگني سنسڪار ڪيو وڃي جڏهن رام ۽ لڇمڻ
چڪيا ٿاهي ان پياڪ راڪش جي اگني سنسڪار ۽ ڪريا ڪرم ڪيو تڏهن
ان اگنيءَ مان هڪ سندر تيجسوي گندرو نڪتو جو شري رامچندر کي
هٿ جوڙي استوتي ڪرڻ لڳو، هي رگهنندن سامهون واري آشرم ۾ ڀيلڻي
رهي ٿي هوءِ توهان جي چرڻ ڪملن ۾ شرڌا ۽ پرم ڀڳتيءَ ۾ ليُن آهي
هي پرڀو! توهين اتي وڃو، هوءِ توهان کي سيتا جي سنڌ ۾ سڀ ڳالهيون
ٻڌائيندي، ائين چئي ڪبند پنهنجي اصلوڪي گندرو جي سندر ديهه ڌاري
گندرو لوڪ پڌاريو.

## رامچندر ۽ شبريءَ جو سنواد

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ڪبند جي چوڻ موجب شري رام
۽ لڇمڻ رشي مُک پربت ڏانهن هلڻ لڳا، هلندا هلندا پند ڪندا پمپاسر

جي ڪناري وٽ اچي پهتا ان سندر سروور جي ڪنڌي تي مهرشي متنگ
جو آشرم هئو، جنهن ۾ ڀيلڻي ڀڳتڻ رهندي هئي ان آشرم ۾ آيا، شري رام ۽
لڪشمڻ کي ايندو ڏسي ڏاڍو خوش ٿي اٿي ۽ ٽمندن ۾ آنند جا آنسون
آڻي هوءِ ڀڳوان جي چرنن تي ڪري پيئي، ۽ پريم ۾ اهڙي ته گد گد ٿي
وئي جو واتان مان ڪجهه به ڳالهائي نه پئي سگهي- ليڪن ڌيرج ڌاري ڀڳوان
جو آدرستڪار ڪري هڪ سندر آسڻ وڇائي ويهاريو ۽ جل آڻي ڀڳتي ڀاو
سان شري رام ۽ لڪشمڻ جا چرن ڌوتائين انهن جي سرار کي اڳڙائي شردا ۽
پريم سان پوڄا ڪيئي ۽ امرت جهڙا مٺا مٺا ڦل جهڙڪي هن شري رامچندر
لاءِ گڏ ڪري رکيا هئا اهي ڀڳتي ڀاو سان آڻي انهن کي ڏنائين ڀڳوان
ولي ڏاڍي پريم سان وٺي کاڌا، اهڙا کٽا پرسڻ آهي نه پريم وس ڀيلڻيءَ
جا جوٺا بير ڀڳوان کاڌا، ان ڀيلڻيءَ ڀڳوان کي چرنڻي وڃي مٺا بير کارائڻ
تي چاهنا سو پورن ڏٺي کان اڳ ۾ پئي ڀساڻ چکيائين. ڀڳوان نه آهي پريم
جو بکيو سو اهي بير کائيندو ويو پوءِ شبري هٿ جوڙي چرڻ لڳي هي
رگهو سرشٽ! هن آشرم ۾ مهاتمن مهان جو گرو مهرشي متنگ رهندو هو ۽
مان ان جي شيوا ڪندي ڪيترن سالن کان ولي رهان ٿي، پر اهو مهرشي
متنگ ٻهه لوڪ ڇڏي ويو، وڃڻ وقت هن مونکي چيو ته هڪ ڏينهن تي ان
جو ڌيان ڪندي رهه جو نه سنان پرماتما راڪشن کي مارڻ ۽ رشين جي رکيا
ڪرڻ لاءِ راجا دشرٿ جي پٽ رام روپ ۾ اوتار ورتو آهي، اهو جلد تي
هت ايندو. اڄ ڪله ڀڳوان رامچندر چترڪوٽ پربت جي آشرم ۾ براجمان
آهي تون رگهنات جي اچڻ وقت ان جو درشن ڪري پنهنجي سرار کي
ڄلائي تون ان جي پرم ڌام ڏي هلي وڃج. هي راما گروهه جي چرڻ
مرجب مان تڏهن کان ولي ڪنول لوچڻ جو ڌيان ڪندي لوچڻ جي اچڻ
جي واٽ ڏسي رهي هيس- اڄ گروءَ جو چرڻ سڦل ٿيو. هي راما لوچن
جو درشن نه مهان جي گروءَ کي ا، ا، ٿير چو نه مان نيچ ذات ۾ پيدا ٿيل
مورک اڻ ڄاڻ ناري آهيان ۽ مونکي لوچن جي داسي سڏائڻ جو مهاڀاڳ
ڪٿي آهي. هي داريشور! مان لوچن جي استوتي ڪري ڪئي ڄاڻان هيٺر
مان ڇا ڪريان؟ پرڀو! لوچن ٻاڻ تي انهن جي دنيا سان موهن تي ٻڌڻ ٿيو.
تهن تي سري رام چرڻ لڳو هي داري! عورت مرد ۽ ذات پات ۽ ڪل
ڌرم جو مهان جي ڀڳتيءَ ۾ ڪوئي ڀيد ڀاو نه آهي، ان جو ڪارڻ نه هڪ
مهان جي ڀڳتي آهي، جو مهان جي ڀڳتيءَ کان اي مکه آهي جو بکيو، دان،
تپ، ويد پڙهڻ، پڙهڻ ۽ ڪنهن به ڪرم سان مهان جو ڀڄڻ ٿئي ڪري سو

ملڻ ڪري مون ٻاڻ کي راکش روپ ۾ ڏٺو، هي رام! هڪ ڀيري مهان
رونشو ڪري ديوراج اندراج جي پٺيان ڀڄو اس، تڏهن هن ڪروڌ ۾ اچي
منهنجي مٿي تي وڄر هنيو ان وڄر لڳڻ شرط منهنجو سر ۽ پير پيٽ ۾ داخل
ويا ۽ برهما کان مليل ور جي پرڀاءَ سان مٿس ڪرڻ، مرڻ کي مک کان ڪمزور
ڏسي سيني ديوتائن مون تي ديا ڪري ديوراج اندر کي چيو ته هيءَ ٻنا
مک جي ڪيئن جيئرو رهي سگهندو، تڏهن ديوراج اندر مون کي چيو ته
تنهنجي پيٽ ۾ ئي مک ٿيندو ۽ تنهنجون ٻانهون هڪ هڪ يوجن ڊگهيون
رهنديون، اندر جي انهيءَ چوڻ ڪري مان هت رهي هر روز پنهنجي ٻانهن
سان بن جي جيون کي ڦاسائي کائيندو رهان ٿو. هي رام! هن ٻانهن کي
توهان ڪاٽي ڇڏيو هاڻي مان سراپ کان مڪت ٿيس انهيءَ چئي گڌ ڪد ٿي
ڀڳوان جي استوتي ڪرڻ لڳو، تڏهن سري رامچندر پرسن ٿي چوڻ لڳو هي
گندرو! جو برهمڻ ڪل سان ويرو رکندڙ آهي سو موکي مون کي پيارو نه آهي
۽ جو ٻنا ڇل ڪپٽ جي من ڪرم ۽ واڻيءَ سان برهمڻن جي شيوا ٿو ڪري
ان جي وس ۾ مون سان گڏ شو برهما ۽ ٿيو پوي. سراپ ڏيندڙ ۽ ڪٺور
وچن چوندڙ هوندي به براهمڻ پوڄڻ يوڳ آهن ڪر شودر ڪٽي ودوان ڪٺان
۽ گياني ڇو نه هجي ته به اپوڄيه آهي- اهڙي طرح ڀڳوان هن کي ست ڌرم
جي سکيا ڏيئي چيو هي گندرو مان تنهنجي ڀڳتي ۽ استوتي ڌئاران ڏاڍو
پرسن ٿيو آهيان تنهن ڪري تون هاڻي پراڻ تياڳي برهم لوڪ ۾ وڃ. رامچندر
جا اهي وچن ٻڌي ڪبنڌ پراڻ تياڳيا، مرڻ وقت ان راکش شري رامچندر
کي وينتي ڪئي ته منهن جو اگني سنسڪار ڪيو وڃي جڏهن رام ۽ لڇمڻ
چڪيا ته اهي ان ڀيانڪ راکش جي اگني سنسڪار ۽ ڪريا ڪرم ڪيو تڏهن
ان اگنيءَ مان هڪ سندر تيجسوي گندرو نڪتو جو شري رامچندر کي
هٿ جوڙي استوتي ڪرڻ لڳو، هي رگهنندن سامهون واري آشرم ۾ ڀيلڻي
رهي ٿي هوءَ توهان جي چرڻ ڪملن ۾ شردا ۽ پريم ڀڳتيءَ ۾ لين آهي
هي پڀو! توهين اتي وڃو، هوءَ توهان کي سيتا جي سنبنڌ ۾ سڀ ڳالهيون
ٻڌائيندي، انهيءَ چئي ڪبنڌ پنهنجي اصلوڪي گندرو جي سندر ديه ڌاري
گندرو لوڪ ڏانهن ويو.

## رامچندر ۽ شبريءَ جو سنواد

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ڪبنڌ جي چوڻ موجب شري رام
۽ لڇمڻ رشي مترڪ پرست ڏانهن هلڻ لڳا، هلندا هلندا پند ڪندا پمپاسر

## ڪبنڌ جو آڌار

سري مهاديو چوڻ لڳو، هي پارواتي! تڏهن ڪالهه سري رامچندر ڏکي حالت ۾ سيتا کي ڳولهڻ لاءِ لڇمڻ سان گڏ ٻئي ان ۾ ويا، اتي هنن هڪ وڏي شڪل وارو وچتر روپ ڀيانڪ راڪش ڏٺو، جنهن جو ڇاتيءَ ۾ ئي وڏو مک هئو جو ڏيکڻ کان رهت، جنهن جون ٻانهون هڪ هڪ ڪوهه جون ڊگهيون بيڪڙيل هيون، هي سڀني جو برائن کي ڪائڻ وارو ڪبنڌ نالي دئيتراج هو ان جي ٻانهن جي وچ ۾ هلندي هلندي ٻنهي کي گهيرو ورتو ۽ لڇمڻ ان مها ٻلوان راڪش کي ڏٺو، تڏهن رامچندر مشڪندي چوڻ لڳو هي لڇمڻ! هن راڪش کي ڏس جو سر ۽ پيرن کان رهت آهي ۽ هن جو ڇاتيءَ ۾ مک آهي پنهنجي ٻانهن سان هن کي جو ڪجهه ملي ٿو ان کي کائي جيئرو رهي ٿو. اسان ٻئي هن جي ٻانهن جي وچ ۾ ڦاسي ويا آهيون. هي لڇمڻ هن جي چنبي مان ڇٽڪڻ جو ڪوئي رستو ڏسڻ ۾ اچي ٿو؟ تڏهن لي لڇمڻ چوڻ لڳو هي راگهو! وچار ڪرڻ جهڙي ڪهڙي ڳالهه آهي اسين ٻئي ساوڌانيءَ سان هيڪر هن جي هڪ هڪ ٻانهن ڪاٽي ٿا ڇڏيون تڏهن رامچندر تمام چڱو چئي راڪش جي ڏاڻي ٻانهن ڪاٽي ڇڏي ۽ لڇمڻ ڦڙتيءَ سان ان جي ساڄي ٻانهن اڏائي ڇڏي، تڏهن دئيت عجب ۾ پئجي چيو ته منهنجي ٻانهن کي ڪاٽڻ وارا اوهين ڪير سرنشت داو آهيو؟ هن لوڪ ۾ توهان سرڳ واسي ديوتائن ۾ ڪوئي به اهڙو سورمو هئڻ مشڪل آهي. تڏهن لي سري رامچندر مشڪندي چيو ته مان راجا دشرٿ جو پٽ رام آهيان ۽ هي منهنجو ننڍو ڀاءُ لڇمڻ آهي اسين سيتا کي ڳولهڻ لاءِ هن گهور بن ۾ آيا آهيون ته اتي ۾ تو اسانکي پنهنجي ٻانهن ۾ گهيري ڇڏيو تڏهن اسان پنهنجا بچاءُ ڪرڻ لاءِ تنهنجون ٻانهون ڪاٽي ڇڏيون هاڻ تون ٻڌاءِ ته ڀيانڪ روپ وارو تون ڪير آهين؟ تڏهن ٿي ڪبنڌ چيو، هي رام! ٻڌ، اصل مان گندهرو راج هوس مان پنهنجي سونهن ڪري سندر استري جو چت چورائيندو سڀني لوڪن ۾ گهمندو رهيس هڪ ڀيري اشٽاوڪر منيءَ کي ڏسي مونکان کل نڪري وئي، تڏهن ڪري مني ڪروڌ ۾ اچي چوڻ لڳو، اڙي دشٽ! تون وڃي راڪش ٿيءُ. ان جي سراپ ڪري ڏک ۾ وياڪل ٿي جڏهن مون ان کي وينتي ڪئي ته ان ٻڌايو منهنجي سراپ جي مڪتي ليڪ جو اپاءُ ٻڌايو ته ترتيا جڳ ۾ ٻال دوالن دشرٿ جي گهر اوتار وٺي تو وٽ ايندو ۽ تنهنجون هڪ هڪ ڪوهه وارين ڊگهيون ٻانهون ڪاٽي ڇڏيندو، تڏهن تون سراپ کان ڇٽي اصل روپ پائيندين، انهيءَ سراپ

سيتا کي وٺي ويندو ڏسي ڪري ٻرش اڌ جٽيو ان کي ڪٽي ويو آهي، انهن ڇڏي اڳتي هلڻ لڳا ڪجهه پنڌ ڪرڻ کان پوءِ هنن هڪ پهاڙ جيڏو سرير خون ۾ پورل ڏٺو جنهن کي ڏسي سري رامچندر چوڻ لڳو لڇمڻ! هو ڏس، شڪ نه آهي ته هيءُ ئي سيتا کي کائي ٻرس ئي هت ايڪانت ۾ سمهيو پيو آهي، مان هن پاپيءَ کي هينئر ئي ماري ٿو ڇڏيان، هي لڇمڻ! جلدي منهنجو ڌنش ٻاڻ کڻي اچ. رام جو اهو وچن ٻڌي جٽايو ٻڌي چوڻ لڳو، هي پڀو! مان پنهنجي ڪرم سان مري رهيو آهيان، توهان جو ڪلياڻ ٿئي توهان مونکي نه ماريو، مان جٽايو آهيان، مون توهان جي استري کڻي وڃڻ واري راوڻ جو پيڇو ڪيو، هي شترودمن! مون هن سان ٻڌ ڪئي، مون هن جو رٿ گهوڙا ۽ ڌنش ڪاٽي ڇڏيو، هاڻ مان ان جي هٿان گهايل ٿي پيو آهيان. هي جگرناٿ! توهين مون تي پنهنجي ديا درشٽي سان نهاريو ڇو ته مان هينئر پراڻ ڇڏيان ٿو. اهو ٻڌي رگهوناٿ جٽايو وٽ وڃي دکي حالت ۾ ڏسي اکين ۾ آنسون آڻي ان جي سرير تي هٿ ڦيرائيندي چوڻ لڳو، هي جٽايو ٻڌاءِ ته منهنجي پراڻ پياري سيتا کي ڪير کڻي ويو، افسوس! جو تون منهنجي ڪارڻ ڪري گهايل ٿي پيو آهين تنهن ڪري تون منهنجو پيارو متر آهين، جٽايو دک جي پيڙا کان چوڻ لڳو، هي رام! مها پراڪرمي راڪشن جو راجا راوڻ سيتا کي ڏکڻ طرف وٺي ويو آهي پر وڌيڪ چوڻ جي مونکي شڪتي نه آهي، هي رام مون فقط توهان جي درشن ڪرڻ لاءِ پنهنجا پراڻ رکيا هوا جي هاڻ موڪلائين ٿا، تنهن تي رامچندر چوڻ لڳو، پيا! ائين نه ڪر. تنهن تي جٽايو مرڪي چيو هي ڪرپالو اڄ وڏن ڀاڳن سان مون مرڻ وقت توهان جو درشن ڪيو آهي ۽ انت سمي توهان پاڻ اڳيان آهيو پوءِ ٻڌايو ته هاڻ وري ڪنهن جي لاءِ سرير رکان ٿڌهين شري رامچندر چوڻ لڳو پيا! تو پنهنجي ڪرمن موجب گت پائي آهي جنهن جو من اپڪار سان پورل آهي ان لاءِ سنسار ۾ ڪجهه به مشڪل نه آهي تنهن ڪري تون پائي هن سرير کي ڇڏي منهنجي لوڪ ۾ وڃ، پوءِ جٽايو رام نام اچاريندو رام جي شيام ورن مورتي من ۾ ڌاريندو سرڳ ڌام هليو ويو ۽ رامچندر پنهنجي هٿن سان هن جو ڪريا ڪرم ڪيو، ڀڳوان ڏاسن جو ديالو اهڙا ڪنهن سبب جي هرڪنهن تي ڪرپا ڪري ٿو تنهن تي مانس ڪانيد ۽ جٽايو کي اهڙا گت ڏني جا يوگي جن هميشه چاهين ٿا، سچ آهي اهي منش اڀاڳا آهن جو هڙي ست چت آنند پرماتما کي وساري وشين جي موهه ۾ ڦاٿا رهن ٿا.

منش اوتار ورتو آهي، تنهن ڪري مان ڪجهه وقت پرڪرتيءَ لي منش ڀاوتا سان لڪي رهندس. شري رامچندر اهڙي طرح ٻڌ ڪري لڇمڻ ڏانهن نهاري چوڻ لڳو، هي لڇمڻ! تون سيتا کي ڇڏي ڪيئن هليو آئين؟ هاڻ راڪش سيتا کي کائي ويا هوندا. تڏهن لڇمڻ هٿ جوڙي سيتا جي وڪلتا ۽ ڪٺور وچن جي سموري حقيقت ڪري چوڻ لڳو، توهان جي ٻوليءَ ۾ راڪش جي واتان ڇهل "هاءِ لڇمڻ" اهي شبد ٻڌي سيتا هڪدم مونکي چيو ته جلدي وڃ، تڏهن مون انکي سمجهائي چيو هي ڌرتي! اهو رگهناٿ جو آواز نه آهي، راڪش جو آواز آهي، تون ڪو به خيال نه ڪر، منهنجي انتري چوڻ ڪري سيتا مونکي جيڪي ڪٺور وچن چيا، هي رگهناٿا! اهي توهان جي سامهون چوڻ لائق نه آهن تنهن ڪري مان ڪن بند ڪري اتان توهان کي ڳولڻ لاءِ آيو آهيان، تنهن تي شري رامچندر چيو لڇمڻ ليڪ آهي! پر توکي ائين ڪرڻ واجب نه هئو جو استريءَ جي ڳالهه کي سچو ڄاڻي سيتا کي ڇڏي آئين هاڻ راڪش يا ته سيتا کي کڻي ويا هوندا يا ته انکي کائي ويا هوندا. اهڙي طرح چنتا ڪندي شري رامچندر ۽ لڇمڻ جلدي پنهنجي آشرم ۾ آيا ليڪن اتي جانڪيءَ کي نه ڏسي دک ۾ دکي ٿي ويلاپ ڪرڻ لڳا. هاءِ سيتا! اڄ تون آشرم ۾ ڪٿي ڏسجين، تون ڪيڏانهن هلي وئينءَ. اهڙي طرح ويلاپ ڪندي اتان سڄو بن ڳوليو پر ڪٿي به جانڪيءَ جو پتو ڪونه پيو ۽ رامچندر دکي ٿي چوڻ لڳو، هي بن ديوتائون پکئڙو ته منهنجي پران پياري سيتا ڪٿي آهي، اڙي مرگ پکيئو ۽ ڀنوکيو (وڻ) توهان منهنجي پياريءَ جو پتو ٻڌايو اهڙي طرح ويلاپ ڪندي سيتا کي ڪٿي به نه ڏٺائين، افسوس ڀڳوان رام آنند سروپ تسي ڪري سيتا جي لاءِ شوڪ ڪيو، پڪ هوندي به ان جي ڳوليا ۾ ڊوڙندو رهيو ۽ اهنڪار ڪسان ڇتل اکنڊ آنند سروپ ٿي ڪري لمام ڏني تسي منهنجي مايا سيتا ائين چئي ويلاپ ڪيا.

## رامچندر جو جٽايوءَ کي مڪتي ڏيڻ

اهڙي طرح سيتا جو ويچار ڪري رگهناٿ ارموهه. هوندي به موڙهه پرش والگر موهه ڏسڻ لي آيو ليڪن لتر گيانين کي اهڙو ڀرم ٿي ٿي. اهڙي طرح لڇمڻ سميت سري رامچندر سڄو بن سيتا کي ڳولهيندا پنڌ ڪندا ٿي آيا ته رستي تي رت، چت، ڏاش ۽ رت جي پکل هڪ ڪالي زمين تي پيل ڏسي شري رامچندر لڇمڻ کي چوڻ لڳو، لڇمڻ! ڏس هتي

نہ مڃي جنهن جو هيءُ پرلڪش ڦل پاتم. اهڙي طرح سيتا روئڻ ڪندي رام جي اچڻ جي آشا ڪندي هلي، راوڻ ان کي وٺي هوا جي سمان تيزيءَ سان هلڻ لڳو. اهڙي طرح آڪاش رستي ويندي ويندي هيٺ ڏسندي سيتا هڪ پهاڙ جي چوٽيءَ تي پنج بانڊر ويٺل ڏٺا انهن کي ڏسي پنهنجا زيور لاهي ساڙهيءَ جي ٽڪر ۾ ٻڌي (هيءُ رام کي منهنجو سماچار پڄائو) انهيءَ پاونا سان پهاڙ تي ڦٽا ڪيا تنهن کان پوءِ راوڻ سمنڊ پار ڪري لنڪا ۾ پهچي سيتا کي آٽي اشوڪ واٽڪا ۾ ڇڏيائين ۽ گهر وٺي نہ وڃي سو انهيءَ ڪري جو ڪيس سراپ مليل هئو تہ جيڪڏهن هو ڪنهن بہ استريءَ سان زبردستيءَ ڀوڳ ڪندو تہ سندس مستڪ هڪ سئو ٽڪر ٿي ويندو اهو ڪيس سراپ مليل هو. انيڪ ڪوشش ڪندي ۽ ڀپ ڏيندي بہ جڏهن سيتا راوڻ جي هڪ ڳالهہ بہ نہ مڃي تڏهن ڪيس اشوڪ وڻ جي هيٺان ڪٽي وهاريائين ان استان ۾ سيتا سيئي هار سينگار ڇڏي دک جي ڪري هاءِ رام! هاءِ رام! اٿين وِلاپ ڪندي راڪشڻ جي وچ رهڻ لڳي. برهما کي جڏهن اها خبر پيئي تڏهن اندر کي گهرائي چيائين تہ سيتا وٽ اهڙي اٽڪل سان وڃ جو راوڻ کي خبر نہ پوي ۽ هيءُ کير سيتا کي پياري اچ، جنهن جي پيئڻ ڪري هزارين ورهيہ بُک اُڃ نہ لڳي، اندر ”تمام چڱو“ چئي روانو ٿيو ۽ اتي اچي اهڙي مايا پکيڙيائين جو سڀ پهريدار سمهي رهيا پوءِ سيتا وٽ کير کڻي آيو ۽ ڪيس سمجهائي کير پياري پنهنجي لوڪ ڏي روانو ٿيو.

## سيتا کي نہ ڏسي رامچندر جا وِلاپ

شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! هيڏانهن شري رامچندر مايا روپي هرڻ ماريچ راڪش کي ماري پنهنجي آشرم ڏانهن ٿي موٽيو تہ ٻئي ڏانهن اداس مکہ سان لڇمڻ کي ايندو ڏٺائين، تڏهن رگهنات من ئي من ۾ سوچڻ لڳو تہ لڇمڻ کي اها خبر نہ آهي تہ مون مايا روپي سيتا ٺاهي آهي مان ئي اهو جاڻان ٿو، تنهن ڪري لڇمڻ کان اها ڳالهہ لڪائي مان رواجي منش وانگر شوڪ ڪندس. جيڪڏهن مان ٻي اونو ٿي چپ چاپ پنهنجي ڪٽيا ۾ واهي رهندس تہ همن ڪروڙن راڪشن کي مارڻ جو اپاءُ ڪيئن ٿيندو، جيڪڏهن مان انهي لاءِ دک ۾ وياڪل ٿي ڪامي پرش وانگر شوڪ ڪندس تہ سيتا جي کوج ڪندو راڪشن جي راجا راوڻ وٽ پهچي ويندس ۽ ان کي ڪل سميت ماري پنهنجو پاٽيهي اگني ۾ پرويش ٿيل سيتا کي ٻاهر ڪڍي پوءِ جلدي ايوڌيا هليو ويندس. برهما جي پرارٿنا سان مون

پريم ڪري هواس جي دکن کان جٽي تون مون سان ڪڏهن ايڪ قسم جا روڳ هلي پوڳ، راوڻ جا اهي وچن ٻڌي سيتا ڏب وچان چوڻ لڳي، اڙي پاڪنڊي! تون ساڌو آهين يا دشٽ؟ تورو لوس ٻڪران اجهو آيو ڪي آيو، پوءِ تنهنجي خبر پوندي، اڙي ڪمتي! ڇا شينهن جي ٻچيءَ سان ڪڏهن ڪڏهن ٻه ٻل آزمائي سگهندو آهي؟ ڪڏهن ڪانگ ۽ هنس سان ٽڪر هڻي سگهندو، سو جيڪڏهن پنهنجو ڀلو چاهين ته وڃ گهر جو رستو ته تهه شري رامچندر جي ٻاڻ سان اجهو هيٺئر تي ٽڪر ٽڪر ٿي زمين تي ڪري پوندين . . .

## راوڻ ۽ جٽايوءَ جي يڌ

سيتا جا اهي وچن ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ ڀرجي پنهنجو ڀيانڪ روپ سيتا کي ڏيکاريو جنهن جا ڏهه مک ۽ ويهه ڀڄائون ۽ سرير جنهن جو ڪاري بادل وانگر هئو، اهڙي ڀيانڪ روپ کي ڏسي ٻن ڏاڙهن ته ڇڄڻ لڳيون، پوءِ راوڻ سيتا جي پيرن هيٺان زمين اُهن سان کوٽي لڪو مٿاتي سيتا کي پنهنجي هٿن سان کڻي رٿ ۾ وهاري هڪدم آڪاش ۾ هلڻ لڳو، ان وقت سيتا ڏٻ ۾ وياڪل ٿي ٽماٽا لوڻ ڪيئو براويءَ ڏانهن نهاري هاء راما هاء لڇمڻ! ائين چئي روئڻ لڳي .

اهڙو دکدائڪ آواز ٻڌي هڪدم لڳيءَ جهب وارو جٽايو پکي پهاڙ جي چوٽيءَ تان اڏيو ۽ سهي ڪيائين ته هيءَ رگهونشي شري رامچندر جي استري آهي جنهن کي ليچ راڪش راوڻ ڪيئو لوڙجي، وڃار ڪيائين ته جيترو ڪ اڳي جهڙو ٻل ڪرڻو ته ٻه هڪرار هن دشٽ سان مقابلو ڪندس سو پڪاري چوڻ لڳو ته هي راوڻ! دشٽ تون منهنجي سامهون سيتا رگهونٿ جي استريءَ کي سڄي ٻن مان کڻي وڃڻ وارو تون ڪير آهين؟ ائين چئي جٽايو پنهنجي لڳيءَ چهب سان راوڻ جي رٿ کي چوڙ چوڙ ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي هٿن جي پنجي سان گهوڙن کي ماري ان جو ڌنش ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو ... راوڻ سيتا کي جٽي پنهنجي تلوار ڪڍي جٽايو کي پکڙي پر ڪٽي ... ڪنجڻ ڪري جٽايو اڌ مئو ٿي پرٿويءَ تي ڪري پيو، پوءِ راوڻ ... جي رٿ تي چاڙهي هلڻو ويو، ان وقت سيتا ڪنهن ٻه سهائتا ... ڏسي رام کي پڪاري روئي چوڻ لڳي، هاء راما هاء ... تيجان مون دکيءَ کي تنا ڏسي هي راگهوا! توهان جي پياري ... ڪير تو وڃي، هي ديالو! ديا ڪري اچي ڇڏايو، هاء ... جي اچي وکيا ڪر، هي ڌيرما! مون تنهنجي ڪالهه،

زهريلن ٻاڻن جيان، ماتا سيتا جا وچن چڀڻ لڳا. لڇمڻ چيو، ماتا! توکي اهڙين چوڻ واجب نه آهي، مان توهان جو ٻالڪ آهيان، اهڙا لفظ شرپا ڪرڻ نه ڏين. ماتا سيتا جي گهڻي چوڻ تي لڇمڻ وڃڻ لاءِ تيار ٿيو، وڃڻ وقت چوڻ لڳو، "ماتا! مونکي ڊپ آهي ته ڪٿي توهان جي مٿان آپدا نه اچي. هيءُ ٻن راڪشن سان ڀرپور آهي، همت سک ۽ شانتي ڪرڻ آهي.

ماتا! تون سنتوش ڪر، اجايو نه جسي جلي جوش ڪر.

همت ڏاڍو راڪشس گهڻا نا گهمن، سکي ٿي نه ماڻهو ڪڏهن سمهن (سائل)

"شل ڀڳوان تنهنجي رکيا ڪري- مان وڃان ٿو پرانا سري رام ڏانهن." اهڙن چٽي ڪري لڇمڻ ماتا سيتا کي پرڻام ڪيو ۽ دکي ۽ وياڪل ٿي هليو ويو، سيتا کي ان ٻن ۾ اڪيلو ڇڏي ويو. اتٿرو چٽي لڇمڻ ڪٽيا جي ٻاهران ليڪو ڪڍي ۽ سيتا کي تاڪيد ڪري ويو ته هن ليڪي کان ٻاهر نه نڪرجانءِ، پوءِ رامچندر کي ڳولهڻ لاءِ نڪري پيو.

## راوڻ جو سيتا کي ڀڄائڻ

راوڻ کي ته اهڙو سندر موقعو گهربو هو، پنهنجي شڪتيءَ سان هن روپ بدلايو ۽ سادو مهراج جو ويس ڪري ڪمنڊل هٿ ۾ کڻي سيتا وٽ آيو، سيتا هن کي سادو سمجهي پرڻام ڪيو ۽ ڪند مول ڦل آڻي آدرستڪار ڪري چوڻ لڳي هي مهرو! هي ڦل ڪند مول کائي وشرام ڪريو، همٿر ٿوري دير ۾ منهنجو پتي ديو اچي ويندو اهو توهان جي وڏيڪ شيوا ڪندو، تڏهن ڀڪاري چوڻ لڳو، هي ڪمل لوچني! تون ڪير آهين؟ تنهنجو پتي ڪير آهي؟ هي ديوي! هن راڪشن سان ڀريل ٻن ۾ تون ڇو رهين ٿي؟ هي ڪلياڻي اهو سمورو حال ٻڌاءِ پوءِ مان توکي پنهنجو حال ٻڌايان، تڏهن ٿي سيتا چوڻ لڳي، هي مهراج! شريمان مهراج دشرٿ ايوڌيا جو راجا هو ان جو سلڇڻو پٽ رام آهي. مان جنڪ نندني سيتا ان جي ڌرمپتني آهيان، ان جو ننڍو ڀاءُ لڇمڻ آهي. اسان ٽيئي سان گڏ شري رامچندر، جو پتا جي آگيا سان چوڏهن ورهيه ڏنڊ ڪارڻيه ان ۾ رهڻ لاءِ آيا آهيون. هاڻي توهان مونکي پنهنجو سماچار ٻڌايو. تڏهن ڀڪاري چوڻ لڳو، مان پلستيه نندن وسروا جو پٽ راڪشن جو راجا راوڻ آهيان مان توکي وٺي وڃڻ لاءِ تڙڦي رهيو هوس، تنهن ڪري هن وقت پنهنجي راجڌاني ۾ توکي وٺي وڃڻ لاءِ هتي آيو آهيان، توکي هن منهنجي ويس ڌاري رام مان ڇا ملندو تون مون سان

لڇمڻ رامچندر کي چيو ته هيءُ راڪش آهي ڀيو ڏاڍو ۽ ٻاڻ ڇاڙهي ڪڍي هڻيو. ٻاڻ لڳڻ شرط ماريچ پنهنجو اصل روپ ڌاري رڙ ۽ پوئين مهل سان ٻوليءَ لسي ڪري ٻيو ۽ رام جي ٻوليءَ ۾ چوڻ لڳو، هاءِ لڇمڻ! هاءِ لڇمڻ! مان مارجي ويس، مرڻ وقت جنهن جي نام سمرڻ سان اگهائي ۽ مڪت ٿي وڃن ٿا. ان هوڙهءَ کي ڏسندي ڏسندي ان جي سرير مان نڪتل تيج سري رام ۾ سمائجي ويو جو سري رام جو سمرڻ ڪندو سرير ڇڏي ٿو اهو پرمڻ هجي يا راڪش، ڀائي هجي يا ڪوهي، پوءِ ٻڌ کي پائي ٿو. لڇمڻ رامچندر ويچار ڪرڻ لڳو ته هن راڪش مرڻ وقت منهنجي ئي ٻوليءَ ۾ هاءِ لڇمڻ چئي پڪاري جو ڇڏيائين؟ هيءَ منهنجي ٻوليءَ جا لفظ ٻڌي سيتا جي ڪهڙي حالت ٿي هوندي هن طرح چنتا ڪندي گهر پري ڪان موٽڻ لڳو. هيڏانهن سيتا جو ”هاءِ لڇمڻ“ جو آواز ٻڌو ۽ ڊڪ ۾ وياڪل ٿي لڇمڻ کي چوڻ لڳي هي ڏيور! تون جلدي وڃ پنهنجي ڀاءُ جي سڌ لهي اچ منهنجي ڀاءُ جي مٿان ڪا مصيبت آئي ٿي ڏسجي تون پنهنجي ڀاءُ جو ”هاءِ لڇمڻ“ جو آواز نه ٻڌءِ؟ لڇمڻ ائي لڇمڻ چوڻ لڳو، هي ديوي! اهو آواز شري رامچندر جو نه آهي، ڪنهن راڪش مرڻ وقت اهي لفظ چيا آهن. جو شري رامچندر ڪروڌ ۾ اچي ڪري هڪ ڪڇ ۾ ٽنهي لوڪن کي ناس ڪري سگهي ٿو، سو اهو ديوتائن ٻڍو پيلا! اهي دين دکي لفظ ڪيئن چئي سگهندو؟ لڇمڻ سيتا اکين ۾ پاڻي آڻي ڪروڌ مان لڇمڻ ڏي نهاري چوڻ لڳي هي لڇمڻ! جا تون پنهنجي ڀاءُ کي مصيبت ۾ پيل ڏسڻ چاهين ٿو؟ مان ڄاڻان ٿي ته تنهنجي من ۾ مندي آهي؟ جا رام جي مرڻ کان پوءِ مونکي وٺي وڃڻ لاءِ آيو آهين؟ ڀلا تون مون کي حاصل ڪري سگهين؟ سيتا جا اهڙا ڪٺور وچن ٻڌي لڇمڻ ٻئي ڪنن تي هٿ ڪيا.

پرالبڌ ڏاڍي ڪٺور ۽ ٽڪر لهندي آهي ته ته سيتا جهڙي سادوي ۽ پوتر ناري اهڙا ڪٺور وچن ڪيئن چئي. هن جا اهڙا اشد ۽ اجسرڳ لفظ ٻڌي لڇمڻ نراس ۽ نا اميد ٿي ويو. ماتا سيتا جي لفظن سري لڇمڻ کي گهائي ڇڏيو. هن جي ڪنن ۾ لفظ گونجڻ لڳا:

ڀاءُ کي تون اڪيلو ڇڏين ٿو،
ڀانئان اڄ ڪا ٻڌائين ٿو،
ٻي سرس سوڙها ۽ نازڪ ٻڌن،
لمو آنهه مولتي تون شاهد شڪن. (سائل)

جيڪڏهن شري رامچندر مون کي ماريندو ته مان سنسار ساگر کان پار ٿي ويندس پر جي هيءَ دشت ماريندو ته پڪ مون کي نرڪ ڀوڳڻو پوندو، اهڙن من ۾ سوچي شري رامچندر جي هٿان مرڻ جو پڪو ويچار ڪري جلدي اٿي راوڻ کي چوڻ لڳو، هي راوڻ مان توهان جي آگيا جو پالن ڪندس. اهڙن چئي هو راوڻ جي رٿ تي چڙهي شري رامچندر جي آشرم وٽ آيو ۽ چانديءَ جي اولڊ سان سچو سرار سونو بڻائي هرڻ جو وچتر روپ ڌارڻ ڪيو. ان جا سنگ رتن سان جڙيل ۽ کُر مٺين جهڙا ۽ اکيون نيلي رتن جهڙيون بجليءَ وانگر چمڪندڙ ۽ منوهر مک وارو اهو هرڻ رامچندر جي آشرم جي ويجهو سيتا جي سامهون اچي ۾ گهمڻ لڳو ڪڏهن وڪ ڇال ڀيو ماري، ڪڏهن ڀرسان وڃيو ايهو پيو رهي، ڪڏهن پڇيو پيو وڃي، اهڙي طرح هو مايا روپي هرڻ سيتا کي موهت ڪرڻ لاءِ اتي گهمڻ لڳو.

## رامچندر جو سوني هرڻ ڏانهن ڊوڙڻ

سيتا اهو مايا روپي هرڻ ڏسي رامچندر وٽ اچي نمرتا سان مرڪي چوڻ لڳي، هي رام! هي رتن جڙيل شريشٽ وچتر سونو هرڻ ته ڏسو هن جي سرار تي عجب جهڙي برند چٽيل آهي ۽ ڪيئن اي ديو ٿي گهمي رهيو آهي، هي پريو! توهان هن کي ماري مون کي کل آڻي ڏيو، هن جي چمڙي ڪهڙي نه سندر آهي، تڏهن رامچندر تمام چڱو چئي پنهنجو ڌنش کنيو ۽ وڃڻ وقت لڇمڻ کي چيو، هي لڇمڻ! تون سيتا جي چڱيءَ طرح سنڀال ڪجانءِ ڇو ته هن ۾ مايا روپي ڀيڪر راڪش گهمي رهيا آهن انهن ڪري تون سيتا جي ساوڌانيءَ سان رکيا ڪجانءِ، تڏهن لڇمڻ چوڻ لڳو، هي ديو! شايد هيءُ هرڻ روپ ۾ مارچ راڪش آهي، ڀلا هرڻ ڪڏهن اهڙو ٿي سگهندو؟ لڇمڻ جا اهي وچن ٻڌي شري رامچندر چوڻ لڳو، جيڪڏهن مارچ آهي ته ان ۾ ڪو شڪ نه آهي مان هن کي ضرور ماريندس ۽ جي سچ پچ هرڻ ٿي آهي ته... سيتا جي دل خوش ڪرڻ لاءِ پڪڙي وٺي ايندس. مان هيئنر وڃي تمام جلد هن هرڻ کي ٻڌي وٺي ٿو اچان تيستائين تون سيتا جي سنڀال ڪندو ساوڌان ٿي رهج.

هن جڳت جي پنج روپي مرهني مايا جدهن جي سهاري آهي، اهڙي رامچندر اهڙن چئي ان مايا روپي هرڻ جي پٺيان ويو، هو هرڻ ڪڏهن ته ويجهو پيو ڏسڻ ۾ اچي ڪڏهن پري ڀڄي هڪ ڪن ۾ لڪي ٿي ويو ۽ وري پري کان پيو ڏيکاري ڏئي اهڙي طرح هو رامچندر کي گهڻو پري وٺي ويو

لڪ ڪالي ڇڏيو اٿس، انهيءَ ڪري منهنجي سهائتا ڪر ۽ هرڻ جو روپ ڌاري رام ۽ لڇمڻ کي آشرم کان پري وٺي وڃ، ان وقت مان سيتا کي کڻي هليو ويندس. اهڙي طرح راوڻ جا وچن ٻڌي مارِيچ عجب ۾ پئجي چوڻ لڳو، هي راوڻ! هيءُ سرونا ڪرڻ وارين ڳالهين لوڪي ڪيهو ٻڌايون آهن، هن طرح سان ڪرلي تنهن جو ناس ڪرڻ چاهي ٿو ته سچ پچ تنهن جو دشمن آهي ۽ مارڻ جوڳو آهي. هي راوڻ ان جي ٻال اوستا جي ويرتا کي ياد ڪري جڏهن وشوامتر جي يگيہ جي رکيا ڪرڻ لاءِ آيو هئو ۽ ان وقت هڪ ئي ٻاڻ سان مون کي سؤ ٻوجن پري سمندر جي ڪناري تي ڪڍي ڦٽو ڪيو هئائين، تڏهن کان وٺي مان ڊپ کان وياڪل ٿي رهان ٿو ۽ سدائين ان ڳالهہ جي ياد پوڻ ڪري مولکي ڇنڊي پاسن کان رام ئي رام ڏيکاري ڏيئي رهيو آهي ۽ جڏهن وقت مان سمهان ٿو تہ ان وقت من ئي من ۾ رام جو سمرڻ ڪندو رهان ٿو، اهڙي رگهناٿ کي سڃي ۾ ڏسي جڏهن لنڪ مان جاڳان ٿو تڏهن ۾ ڳالهہ لٿي وسري، تنهن ڪري هي راوڻ! تون شري رامچندر سان هٿ ڇڏي پنهنجي گهر هليو وڃ ۽ وچي پنهنجي راڪش ونش جي رکيا ڪر. شري رامچندر سان وير نہ ڪر، اُن سان ويرڀاءُ رکڻ ڪري سڀ ڪجهہ نشٽ ٿي ويندو. تنهن ڪري تون ڄاڻ تہ رام منش نہ آهي - هو ساکيات ڀڳوان نارائڻ آهي مايا سان منش روپ ڌاري پرٿويءَ جو بار لاهڻ لاءِ بن ۾ آيو آهي، تنهن ڪري تون پنهنجو پٽو ڇاڻي دوڻي هليو وڃ.

مارِيچ جا اهي وچن ٻڌي راوڻ چوڻ لڳو جڏهن اوهان جي ڀارنا سان پرمانما رام منش روپ ۾ مون کي مارڻ لاءِ هتي آيو آهي تہ ضرور اتي تي ڪندو، تنهن ڪري مان ضرور شري رامچندر وٽ وڃي سيتا کي ڪي ايندس، جيڪڏهن جنگ ۾ ان جي هٿان مرندس تہ پرم پد پائيندس، جيڪڏهن مون ٿي تي جنگ ۾ ماري ڇڏيو تہ اهڙي ٻي ڀيرو لي سيتا کي ڪڻي تنهن ڪري هي مارِيچ! اٿ ۽ جلدي سهڻو وچتر روپ ڌاري تنهن تي آشرم ڏانهن وڃ سو موني پنهنجي آشرم ۾ اهي سينهن چوڻ تہ جيڪڏهن تہ هن تلوار سان لوڪي ماري ڇڏ اهي وچن ٻڌي مارِيچ من ئي من ۾ ويچار ڪيو تہ

وس پوءِ ڪري پنهنجي راڪشس. سيتا ولي رام سان ٻڌ ڪئي ليڪن ٻلوان رام هڪ ڪن ۾ ئي سڀني راڪشن کي ماري ڇڏيو. هي راجا مون کي اُن الئي معلوم ٿئي ٿو ته جيڪڏهن رام چاهي ته ٽنهي لوڪن کي ڀسم ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن هن جي استري تنهنجي پتني ٿي آوي ته تنهن جو جنم سڦلو ٿي پوي، تنهن ڪري هي راجن! تون اهڙي اٽڪل ڪر، جنهن سيتا تنهنجي پتني ٿي رهي ۽ سنسار ۾ تنهنجي ناموس ٿي پوي، پر تون رام جي سامهون اڀي نه سگهندين، ان رگهنات کي ڪيئن اُهو ڪري مايا جي چال ۾ موهت ڪري پوءِ ان کي پراپت ڪري سگهندين، شورپنکا جي اهڙا ڳالهه ٻڌي راوڻ ان کي ڌيرج ڏيئي روانو ڪيو ۽ من ئي من ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته وڏي عجب جهڙي ڳالهه اها آهي ته اڪيلي منش روپ ۾ رگهونشي رام شڪتي ٻل سان منهنجي ڀاءُ کر کي سيتا سميت ڪيئن ماري ڇڏيو شايد هيءَ رام منش نه آهي ساڪشات پرماتما ئي آهي ڪهڙو وقت اڳي برهما جي پرارٿنا سان منهنجي سيتا ۽ مون کي بالدر سيتا سان مارڻ لاءِ هن وقت رگهونش ۾ منش روپ ۾ اوتار ورتو آهي. جيڪڏهن مان رام جي هٿان مارجي ويندس ته مان وشڪنٺ جو راڄ پرڀيندس نه ته ڪجهه وقت راڪشن جو راڄ ٻيو ڪندس، تنهن ڪري ضرور رام وٽ ويندس.

## راوڻ ۽ ماريچ جو سنواد

سري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! سڄي رات ويچار ڪندي جڏهن صبوح ٿيو تڏهن پڌامان راوڻ رٿ ۾ چڙهي من ۾ ويچار ڪندو سمنڊ جي ڪناري تي ماريچ جي گهر وارو ڇا ڏسي ته ماريچ مني ويس ۾ جٽائون ٻڌل گڏن کي پرڪاش ڪندڙ نرگڻ ڀڳوان جو ڌيان ڪري رهيو آهي، سماڌي ٽٽڻ کان پوءِ هن راوڻ کي پنهنجي گهر آيل ڏٺو، راوڻ کي ڏسندئي ماريچ اٿي اڀو رهيو ۽ ان کي آدرستڪار ڪري آسڻ ڏيئي وهاري پڇڻ لڳو هي راوڻ هن وقت تون اڪيلو رٿ ۾ چڙهي ڪيئن آيو آهين؟ ڪهڙو سبب آهي؟ تنهنجو مک ملين ۽ من چنتا ۾ وياڪل ٿو ڏسجي؟ تنهن تي راوڻ چوڻ لڳو ته اجوڌيا پوريءَ جي راجا دشرٿ پنهنجي پٽ رام کي لڇمڻ ۽ سيتا سميت بنواس ڏنو آهي سو هن وقت اهي پنچوٽي نالي آشرم ۾ رهن ٿا، ٻڌو اٿم ته ان جي استري سيتا ڏاڍي سندر آهي جا ٽنهي لوڪن کي موهت ڪرڻ واري آهي، هن رام اڪيلي سڀني راڪشن ۽ منهنجي ڀاءُ کر کي ماري ان بن ۾ اڻ ڊپ ٿي آنند سان رهي ٿو ۽ منهنجي ڀيڻ شورپنکا جو اِن قصور

ڳالهه ٿيندي؟ تنهن جو اتي ۾ ڪلياڻ آهي تون ان وٽ وڃ هو مهاراج سڀ جو سوامي آهي، اهو ٻڌي هوءَ دشت چت واري راڪشڻي وري رگهنات وٽ آئي ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ لڳي هي رام! تون وڏو چنچل چت وارو آهين مونکي هيڏانهن هوڏانهن ڇو گهمائي رهيو آهين، مان هينئر تنهنجي سامهون ٿي سيتا کي کائي ٿي وڃان ائين چئي ڀيانڪ روپ ڌاري جانڪيءَ کي کائڻ لاءِ ڊوڙي، تڏهن لڇمڻ رامچندر جي آگيا سان هن کي ٻڪڙي ڏاڍي ڦڙتيءَ سان خنجر کڻي ان جو نڪ ڪاٽي ڇڏيو، تنهن کان پوءِ هوءَ راڪشڻ ڀيانڪ آواز ڪندي رت ڳاڙيندي روئندي ڪٺور لفظ ڳالهائيندي جلدي اچي کر جي سامهون ڪري پيئي، هن کي ڏسي کر چوڻ لڳو، هي ڀيڻ! ڇا ڳالهه آهي؟ ڪهڙي دشت موت جي منهن ۾ وڃڻ واري هيءَ تنهنجي حالت ڪئي آهي؟ تون ٻڌاءِ ته سهي! هو ڪال جي سمان ٻلوان ۾ ڪٺي هجي تڏهن به، مان ان کي هڪ پل ۾ ماري ڇڏيندس، تڏهن شورپڻکا پاڻ کي چوڻ لڳي ته هتي سيتا ۽ لڇمڻ سميت رام ڏنڊ ڪارڻيه، ٻنواس ڦرندو گوداوريءَ جي ڪنڌيءَ وٽ رهي ٿو، ان جي آگيا سان انجي ڀاءُ لڇمڻ منهنجي هيءَ حالت ڪئي آهي، جيڪڏهن توهان وڏو وار ٻهادر آهيو، ته انهن ٻنهي دشمن کي ماري ڪاٽي ڇڏ، مان انهن ٻنهي جو خون پيئندس نه ته پنهنجا پراڻ تياڳي جم لوڪ هلي وينديس، شورپڻکا جا اهي وچن ٻڌي کر ڪروڌ ۾ ڀرجي ٻڌ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي هليو، ۽ رام کي مارڻ لاءِ وڏا وڏا ٻهادر چوڏهن هزار راڪش ان وٽ موڪليا. کر، دوشڻ، ترشيرا، اهي سڀئي انيڪ قسمن جا استر شستر کڻي رام وٽ آيا انهن جو شور ٻڌي شري رامچندر لڇمڻ کي چيو ڏس لڇمڻ وڏو گهمسان ٻڌڻ ۾ اچي رهيو آهي، ائين معلوم ٿئي ٿو ته ڪي راڪش اچي رهيا آهن. ضرور اڄ مون سان انهن جي گهور ٻڌ ٿيندي تنهن ڪري هي مهاٻلي! تون سيتا کي وٺي ڪنهن پهاڙ جي غفا ۾ هليو وڃ اڄ مان هنن سڀني ڀيانڪ راڪشن کي مارڻ چاهيان ٿو، توکي منهنجو قسم آهي هن ساري ۾ تون ٻيو ڪجھ به نه چئج. تڏهن لڇمڻ رامچندر جي آگيا مڃي سيتا کي وٺي هڪ غفا ۾ هليو ويو، تڏهن شري رامچندر پنهنجي ڪمر ڪشي ڪٺور ڌنش ٻن ٻاڻن وارو ترڪس ٻڌي ٻڌ لاءِ تيار ٿي بيٺو. تنهن کان پوءِ راڪش سڀئي اچي اچي رام جي مٿان انيڪ قسمن جي هٿيارن ۽ پٿرن جي ٻرسات وسائڻ لڳا، شري رامچندر هڪ پل ۾ پنهنجي شڪتيءَ سان انهن هٿيارن ۽ پٿرن کي ٽڪر ٽڪر ڪري ڪاٽي ڇڏيو. وري هزارين ٻاڻن سان انهن سڀني راڪشن

واري راڪشڻي گهمندي ڦرندي هڪ ڏينهن پنچوٽيءَ جي پرسان لنگهيءَ جي ڪناري لنگهي اچي نڪتي، اتي هن ٻنهي ڀائرن کي ڏسي موهت ٿي پيئي، منوهر پرش کي ڏسي شورپنکا جهڙي استري وياڪل ٿي پيئي ۽ پنهنجي من کي روڪي نه سگهي جا سهڻو سندر روپ ڌاري رامچندر وٽ آئي ۽ مشڪي چوڻ لڳي! توهان جهڙو ٻيو ڪير آهي؟ ڪنهن جو پٽ آهيو؟ هن آشرم ۾ ڇا لاءِ ٿا رهو، **مان راوڻ جي ڀيڻ شورپنکا راڪشڻي آهيان** مان پنهنجي ڀاءُ کر سان گڏ هن بن ۾ رهندي آهيان. راجا راوڻ مونکي هيءَ بن سونپي ڇڏيو آهي تنهن ڪري مان رشين منين کي کائيندي ڀسم رهان ٿي هي منوهر پرش مان انهيءَ ساري ۾ ٻيڻ چاهيان ٿي، تنهن ڪري توهين مونکي پنهنجو نالو نشان ٻڌايو، تڏهن شري رامچندر چوڻ لڳو، مان ايوڌيا جي راجا دشرٿ جو رام نالي پٽ آهيان، هيءَ سندري سيتا منهنجي استري آهي، هو سهڻو ڪمار منهنجو ننڍو ڀاءُ لڇمڻ آهي، هي ترلوڪ سندري ٻڌاءِ تنهن جو ڪهڙو ڪم آهي.

شري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي ڪام وس شورپنکا چوڻ لڳي هي رام ٽنهي لوڪن جي سمان نه ڪوئي پرش آهي ۽ نه منهنجي سمان ڪائي سندري آهي وڌاتا هيءَ سنجوڳ وچار ڪري رچيو آهي منهنجي لائق سنسار ۾ ٻيو نه آهي مون ٽيئي لوڪ گهولي ڏٺا آهن انهيءَ ڪري مان اڃا تائين ڪنواري رهي آهيان ۽ هاڻ توهان کي ڏسي منهنجو من موهت ٿي پيو آهي تنهن ڪري منهن جي ڪوڙ هلي مون سان آنند خوشيون ماڻيو هن وقت مان ڪام وس آهيان تنهن ڪري مان توهان کي ڇڏي نٿي سگهان، تڏهن رامچندر سيتا ڏانهن نهاري مرڪي چوڻ لڳو، هي سندري! مون کي ته هيءَ استري موجود آهي تنهن کي ڇڏڻ مشڪل آهي هن جي رهڻ ڪري ٻيو پرڻو نه سڙلي پچندي ڪيئن رهي سگهنديءَ، باقي منهن جو سهڻو نوجوان ننڍو ڀاءُ لڇمڻ وهدر اڪيلو، اهو تنهن جي لائق پتي ٿيندو توهان ان سان گڏ بن ۾ رهي آنند ڪر، رامچندر جا اهڙا وچن ٻڌي ڪام ۾ موهت ٿيندڙ راڪشڻي شورپنکا لڇمڻ وٽ وڃي چيو، هي سندر ڪمار! توهان پنهنجي ڀاءُ جي آگيا موجب منهنجو پتي ٿي مون سان هلي آنند خوشيون ماڻ دير نه ڪر- لڇمڻ جي اهڙا ڳالهه ٻڌي، لڇمڻ چوڻ لڳو، هي سندري! مان ان ڀڳوان جو داس آهيان، مون کي پرڻي جي پتي ٺاهي ڪري توکي به ان جي داسي ٿي رهڻو پوندو! تنهن جي لاءِ وڏيڪ دک جي ڪهڙي

جيئن سنسار روپي کوهہ ۾ ڪري ٿو. اهي ٻئي مايائون ڀڳوان جي سهاري سان اٿين ڪن ٿيون. ان ۾ ڪنهن جو ٻل هلي نٿو سگهي، گيان اهو آهي جنهن کي ذاتي ڀاس جو ليڪ ماتر نٿو رهي ۽ سڀ ۾ برهم روپ ڏسي ٿو. پرم وئراڳي جنهن ٽنهي ڳڻن ۽ انهن سڌان کي ائين ڄاڻي تياڳ ڪيو آهي، جا مايا ايشور ۽ پاڻ کي ڄاڻي نٿو سڃاڻي ان کي جيو چوڻ گهرجي، جو ٻنڌن ۽ موکش ڏيڻ وارو آهي سڀ کان پري مايا جو پريرڪ آهي. اهوئي ايشور آهي. ڌرم مان وئراڳ ۽ يوگ مان گيان ٿئي ٿو، گيان موکش ڏئي ٿو، ويد ائين چون ٿا. هي لڇمڻ! جنهن لاءِ مان جلدي پرسن ٿي وڃان ٿو، اهائي سک ڏيڻ واري منهنجي ڀڳتي آهي، اهائي سُتنتر ڀڳتي آهي جنهن کي ٻيو ڪوئي سهارو نہ آهي، گيان وگيان ان جي آڌين آهن، هي ڀائي! ڀڳتي سک جي کاڻ آهي، پر اها تڏهن ملي ٿي جڏهن سنتن جي ديا درشٽي رهي ٿي، هاڻ ڀڳتيءَ جو ساڌن ورنن ڪريان ٿو، جنهن ڪري منش مونکي سولائيءَ سان حاصل ڪري ٿو، پهريائين تہ برهمڻن جي چرنن ۾ وڏي پريت رکي، ۽ ويد جي ريت سان پنهنجي ڌرم ۾ لڳو رهي، پوءِ هن کي وشين مان وئراڳ ٿئي ٿو ۽ ان جو مون ۾ پڪو وشواس ٿئي ٿو، ۽ منهنجي ڪٿا چرتر ٻڌڻ سان ان کي نو ڀڳتيون حاصل ٿين ٿيون ۽ من ۾ منهنجي ليلائن ۾ گهڻي پريت وڌي ٿي جنهن جو سنتن جي چرنن ۾ وڏو پريم آهي. من، ڪرم ۽ وچن سان ڀڄن ڪرڻ جو پڪو نيم آهي، گرو، ماتا، پتا، ڀائي، سوامي، ۽ ديوتا سڀ ڪجهه مونکي ئي سمجهي سيوا ۾ دل سان منهنجي سيوا ٿو ڪري منهنجا گڻ ڳائيندي جنهن کي سرير جي سڌ نہ ٿي رهي واٽي. مٺي ٿو ٻولي ۽ پريم جا آنسون ٿو وهائي، ڪام ڪروڌ ڀيائي ابمان ۽ پاپ جنهن جي من ۾ نہ آهي، هي لڇمڻ! مان سدائين ان جي وس ۾ رهان ٿو، جو وچن، ڪرم ۽ من سان منهنجي شرن ۾ اچي ٿو، جو بنا ڪنهن ڪامنا جي منهنجو ڀڄن ڪري ٿو، ان جي ڪمل روپي هردي ۾ مان سدائين آنند ڪريان ٿو. هن ڀڳتي يوگ کي لڇمڻ ٻڌي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ پرڀوءَ جي چرنن ۾ سر نوائي چوڻ لڳو هي پرڀو هاڻي منهنجو سنسو دور ٿي ويو ۽ گيان حاصل ٿيو، اهڙي طرح وئراڳ گيان ۽ ڀڳتي يوگ ۽ نيتيءَ جي ڳڻن جي واکاڻ ٻڌندي هو ڏاڍي آنند ۾ پنچوٽيءَ ۾ رهن ٿا.

## شورپڻکا جي ڪٿا

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ان وقت گهور بن ۾ رهڻ واري ناڳڻ سمان شورپڻکا راوڻ جي ڀيڻ پنهنجي مرضي موجب روپ ڌارڻ

ته مان جنڪ نندنيءَ سيتا جي تن من سان رکيا ڪندس، ڪمد راڄ جا اهي
وچن ٻڌي رامچندر ٻڌن لي چوڻ لڳو هي ڪمد راڄ! ٺيڪ آهي ٺون هن
پاسي واري ان ۾ رهي ساڌن ڪج. ائين چئي رامچندر ٻــڌ سيتا لڇمڻ
سميت ٻيڙيءَ ڏانهن ويو. گرلهيءَ گنگا جي ڪناري وٽ پهتي، ان ٻڌمان
لڇمڻ کــان ٻيڙيءَ ۾ هڪ سندر وڏي ڪٽيا ٺاهي، ائان سڀ گرلهي گنگا
جي ڪناري جــي الر پاسي ڪند مول، ڦل، الــ ۽ ٻيا وڻ ميون سان
ڀرپل هئا اتي ائڪالمه استان ڏسي رهڻ لڳا، شري رامچندر ٻڌمان لڇمڻ
سان گڏ ۽ سيتا کي ديولوڪ سمان سکر ڏيندو الدر جي سمان سندر استان ۾
رهڻ لڳا، رام جي شمرا ۾ لڇمڻ جو چت لڳل هو، جــو هر روز ڏينهن جو
امه ٻرٻر سان ڪند مول ڦل آڻي سيتا رامچندر کي ڏيندو هو ۽ رامه جــو
ڏاش ٻــاڻ ڪٽي چارلي پاسا گهمي اهور ڏلي جاڳندو هو ۽ ٿيئي امه ٻرامه
سان گرلهي گنگا ۾ سنان ڪندا هوا. ان وقت سيتا اڻهن ٻڌهي جي وچـــ ۾
رهي ڪم ڪار ڪندي هئي ۽ لڇمڻ ٻرامه سان لمه روز جل ڪٽي ايندو
هو. ڀڳتي ڀاءَ سان اڻهن جي شمرا ڪندو هو، اهڙي طرح ٿيئي الي سکر
سان رهڻ لڳا، هڪ ڏينهن لڇمڻ سري رامچندر کي ائڪالمه ۾ ويٺل ڏسي
ٺمرتا ڀاءَ سان اچڻ لڳو، هي ڀڳوان! مون کي گيان ويراڳ ۽ مايا جو سروپ
ٻڌايو ۽ ايشور ۽ جيو جو ڀيد سمجهائي ٻڌايو جو جو ٺوهان کـــان سواءِ هن
ڀاري ۾ ابديش ڪرڻ وارو ٻيو ڪو ڪولي ناهي، لڇمڻ جــا اهي وچن ٻڌي
شري رام چوڻ لڳو. هي لڇمڻ! ٻڌ مان ٺوکي سمجهي ۾ ٻجهو ٻرم گيان ٻڌايان
ٺــو جنهن جي جاڻڻ ڪري منش جلدي سنساري ٻرمن کان مڪتي لي وڃي
ٺو ۽ ٻرٻرائين مان ٺوکي مايا جو سروپ ٻڌايان ٺو ٺهن کانپوءِ گيان ساڌن ٻڌائيندس
ٻوءِ وگيان سميت گيان جو ورنن ڪندس. هن کان سواءِ ڪيهه ٻرمانما جو ۽ سروپ
ٻڌائيندس. جنهن جي جاڻڻ سان منش سنسار جي ٻڌ کان مڪتي لئي او.

## ڀڳتيءَ جو ورنن

مان ۽ منهنجو، ٺون ۽ ٺهنجو، اهائي مايا آهي، جنهن سڀني جيو ٻراڻين
کي موهه جار ۾ ڦاسائي ڇڏيو آهي، جن ٻدارٿن ٺائين من ٻهچي سگهي ٺو ۽
جن کي ذهه اندريون جاڻي سگهن ٺون اهن سڀني کي مايا سمجهه، هن
مايا جا ٻــ ڀيد جاڻايل آهن، هڪ ودِيا ۽ ٻي اوديا، اهرين جهڪا ودِيا مايا
آهي اها سنسار کــي ائين ڪري لي ۽ سڀني کڻ ان جي آڌين آهن ۽ ٻي
اوديا مايا. ٺمام دکدائڪ دک روپ آهي، جنهن جي ســوهه ۾ ڦاسي هيءَ

سگهي. سنسار ۾ ساڌن جو سنگ ئي موکيہ ڏيندڙ آهي ۽ ساڌن جي سـ
مان گيان حاصل ٿئي ٿو ۽ گيان مان ئي وراڳ ٿئي ٿو ۽ وراڳ مان ڀڳتي
حاصل ٿئي ٿي. هي ناٿ! اڄ توهان جي درشن ڪرڻ سان منهنجو جـ
سڦلو ٿي ويو، ۽ منهنجا سڀئي يگيہ ۽ سڦل ٿي ويا، مون گهڻي وقت کان
وٺي سچي ڀاونا سان تپسيا ڪئي آهي، هي رام! انهيءَ تپسيا جو هيءُ ڦل
مليو آهي، هي راگهو! مون تي ڪرپا ڪري سدائين منهنجي من مندر ۾ سيتا
سميت واسو ڪريو ۽ مون کي هلندي ڦرندي سدائين توهان جو منهنجي من
۾ ڌيان رهي.

لڪشمي پتيءَ شري رگهنات جي اهڙي طرح استوتي ڪري مني اگستيہ
اگنيءَ وقت جـو ڏنل اندر وارو ڌنش ٻاڻن سان ڀريل ڪڍهن ۽ خالي نہ ٿيڻ
وارو ٻہ ترڪس ۽ هڪ وڏن جڙيل کنڊڪ، رامچندر کي ڏيئي چوڻ لڳو، هي
راگهو! ڀرٿويءَ جو ٻار لاهڻ لاءِ راڪشن کي ماري ناس ڪريو، جنهن ڪري
توهان پنهنجو مايا سان منش روپ ۾ اوتار ورتو آهي، هتان کان ٻہ اوجن
پري گوداوري نديءَ جي ڪناري تي پوتر ڏنڊڪارڻيہ ۾ سندر سوڀيا ڏيندڙ
پنچوٽي نالي آشرم آهي هي رگهنات! توهان پنهنجو باقي وقت اتي
رهي گذاريو، هي سيتا پتي! اتي رهي توهان ديوتائن جا ڪشٽ دور
ڪريو ۽ ڪاريہ سڌ ڪريو.

تنهن کانپوءِ جانڪي جاڻڻ هار ڀڳوان منيءَ کان آگيا وٺي ان جي چوڻ
موجب پرڀو تي ان جي ڏنل ڏس طرف اڳتي هلڻ لڳا.

## پنچوٽي ۾ نواس لڇمڻ کي اُپديش جٽايو سان ملڻ

سري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! شري رامچندر سيتا ۽ لڇمڻ سميت
تہ ڪندي رستي ۾ سري رامچندر هڪ گيد پکين جو راجا جٽايو
، ويٺل ڏٺو، ان کي ڏسي عجب ۾ پئجي چوڻ لڳو تہ هي ڇا آهي تڏهن
چندر لڇمڻ کي چيو هي لڇمڻ منهنجو ڌنش کڻي اچ ڏس سامهون راڪش
و آهي، رشين جي کائڻ واري هن دشت کي مان هيٺڙ جو هيٺڙ ٻرو
ڏس، رام جا اهي وچن ٻڌي گيد راج ڀؤ کان وياڪل ٿي چوڻ لڳو هي
! مان تنهنجي هتان مارڻ جي لائق نہ آهيان، مان تنهنجي پتا جو پيارو
جٽايو نالي گيد راج آهيان. توهان جو ڪلياڻ ٿئي، مان تہ توهان
او ڪندڙ آهيان، توهان کي ٿي لئي ڏيندڙ ڪامنائن ڪري مان پنچوٽي
ڏس، جنهن وقت جڏهن لڇمڻ ۽ هرڻ جي ڪري ان ۾ هلير ويندو

برهم لوڪ ڏسڻ ۾ ٿي آيو، آشرم جي ٻاهران وهڻ ڪري شري رامچندر
ستيڪشڻ منيءَ کي چيو تون جلدي اگستيہ منيءَ وٽ وڃي ان کي سيتا ۽
لڇمڻ سميت منهنجي اچڻ جي خبر ڏي، تڏهن ستيڪشڻ چيو ته وڏي
خوشيءَ جي ڳالهه آهي. اهو چئي جلدي گروءَ جي آشرم ۾ ويو ۽ اتي وڃي
ستيڪشڻ ڏنڊوت ڪري ڏٺو ته اگستيہ خاص طور رام ڀڳتن سان گڏ ويٺو آهي ۽ تمام
ڀڳتي ڀاو سان پنهنجي شش کي رام منتر جي وياکيان ڪري رهيو آهي،
اهو ڏسي ستيڪشڻ ان وٽ ويو ۽ پرڻام ڪري وينتيءَ سان چيو گروجي!
دشرٿ ڪمار سري رام سيتا ۽ لڇمڻ سميت توهان جي درشن لاءِ آيا آهن ۽
هت ٻاهر بيٺا آهن. تنهن تي اگستيہ منيءَ چيو بيٺا تنهن جو ڪلياڻ
لئي تون جلدي منهنجي هردي ۾ وسندڙ ڀڳوان رام کي وٺي آءُ مان ان جي
درشن جي آسا سان اتيءَ جو ڌيان ڪندو هتي رهان ٿو، اهو چئي جلدي
منهن سان گڏجي ٻاڻ سري رامچندر وٽ آيو ۽ ان کي تمام ڀڳتي ڀاو سان
چوڻ لڳو، هي رام! اڄ توهان جو ڪلياڻ ٿيو، اڄ وڏي ڀاڳ سان توهانجو
اچڻ ٿيو آهي، جنهن ڪري اڄوڪو ڏينهن سڦلو آهي. اڄ مون وٽ پيارا
مهمان آيا آهن. منيشور کي ايندو ڏسي، سري رامچندر پرڀو لي لڇمڻ
۽ سيتا سميت اچي پيهي پرڻام ڪيو، تڏهن منيءَ راج رام کي هردي سان
لڳايو ۽ خوشيءَ وچان ان جي نيترن ۾ جل ڀرجي آيو تنهن ڪانپوءِ اگستيہ منيءَ
هڪ هٿ سان شري رگهناٿ جو هٿ پڪڙي ان کي پرم سان پنهنجي
آشرم ۾ وٺي آيو ۽ آدر ڀاءُ سان آسڻ ڏئي وهاري هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي
رام! براهمڻ سمي ۾ جنهن وقت ڪمر سمندر جي وچ ۾ برهما توهان سان
ڌرتيءَ جو ٻار لاهڻ لاءِ راوڻ کي ناس ڪرڻ جي پرارٿنا ڪئي هئي، تڏهن
کان وٺي توهان جي درشن جي آسا سان مان تپسيا ڪريان ٿو ۽ توهان جو
چنتن ڪندو توهان جي اچڻ جو انتظار ڪندو منهن سان رهان ٿو.

هي جگديشورا وشو ۽ ڪرمن جي ڪري توهان تي منش ديهه ۽ اهن
جيوان ۾ سمايل آهيو، پنهنجي گڻ جي ڀيد سان توهان رجو گڻ دوارا
جڳ جو ڪرتا برهما، ستو گڻ دوارا جڳت جي رکيا ڪرڻ وارو وشنو، ۽ تمو
گڻ سان ان جو ناس ڪرڻ وارو رودر شنڪر ڀڳوان آهيو، ودوان پرش
اهن چون ٿا، هي رام! ٻنهيءَ موجب ستو، رجو، تمو اهن ٽنهي گڻن سان
پراڻيءَ جون اهي ٽي قسمن جون اوستائون ٿين ٿيون، توهان ٽنهي گڻن
کان پري آهيو، اهن جو ساکي چند سروپ آهيو نيا وڪار آهيو،
توهان جي ڀڳتيءَ روپي امرت کان سواءِ سنسار ۾ ٻيو موکش لاءِ ٻيو

ڀار ڪندڙ مضبوط جهاز آهي، هي ناٿ! مان سدائين توهان جي دا
داس آهيان- توهين سڄي سنساري اندران جا سواءِ آهيو معنيٰ هر
مولر جي پتلي (سوتر) کي موهہ جي ڄار ۾ جڪڙن جو من ڦاٿو پيو آهي پيه
ٿي مايا سان موهت ڪرايو ٿا. پتر، ڪٽنب، گهر جي انڌ ڪوپ ۾
ڏسي توهان پاڻ مون کي پنهنجو ڄاڻي ڪري درشن ڏيڻ لاءِ آيا آهـ
توهان سڀني پراڻين جي هردي ۾ براجمان آهيو، جو منش توهان جي م
جاپ کان اي مک آهي، ان کي توهان پنهنجي مايا سان موهت ڪرايو ٿا
مدش توهان جي ڀڳتيءَ ۾ لين آهي، ان کي توهان جـي مايا موهت نٿي
ڪري. هي ايشور! هڪ ڪري توهان تي هن جڳت جي اتپتي، استتي
پرلي جو ڪارڻ آهيو لوڪٽي مايا جي ڪري برهما، وشڻو، مهيش جي روپ
۾ پرگٽ آهيو. ستيڪشڻ جي اهڙي طرح استوتي پڙهي، شري رامچندر کي
چرڻ لڳو، هي مني مان اهو ڄاڻان ٿو تہ تنهنجو چت منهنجي اپاسنا سان
نرمل ٿي ويو آهي جو لوڪي مون لاءِ پيو ڪوٺي ۽ ساڌن ڪرڻ جو ضرور نہ آهي
تنهن ڪري مان لوڪي ڏسڻ لاءِ آيو آهيان- سنسار ۾ جو منش منهنجي منتر
جــو جاپ ڪري ٿو ۽ منهنجي شرن ۾ اچي ٿو ان کي مان نت پرمت سان
درشن ٿو ڏيان، توڻ نہ فقط منهنجي اپاسنا سان جيڪري ٿي سدائين لاءِ مکت
لي وٺين ۽ سوار چنڻ کان پوءِ نہ اوس موکہ جي پراپتي ٿيندءِ. هاڻ مـان
تنهنجي گروءَ اگستيہ منيءَ سان ملڻ چاهيان ٿو مون ان وٽ ڪجهہ ڏينهن رهڻ
لاءِ مـن ۾ وچار ڪيو آهي. ستيڪشڻ چيو، هي راگهو! تمام چڱو، اوڏانهن
...ٻاٽي هلنداسون، مون کي ۽ گروءَ کي ڏٺي گهڻو وقت ٿي ويو آهي، تنهن
...ڪري مان بہ توهان سان گڏ اوڏانهن هلندس، صبوح ٿيڻ سان سيتا ۽
...ڻ سميت رامچندر ستيڪشڻ منيءَ کي ساڻ وٺي اگستيہ منيءَ سان ملڻ لاءِ
...ي ڏاري ان جي نديءَ ڀاءِ اگن جيوهہ مني جي آشرم ڏي هليا.

## سري رام اگستيہ منيءَ جي آشرم ۾

شري مهاديـو چوڻ لڳو هي پاروتي! ان ڏينهن منجهند جي وقت سري
...ندر ستيڪشڻ سيتا ۽ لڇمڻ سان گڏ اگستيہ منيءَ جي نديءَ ڀاءِ اگـــن
... منيءَ جي آشرم ۾ آيا. اهو آشرم سڀني موسمن ۾ ڦل ڦول ميون سان
...هئو ۽ خطرناڪ جانورن ۽ انيڪ پکين سان ڀريل دنڊڪ بن جي سمان
...ڏٺي رهيو هئو، جو برهم رشين ۽ ديو رشين سان پوتر هئو ۽ ان جي
...ڀاسن رشين جا سندر شوڀيڪ آشرم هئا. اهڙي طرح جـڻ ساڪياڪ

سڀني رشي مني وڳهانڻ جو درشن ڪرڻ لاءِ شرڀنگ منيءَ جي آشرم ۾ آيا انهن مني سماج کي ڏسي ماٿا رولي مٿن روپ ۾ شري رام سيتا ۽ لڇمڻ هٿ ڪٺا اسي مستڪ نوائي پرڻام ڪيو، انهن منيشورن سرو انترامي ڀڳوان رام کي آشيرواد ڏئي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته هي رام! توهان برهما جي پرارٿنا سان ڀرلوڪ جو ٻار لاهڻ لاءِ اوتار ورتو آهي، اسين اهو سڀ ڄاڻون ٿا، ته توهان ساکيات شري هري آهيو ۽ جانڪي لڪشمي آهي ۽ شيش جي لڇمڻ آهي ۽ ڀرت ۽ شتروگهن توهان جو سنک چڪر آهي انهيءَ ڪري هتي سڀ ڪان ڀڄوان رشين جو دک دور ڪريو، هي وگهيندن اچو سيتا ۽ لڇمڻ سميت توهان اسان سان گڏ ڪري ڪري منيشورن جي سڀني آشرمن کي ڏسڻ لاءِ هلو. ائين ڪرڻ سان توهان کي اسان تي وڏي دبا ايندي. اهڙي طرح هٿ جوڙي وينتي ڪرڻ تي ڀڳوان رام منين سان گڏ انهن جي لوڙن کي ڏسڻ لاءِ هليو، سري رامچندر انهي سڀني پاسي گهٽيون کوپرا-ون ڀيل ڏٺيون جو ڏسي شري رامچندر منين کان پڇيو، هي هڏيون ڪنهن جون آهن ۽ هيءُ لوڙ ان جي ڀرلوڪ لئي ڪيئن پيون آهن لاڏهن منيشورن چيو هي رام! هيءُ سڀ رشين منين جا مستڪ آهن هي سورڻ ڀڙڪو! انهن کي راڪشن کائي ڇڏيو آهي. اهي راڪش منين کي سمادي ۾ مکن ڏسي وجهه وٺي، رشين کي کائڻ لاءِ جتي ڪٿي گهمندا رهن ٿا. منين جا سڀ ڏهندڙ ۽ دک ۾ ڀريل وچن ٻڌي شري رامچندر سڀني راڪشن کي مارڻ لاءِ پرتگيا ڪئي اهڙي طرح منيشورن جا آشرم ڏسندي پرڀو وڳهانڻ ٻڌاسي منين جي دک دور ڪرڻ لاءِ سيتا ۽ لڇمڻ سان گڏ انهي ڪجهه ڏوهه رهي پيو.

## مني ستيڪشڻ جي رام ۾ پريت

شري رامچندر ڪجهه وقت رهي لنهن کان پوءِ اگستيه منيءَ جي شش ستيڪشڻ منيءَ جي آشرم ۾ ويا جو رشين سان ڀريل هئو ۽ سڀني موسمن ۾ ڦلن ڦولن سان ڀريل ۽ سهائي آنند ڏيندڙ سک دائڪ هئو، ستيڪشڻ جي سچي رامچندر ۾ ڏاڍي پريت هئي، ان وقت ستيڪشڻ جا اماڻا ٻڌي ڪٿي [illegible] درشن لاءِ [illegible] سو رامچندر جي اچڻ جو ٻڌي [illegible] ۽ مستڪ نوائي هٿ جوڙي وينتي ڪري چوڻ لڳو، هي [illegible] ڪرپان لو، هي رام! شڪ، [illegible] جي [illegible] آهي، توهان جا چرڻ سنسار ساگر

منهنجي درشن جي پرڀاؤ سان توں جلدي مڪت ٿيو آهين سنسار ۾ منهنجي ڀڳتي ملڻ تمام ڪٺن آهي ڇاڪاڻ ته هوءَ انهن ٿي ٿي ته اوس هوءَ مڪتي ڏيڻ واري آهي توں منهنجي ڀڳتيءَ ۾ ڀرپور آهين، انهيءَ ڪري منهنجي آگيا سان توں پرم ڌام ڏي وڃ. اهڙيءَ طرح شري رامچندر ڀيانڪر راڪش کي ماري ان کي سراپ کان مڪت ڪيو ۽ ان کي وردان ڏنو، جو اهڙيءَ طرح شري رامچندر جي استوتي ڪري ٿو سو ضرور سڀني من گهريا مطلب پائي ٿو.

## شرڀنگ رشيءَ جي رامچندر ۾ پريت

شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! ورات جي سرڳ لوڪ وڃڻ کانپوءِ شري رامچندر لڇمڻ ۽ سيتا سان گڏ شرڀنگ منيءَ جي سڀ سک ڏيندڙ آسڻ ۾ ويا، شريمان شرڀنگ رشي شري رامچندر کي سيتا ۽ لڇمڻ سان گڏ ايندو ڏسي هڪدم اٿي بيهي رهيو ۽ واجهه وجهي ڏنڊوت پرڻام ڪري آسڻ ڏيئي ويهاريائين ۽ ڪند مول ڦل کارائي مهمان نوازي ڪئي تنهن کانپوءِ منيءَ شرڀنگ ڀڳت وتسل رام کي منٺي واڻيءَ ۾ چيو، هي رام! مان گهڻي وقت کان وٺي توهان جي درشن جي پياس کان تپسيا ڪرڻ جو پڪو ويچار ڪري هتي ٿي رهيو هوس. هي رام! توهان ساکيات پرميشور آهيو. مون کي تپسيا جي ڪري جو تمام گهڻو پُن حاصل ٿيو آهي اهو سڀ اڄ توهان کي ارپڻ ڪري مان موکيه پد کي پراپت ڪندس انهن چئي يوگيشور شرڀنگ پنهنجو وڏو پُن جو ڦل شري رامچندر کي ارپڻ ڪري سيتا سان گڏ رام کي پرڻام ڪري باڻ چکيا تي چڙهي ويٺو، ان وقت من ئي من ۾ شري رامچندر، سيتا ۽ لڇمڻ جو گهڻو وقت ڌيان ڪندو رهيو ۽ من ۾ چوڻ لڳو، اهو هن سنسار ۾ رگهونات کي ڇڏي سمرڻ ڪرڻ ڪري ڪامنائن کي پورو ڪرڻ وارو ٻيو ڪير ديالو آهي. مان ته نشڪام ڀاءُ سان ان جو نتيہ سمرڻ ڪندو هوس تنهن منهنجي دل جو حال ڄاڻي خود پاڻ هت هليو آيو. هي ديو سيتل دشرٿ نندن ڀڳوان رام ڏانهن نهاريندا رهو مان پنهنجو سرير جلائي هاڻ نشپاپ ٿي برهم لوڪ ۾ وڃي رهيو آهيان، منهنجي هردي ۾ سدائين اروڌپتي شري رامچندر براجمان رهي. اهڙيءَ طرح شري رامچندر جو گهڻي دير تائين ڌيان ڪندي پنهنجي سامهون رام جي سروپ کي براجمان ڏسندي مني شرڀنگ يوگ بل سان اگني پيدا ڪري پنهنجو پنجن تتن جو سرير جلائي ڇڏيو ۽ اي سندر ديهه ڌاري برهم لوڪ هليو ويو. تنهن کانپوءِ ڏنڊڪ بن واسي

رامچندر جا اهــي وچن ٻڌي راڪش ٺٺولي ڪري کلڻ لڳو ۽ پنهنجو مٿون ٽهلائي جهٽ هٿ ۾ ترشول کڻي ڇرڻ لڳو؛ رام جا ٽون مراکي اٿو سچائين مان جڳت ۾ مشهور وراڌ ناڻي راڪش آهيان، منهنجي ڊپ کان سڀئي رشي مني هن بن کي ڇڏي هليا ويا آهن، جيڪڏهن ٽوکي جيئڻ جي اڇا آهي ته سيتا کي ڇڏي ٻيا هٿيارن جي هٿان هلو وڃ نه ته مان هينئر ٽوهان ٻنهي کي ڪاٽي ڇڏيندس الين ڇئي اهو راڪش سيتا کي اکڙڻ لاءِ ان ڏانهن ڊوڙيو، تڏهن رامچندر مشڪندي پنهنجي ٻاڻ سان ان جون ٻانهون ڪاٽي ڇڏيون، جنهن ڪري هو تمام ڪروڌ ۾ ٻرجي وڏو واڪو ڪري رامچندر ڏانهن ڊوڙيو، تڏهن شري رامچندر ٻاڻ ڏانهن اسدو ٽسي راڪش جا ٻئي پير ڪاٽي ڇڏيا. اڃا نه وڏي اهڙو جهڙي ڳالهه لي پئي، تنهن کان پوءِ ناڳڪر والڪو پنهنجي مک سان لي رام کي ڳائڻ لاءِ ان ڏانهن وڌيو، تڏهن رام پنهنجي هڪ لي ٻاڻ سان راڪش جو وڏو سر ڪاٽي ڇڏيو، تڏهن هو رت ۾ ٻوڙجي تڪڪي زمين تي ڪري پيو، اهڙي طرح هن کي مئل ڏسي شري سيتا شري رامچندر جو سمرن ڪري ان جي ساراهه ڪرڻ لڳي، ان وقت آڪاش مان ديوتائن سري رامچندر جي مٿان گلن جــي ورکا ورسائڻ لڳا. ان وقت وراڌ راڪش جي مئل سرير مان آڪاش ۾ پتل سورج سمان سندر وسترن سان سونهيا ڏيندڙ مٿش پرڳٽ ٿيو انهيءَ مٿش شري رامچندر کي پرڻام ڪري چيو، هــي رام! مان اڳئين جنم ۾ تيجسوي وديادر هوس، مون کي ڪهڙو وقت اڳي ٻيا ڪنهن ڪارڻ جــي ڪروڌ ڪرڻ واري رشي دروسا مونکي سراپ ڏنو جنهن سراپ کان هاڻ ٽوهان مونکي مڪت ڪيو، هاڻ ٽوهان اهڙي ڪرپا ڪريو ته ٽوهان جــي چرڻ ڪملن جو ڌيان رهي، منهنجي واڻي سدائين ٽوهان جو نام ڪرڻ ڪندي رهي ۽ منهن جو ڪن ٽوهان جي ڪٿا امرت پڙندا رهن ۽ هٿ ٽوهان جي چرڻ ڪملن جي پوڄا ڪندا رهن، اهڙي طرح مستڪ ٽوهان جــي چرڻ ڪملن ۾ نمسڪار ڪندو رهي، هي شڌ گيان سروپ ڀڳوان ٽوهان کي نمسڪار آهي ٽوهان پنهنجي سروپ رهڻ ڪري رام آهيو، ٽوهان جي مايا سان گڏ براجمان هئڻ ڪري سندر مورتي شري سيتا رام آهي ۽ سنسار کي وچڻ وارو آهيو، ٽوهان کي نمسڪار آهي هي رام! مان ٽوهان جي شرن آيو آهيان، ٽوهان منهنجي رکيا ڪريو جنهن ۾ ٽوهان جي مايا مونکي موهت نه ڪري. وراڌ جــي اهڙي طرح پرارٿنا ٻڌي رگهناٿ پرسن ٿي هيءُ ور ڏنو، هــي وديادر هاڻ ٽون وڃ ٽو منهنجي مايا جي گڻن کي جيتي ڇڏيو، ٽون گيانين ۾ سريشٽ آهين.

جي شش ڪان پڇيو، هي برهمچاري لڏيءَ کي پار ڪرڻ لاءِ ڪو اپاءُ ٻڌايو؟ تڏهن شش چيو هي پريو! هتي هڪ ٻيڙي آهي اسين ان ۾ توهان کي چاڙهي هڪ پل ۾ پار پهچائينداسين تڏهن برهمچاران سيتا رام لڪشمڻ کي چاڙهي پرانءَ پر پهچائي آگيا وٺي اتري رشيءَ جي آشرم ۾ موٽي آيا. تڏهن پس سان ڀريل شينهن اگهڙ چيتا ماس کائيندڙ جانورن جي ڀيانڪ گهورن ۾ ڀوتن ۽ ڀينڪر روپ ڏاريندڙ راڪشن واري ان ۾ گهڙي رامچندر لڪشمڻ کي چيو ته هتان اسان ٻنهي کي تمام هوشياريءَ سان هلڻ گهرجي، هان ڏنش تي تيرن چاڙهيان ٿو ۽ ٻاڻ هٿ ۾ کڻي اڳيان اڳيان هلان ٿو ۽ تون ڏنش ڏاري پٺيان هل ۽ جيو ۽ پرماتما جي وچ ۾ رهڻ واري مايا جي سمان سيتا اسان جي وچ ۾ هلي، هي لڪشمڻ سيدي پاسي ڌيان رکي، خبرداريءَ سان هلو، مون جيئن ٻڌايو ٻڌو هو انهيءَ موجب هن ان ۾ راڪشن جو تمام پڻ ڏيکاري ڏٺي اُس اهڙي طرح ڳالهائيندي پرلهائيندي ڇهه ڪوهه ٻري اڪري وڃا اڳي هڪ ڪملن جي گلن سان سوڀيا ڏيندڙ پشڪرڻ تلاءُ هيو، هو ڪمل ان ۾ لڏي پاڻيءَ سان سندر ڏسڻ ۾ پئي آيو. هتي اسي واڄهو وڃي پاڻي پيتو ۽ ٿوري دير لاءِ وڻ جي ڇانو هيٺ واهي رهيا، ان وقت هتي هڪ مها ٻلوان ۽ ڀيانڪ راڪش آيو ڏٺو ان جو منهن لڪين ڏاڙن سان ڀريل هيو ۽ هن جي گرجڻ سان پڻ پئي ليو، ان جي سڄي ڪاهي لي هڪ ترشول رکيل هو. جنهن ۾ ڪيترا ماڻهو ٻڌل هئس. هو تمام جهنگلي جانور هالي، شينهن ۽ منهن کي کائيندو هيو، ان کي ڏسي رامچندر ڏنش کڻي لڪشمڻ کي چيو، ڀائي ڏس اسان جي سامهون ماڻهن کي نپارڻ وارو ڀيانڪ روپ ۾ پيرو راڪاس اچي رهيو آهي، تون ڏنش تي ٻاڻ چاڙهي هوشيار ٿي ويهه، جانڪي! تون ڇتان نه ڊڄين؟ ائين چئي رامچندر ڏنش تي ٻاڻ چاڙهي پهاڙ جهڙي سمان اتهي رهيو تنهنڪاڻ ان راڪش رام لڪشمڻ ۽ جانڪيءَ کي ڏسي وڏو هٽ ڪري چوڻ لڳو، اڙي ٻالڪو! ڏنش ٻاڻ ۽ جٽائون ٻڌل مني ويس ۾ توهين ڪير آهيو؟ تو ساڻ هڪ استري آهي ۽ تون وڏو ادمس ڏسڻ ۾ اچين ٿو، تون تمام سندر آهين ۽ منهنجي مک ۾ رهڻ لاءِ هڪ گره جي برابر آهين، افسوس جو ان ۾ ماڻهن کي کائيندڙ جانورن سان ڀريل هن گهور ٽان ۾ ڇاجي ڪري آيو آهين؟ راڪش جا اهي وچن ٻڌي رامچندر ان کي مشڪي چيو ته منهنجو نالو رام آهي، ۽ هيءُ منهنجو ننڍو ڀاءُ لڪشمڻ آهي ۽ هيءَ رمڻي منهنجي پراڻ پياري آهي. ماتا پتا جي آگيا سان تو جهڙن کي سکيا ڏيڻ لاءِ هن بن ۾ آيا آهيان،

اهڙي پتيءَ جو اپمان ڪري ٿي سا پرلوڪ ۾ وڃي ٿي ۽ اڻيڪ
دک ڀوڳي ٿي، استريءَ لاءِ اهوئي ڌرم ورت نيم آهي جو هوءَ
سدائين پتيءَ جي چرڻن ۾ پريم رکي تن من ۽ وچن سان
پتيءَ جي سيوا ڪري- ويدن ۽ پراڻن چئن قسمن جون
پتورتائون ڄاڻايون آهن (١) اتم (٢) مڌيم (٣) نيچ (٤) اڌم، اتم
پتورتائون اهي آهن جن کي سپني ۾ به پنهنجي پتيءَ کان سواءِ ٻيو ڪوئي
پرش ڏسڻ ۾ نٿو اچي، ٻيو مڌيم پتورتائون اهي آهن جيڪي ٻين پرشن کي
پتا، ڀائر ۽ پٽن سمان ڪري ڄاڻن ٿيون، ٽيون پتورتائون اهي آهن جيڪي
ڌرم کي وچاري اڌرم جي ڀؤ کان ڪل مريادا جو خيال رکي شانت ۾
رهن ٿيون، چوٿيون اڌم پتورتائون اهي آهن جيڪي موقعو نه ملڻ ڪري
وڏن جي ڀؤ کان وڪيل آهن، پر جيڪي استريون پتيءَ کي دوکو
ڏيئي ٻين پرش سان وشيه ڀوڳ ڪن ٿيون سي ڪل کي ڪلنڪ ڏيڻ واريون
سوين ڪلپ نرڪ ۾ وڃي دک ڀوڳين ٿيون ۽ جيڪي پتيءَ سان دشمني رکن
ٿيون سي ٻئي جنم ۾ جوانيءَ ۾ وڌوائون ٿين ٿيون، هڪ گهڙيءَ جي سک
لاءِ ڪئين جنمن ۾ دک ڀوڳڻا ڪهڙي وڏي مورکتا آهي! جيڪي ڪپٽ
ڇڏي پتيءَ جي سيوا ڪن ٿيون اهي هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ سچو سک پائين
ٿيون هي ڄاڻڪي ڪئين استريون ننڍپڻ کان مثال وٺي پتورت ڌرم پالن
ڪنديون ۽ تو واڳر پتيءَ سان دک سک ۾ شامل ٿي پنهنجو جس ناموس
ڪمائينديون هي اپديش مون رکيو سنسار جي استرين لاءِ چئي ٻڌايو آهي.
انسويا جو اهو اپديش ٻڌي سيتا ڪيس پرڻام ڪري موڪلايو ۽ رامچندر مني
کان ٻئي بن ۾ وڃڻ جي آگيا وٺي هلڻ جي تياري ڪئي ۽ چوڻ لڳو هي
مهيسور مان ڏاڍ ڪاريه بن ۾ وڃڻ چاهيان ٿو تنهن ڪري موڪل آگيا ڏيو ۽
رستو ڏيکارڻ لاءِ ڪجهه شش ساڻ ڏيو، شري رامچندر جو اهو وچن ٻڌي
مهرشي اتري ڪلي چوڻ لڳو ته هي رام! ديالن جا عجيب سروپ سڀني
کي رستو ڏيکاريندڙ توهين آهيو؟ توهان کي رستو ڏيکاريندڙ ٻيو ڪير
هوندو؟ ۾ هن وقت لوڪ وهنوار جي ڪري اهڙي چئي رهيا آهيو، تنهن
ڪري منهنجا شش رستو ڏيکارڻ لاءِ ضرور اوهان سان هلندا، پوءِ شش کي
آگيا ڏئي ۽ پاڻ به ڪجهه پنڌ رامچندر سان گڏ هليو.

## رامچندر جو وراڌ راڪشش کي مارڻ

هڪ ڪوهه پنڌ ڪرڻ ڪانپوءِ هڪ وڏي ندي ڏسي اتري رشي

درشن جي اڇا سان ٻئي آيا، رامچندر انهن مانهن جي پيرن سبب رشين
جي تپسيا ۾ پيگهه ٻولندو ڏسي، اٿي رهڻ واجب نه سمجهي هڪ ڏينهن
۽ لڪشمڻ کي ساڻ وٺي چترڪوٽ ڇڏي هلڻ لڳو، اتان هلندا پند ڪ
سيتا لڪشمڻ سميت سري رامچندر اتري منيءَ جي اڳم رمڻيڪ آشر
آيوان ۾ هر طرح جو آنند ۽ رهڻ جي لائق هـو ان سندر آشرم ۾ مهرش
پهچي ڌرم پتني انسويا سميت گهڻي وقت کان وٺي تپسيا ڪندو هو، رامچند
اندر آشرم ۾ وڃي مهرشي اتري کي ڏنڊوت پرڻام ڪيو، مهرشي رام سيتا
۽ لڪشمڻ کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اڳيان وڃي انهن جـو آدر ستڪار
ڪيو ۽ تنهي کي آسڻ ڏيئي ويهاريو ۽ انهن کـي پيئڻ لاءِ جل ۽ کاڌي لا
منا منا ميوا ڏيئي ڪاراڻي پرسن ڪيو ۽ هن کي ساکيات پار برهم جاڻي پريم
جا آنسون آڻي هٿ جوڙي استوتي ڪرڻ لڳو، هـي رام ڀڳت وتسل! مان
توهان کي نمسڪار ٿو ڪريان، هي پڀو! توهان ڌنش ٻاڻ ڌارڻ ڪندڙ
ٻرلوڪي ناٿ! سورج ونش جا ڀوشڻ! مهادوجـي ڌنش ڀڃڻ وارا! مين ۽
سنتن کي سک ڏيندڙ! دئيتن جي نـاس ڪرڻ وارا! هـي لڪشمي پتي!
شڪتي روپ شري سيتا ۽ ننڍي ڀاءُ لڪشمڻ سميت مان توهانجو ڀڄن ٿو
ڪريان، هي پرلوي پتي! هي جانڪي ناٿ! هي ديون جا ديو! مان توهان
کي پرڻام ٿو ڪريان، مونتي پرسن ٿيو، هي پڀو مـان توهان کي نمسڪار ٿو
ڪريان، مونکي پنهنجي چرڻ ڪملن جي ڀڳتي ڏيـو، شري رامچندر اتري
منيءَ جي استوتي ٻڌي پرسن ٿي کيس ڀڳتيءَ جو وردان ڏنو.
اتري منيءَ جـي ڌرم پتني ستي انسويا وڏي اوستا ودوان تپسڻ ڌرم
جو تتو جاڻندڙ هئي، سيتا هن کي ماتا سمان جاڻي پرڻام ڪيو ۽ ڪانئس آنند
ڪشل پڇڻ لڳي، انسويا سيتا کي آشيرواد ڏيئي کيس پرسان وهاري استري
ڌرم جو اپديش ڏيڻ لڳي ۽ هي راجڪماري! مان ڏاڍو خوش ٿي آهيان جو
سڀ ڪجهه تياڳي پتيءَ جي پٺ وٺي پٺي سهين پنهنجو پتي شهر ۾ رهي يا
۾، چڱو هجي يا مندو، اهوائي سچو استري جو پرم ڌرم آهي، ماتا پتا،
جيتوڻيڪ اهي سک ڏيندڙ آهن، پر پتي هڪڙو ئي انيڪ سک ڏيندڙ
آهي، پر جيڪي پتيءَ جي سيوا نٿيون ڪن اهي نيچ ٻڌيءَ وارين سڏجن
، ڌيرج، ڌرم، مترءِ ناري اِنهن چئني جي پرک مصيبت
وقت ۾ ڪبي آهـي، ٻلي کهڙو به پتي ٻـيو، روڳي،
ڪر، انڌو، ٻـوڙو، ڪروڌي، ڪنگال هجي. جـا اِستري




شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! مون توکي ايوڌيا ڪانڊ جنهن ۾ پرڀو جي پرم سندر ڪٿا ٻڌائي، هاڻ مان توکي اهي ڪٿا ٻڌايان ٿو جا ڌيان ڏيئي ٻڌ، ته رامچندر ان ۾ وهي ڇا ڇا ڪيو؟



راجا جنڪ ۽ پرڀو ۽ ايوڌيا واسين جي وڃڻ ڪانپوءِ رامچندر سيتا لڇمڻ سميت سک پوروڪ چترڪوٽ پربت تي رهڻ لڳا، هڪ ڏينهن شري رامچندر سهڻا سندر گل چني گلن جا هار ڪنگڻ ٻاجو بند ۽ ٻيا آڀوشڻ لاهي پنهنجي هٿن سان سيتا کي پهرائي آنند ۾ ويٺا هئا ته اوچتو اندر جو پٽ مها مورک ڪانءُ جو روپ ڌاري شري رامچندر جو بل شڪتي آزمائڻ لاءِ جا ڪمائين جو سيتا جي پير ۾ چهنب هڻي جنهن ڪري سيتا کي پير مان رت وهڻ لڳو. اهو ڏسي شري رامچندر تير ڌنش لئي چاڙهي ان ڪانءُ ڏانهن هنيو مورک ڀڄي اندر جي ڇل ڪٽي ڀڄڻ لڳو، ڪانءُ تير کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي الٽو ٻر تير پٺ نه ڇڏيس، جنهن جنهن وٽ ڀڄندو ويو تن رامچندر جو ڇڏيل تير ۽ سندس بلوان ڏوڙندو وٽي ٻر ان تير پٺ نه ڇڏيس تنهن کي جيئسنت ڏکي پنهنجي پيءُ اندر، برهما ۽ شو جي شرڻ ويو پر هن کي رامچندر سان ڪيل دوکو ڏسي ڪنهن به شرڻ نه ڏني، تڏهن نارد جيئسنت کي وياڪل ڏسي مٿس ديا آڻي چيائينس ته جلدي رامچندر وٽ وڃ ۽ وڃي کين گوڙي چئينس ته هي ديالو مهربان! ڪيا ڪر، تڏهن هو موٽي اچي رامچندر جي چرڻن ۾ پيو، شري رامچندر هن تي ديا آڻي پراڻ نه ورتائين پر نصيحت ڏيڻ لاءِ هن جي هڪ اک ڪڍي ڇڏي ڏنائين.

## ستي انسويا جو سيتا کي استري ڌرم ٻڌائڻ

هڪڙا هن شري رامچندر رشين منين جي بستيءَ ۾ رهي سيتا ۽ لڇمڻ سان چترڪوٽ پربت تي ڪجهه ڏينهن گذاري انيڪ چرتر ڪيا، رام ۽ سيتا لڇمڻ سان چترڪوٽ ۾ رهڻ جو ٻڌي آس پاس جا ننگرواسي ان جي

ڀرت کي راڄ سونپي پاڻ جڏهن ٻن روانو ٿيو.

ڀرت منترين ۽ شهرين کي چڱيءَ طرح سمجهائي چوڻ جي آگيا موجب هر ڪو پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويو. پوءِ پنهنجي ڀاءُ شترگهن کي گهرائي سڀني مائرن جي سيوا ڪرڻ لاءِ سکيا ڏيئي پوءِ گروءَ ۽ برهمڻن ۽ نگرواسين کي گهرائي شڀ مهورت ڪڍائي شري رامچندر جون چاکڙيون سنگهاسن تي استاپن ڪيائين ۽ روزانو چاکڙين جي پوڄا ڪري انهن جي آگيا وٺي سڀ راڄ جو ڪاروبار پئي هلائيائون. پوءِ پاڻ سڀني مائرن ۽ گروءَ کي سر نمائي پاڻ نندي گام ۾ ڪنا ٻٽائي مٿي تلسي جٽائون مڪٽ ٺاهي مني ويس ۾ رهڻ لڳو ۽ ڪند مول ڦل کائي وقت گذارڻ لڳو ۽ من ۾ رام نام جو جاپ جپڻ لڳو. اهڙي طرح شري رامچندر جي اچڻ لاءِ ڏينهن ڳڻيندي رام ۾ لئي من لڳائي ساڪيات برهم رشيءَ جي سمان رهڻ لڳو.

هري اوم تت ست شري تلسي ڪرت رامائڻ
شري شو پاروتي سنواد جو ايوڌيا ڪانڊ
سنسار ساگر روپي ٻيو ڏاڪو سماپت ٿيو.

## ( ڀڄن راڳ ڪلسي )

ٽُل- ٻوليو رام- ڳولهيو تان رام ڳولهيو
رام ٻان پيو تا ٻوليو ري- ٻوليو رام ٻندا

(١) رام نام ان جيڪي چوندا- ڪانگن وانگي لوندا
رام نام جي چوندا رهندا- سو نه ڪڏهن سهندا
انندي ۾ رام ٻوليو- وهندي ۾ رام ٻوليو رام ٻندا

(٢) رام سکن جو ڌام سدائين- تنهنکي صاف سڃاڻو
رام ان روئندو وئندو- راڻي لوڙي راڻو
کهندي ۾ رام ٻوليو- سمهندي ۾ رام ٻوليو رام ٻندا

(٣) رام نام سنسار ساگر ۾- تري ونگو تاري
رام نام ان ٻيڙي تنهنجي- ڪوئي نه پار اڪاري
کائيندي ۾ رام ٻوليو- سمهندي ۾ رام ٻوليو رام ٻندا

(٤) رام ڏوره ڀلاڄم جهڙو- ٽڏي ٻاهر ڪان ٻار اچي وڃا
اندر ٻاهر رام نام جي- رنگ ۾ شوڀ رچي وڃا
مرندي ۾ رام ٻوليو- سڙندي ۾ رام ٻوليو رام ٻندا.



۽ ڀرت جي سچي حقيقت ڪري ٻڌائي چوڻ لڳو، هي راجا! هاڻي اهو
ڪي ڪرڻ جنهن ڪري ڌرم به وڃي ۽ سڀني جو ڀلو ٿي پوي، هي گياڻن
ڌرم وويڪ راجا! هن وقت توهان کان سواءِ ٻيو ڪير آهي جو هن مونجهاري
کي مٽائي؟ منيءَ جا اهي وچن ٻڌي راجا جنڪ ويچار ۾ پئجي ويو، نه
هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي. اهو چئي دل ۾ چوڻ لڳو ته هتي اچي ماڻهن
مونجهاري ۾ ڦاٿا، راجا دشرٿ رامچندر کي ٻن ۾ موڪلي پنهنجي پرتگيا
پوري ڪرڻ لاءِ پنهنجي پياريءَ جي ٻرهم تياڳ لاءِ ٿي ڪيو، تنهن ڪري
مان هاڻي رام کي ٻن ڏانهن موڪلي ٻن مان خوش ٿي موٽندا سون ائين راجا
جنڪ ڀرت سان صلاح ڪئي ته ڇا ڪرڻ گهرجي؟ تنهن ڪري ڀرت وري
رامچندر کي ونتي ڪئي، پر رامچندر گهڻي قدر نصيحت ڏئي سمجهائي
ڀرت کي اجوڌيا موٽڻ لاءِ ۽ راڄ ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو ليڪ جيئن تيئن ڪري
اها ڳالهه ڀرت کي مڃڻي پئي پر ٻيا آڌار جي هن جي من ۾ سنتوش نه
آيو وري هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي ڀڳوان! توهان موٽي راڄ حڪومت هلائڻ
لاءِ پنهنجون جڳهه پوڄڻ واريون چرڻ جون چاکڙيون تمائي ڏيو جيستائين
توهان نه موٽندا تيستائين مان انهن جي شيوا ڪندو رهندس اهو چئي ڀرت
ان جي پيرن ۾ سندر چاکڙيون پائي ڇڏيون، شري رامچندر ڀرت جو ڀڳتي
ڀاو ڏسي اهي چاکڙيون لاهي ڀرت کي ڏنيون، ڀرت اهي رتن جڙيل سندر
چاکڙيون کڻي سري رامچندر کي وار وار نمسڪار ڪري ڀڳوان کي گد گد
واڻيءَ ۾ چيو هي رام جڏهن چوڏهن ورهين پورو ٿيڻ بعد توهان پوران
ڏينهن تي نه پهچندا ته مان پنهنجو ٻاڻ کي اڳيءَ ۾ جلائي ڇڏيندس، تنهن
تمام چڱو چئي ڀرت کي موڪل ڏني. جنهن وقت اها ڳالهه ڦهلجي وئي ته
رامچندر موٽي نٿو هلي تنهن وقت سڀني کي ڏاڍو ڏک ٿيو، پر ڇا ڪن لاچار
ٿي سڀني موٽي هلڻ جون تياريون ڪيون ٻنهي ڀائرن لڪشمڻ ۽ رام کان
موڪلايو ۽ سيتا کي پيرن پيا ۽ ان جي وشن مهن کان آشيرواد وٺندا ڀرت
سڀي سينا سميت گرو وشسٽ شترگهن سڀني ماتائن ۽ منترين سان هلڻ جي
تياري ڪئي، هماڻهن رام ۽ لڪشمڻ راجا جنڪ کي ٻيڙي پئي ونتي
ڪئي ته معاف ڪجو جو دڻا ڪري هيترو ڏک سهي ماڻهن سميت آيا آهيو،
هاڻي جيڪو وقت اسين هتي رهون اوتري وقت لاءِ آشيرواد ڪجو ته سک
سان وچن پورو ڪري وري اچي اوهانجو درشن ڪريون پوءِ راجا جنڪ دک
وچان موڪلائي روانو ٿيو راجا جنڪ ۽ ڀرت نه پنهنجي ماڻهن سميت
چوڏهين ڏينهن اجوڌيا ۾ پهتا الي اچي راجا جنڪ سڀ ڪم ڪار مان ڪندي

دک جي وس ٿي مونکي رواجي ميش ڪري ڄاڻن ٿا، اهي منهنجي اصلي روپ کي ڪين ڄاڻي سگهن، تنهن جا وڏا ڀاڳ آهن جو توکي سنسار جي ٻپ کي دور ڪرڻ وارو تتو گيان حاصل ٿيو آهي، تون منهنجو سمرن ڪري گهر ۾ رهه، انهيءَ طرح تون ڪرم ٻنڌن کان ڇٽي پوندين،" شري رامچندر جا اهڙا مٺا وچن ٻڌي ڪيڪئي آنند ۾ ڀرجي رامچندر جي چرڻن ۾ سر نمائي وار وار پرڻام ڪري پرسن ٿي.

## راجا جنڪ جو رامچندر جي سهائتا لاءِ اچڻ

هيڏانهن راجا جنڪ جڏهن ٻڌو ته راجا دشرت ڪيڪئي جي ڪهت ڪري ڀرت کي راڄ ڏنو آهي ۽ سري رامچندر کي بنواس ڏنو آهي اهو ٻڌي راجا کي ڏاڍو دک ٿيو ۽ هڪدم سينا وٺي رامچندر کي سهائتا ڪرڻ لاءِ ان ۾ آيو. جڏهن چتر ڪوٽ پربت جي ويجهو پهتو تڏهن الي لنبو هڻي سينا کي الي رهايو ۽ ان قاصدن کي خبر چار وٺڻ لاءِ روانو ڪيو، هيڏانهن مني وشست ڀرت کي سمجهائي رهيو هئو ته ايتري ۾ راجا جنڪ جا قاصد اچي سهڙيا، مني وشست انهن کان اچڻ جو سبب پڇيو جنهن تي هنن چيو ته، هي منيشور! ڪيڪئي جي ڪهت جي خبر راجا جنڪ کي پئي آهي سو انهيءَ دک ڪري سينا وٺي رامچندر جي سهائتا ڪرڻ آيو آهي ۽ اسان کي انهيءَ لاءِ موڪليو اٿس ته خبر چار لهي نظر سان ڪڍي اچو، تنهن تي هن کان اڳ ايوڌيا ۾ وياسون ڀرت جي هلت ۽ چتر ڪوٽ ڏانهن وڃڻ جي خبر چار آڻي راجا کي ٻڌائيسون جو ٻڌي ڪيس پيٽو ڏک ٿيو، نيٺ سينا وٺي هتي اچي پهتا آهيون. اڳهو هو سامهون ڏسو لنبو لڳو پيو آهي، اسان کي سماچار وٺڻ لاءِ موڪليو اٿس، دولن جو اهو سماچار ٻڌي، وشست منيءَ پنهن جا ماڻهو دولن سان گڏ موڪلي راجا جنڪ کي گهرايو، راجا جنڪ جي اچڻ جو ٻڌي سڀئي خوش ٿيا، ۽ رامچندر اورو گهرائڻ لڳو، ايتري ۾ جنڪ کي پرڀان ايندو ڏسي رامچندر سڀني ماڻهن سميت اٿي ايو ۽ ويجهو وڃي هڪ ٻئي کي سڪ پريم سان گڏيا پوءِ رامچندر سڀني کي آدر ڀاءُ ڏيئي آشرم ۾ وٺي آيو جتي ڪيترا ڏينهن انهن سک سان گذاريا. هڪڙي ڏينهن رامچندر گروءَ سان ڳالهه ڪري چيو مهاراج! نگرواسي ۽ مالاڻون وياڪل ۽ ان ۾ رهڻ ڪري دکي آهن، ۽ راجا جنڪ کي ا- دک سهندي گهڻو وقت گذري ويو آهي تنهن لاءِ هي ناٿ! جيڪي توکي سمجهو سو ڪريو، رامچندر جا اهي وچن ٻڌي مني وشست راجا جنڪ وٽ ويو ۽ ڪيس رام

هئو، سو سڀ ديوتائن جي مرضيءَ موجب ٿيو آهي نہ ڪہ اهڙو وچن ڪيئن چئي سگهي ٿي، ڪيڪئي جو هن ۾ ڪوبہ قصور نہ آهي ۽ نہ ڪو راجا جو ئي قصور آهي جو نہ هوڻهار ئي الهي هئي جو ٿي چڪي، تنهنڪري هي پرڀو توهان اهڙيءَ ڳالهہ جو شڪ نہ ڪريو ۽ رام ڪئي موٽائي ولي وڃڻ جو خيال لاهي ڇڏيو ۽ جلدي مائٽن ۽ سڀني سمدن توهان ايوڌيا موٽي وڃو ۽ شري رامچندر راڻي کي ڪُل سميت پاس ڪري اتان جلدي موٽي ايندو.

## ڪيڪئي رام جو سنواد

اهڙيءَ وقت ڪيڪئي ايڪانت اسٿان ۾ نيترن ۾ جل آڻي هٿ جوڙي سري رامچندر جي چرڻ لڳي- هي رام! ماتا ڪان هٺ ڇڏ ئي وڃڻ ڪري مون ڪيڪئيءَ جي چرڻ موجب توهان جي راڄ تلڪ ۾ وگهن وجهي ڇڏيو سو منهنجي ڪدورتائي ۽ اڻرٿي ڪرڻ ڪري موکي معاف ڪريو ڇاڪاڻ تہ ساڌو مهاتما جي سدائين ڪيا شيل لڳندا آهن، توهان ساڪيات وشڻو ڀڳوان اوناڪٽ پرماتما ۽ سڀني پرش آهيو، پنهنجي مايا سان منش روپ ڌاري سڀني جڳت کي موهت ڪري رهيا آهيو، ۽ توهان جي ئي مايا سان ماڻهو چڪا ۽ خراب ڪرم ڪن ٿا، سڄو جڳت توهان جي آڌين آهي- هي شترن کي ناس ڪرڻ وارا، ديوتائن جي ڪارج سڌ ڪرڻ وارا توهان جي ڏنارن مون پاپڻ پنهنجي دشٽ ٻڌ سان هي پاپ ڪرم ڪيو آهي- اڄ مون توهان کي جاتو تہ توهين ديوتائن جي ۽ من ۽ واڻيءَ کان واقف آهيو- هي وشوامترا هي ٻي اڻ! توهان منهنجي رکيا ڪريو، هي جڳناٿ! توهان کي نمسڪار آهي، هي پرڀو! توهان جي شرن آهيان، توهان پنهنجي گيان اڳن روپ ڀل سان منهنجي پٽ ۽ منهنجي رکيا ڪريو ۽ سدائي ٻڌي ڏيو.

ڪيڪئي جا اهڙا ارم پريل وچن ٻڌي، شري رامچندر ڪٽي چرڻ لڳو، تہ هي ماتا! تو جو ڪجھ بہ چيو آهي، اهو ٺيڪ ٿي آهي، ڪوڙ نہ آهي. منهنجي ئي مرضيءَ سان ديوتائن جو ڪارج سڌ ڪرڻ لاءِ تنهنجي مک مان اهي شبد نڪتا هوا، اهڙيءَ ۾ تنهنجو ڪوبہ دوش نہ آهي. هاڻي تون وڃ ۽ سدائين پنهنجي هردي مندر ۾ سڄي ڀاونا رکڻ ڪري تون هميشہ سڀهہ ٻڌن کان جئي جلدي مڪتي حاصل ڪندينءَ مان سڀني ڀاڱي سرد رشي آهيان جو پرش جهڙي طرح منهنجو ڀڄن ڪري ٿو، مان بہ اهڙي طرح "تہ ڏيان رکان ٿو، هي ماتا! منهنجيءَ مايا ۾ موهت اي منش اڪ سگھہ

دک جي وس ني مونکي رواجي مٿش ڪري ڇاڻن ٿا. اهي منهنجي اصلي روپ کي نٿا ڄاڻي سگهن، تنهن ڪري وڏا ڀاڳ آهن جو توکي سنسار جي ڏڪ کي دور ڪرڻ وارو تتو گيان حاصل ٿيو آهي، تون منهنجو سمرن ڪري گهر ۾ رهه، انهيءَ طرح تون ڪرم ٻڌن کان ڇٽي ٻوندين، شري رامچندر جا اهڙا مٺا وچن ٻڌي ڪيڪئي آنند ۾ ٻڏي رامچندر جي چرڻن ۾ سر نمائي وار وار پرڻام ڪري ٻرسن ٿي.

## راجا جنڪ جو رامچندر جي سهائتا لاءِ اچڻ

هيڏانهن راجا جنڪ جڏهن ٻڌو هو ته راجا دشرٿ ڪيڪئي جي ڪمت ڪري پرمت کي راڄ ڏنو آهي ۽ سري رامچندر کي بنواس ڏنو آهي اهو ٻڌي راجا کي ڏاڍو دک ٿيو ۽ هڪدم سينا وٺي رامچندر کي سهائتا ڪرڻ لاءِ ان ۾ آيو. جڏهن چترڪوٽ پربت جي ويجهو پهتو تڏهن اتي تنبو هڻي سينا کي اتي رهايو ۽ ان قاصدن کي خبر چار وٺڻ لاءِ روانو ڪيو، هيڏانهن مني وشست پرمت کي سمجهائي رهيو هو ته ايتري ۾ راجا جنڪ جا قاصد اچي سهڙيا، مني وشست انهن کان اچڻ جو سبب پڇيو جنهن تي هنن چيو ته، هي مينشور! ڪيڪئي جي ڪمت جي خبر راجا جنڪ کي پئي آهي سو انهيءَ دک ڪري سينا وٺي رامچندر جي سهائتا ڪرڻ آيو آهي ۽ اسان کي انهيءَ لاءِ موڪليو اٿس ته خبر چار لهي نظر سان ڪڏي اچو، تنهن تي هن کان اڳ ايوڌيا ۾ وياسون پرت جي هلت ۽ چترڪوٽ ڏانهن وڃڻ جي خبر چار آڻي راجا کي ٻڌائيسون جو ٻڌي کيس ايڏو ڏک ٿيو، نيٺ سينا وٺي هتي اچي پهتا آهيون. اجهو هو سامهون ڏسو تنبو لڳو پيو آهي، اسان کي سماچار وٺڻ لاءِ موڪليو اٿس، دوتن جو اهو سماچار ٻڌي، وشست مني پنهن جا ماڻهو دوتن سان گڏ موڪلي راجا جنڪ کي گهرايو، راجا جنڪ جي اچڻ جو ٻڌي سيئي خوش ٿيا، ۽ رامچندر تور و گهرائڻ لڳو، اتري ۾ جنڪ کي پريان ايندو ڏسي رامچندر سيئي ماڻهن سميت اٿي ايندو ۽ ويجهو وڃي هڪ ٻئي کي سڪ پرير سان گڏيا پوءِ رامچندر سيئي کي آدر ڀاءِ ڏيئي آشرم ۾ وٺي آيو جتي ڪيترا ڏينهن انهن سک سان گذاريا. هڪڙي ڏينهن رامچندر گروءَ سان ڳالهه ڪري چيو مهاراج! نگرواسي ۽ ماائون وياڪل ۽ بن ۾ رهڻ ڪري دکي آهن، ۽ راجا جنڪ کي به دک سهندي گهڻو وقت گذري ويو آهي تنهن لاءِ هي ناٿ! جيڪي ٻرکه سمجهو سو ڪريو، رامچندر جا اهي وچن ٻڌي مني وشست راجا جنڪ وٽ ويو ۽ کيس رام

هئو، سو سڀ ديوتائن جي مرضيءَ موجب ٿيو آهي نه نه اهڙو وچن ڪيئن
چئي سگهي ٿي، ڪيڪئي جو هن ۾ ڪوبه قصور نه آهي ۽ نه ڪو راجا
جو ئي قصور آهي جو نه هوروط هاري الين هئي جو ئي چڪي، تنهنڪري
هي پرڀو توهان انهيءَ ڳالهه جو شڪ نه ڪريو ۽ رام کي موٽائي ولي وڃڻ جو
خيال لاهي ڇڏيو ۽ جلدي ماتائن ۽ سيما سميت توهان ايوڌيا موٽي وڃو ۽ شري
رامچندر راوڻ کي ڪل سميت ناس ڪري اتان جلدي موٽي ايندو.

## ڪيڪئي رام جو سنواد

انهيءَ وقت ڪيڪئي ايڪانت استان ۾ نيترن ۾ جل آڻي هٿ جوڙي
سري رامچندر کي چوڻ لڳي- هي رام! ماتا ڪان هٿ ڄمڻ لي وڃڻ ڪري
مون ڪيڪئيءَ جي چوڻ موجب توهان جي راج تلڪ ۾ وگهن وجهي ڇڏيو سو
منهنجي ڪنوڙتائي ۽ اڻرچئي ڪرڻ ڪري مونکي معاف ڪريو ڇاڪاڻ
ته سادو مهاتما جي سدائين ڪميا شيل ٿيندا آهن، توهان ساڪياءَ وشنو ڀڳوان
اوتڪ پرماتما ۽ سنان پرش آهيو، پنهنجي مايا سان منش روپ ڌاري
سڄي جڳت کي موهت ڪري رهيا آهيو ۽ توهان جي اڳ مايا سان ماڻهو
ڇڪا ۽ خراب ڪرم ڪن ٿا، سڄو جڳت توهان جي آڌين آهي- هي شترن
کي ناس ڪرڻ وارا، ديوتائن جي ڪارج سڌ ڪرڻ وارا توهان جي ڏٺاڻ
مون پاپڻ پنهنجي دشت بڌ سان هي پاپ ڪرم ڪيو آهي- اڄ مون توهان
کي جاتو ته توهين ديوتائن جي ۽ من ۽ وائيءَ کان واقف آهيو- هي
وشوشرا هي ٻي انت! توهان منهنجي رکيا ڪريو، هي جڳنات! توهان
کي نمسڪار آهي، هي پرڀو! توهان جهڙي شرن آهيان، توهان پنهنجي
گيان اگني روپ ٻل سان منهنجي بت ۽ منهنجي رکيا ڪريو ۽ سڀ
ٻڌي ڏيو.

ڪيڪئي جا اهڙا ٻرم پريل وچن ٻڌي، شري رامچندر ڪاٻي چوڻ لڳو،
ته هي ماتا! تو جو ڪجهه به چيو آهي، اهو ٺيڪ ٿي آهي، ڪوڙ نه آهي.
منهنجي ٿي مرضيءَ سان ديوتائن جو ڪارج سڌ ڪرڻ لاءِ تنهنجي مک مان
اهي شبد نڪتا هوا، انهيءَ ۾ تنهنجو ڪوبه دوش نه آهي. هاڻ توهان وڃ
۽ سدائين پنهنجي هردي منڊ ۾ سچي ڀاونا رکڻ ڪري توهان هميشه سڀ
ڪان ڪان هن جلدي مڪتي حاصل ڪنداءِ مان سڀني ڀاءِ سر د وشي
اهڙي ۾ توهان جهڙي طرح منهنجو ڀڄن ڪري ٿو، مان به اهڙي طرح
ڏسان رکان ٿو، هي ماتا! منهنجيءَ مايا ۾ موهت ٿي منش لوڪ سک

ڪري اسان ٻنهي کي پتا جي وچن کي سچو ڪرڻ گهرجي، جو شخص پتا جي وچن کي ڪوڙو ڪري اهو جيئرو هوندي به مئل سمان آهي ۽ مرڻ کان پوءِ نرڪ ۾ وڃي ٿو. تنهنڪري تون راڄ حڪومت ڪر ۽ مان ان جي رکيا ڪندس، تنهنتي ڀرت سري رام کي چيو ته، جيڪڏهن پتا ڪامي مورکه ٿي ستريءَ جي وس ٿي مورک چت سان بنا ڪنهن ويچار جي ائين چئي به ڇڏيو هجي، تڏهن به ان کي ستيه نه سمجهڻ گهرجي، جهڙي طرح ٻڌيمان پرش مورک پرش جي ڳالهين تي ڌيان نه ڏيندو آهي.

سري رام چوڻ لڳو- پتا استري وس ڪام وس يا مورکه ٿي ائين نه ڪيو! پر ان ستيه واديءَ پنهنجي پرتگيا جي ڀنگ ٿيڻ جي ڀؤ کان اهي ور ڏنا هئا! مهاپرش کي ڪوڙ ڪري نرڪ کان به وڌيڪ ڀؤ ٿيندو رهي ٿو، مان به ائين ڪندس! ۽ مان ستيه پرتگيا ڪري چڪو آهيان؛ وري رگهونش ۾ جنم وٺي پنهنجي وچن کان ڪين هٽندس، شري رامچندر جو اهو وچن ٻڌي ڀرت چوڻ لڳو، هي پڀو! پتا جي چوڻ موجب مان توهان وانگر چوڏهن ورهيه مٿي ونس ڌاري ٻن ۾ رهندس ۽ توهان سک سان وڃي راڄ ڪريو- سري رام چوڻ لڳو، پتا توکي راڄ ۽ مونکي بنواس ڏنو آهي، هاڻي جيڪڏهن مان ان جي وچن جو پالن نه ڪريان ته اها ڳالهه نيتي مريادا کان ٻاهر آهي. ڀرت چوڻ لڳو، چڱو جڏهن توهان ٻن مان موٽڻ نٿا چاهيو ته مونکي آگيا ڏيو ته مان به ٻن ۾ اچي لڇمڻ وانگر توهان جي سيوا ڪريان نه ته مان ان جل ڪاڻ ڇڏي سرير جو تياڳ ڪندس، ڀرت اهو ٻڌڪر نشچو ڪري اُس ۾ اوڀر طرف منهن ڪري زمين تي ويهي رهيو.

## گرو وشسٽ جو اُپديش

ڀرت جو اهڙو هٺ ڏسي عجب ۾ پئجي سري رامچندر گرو وشسٽ کي اشاري ۾ چيو، تڏهن گيانين ۾ سريشٽ مني وشسٽ ڀرت کي ايڪانت ۾ وٺي وڃي چيو، هي ڀرت! مان توکي هڪ گوڙهي ڀيد جي ڳالهه ٻڌايان ٿو جا ڌيان ڏيئي ٻڌ- هيءُ ڀڳوان رام ساکشات نارائڻ آهي، گهڻو وقت اڳــي برهما جي پرارٿنا ڪرڻ ڪري هي راوڻ کي مارڻ لاءِ دشرٿ وٽ پٽ روپ ۾ جنم ورتو آهي ۽ اهڙيءَ طرح يوگ مايا جنڪ نندنيءَ سيتا جي روپ ۾ اوتار ورتو آهي ۽ شيش جي لڇمڻ جي روپ ۾ اوتار ورتو آهي جو ان جي سيوا ڪري رهيو آهي، هو راوڻ کي مارڻ چاهي ٿو، انهيءَ ڪري ان ۾ ٿي ويندو، ڪيڪئيءَ جو ڪجهه به وردان يا ڪرڻ منٿرا جهڙو ڪم ڪيو

ڪي روڪي اها ڳالهه سهندس، آءٌ ڪتري رگهوناٿ ۾ پيدا ٿيل ڪيئن چپ ۾
رهان؟ آءٌ رامچندر جو قسم کائي چوان ٿو ته ڀلي مهاديو مدد ڪرڻ لڳن
ته انهن ٻنهي ڀائرن کي سيتا سميت لڙائيءَ ۾ ماريندس. ائين اکين چئي اس
ڪياڻين ته آڪاش واڻي ٿي ته- هي ناٿ! تنهنجي شڪتي ۽ پرڀاءُ ڪوئي
نٿو ڄاڻي، تو اڙو يا ڀلو جهڙو ا، ڪم ڪجي سو ڀلي سوچي ويچاري پوءِ
ڪجي ته فائدو ٿيندو، جيڪڏهن لڪڙ ڪري ڪم ڪبو ته پوءِ پڇتائڻو
پوندو. اها آڪاش واڻي ٻڌي لڇمڻ ڏاڍو لڄي ٿيو ۽ ماٺ ڪري ويهي
رهيو. سري رامچندر ۽ سيتا لڇمڻ جي ماڻس ڏسي ان جي ساراهه ڪري
چوڻ لڳا هي لڇمڻ تو جو ڪجهه ا، چيو آهي، سو سڀ سچ آهي. راڄ جي
مد ۾ مٿس سڀ ڪجهه ڀلائي ٿو ڇڏي پر هي لڇمڻ! آءٌ ڀرت جهڙو ڀاءُ هن
پرٿويءَ تي نه ڪو ڏٺو ۽ نه ڪو ٻڌو ٿي اٿم، هي راڄ ته ڇڏيو پر برهما وشنو
مهيش جو ڪٿي پد ملي لڏهن ته موکي وشواس آهي ته هن کي ڪڏهن به
ايمان نه ٿيندو ۽ ڪڏهن به ڪوڙو قدم نه کڻندو. ڀرت کي ڌرم مارگ جي
پوري ڄاڻ آهي، هو ودوان آهي! ڌرماتما آهي!! اهڙيءَ طرح لڇمڻ جي
شڪ کي نورت ڪرڻ لاءِ سري رام هن کي گيان ڏنو ته جيئن لڇمڻ جي
من مان سنسو ۽ شڪ مٽجي وڃي.

ڌرماتما ڀاءُ سري رام جي اها واڻي ٻڌي لڇمڻ شرم ۾ شانت ٿي ويو.

هيڏانهن ڀرت سينا سان ڌاري هلندو اچي شري رامچندر جي
آشرم وٽ پهتو، اچي ڀرت اندر وڃي ڏٺو ته شيام سرير ۽ وشال ڄٽائن
جي مڪٽ ۽ مني واس ۾ سورج سمان تيج روپ سري رامچندر وراجمان
آهن جو سيتا ڏي نهاري رهيو هو ۽ لڇمڻ جنهنجي چرڻن ڪملن جي سيوا
ڪري رهيو آهي. ان کي ڏسي ڀرت ڀوڙي خوشيءَ ۽ غم ۾ ٻڏل وڃي رام
جي چرڻن تي ڪري پيو، وڏان ٻانهن واري سري رامچندر پنهنجي ٻنهي
ٻانهن سان ان کي اٿاري هردي سان لڳايو ۽ ان کي گرد ۾ وهاري پريم جا
آنسون وهائي ڀرت کي پنهنجي ڳلي سان لڳايو، تنهن ڪانپوءِ جيئن پياسي
ڳانءِ جهڙيءَ طرح پاڻيءَ طرف ڊوڙندي آهي، اهڙيءَ وانگر ڪوشليا ۽ ٻين
ماتائن رگهناٿ کي ڏسڻ لاءِ تمام جلدي آيون، شري رامچندر پنهنجي ماتا
کي ڏسي ان کي چرڻ وندنا ڪئي. ماتا تمام دک وچان اکين مان آنسون
وهائي پٽ کي هردي سان لڳايو، اهڙي طرح شري رامچندر ٻين ماتائن کي
به پرڻام ڪيو ۽ مني وشسٽ کي ايندو ڏسي ان کي پرڻام ڪيو ۽ چرڻ
لڳو ته اوهان ڌنيه آهيو! اوهان ڌنيه آهيو! پوءِ رگهناٿ سڀني کي

## سيتا جو سپنو لهڻ ۽ ڀرت جو ماتائن سميت پهچڻ

هيڏانهن سيتا رات جو جيڪو سپنو لڌو هو سو رامچندر کي ٻڌائڻ لڳي، ته، هي ناٿ! ڏسان ٿي ته ڀرت سينا وٺي آيو آهي ۽ سندس سرير، توهان جي وڇوڙي ڪري ٻري ڪمزا ٿي ويو آهي ۽ نڪرواڻي ۽ سڀئي اداس آهن ۽ سس کي ته مائرون وڌوان جي ويس ۾ ٿي ڏسان، رامچندر سيتا جي سپني واري ڳالهه لڇمڻ کي ٻڌائي چوڻ لڳو ته اڄ ڪلياڻ ڪرائي. ضرور ڪو اچي ٻري خبر ٻڌائيندو، اجا اهي ٿي ويچار ڪيالون.

## لڇمڻ جو ڀرت بابت اجايو وهم

ايتري ۾ ڪي مائهو اچي پهتا، جن ڀرت جي اچڻ جي اچي خبر ٻڌائي، جنهن ٻڌي رامچندر ڏاڍو خوش ٿيو ۽ من ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته سينا سميت ڀرت ڇو آيو آهي؟ اجا انهيءَ ويچار ۾ هئو ته لڇمڻ ونتي ڪري چوڻ لڳو، هي ٻرڀو! مان ڪجهه چوڻ چاهيان ٿو، تنهن لاءِ معاف ڪجو، توهين چترڪوٽ سرو وياپڪ انترجامي آهيو ۽ سڀني جي دل جو حال ڄاڻو ٿا ۽ سڀ توهان سمجهو ٿا ته جيئن توهين شڌ ۽ اواتر آهيو، تيئن هرڪو هوندو. اسر ڪي مورک مائهون موهه ۾ ڦاسي نه ڪرڻ جهڙا ڪرم ڪري ٿو، جيترو ڪ ڀرت ڌرم نيتيءَ ٿي ڄاڻو ۽ سياڻو آهي ۽ توهان سان تمام پريم اٿس، اسر تنهن هوندي به راڄ پد حاصل ڪرڻ لاءِ ڌرم جي نيتي مريادا ٽوڙي آيو هجي، هو من ۾ ڪپٽ رکي وقت ڏسي اسان کي بن ۾ اڪيلو ڄاڻي راڄ نسالسم ڪرڻ لاءِ سينا وٺي آيو آهي، ٻئا من ۾ دغا نه هجيس ها ته ائين جيڪر ڌيمرا گهوڙا هاٿي ۽ رٿ وٺي اچڻ جو ڪهڙو ضرور؟ سچ آهي، ته وڏائي ملڻ ڪري جڳت جي مائهن کي ايمان ٽڙ ٻري، پر انهيءَ ۾ ڀرت جو ڪهڙو قصور؟ راجا نهش ٻراهمڻن کان ڏولي کڻائي ڪاٺ ان ۾ چڙهي ويٺو ۽ چندرما ٻهڻيءَ گروءَ جي پتنيءَ سان ٻرڪ ڪيو، وڻ راجا ٽوڪن ۽ وادن ڪسان ٽي مڪ ٿي ويو، جنهن جهڙو ٻيو دنيا ۾ نه ٿيو، سهسر ٻاهو اندر ۽ ترشنڪو ڏسو راڄ جي لالچ ڪري ڪنهن کي ڪلنڪ ڪين لڳايو؟ واهه، جو ڀرت اپاءُ سوچيو آهي، چوڻي آهي ته دشمن ۽ قرض کي هڪ پل به وڌڻ ٽرسڻ نه ڏجي، پلي آيو. تڪر ته آهي ڏس ته ڳالهه لڙائيءَ ۾ اچا ڪارا ظاهر ٿي پوندا. ائين چئي ڀڳوان کي چوڻ لڳو، هي دنيا جا ساگرا مونجهارو ڇوڙڻ دل ۾ نه ڪجو. ڀرت ٻهڻجي مارڻ لاءِ ڪو گهٽ اپاءُ ڪونه سوچيو آهي پر سانڍ آهيو ۽ ڏاڍ مونهنجي هٿ ۾ آهي، پر ڪيستائين مون

وڏن ٻراهمڻن سان ملي ان جو راڄ تلڪ ڪري اروڌيا وٺي وڃندس ۽ داسن جو ٻه داس ٿي ان لڪشمي پتيءَ جي سيوا ڪندس. منيشور ڀرت جا اهڙا پريم ڀريا وچن ٻڌي ڀرت کي گلي لڳائي ان جي ساراهه ڪرڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو هي پترا! مون ٻنهجي گيان وارن نيترن سان مان اهين سمجهو ٿي، تون شوڪ نه ڪر، تون نه لڇمڻ جي برابر رام جو ڀڳت آهين، هي ڀرت مان سيتا سميت تنهنجو آدر ڀاءُ ڪرڻ چاهيان ٿو، توهان اڄ سيتا سميت هتيئي ڀوڄن ڪريو، سڀاڻي رام وٽ وڃجو. تنهن تي ڀرت چيو ته جيڪا توهان جي آگيا هوندي اهين ٿي ڪنداسون. تڏهن منيور آچمن ڪري شانت چت سان ٻگيه شالا ۾ ويٺو، آسي واهي منيشور سڀني ڪامنائن کي پورن ڪرڻ واري ڪامڌينو جو سمرڻ ڪيو، تڏهن ان ڪامڌينوءَ مرضي موجب انيڪ قسمن جا مال تيار ڪري ڇڏيا، انهيءَ سيتا سميت ڀرت جي سڀني مدورٿن کي اهڙيءَ طرح ڀوراني ڪئي جو سڀيئي ڪاٿي ڀرسن ٿي ويا، پوءِ ان ارگهراج شاستر نيتيءَ موجب اول مني وشسٽ جي پوڄا ڪئي ۽ تنهن کان پوءِ سيتا سان گڏ ڀرت کي به پرسن ڪيو، اهڙي طرح ان سرڳ سمان آشرم ۾ هڪ ڏينهن رهي صبوح جو منيشور کي پرڻام ڪري ان جي آگيا وٺي سيتا سميت ڀرت شتروگهن رامچندر ڏانهن هلڻ لڳا.



## ڀرت جو رامچندر وٽ اچڻ

چترڪوٽ جي واجهر ٻهڪي سيتا کي ٻري اهاري ڀرت شتروگهن کي ساڻ وٺي رام جي درشن ڪرڻ لاءِ اڳتي هليا هيڏانهن ڀرت شتروگهن سمنتر ۽ گهه، سان سڀني ڀسوڻ جا آشرم ڳولي وري موٽي آيا، پر انهن کي سري رامچندر جي ڪٽيا هٿ نه آئي، تڏهن انهن رشي منڊليءَ کان پڇيو ته سيتا ۽ لڇمڻ سميت رگهنات ڪٿي رهندو آهي، انهن چيو ته سامهون واري پربت جي پاسي کان مداڪنيءَ نديءَ جي ڪناري الو پاسي ٻٽاٻل رام جي سندر رمڻيڪ ڪٽيا آهي جا ڦلن سان ڀريل انبن جا وڻ قطس ۽ ڪدلي ڦل ۽ ڪيلي جي وڻن جي قطارن سان ڀريل انهن جي چوڌاري پاسي ڪيترا چمڪ ڪچنار ۽ ناگ ڪيسر جا وڻ به سوڀيا ڏيئي رهيا آهن، منين جي ايتري قدر ٻڌائڻ ڪري ڀرت ڀرسن ٿي منترين کي ساڻ وٺي سڀني کان اڳ ۾ رگهنات جي ڪٽيا ڏانهن هليو، اڳتي هلڻ وقت ڀاءُ سان گڏ ڀرت پري کان ڏٺو ته وڻ جي ٽاريءَ ۾ مني جا وستر ۽ مرگ ڇالا ٽنگيل هئا جو رامچندر جي رهڻ لاءِ سندر رمڻيڪ ڀون هو.

ورلڌو مان ان کي جلدي ولڻ لاءِ اچي ويندس.

## ڀرت ۽ مُني ڀاردواج

نشاد راج کي، اڄ من ڀرت ڏسي مٿي ٻاڪيءَ ۾ چيو، هي راجن! توهان جي سري رام سيتا ۽ لڇمڻ ۾ اهڙي سچي ڀڳتي آهي تنهڪري توهان ڏن آهن، شري رامچندر سيتا لڇمڻ سان گڏ چترڪوٽ پربت جي پرسان منداڪني نديءَ جي ويجهو منهن جي آشرم ۾ رهي ٿا، اسي جانڪيءَ سميت ڀڳوان رام آنند ۽ سک سان براجمان آهي، هلو! جلدي اسين به اوڏانهن هلون، ٻڌي هتان نڪرن سڀئي گنگاجي پار ڪري، ان کانپوءِ سيتا سميت ڀرت کي مها ندي گنگا پار ڪرڻ لاءِ پنج سؤ ٻيڙيون گهرائون ۽ ٻاڻ هڪ راجائي سندر ٻيڙي ولي آئي ۽ ان ۾ ڀرت شتروگهن رام جي ماتا ڪوشليا ۽ وشسٽ کي چاڙهيو ۽ ٻيءَ ٻيڙيءَ ۾ سمترا ۽ ڪيڪئي ۽ ٻين عورتن کي ويهاريو، اهڙيءَ طرح جلدي گنگاجي پار ڪري ڀاردواج منيءَ جي آشرم ڏانهن هليا ۽ پهچي وڃي سيتا کي آشرم کان ٻاهر ترسائي پاڻ ڀرت شتروگهن سان گڏ آشرم ۾ ويا، اتي رشي ڀاردواج کي آشرم ۾ ويٺل ڏسي ڀڳتي ۽ پريم سان پرڻام ڪيو، رشي ڀاردواج کي جڏهن معلوم ٿيو تہ هو دشرٿ جا پٽ ڀرت ۽ شتروگهن آهن تڏهن رشيءَ هنن جو ادب سان آدرڀاءُ ڪيو ۽ انهن کي مٿي ويهاري ۽ حالون ڀلي ڏسي آنند ڪمل پڇڻ لڳو ڀالي ڀرت جو راج حڪومت ڪندي تہ اڄ هيءَ مٿي واس ڏاڍو الڙ ۽ هيءَ رشين منين وٽ بن ۾ ڇاجي لاءِ آيا آهيو؟ ڀاردواج جا اهي وچن ٻڌي ڀرت اکين ۾ آنسون آڻي چيو، مٿي ناٿ! توهان سڀ ڄاڻو ٿا، ڇو تہ توهان سروانترجامي آهيو، وري تہ توهان جو ٻچي رهيا آهيو، اهالي مولتي توهان جي ڪريا آهي، ڪيڪئي سري رامچندر جي راج تلڪ ۾ وگهن وڌو، ۽ بنواس جي ڀاري ۾ جو ڪجھ ڪم ڪيو هئو، هي مٿي سرشٽ! توهان جي چرڻن کي ساکي ڪري چوان ٿو تہ مونکي ان جي ڀاري ۾ ڪجھ تہ خبر تہ هئي. ان ڪري ڀرت مجهول من سان دکي ٿي مٿيءَ جا چرڻ جهلي چوڻ لڳو هي مهاراج! توهان پاڻ ڄاڻي سگهو ٿا، تہ مان دوشي آهيان يا نردوش؟ هي مهاتما! مهاراج رامچندر جي رهڻ ڪري مونکي راڄ سان ڪهڙو مطلب؟ مان تہ سدائين شري رامچندر جو داس آهيان، ان ڪري هي مٿي ناٿ! سري رامچندر وٽ وڃي ان جا چرڻ ڪمل جهلي هيءَ ساري راڄ تلڪ جي سامگري ان کي سوامي جڏهن ڏيندس ۽ گرو وشسٽ ۽ ٻين

نشاد راج کي خبر پيئي ته ڀرت وڏي سينا وٺي آيو آهي! شڪ آهي
رامچندر کي لڇمڻ سميت مارڻ لاءِ ويندو هجي؟ مونکي ان وقت وڃي
جي خبر لهڻ گهرجي ته ڪهڙي ڀاونا سان آيو آهي، جيڪڏهن انجي ڀ
سچي آهي، تڏهن ته ڀلي پار لنگهي وڃي، نه ته ان جي خلاف اپاءُ ڪ
پوندو، منهنجي سينا هٿيار پنهوار ڪٽي هوشياري سان چئني پاسن کان ڀ
ڏيئي رهي آهي ۽ سڀني ٻيڙن کي ڇڪي گنگانديءَ جي وچ ۾ ايهار
ڇڏيو، اهڙي طرح سڀني کي آگيا ڏيئي ڇڏي پاڻ نشاد راج انيڪ قسم
جي ڀيٽا کڻي هٿيار بند ذات ڀائرن سان ڀرت وٽ آيو، اڳيان سڀ سامگري
رکي هيڏانهن هوڏانهن نهاري ڏٺو ته شيام ورن ڀرت چير وستر ۽ جٽائون
ٻڌي ننڍي ڀاءُ ۽ منترين سان گڏ وينو آهي ۽ رام رام جو جاپ ڪري رهيو
آهي اهو ڏسي سر نوائي ڀرت کي پرڻام ڪري چيو ته مان نشاد گهه، آهيان
ڀرت گهه جو آدر ڀاءُ ڪيو ۽ آسڻ ڏيئي وهاريو ۽ آنند ڪشل پڇي مٺي
واڻي سان چوڻ لڳو! ڀائي تون هتي سري رامچندر سان گڏ رهيو هئين ۽
نرمل هردي واري شري رام نيترن ۾ جل آڻي تنهنجو آدر ڀاءُ ڪيو هو؟
تو سيتا ۽ لڇمڻ سان گڏ ڪمل نين رام سان واتاورڻ ڪيو آهي. تنهنڪري
تون ڌنيه آهين، تنهنجو جيون سڦلو آهي هي نشاد مونکي اتي وٺي هل،
جتي هو سيتا ۽ لڇمڻ سان گڏ ستيو هئو؟ اهو ني هنڌ هلي ڏيکار، تون
رام جو پيارو شيوڪ ۽ ڀڳت آهين، اهڙي طرح وار وار رام جي نالي کهڻ
سان ڀرت جي اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيا، ۽ برهه ۾ وياڪل ڀرت گهه، سان
گڏجي انهيءَ استان تي آيو جتي رات جي وقت سري رام ستيو هئو،
اتي وڃي ڪن ۽ ڌوڙ جي سيجا وارو آستان ڏسي ڀرت جي من ۾ دک ٿيو
۽ چوڻ لڳو! اوهو! جا ڪل واري جانڪي دلاري سيتا راج محل ۾ رتن
جڙيل پلنگ تي نرم بستري تي سري رگهنات سان گڏ سمهندي هئي، اها
ني منهنجي دوش کان سري رامچندر سان گڏ ڪن ۽ ڌوڙ جي سيجا تي
ڪيئن نه ڏکيو سمهي هوندي! مونکي ڌڪار آهي جو مان پاپ بيج سمان
ڪيڪئي جي گرڀ مان پيدا ٿيو آهيان، هاءِ منهنجي ڪري ئي ڀڳوان رام
کي اهو دک سهڻو پيو، آها! مهاتما لڇمڻ جو جنم سڦلو آهي، جو ڀڳوان رام
جي بن ۾ رهڻ وقت ۾ سدائين پرسن چت سان انهيءَ جي سيوا ڪري ٿو،
جي مدش رام جا داس آهن انهن جي داسن جو داس ۾ جيڪڏهن ٿي وڃان
ته منهنجو جنم سڦلو ٿي پوي، انهيءَ ۾ ڪوئي شڪ نه آهي. ڀائي جيڪڏهن
توکي معلوم هجي ته اهو مونکي ٻڌاءِ ته رام ڪٿي آهي؟ هو جتي ڪٿي ۾

ماتا ڪيڪئيءَ جي دل ۾ ڪرڻ ڪري راڪشڻيءَ جهڙي سمان منهنجي
هردي ۾ دک رهندو آهي، تنهنڪري هاڻي مان شايد جلدي راڄ ڀاڳ
ڇڏي بن ڏانهن ويندس- جنهنجي ملڻ مڪ وارِي پڻڪ سان مون پرسن ٿيو
ٿي ان رام ۽ سيتا جي امر پريم سان رهي مان سيوا ڪندس.

شري مهادير جڳن لڳو ڀي پاروتي! هڪ ڏينهن برهما جي سمان مترن
سان آئي ٿي ويهي ملي وشست ۽ شتروگهن سميت پريم ڪي راڄ تلڪ جي
ڳاري پرڇو هي راجن! برهالڪ پتا جي چرڻ موجب اڄ اسين لوڪي راح گدي
ڏڻ چاهيون ٿا؟ جو ته ڪيڪئيءَ تنهنجي لاءِ راڄ تلڪ گهريو هو، جو راجا
ستيوادي هئو، جنهن ڪري سڀ، وچن ڪرڻ لاءِ هن انهن لئي ڪير تنهن
ڪري منهن جي مٽر اچارڻ. دنيا ان اح تنهنجو راڄ تلڪ لڏڻ گهرجي؟ اهو
ٻڌي پريم چرڻ لڳو، هي مني ناٿ! راح سان منهنجو مطلب آهي! راجا ته
مهاراج شري رامچندر آهي، مان ته ان جو داس آهيان سڀاڻي صبح جو
رامچندر ڪي واپس آڻڻ لاءِ مان جلدي بن ۾ ويندس، مان ۽ لڇمڻ سيتا ۽
ڪيڪئي راڪشڻيءَ کان سواءِ ٻين سڀ ماتائون اتي ۾ هلنداسون، مان ڇا
ڪريان؟ مان هن تائي مائر ماتا ڪيڪئي کي هميشه جو هميشه لئي ماري
ڇڏيان؟ پر شري رامچندر مون غريب هتياري کي معاف ڪين ڪندو،
انهن ڪري ڪيئن ته ٿي پري سڀاڻي صبح ٿيندئي لڇمڻ هلو اسان نه هلو
مان ته شتروگهن سان گڏ پيرين پيادو ٿي ان ۾ ٿي هلبو ويندس، هي مني!
جهڙي طرح رامچندر وڏو آهي، تهڙي طرح جيسين رامچندر نه موٽندو تيسين
مان ۽ شتروگهن سميت مني ويس ڌاري جتائون ٻڌي ڪند مول ڦل کائي
زمين تي ٿي سمهي پوندس. اها ٻڪ ڪري پريم چپ چاپ ڪري واڻي
رهيو، لڇمڻ سڀئي ماڻهو هنجي سارا ڪرڻ لڳا، اوءَ پريم مترن کي
گهرائي جيو ته راڄ تلڪ جي سڀ سامگري تيار ڪرائي اتي ۾ ڪٽي هلو ته
منهن جي ڏنان رامچندر کي تلڪ ڏيون. فقط آڪيا ڪرڻ جي دير هئي جيئن
ته سڀ ڪجهه تيار ٿي ويو، صبح ٿيڻ کان اڳ پريم تياري ڪرڻ وقت
هالي گهوڙن سان سڀني سيتا ان سان گڏ هاٿي مني وشست پنهنجي استري
ارندتي سان گڏ هو، پنهان برهمڻ جن لولهن هيون انهن جهڙي پنهان
لنگرواسي انيڪ رٿ سينگاري هليا، ۽ سڀ کان پنهان رانيون هيون، جن
جي پنيان پريم ۽ شتروگهن پيرين پيادا هليا، ڪرڻيا جڏهن اهو حال ڏاڙ
سو ان ڪري سڀڻائي رٿ ۾ چاڙهيو پر ته هلندا هلندا پنڌ ڪندا شرنگ پور
جي ويجهو گنگانديءَ جي ڪناري تي ترسي پيا پريم جي اچڻ جو ٻڌي

## وشسٽ ۽ ڀرت

انهيءَ وقت ڀرت جي اچڻ جو ٻڌي منترين سميت گرو وشسٽ راڄ ڀون ۾ آيو ۽ ڀرت کي روئندو ڏسي ڌيرج ڏيئي چيو! ته مهاراج دشرٿ وڏو گياني ۽ ستيوادي ۽ پراڪرمي هئو، هو مٿس جنم جا سڀئي سک ڀوڳي اشوميڌ يگيه ڪري برهمڻن کي گهڻي دکشنا ڏئي ۽ ڀڳوان جو پوڄن ڪري شري رامچندر روپ ۾ ساکيات وشنو ڀڳوان کي پٽ روپ ۾ حاصل ڪيو انت ۾ سرڳ لوڪ ۾ ويو ديوراج اندر جي اڌ آسڻ جو اڌڪاري ٿيو، اهو سڀ ڪجهه موکه جي لائق آهي، انهي لاءِ توهان اجايو شوڪ ڪري رهيا آهيو، آتما ته نت ابناسي ۽ جنم مرڻ کان رهت آهي، هيءُ سرير جڙ گندو ۽ ناشوان آهي. جيڪڏهن ڪوئي پتا يا پٽ مري وڃي ٿو ته موکه ٿي ان جي لاءِ ڇاتي پٽي روئن ٿا. جڏهن جڳت ۾ جنهن جنم ورتو آهي ته انهي مرڻو به ضرور ٿيندي. پنهنجي ڪرم انوسار سڀني پراڻين جو جنم مرڻ ٿئي ٿو. جهڙي طرح منش پراڻا ڪپڙا لاهي وري نوان ڪپڙا پائي ٿو، انهيءَ طرح ديهه ڌاري منش پراڻي سرير کي ڇڏي نئون سرير ڌاري اچي ٿو، اهڙي طرح آتما جو سچو گيان حاصل ڪري پرسن ٿي ڪاريه ڪرم ڪر، هي ڪل نندن ڀرت پنهنجي پتا جو سرير تيل سڳنڌيءَ مان ڪڍي منترين ۽ اسان سڀني رشين سان گڏ ان جو ويديءَ انوسار انت ۾ سنسڪار ڪرايو، تڏهن گروءَ جي چوڻ موجب اول راجا جي سرير کي ويد ويديءَ سان سنان ڪرائي هڪ سهڻو چوڏول ٺهرائائين ۽ مالهائن کي سڀني ڇيٿي کان روڪيائين. پوءِ اگني هوتر جو انت ۾ سنسڪار ڪرائي سوين هزارين برهمڻن کي پوڄن ڪرائي ۽ گهڻوئي ڌن وستر ۽ هيرا رتن گايون دان ڏيئي پرسن ڪري روانو ڪيو، پوءِ شري رامچندر جو سمرڻ ڪندي گرو وشسٽ ۽ ڀرت ڀاءُ شتروگهن ۽ منترين سان گڏ پنهنجي گهر ۾ رهڻ لڳا.

## ڀرت جو رامچندر وٽ بن ۾ وڃڻ

گهر ۾ رهڻ ڪري من ئي من ۾ ڀرت وچار ڪرڻ لڳو، ته جنڪ نندني مهاراڻي سيتا ۽ لڇمڻ سميت شري رامچندر جي ٻيو ڪر ان ۾ وڃڻ ڪري

آهي ۽ هن وقت اهو ڏسڻ ۾ نٿو اچي سچ ڀڳاءُ ڪٿي آهي؟ تڏهن ڪيڪئي ڀرت کي سندس پتا جي مرڻ کان واقف ڪيو جو ٻڌندئي هن جي اکين ۾ آنسون اچي ويا. دک ۽ ڪليش ۾ وياڪل ٿي چوڻ لڳو "پتا! پتا! هاءِ پتاجي! هي ڇا ٿي ويو؟ هي ڪهڙو انڌير اچي ويو. ڪجهه وقت کان پوءِ پڇيائين، "ماتا! پتاجيءَ کي اهڙي ڪهڙي بيماري هئي جو اوچتو سندن ديهانت ٿيو. رامچندر، لڇمڻ ۽ ماتا سيتا ڪٿي آهن جي انت سمي ۾ اُن پتاجيءَ جي ڪم ۾ آيا ۽ مان اڀاڳو ۽ بدنصيب پتاجيءَ جي آخرين درشن کان به دور رهيس. اڄ کان وٺي مرنڪي سري رام جو ئي سهارو وٺڻو پوندو جو هر منهنجو وڏو ڀاءُ پتا سمان آهي."

ماتا ڀلا ڀڳاءُ ته پتاجي آخرين وقت ڪهڙي آکيا ڪئي؟ ڪجهه چئي ويو ڇا؟ ان تي ڪيڪئي چيو، "پٽ! تنهنجو پتا انت سمي ۾ هاءِ رام! هاءِ لڇمڻ!! هاءِ سيتا!!! چئي پراڻ تياڳيا. راجا کي ڪا به بيماري ڪونه هئي. هن جي دل ۾ دک هو، ڪليش هو، پيڙا هئي، هو رام جي جدائي سهي نه سگهيو جو جدائي ڪٺور ٿيندي آهي. ان جدائيءَ ۾ هن سرير تياڳيو- رام بنا راجا ائين تڙڪي پيو جيئن مڇي بنا جل جي تڙڪندي آهي. تڏهن ٻئي ڀيرو ڀرت وياڪل ٿي پڇيو، "ماتا! ڇا ان وقت رام، سيتا ۽ لڇمڻ ڪونه هئا؟"

ڪيڪئي ڪجهه وقت لاءِ شانت رهي، ڀلا ڪهڙو جواب ڏئي- ڀرت جي دل ۾ شري رام لاءِ اٿاهه پيار جو ساگر ڏسي منجهي پيئي ته پٽ کي ڇا چوان؟ ڪيئن سمجهايان؟ ان ڪري ڪجهه وقت شانت ۾ رهي- پوءِ ڪيڪئي چوڻ لڳي- تنهنجي پتا رام کي راڄ تلڪ ڏيڻ جي تياري ڪئي، ان وقت توکي راڄ وٺي ڏيڻ لاءِ مون ان ۾ هڪ وگهن ڪڙو ڪيو، ڪي سال اڳي هڪ دفعي مهاراج پرسن ٿي مونکي ٻه ور ڏيڻ لاءِ چيو هو سو هن وقت هڪ ور جي ڪري مون تنهنجي لاءِ سمورو راڄ ۽ ٻئي ور لاءِ رام جي لاءِ مدي واس ۾ بنواس گهريو! انهيءَ ڪري تنهنجي ستوادي پتا مهراج دشرٿ توکي راڄ ڏئي ۽ رام کي ان ۾ موڪلي ڇڏيو، پتي ورت ڌرم پالڻ ڪرڻ واري سيتا به رام سان گڏ ان ۾ هلي وئي! ۽ لڇمڻ ڀاءُ جي پريم وس ٿي رام جي سيوا ڪرڻ لاءِ ان هليو ويو- اهڙي طرح ٽنهي جي ان وڃڻ ڪري انهن جو سمرڻ ڪري رام رام ڪندي مهاراج سرير ڇڏيو- ماتا جا اهي وچن ٻڌي ڀرت مورڇت ٿي ڪري پيو، ڀرت جي اهڙي حالت ڏسي ڪيڪئي رنج ٿي چوڻ لڳي- پٽ تون غم ڇو ٿو ڪرين؟ ايڏو راڄ ۽ وڏي پدوي پائڻ ڪري سڀئي دک ڀلائي ڇڏ! ماتا کي ائين چوندو ڏسي اهي وچن

رهيا هوندا. اهو منش جو آواز ٻڌي مان ڊپ ۾ وياڪل ٿي ڏاڍي ڏاڍي وڏي ان کي چيم هي ڊالو! مان دشرٿ آهيان مون اڻ ڄاڻائي کان هي ٻاڻ ڇڏيو آهي هي ميرو منهنجي رکيا ڪريو! اهين چئي مان ان جي چرڻن ۾ ڪري پيس، تڏهن شروڻ ڪمار مونکي چيو هي راجا ڊڄ نه. توکي برهم هتيا ڪا نه لڳندي ڇاڪاڻ ته مان تپسيا ڪندڙ ويش آهيان منهنجا ماءُ ۽ پيءُ ٻئي ۽ اڄ جي ڪري منهنجي واٽ ڏسي رهيا هوندا، تنهن ڪري هاڻ ٻيا ڪنهن ويچار جي جلدي انهن کي پاڻي ڏئي اچ نه ته جيڪڏهن منهنجا ماءُ پيءُ ڪروڌ ۾ آيا ته توکي ڀسم ڪري ڇڏيندا. تون انهن کي پاڻي ڏئي نمسڪار ڪري منهنجو سڄو حال ڪري ٻڌائج مونکي تمام تڪليف ٿي رهي آهي ۽ منهنجي سرير مان ٻاڻ ڪڍو ۽ مان پراڻ تياڳيندس، شروڻ ڪمار جي اهين چوڻ ڪري مون جهٽ هٽ وجهي ان جي سرير مان ٻاڻ ڪڍي پاڻيءَ جو گهڙو کڻي جتي شروڻ جا ماءُ پيءُ هوا اتي ويس. ان وقت هو تمام چنتا ۾ وياڪل ٿي رهيا هوا ۽ اهين چئي رهيا هوا ته اسان تمام ٻڍا ۽ اکين کـان لاچار آهيون ۽ ٻڪ اڄ کان لاچار ٿي رهيا آهيون، ڪهڙو سبب آهي جو رات جي وقت اسانجو پٽ اڃان تائين پاڻي کڻي ڪون موٽيو آهي، اسانجو ٻيو ڪوئي سهارو نه آهي، پوءِ هنن منهنجي پيرن جو آواز ٻڌي شروڻ جي پتا چيو پٽ اڄ تو ايڏي دير ڇو لڳائي؟ سگهو جل کڻي آءُ جلدي پاڻي پيار ۽ تون نه پيءُ، ان جي اهين چوڻ تي مان ڊڄندو ڊڄندو انهن وٽ ويس ۽ چرڻن ۾ پرڻام ڪري نمرتا ڀاؤ سان چيم، مان توهان جو پٽ نه آهيان پر ايوڌيا جو راجا دشرٿ آهيان مان بابي رات جي وقت جانورن جي شڪار لاءِ پڻي تير جيئن ته مان ان وقت پاڻيءَ جي ڪناري کان ٻري هرس پر پاڻيءَ ۾ آواز ٻڌي جانور سمجهي ان کي مارڻ لاءِ ٻاڻ وهائي ڪڍيم جڏهن مون منش جو آواز ٻڌو هاءِ مارجي ويس! اهو ٻڌي مان ڊڄندو اتي آيس جڏهن مون شروڻ ڪمار کي جنازن پڪڙيل زمين تي پيل ڏسي ڊپ کان ان جا چرڻ پڪڙي چيم رکيا ڪريو! رکيا ڪريو! اهين چرڻ لڳس تڏهن ان توسريءَ مونکي چيو ڊڄ نه توکي برهم هتيا نه لڳندي، تون منهنجي ماءُ پيءُ کي پاڻي ڏئي پرڻام ڪري جيڪو دان وٺي گهر - منهنجي ڪمار جي اهين چوڻ تي آءُ گهاتڪ توهان جي شرن آيو آهيان توهان منهنجي رکيا ڪريو. اهڙي دک ڀري ڪهاڻي ٻڌي پٽ جو ڏايو دک ٿين ۽ روئندي روئندي زمين تي ڪري پيا ۽ چوڻ لڳا ته جتي اسان جو پٽ آهي اتي اسان کي وٺي هل. تڏهن جتي اهو شروڻ ڪمار پيو هو اتي ٻنهي کي وٺي

هي ديوتا مون پڻ نه وڃو هيڪڙو ڪڻ. ڌنش ڀڳائڻ جو آهي سو ٽوڙڻ ۾ ٽڪ ڪڻ
آهن سڀ ڪنهن لوڙاي مون ٽوڙڻ ڪان هارايو آهي. هي براهمڻ مهيما
انواڻ ڪيا ڪريو. ليڇمڻ پرشرام ڪاوڙجي چيو نه تون پڻ پاءِ وانگر آهين،
تون فقط مولڪي برهمڻ ڪري ٿو ڄاڻين مان ڪهڙي قسم جو براهمڻ آهيان سو
لوڪي پڌايان ٿو منهنجو ڌنش کموءِ وانگر ۽ تيرن کي آهوتي ڪري سمجهه
منهنجو ڪروڌ تمام خوفناڪ باهه آهي هيءَ سمنڊ سينا ٻڪه جو ن ڪالدون
آهن ۽ وڏا وڏا راجائون اچي پسن وانگر بلدان ٿيا آهن، مون هن ڪهاڙي
سان ڪيئي انهن کي ٻل چاڙهيو آهي اهڙا ٽڙائي رواي اڪه مون سمسار ۾
ڪروڙين ڪيا آهن منهنجي مهما جي تو کي خبر ڪانهي جنهنڪري تون
بي ڊپو ٿي برهمڻ سڏي رهيو آهين ڌنش ڀڃو اٿئي نه وڏو تڪبر وڌي
ويو اٿئي جڻ دنيا فتح ڪري ڇڏيو آهين. تنهن تي رامچندر چيو هي مني
ويچار ڪري ڇڏ منهنجي چڪ ٿوري پر توهانجو غصو گهڻو وڏو آهي
هيءُ پراڻو ڌنش نه ڇهڻ سان ٿي ڀڄي پيو پوءِ ڇا لاءِ ابهمان ڪريان هي
ڀرگونائڪ اسين هڏو نه جنهنڪري هن مون برهمڻ ڄاڻي توهانجو نراد نه ڪيو آهي
نه پوءِ سمسار ۾ اهڙو ڪهڙو سورمو آهي، جنهن کي ڊپ ڪان سواءِ سر نمايان
جهڪو نه اسان کي جنگ لاءِ للڪاري نه پر انهيءَ سان سولائيءَ سان ٽڙائي
ڪريون نه انهيءَ ايجي ڪُل جو ڪلنڪ ڄاڻڻ گهرجي اهو مان سچاو تو
چوان ۽ تنهنکي ڪُل جي انهيءَ ۾ ساراهه ٿو ڪريان نه جنگ ۾ رکوراسي ڪال
کان نه ڪين ڊجندا آهن، برهمڻ ڪُل جي اهڙي وڏائي آهي جو انهن کان
جيڪو ڊجي ٿو سو ئي بي ڊپو ٿئي ٿو. اهڙا ڳوڙها مٺا وچن ٻڌي پرشرام
جي ٻڌيءَ جا پڙدا کلي پيا ۽ چوڻ لڳو هي شري رامچندر هي لڇميءَ جا
پتي هيءُ وشنو ڀڳوان جو ڌنش هٿ ۾ وٺ هن کي ڇڪ نه منهنجو سنسو
لوڙهه لٿي، ڌنش ڏيڻ سان ئي پاڻ مراد و چڙهي ويو ۽ پرشرام کي من ۾
جهرڪ لڳي! پوءِ رامچندر جي مهما ڄاڻي هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي دلمتن
کي پسڻ ڪرڻ وارا اڪني روپ هي ديوتائن برهمڻن ۽ ڳائن جو ڀلو ڪندڙ
توهان جي جئه هجي هي تڪبر اگمان ڪروڌ کي ۽ برمن جيا ناس ڪندڙ
توهانجي جئه هجي هي لمرتا جا شول دنيا ۽ گڻن جا ساگر پڪتن کي سک
ڏيندڙ توهانجي جئه هجي. مان هڪڙي مک سان توهانجي ڪهڙي وڏائي
ڪريان جو مون بي سمجهائيءَ کان گهڻو وڏ ڳالهايو آهي سو هي
ــ ــ بنڌار ئي پاڻ مرتي ڪيا ڪريو.

ڪرڻ سو مونکي پنهنجو داس سمجهي ڪرڻ، جيئن توهانجو غصو ا...
ڇڏائڻ ؟ ۽ اهو اپاءُ ڪجي. پرشرام چيو ته هي رام ڪاوڙ اِ... ڪيئن...
اجان ۽ تنهنجو پاءُ حرڪتي نموني نهاري رهيو آهي، هن جي ڳ...
ڪهاڙو نه ڏسين ته مون ڪروڌ ڪيو ڇا لاءِ جنهن ڪهاڙي جي پنهنجي ڪر...
جو ٻڌي راڄائن جي راڻين جا گرڀ ڪري پوندا آهن ان ڪهاڙي...
هوندي مان دشمن راجڪمار کي جيئرو ڇڏيو ڏسان. هٿ ۽ هليئي نٿو...
ٿئي ڪروڌ ۾ سڙي ۽ ڪهاڙي جي ڌار ۽ مڏي ٿي پيئي آهي سياءُ ٻدل...
پيو اٿم ۽ نه منهنجي اندر ۾ دنيا ڪتان اڇي. اهو ٻڌي لڇمڻ سر نوائي...
نه توهين جيڪي ڳالهايو ٿا سا جڻ گلن جي ورکا ٿي ٿئي جيڪڏهن ڪ...
ڪرڻ سان مديءَ جو من جلي ٿو ته ڪروڌ ڪرڻ سان نه ڀڳوان ان سرڻ ڪي...
رکي وٺي ٿو. پرشرام چيو ڏس جنڪ! هن ٻالڪ جو هٺ هـــن مورک جي
جم ٻريءَ ۾ گهر ڪرڻ تي مرضي آهي. هن کي ڇو نٿا منهنجي اکين کان
ٻاسيرو ڪرڻ! لڇمڻ کلي مديءَ کي چيو ته اکين بند ڪرڻ سان ڪر ۽ ڪٿي
نظر نه ايندو. پرشرام هيڪاري ڏاڍو ڪروڌ ڪري رامچندر کي چوڻ لڳو
هي مورک شوجيءَ جو ڌنش ڀڃي هاڻ مونکي سمجهائڻ آيو آهين تنهنجي ني
ڪري ڪوڙا وچن پيو ڳالهائي ۽ تون وري ڪهڙي هٿ جوڙي ٿو ونيون
ڪرين هاڻ لڙائي ڪري منهنجو من شانت ڪر نه ته رام چوائڻ ڇڏي ڏي.
هي شو جا دوهي! ڪمت ڇڏي جنگ ڪر ۽ نه پاءُ سميت توکي ماريندس
پرشرام ڪهاڙو کڻي اڪ اڪ ڪري رهيو هو شري رامچندر سر نوائي اندر
۾ پٽي کليو ۽ دل ۾ چيائين ارڙاڌ لڇمڻ جو ۽ غصو مونتي؟ ڇا سڌين سڌي
هاڻ ۾ ۽ وڏو ڏوهه آهي؟ ڏنگي ڪان سيڪو ٻچي ٿو، هي مهرو غصو نه
ڪريو هٿ ۾ ڪهاڙو اٿو ۽ اڳيان هيءَ سر آهي جهڙيءَ طرح توهانجي ڪاوڙ
...ي ليئن ڪرڻ. پلا ڪڏهن سوامي ۽ داس جي پاڻ ۾ ٻڌ ڪيئن لڳندي؟
...هانجو ٻيڪ ڏسي هن ڪجهه چيو آهـــي؟ ڇوڪري جو ڏوهه ڪونه آهي،
...ان کي ڌنش اڻاڻ ۽ ڪهاڙو کڻندو ڏسي ۽ سرور سمجهي ڇوڪري کي
...ڪاوڙ آئي؟ توهان کي نه سڃاتائين، پنهنجي کتري سڀاءُ موجب هن جواب
...آهي، جيڪڏهن توهين مديءَ وانگر اچو ها ته هي ڪسائين، هي ٻالڪ
...جي پيرن جي ڌوڙ مٿي تي رکي ها. هاڻ اڻڄاڻ جي ڀل معاف ڪرڻ،
...ڻ جي هردي ۾ ججهي ڪرپا هئڻ ڪپي، هي ناٿ! منهنجي ۽ توهان
...اري ڪيئن ٿي سگهندي؟ ٻڌايو ته ڪٿي پير ۽ ڪٿي مٿو منهنجو ته
...و نالو رام آهي ۽ توهانجو پرش سان مليل وڏو نالو پرشرام آهي.

نڪس نہ سچ آهي! اوهانجي وڏن لڪ پرسد آهي جو مالا جو سر نہ انهيءَ ڪهاڙي سان ڪاٽيو هوندو لڙائي. ۽ ڪر پهلوان ڪري ڪڏهن ٿيو ڏسجو. مالا پتا جي قرض کان چڱيءَ طرح آجا ٿيا آهيو، باقي گروءَ جو قرض وڌيل اٿوَ جنهنجو دل ۾ وڏو ويچار اٿو مان نہ برهمڻ سمجهي ٿو ڇڏي ڏيان. اهي ڪڙا وچن ٻڌي پرسرام ڪهاڙو سڌو ڪيو ۽ سڄي سڀا ۾ هاهاڪار مچي ويو تڏهن شري رامچندر پاڻيءَ واڪر ٺاريندڙ وچن چيا هي ناٿ ٻالڪ تي ڪريا ڪريو، اجان هنجو کير پياڪ مک آهي ۽ ڪاوڙ نہ ڪريو جيڪڏهن اوهانجي پرتاپ. کي ڪجهہ ڄاڻندو هجي ها تہ ائين سمجهي، وانگر ڪيئن برابري ڪري. ها جيڪڏهن ٻار ڪا اڙٻنگائي ڪندو آهي تہ گرو پتا ۽ مالا من ۾ خوش ٿيندا آهن، هن کي ٻچو ۽ سيوڪ ڄاڻي ڪريا ڪريو ڇو تہ اوهين سم درشي ڌيرجوان ۽ گياني آهيو، رامچندر جا وچن ٻڌي پرسرام ڪجهہ ٿڌو ٿيو. لڇمڻ وري ڪجهہ چئي کلي ڏنو، هن کي کلندو ڏسي پرسرام کي ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين ڪاوڙ وٺي ويئي ۽ چيائين، هي رامچندر! تنهنجو ڀاءُ ڏاڍو پاپي آهي، هن جو بدن گورو پر من جو ڪارو آهي. هن جو واس کير واري نہ آهي پر مرلمار زهر سان ڀريل آهي. هي مونکي ڪال ڪري سمجهي ٿو. لڇمڻ تڏهن کلي چيو، "هي مني! ٻڌ ڪروڌ پاپ جو مول آهي جنهن جي وس ٿي ڪري ماڻهو اڻڀڱو ڪم ڪري ٿا وجهن ۽ سنسار جي خلاف ٿي پون ٿا هي مني مان اوهانجو سيوڪ آهيان هاڻي ڪاوڙ ڇڏي ڏيا ڪريو ڌاس ٽٽو سو غصي ڪرڻ سان ڪين ڳنڍبو اوهين وهو اوهانجا پير ٿڪا هوندا جي هيءَ ڌاس پيارو اٿو تہ ڪو اپاءُ ڪرائو ڪنهن وڏي ڪاريگر کي گهرائي ڳنڍائينس." ائين وري لڇمڻ جي ڳالهائڻ تي راجا جنڪ ڊنو ٿي ۽ چيائيس ماٺ ڪر. پرسرام غصي ۾ ٻرڻ جي رامچندر تي لڏو ابرو رکي چوڻ لڳو تہ مون اوهانجي ڪري تنهنجي ننڍي ڀاءُ کي ٻئي ڇڏيو آهي هنجو من ملڻ آهي ۽ ٻاهر سندر الس ... سراي گهاگهر وڪ سان ڀريل آهي. لڇمڻ اهو ٻڌي وري کلڻ تي شري رامچندر اک جي اشاري سان منع ڪيس ته هو شڪجي اتر سيتر ڳالهائڻ ڇڏي گروءَ وٽ هليو ويو، شري رامچندر ٻئي هٿ جوڙي ونتي ڪري مٺن وچنن ۾ چيو هي ناٿ ٻڌو اوهان گياني آهيو، سو ٻالڪن جي وچنن تي ڪن لاڻار ڪريو، ٻالڪ ٻڙڙ ڪيڙ جو ڏکڙوني سڀاءُ ٿيندو آهي سمجهي هن کي ڪڏهن ڏوهہ نہ ڏيندا آهن هن تہ ڪرهہ ڪم نہ بگاڙيو آهي، هي ناٿ! مان اسي اوهان جو گنهگار آهيان، هي سائين! ڪريا ڪريو! ڪروڌ ڪريو! ماريو يا جيڪي نہ

۽ وڏو ڪروڌي ۽ سنسار ۾ مشهور ڪترين جي ڪل جو ويري آهيان. ٻانهن
جي ٻل سان هن ڌرتيءَ کي راجائن کان خالي ڪري مون ڪيئي ڀيرا اها
برهمڻن کي ڏني آهي. سهسرباهو جي ٻانهن ڪپڻ وارو آهيان اي راجڪمار
منهنجو هيءُ ڪهاڙو ڏس! پنهنجي ماءُ پيءُ کي ڏکن ۾ نه وجهه. گرڀ ۾
رهندڙ ٻارن جو به ناس ڪندڙ منهنجو هي ڪٺور ڪهاڙو آهي. وري لڇمڻ
کلي مٺيءَ واڻيءَ ۾ چيو ته توهان مشهور وڏا اپائي سورما آهيو. مون کي
وري وري ڪهاڙو ڏيکاري ڦوڪ سان پهاڙ کي اڏائڻ ٿا گهرو. توهان جو
ڪهاڙو ۽ ڌنش ٻاڻ ڏسي مون ڪجهه ابمان سان ڳالهايو آهي، اوهان کي
ڀرڳو ڪل جو ڄاڻي ۽ برهمڻ جو جڻيو ڏسي جيڪي چئو ٿا سو ڪاوڙ روڪي
سهان ٿو، ڇو ته اسان جي ڪل ۾ برهمڻ ديوتائن ڀڳتن ساڌن کي نه مارڻ
آهي ڇو ته انهن کي مارڻ ڪري پاپ ۽ نندا ٿئي ٿي. توهان جي ماريندي
به توهانجي پيرن تي پوندس. توهانجا ڪٺور وچن ئي ڪروڙين ڪهاڙن جهڙا
آهن پوءِ اهو ڌنش ٻاڻ ڪهاڙو ته اجايو ٿا رکو؟ هي ڌيرجوان مني توهان کي
ڏسي مون جيڪي غيرواجب چيو آهي سو معاف ڪندا. هيءُ ٻڌي ڀرڳو
ونس پرشرام غصي ۾ چيو، هي وشوامتر ٻڌ هي ٻالڪ خراب ڪرتو ۽ ڪال
جي وس پنهنجي ڪل جو ناس ڪندڙ آهي مان وري به ٿو چوان پوءِ مون
کي ڏوهه نه ڏجو! توهين منهنجي ٻل ۽ ڪروڌ بابت هن کي ٻڌائي هتان
پري هٽايو، تڏهن ته لڇمڻ چيو هي مني توهانجي مهما جو توهانجي هوندي
ڪير بيان ڪري ۽ انت پائي سگهي پنهنجي ئي مک سان پنهنجي ڪرڻي
ڪيئي ڀيرا گهڻن ئي نمونن سان ٻڌائي اٿو، جي سنتوش نه ٿيو هجي ته اڃان
به ڪجهه چئو ۽ ڪاوڙ روڪي سهڻ کان ٻاهر ڏک نه سهو توهين سورمن جي
رهت وارا ڌيرجوان ۽ غصي کان آجا آهيو. گاريون ڏيڻ سان سونهون ٿا.
سورمن کي جيڪي ڪرڻو هوندو آهي سو جنگ ۾ ئي ڪندا آهن ۽ ڪڏهن پاڻ
ڪري ڄاڻائيندا آهن. ڪانئر دشمن کي لڙائيءَ ۾ اڳيان ڏسي واڪا ڪندا
آهن. لڇمڻ جا اهڙا سخت وچن ٻڌي پرشرام ڪٺور ڪهاڙي کي ٺاهي هٿ
۾ کنيو ۽ چيائين هاڻي ماڻهو مونکي ڏوهه نه ڏين ڇو ته ڪڙو ڳالهائيندڙ
ٻالڪ مرڻ جي لائق آهي هن کي ٻار ڏسي مون گهڻوئي ڪيس ڇڏيو هاڻ نه
ڇڏيندس. تڏهن وشوامتر چيو ته اپراڌ ڪميا ڪريو ٻالڪن جي ڏوهن ڳڻن کي
ساڌو نه ويچاريندا آهن. تڏهن پرشرام چيو ته وشوامتر تنهنجي سياه ڪري
هن کي بنا مارڻ جي ڇڏي ٿو ڏيان نه ته هن ڪهاڙي سان هن کي ٽڪي
پوري تڪليف سان تڪر ڪري ڇڏيان. تڏهن لڇمڻ طعنو هڻي چيو

ته مولکي لوهاڻي آڳيا ملي ته هن برهمانڊ کي ڪمهرڙي وانگر ڪري ڪٽان، ميرو پهاڙ کي مُوريءَ وانگر ڀوڙي ڀڃي سگهان. هي ڀڳوان لوهاڻي پرتاپ جي مهما سان هيءَ ويچارو پراڻو ڌنش ڇا آهي؟ هي ناٿ اهين ڄاڻي آڳيا ڏيو ۽ ڏسو ڪوتڪ ڪريان ٿو سو به ڏسو. ڪڏهن ڌنش کي ڇاڙهيانس ۽ سؤ جوجن تائين کڻي ڊوڙانس ۽ ڇٽيءَ جي ڪاني وانگر ڀڃي وڪان جي اهين نه ڪريان ته لوهاڻي چرڻن جو قسم اٿم ته وري ڌنش کي هٿ نه لائيندس. لڇمڻ جڏهن غصي ۾ اهي وچن چيا، اُهين ڌرتي ڏڪڻ لڳي سڀئي ماٺهو ۽ راجائون ڊڄي ويا سيتا کي من ۾ خوشي ٿي ۽ راجا جنڪ شڪي ٿيو، گرو وشوامتر، شري رامچندر ۽ ٻيا مني من ۾ پرسن ٿيا. شري رامچندر اشاري سان لڇمڻ کي هٽايو ۽ پريم سان پرسان وٺي ويٺس وشوامتر چڱو وقت ڄاڻي پيار ۽ مٺي واڻيءَ ۾ چيو، "هي رام! اٿي شنڪر جو ڌنش ڀڃ ۽ هي پيارا! راجا جنڪ جي ڳڻتي مٽاءِ!

گروءَ جا وچن ٻڌي رامچندر چرڻن تي سر نوائي اٿي کڙو ٿيو. ان وقت سيتا جي ماءُ پريم ۾ وياڪل ٿي چوڻ لڳي اهڙو ڪر آهيئي ڪوئي جو راجا جنڪ کي وڃي سمجهائي چوي ته هي ٻار آهن. جڏهن ڌنش کي راوڻ ۽ ٻاڻاسر جهڙي ڪين سگهيا ۽ سڀئي راجائون هٿ وکي هاري موٽيا اهو ڌنش راجڪمار جي هٿن ۾ ڏاو ٿو وڃي سو هي هنس جو ٻالڪ ڪيئن مندراچل پربت کڻي سگهندو. راجا کان سياڻپ موڪلائي وئي آهي. تڏهن ٿي سکين چيس! هي راڻي! هي تيج وارو آهي هن کي گهٽ نه ڄاڻ ڪيڏانهن اگست مني ۽ ڪيڏانهن الاهه سمندر! جڏهن جي سڪاڻ سان هيڏي سڄي سنسار ۾ واکاڻ آهي. سورج منڊل ڏسڻ ۾ ننڍو ٿو اچي پر اڀرڻ سان ٽنهي لوڪن جي اونده ناس ٿئي ٿي، منتر امام ننڍو ٿو ٿئي جنهن جي جاپ ڪرڻ سان برهما وشنو مهيش ۽ ٻيا ديوتائون وس ۾ ٿين ٿا هي ديوي! اهين ڄاڻي سنسو نه ڪر. هي راڻي! پڪ رامچندر ئي ڌنش ڀڃندو. هيڏانهن سيتا رامچندر کي ڏسي ديپ ڏاءُ ۾ هردي ۾ ديو ديوتائن کي مڃاڻ لڳي ۽ من ئي من ۾ پرارٿنا ڪرڻ لڳي ته هي ٻاروتي مرتي ڪرپا ڪريو ڌنش جي ڳوراڻ مٽايو؟ سيتا رامچندر ڏانهن جتين نهاريو تئين اکين ۾ پريم جا ڳوڙها ڀرجي آيس ۽ سرير ڳد ڳد ٿيڻ لڳس ۽ ديوتائن کي ڪي آراڌنا ڪرڻ لڳي ته هي شو جا ڌنش پنهنجي ڳوراڻ ٿورڙو مٿان اچاي ٿون شري رامچندر کي ڏسي هلڪو ٿي پؤ. ... ڏي نهاري وري ڌرتيءَ ڏي ڏٺي نهاري ۽ ٿو ٿيو ڪان ڪٿي ڪڇي

ڇڏڻ لڳو ته هي سڀ راجائون ٻڌو! جنڪ جو پرڻ آهي ته جيڪو ٻانهن جي ٻل سان شوجيءَ جو ڌنش ڳرو ۽ سخت آهي، جنهن کي راوڻ ۽ ٻاڻاسر جهڙا سورما به هيءَ ڌنش ڏسي موٽي هليا ويا آهن! اهوئي شوجيءَ جو ڪٺور ڌنش راڄ سڀا ۾ اڄ جيڪو ڀڃندو تنهن سان گڏ سيتا ٻنا ويچار ڪرڻ جي ان کي ئي پتي ڪندي. (ان سان شادي ڪندي).

اها پرتگيا ٻڌي سڀئي راجائن جي دل سرڪي ۽ ڪمر ڪشي اٿيا ۽ پنهنجي اشٽ ديوَ کي سر نوائي هليا. هو ڪروڌ ۾ گهور نهاري شو جـــي ڌنش کي جهلڻ لڳا. گهڻئي زور لڳائيندي به اهو ڪڇي نه پير سگهيو. جن راجائن جي من ۾ ڪجهه ويچار ليو اهي ڌنش جي ويجهو به نه پئي ويا سڀئي راجائون دل هاري پنهنجي پنهنجي جاين تي وڃي ويٺا راجائن کي ائين ڏسي راجا جنڪ وياڪل ٿي چوڻ لڳو غصي ۾ ڳالهايو! سڀئي ديپن جا ڪيترائي راجائون منهنجي ڪيل پرتگيا جو ٻڌي آيا آهن. ديوتائون ۽ منش روپ ڌاري آيا آهن ۽ ڪيئي ٻيا به جنگي بهادر يوڌا آيا آهن. پر هن مدوهر ڪماري سندر ڪيرتي حاصل ڪرڻ وارو ۽ ڌنش کي ڀڃندڙ ڄڻ ته وڌاتا ڪو پيدا ئي ڪونه ڪيو آهي.

## رامچندر جو ڌنش ٽوڙڻ

هن شنڪر جي ڌنش کي ڪنهن مٿي نه چاڙهيو آهي. هي پاڙرو چاڙهڻ ڀڃڻ نه پري رهيو! پر ڪو ٿر جيترو به ڌرتيءَ کان چوري نه سگهيو آهي. ...اٽي ڪو به ايماني سورمو ڪروڌ نه ڪري مون چاٽي ورلو نه ڀرلوي سورمن ...ن خالي آهي. هاڻي اميدون لاهي پنهنجي پنهنجي گهر وڃو جو نه وڌاتا ...انڪيءَ جو وهانءُ ليڻ لکيو ئي ڪونهي، جي پرتگيا ٿو ٽوڙيان ته سڀ پنڃ ...س ٿا اين ۽ ڪنيا به ڪنواري ئي رهجي وڃي. جا ڪريان! هي ڌرتي جي ...ن ائين ڄاڻان ها ته ڌرتي سورمن کان سواءِ آهي ته پرتگيا ڪري ڪل نه ...ڻايان ها! راجا جنڪ جا اهي وچن ٻڌي سڀئي استريون پرش سيتا کي ...ي ڏاڍو ڏکــي ٿيا. لڇمڻ اهـــي وچن ٻڌي ڪاوڙ ۾ ڀرون ٽيڏيون ٿي ...ن چپ ڦڙڪڻ لڳس اکيون غصي ۾ ٻرجي لعل ٿي ويس شري رامچندر ...ڀؤ کان چئي نه پير سگهي، جنڪ جا وچن چڀڻ نه ٻير وانگر ٿي لڳس ...رامچندر جي چرڻن تي سر نوائي چيو! رگهوڪلين مان جتي ڪو به هجي ...ءِ سماج ۾ ڪو به ائين نٿو ڳالهائي سگهي ۽ لوهان کي وٺل چاٽي جنڪ ...راجي اڪر چيا آهن مان سياوڪ طرح چران لــــو ۽ نڪي ايمان سان!

مڃي وشوامتر جي پڳي. جي رکيا ڪندڙ آهن جن يڳ جي ميدان ۾ راڪشن کي ماري ماٺ ڪيو هو. جنهن ماريچ سباهو جو لشڪر ڀڳو هو سو سڪن جي ڪاڻ ڪوشليا جو پٽ رام سندس ڀائو آهي هٿن ۾ تير ڪمان اٿس، ۽ جيڪو پٺيان پيو اچيس سو سمترا جو پٽ لڇمڻ آهي. ڪا چئي چوي ته هي ور سيتا جي لائق آهي ڪا چئي چوي ته راجا هن کي ڏسي پڻ ٽوڙي زوريءَ وهانءُ ڪرائي ڇڏي. ڪا چوڻ لڳي ته راجا هن جي سڃاڻپ ڪئي آهي پڻ نه ٽوڙ ڀندو، ڪا چوڻ لڳي ته ورڌاتا چڱو آهي ۽ ڀلو آهي ته سڀ ڪنهن کي لائق ڦل ڏيندو آهي ته جانڪيءَ کي هيءُ ئي ور ملندو، هي سکي! ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي. ڪا چوڻ لڳي ته شوجيءَ جو ڌنش ڏاڍو ڪٺور آهي ۽ هيءُ سانورو ڪومل بدن ۽ ننڍيءَ عمر وارو، تنهن لي ايءَ ڪلي ڇيو کهڙارن نه موڪه آهيو جنهن جي چرڻ ڪملن جي ڌوڙ ڇهڻ سان مهاپاپڻي اهليا تري وئي سو شو جيءَ جو ڌنش ڀڃڻ کان سواءِ ڪيئن رهي سگهندو. اڙي ڇهيليون! ڏسڻ ۾ ننڍا آهن پر پرتاپ وارا آهن، جنهن ورڌاتا سيتا کي ناهي سندر بڻايو آهي تنهن ويچار ڪري سانورو گهوٽ بڻايو آهي هن جا اهي وچن ٻڌي سڀئي خوش ٿيون، ۽ مڃي زبان ۾ چيائون ته ائين ئي ٿيندو.

## سيتا جو باغ ۾ رامچندر کي ڏسڻ

هي ٻئي ڀائر اڀرندي طرف ويا جتي ڌنش يڳ لاءِ ميدان ٺهيو ويو هو خوب ڏکڻي ويڪري ۽ سهڻي چوديواري ڏنل هئي. انهي وچ ۾ اتر ۽ سندر ٺاهو سينگاري تيار ڪيل هو چئني پاسن کان سونا ڪوچ تيار ڪري رکيا ويا هئا جي راجائن جي ويهڻ لاءِ هئا. انهن جي پٺيان لڳو لڳ پاسن کان پيا ڪوچ عام ماڻهن لاءِ پيل هئا ۽ سڀني کان مٿي ويهڻ لاءِ زالن لاءِ استان ٺهيل هو. ٻئي ڀيئر ويا. شالا جي رچنا ڏسي ڏاڍ جاڳي ڪ وءَ جو من ۾ ٻه ٿين، اهو مزو ڏسي گروءَ ڏانهن هليا. ٻئي ڀائر ڏيپ مان ڀريل ۽ نمرتا سان گروءَ کي امسڪار ڪري ويهي رهيا. رات ٿي مڃيءَ آڳيا ڏني سڀئي سنڌيا پوڄا ڪئي ۽ پراڻن جون ڪٿائون ڪندي سمهڻ جو اچي وقت ٿيو مڃي وڃي سمهيو ۽ ٻئي ڀائر گروءَ جي پيرن کي زور ڏيڻ لڳس جنهن جي چرن ڪملن لاءِ وڏاڳي جاپ ۽ جوڳ ڪن ٿا انهن ٻنهي ڀائرن کي چڱا ڀريل ڦاڙ ڪري ڇڏيو آهي، هو سڪ سان گروءَ جي چرنن کي زور ڏيئي رهيا هوا. وار وار مڃيءَ ڪين چيو ٿي لڏهن ٻئي وڃي سمهيا ۽ لڇمڻ ڀيءَ جس جي چرنن

يگيه جي رکيا ڪرڻ لاءِ اُٺيا ڪان ولي آيسو آهيان. رستي ۾ اچڻ وقت منهنجي ٻڌايلا سان هن ٻراڪرمي رگهونائڪ هڪ ئي ٻاڻ سان تاڙڪا کي ماري ڇڏيو. پوءِ منهنجي آشرم ۾ اچي منهنجي يگيه کي ڪنڊن ڪرڻ وارو سباهو ۽ ٻين راڪشسن کي ماري ڇڏيو ۽ ماريچ کي سمنڊ ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيو اتان پوءِ گنگاجيءَ جي ڪناري تي گوتم رشيءَ جي آشرم ۾ آيو اتي گوتم جي استريءَ کي شلا پٿر ڏسي پنهنجي چرن ڪملن جي ڇهڻ سان ان کي مڪت روپ ڏنو. اهليا کي ڏسي رام الکي نمسڪار ڪيو انکان پوءِ اُڌار ونڊ شڪر جو ڌنش ڏسڻ لاءِ آيا آهيون. منيءَ وشوامتر جون اهي ڳالهيون ٻڌي راجا وشوامتر ۽ ٻنهي ٻالڪن کي ساڻ وٺي شهر ۾ آيو ۽ جنڪ سڀئي محلات هو جو سڀني موسمن ۾ سک ڏيندڙ هو تن ۾ هنن کي رهايو ويو ۽ سڀني هر طرح سان شيوا پوڄا ڪري ڪائين مرڪلائي راجا گهر ڏانهن ويو رشيءَ سان گڏ کائي پي آرام ڪري شري رامچندر جڏهن ڀاءُ سان گڏ ويٺو تڏهن لڇمڻ جي مرضي ٿي ته جنڪ پوري ڏسي اچجي پر رامچندر جي ڊپ ڪري ۽ پنهنجي منيءَ جي ڪري نه پيو ڪڇي پر من ۾ پيو مشڪي. شري رامچندر هنجي من جو حال ڄاڻي ڀڳت وڇلتا هردي ۾ آڻي آس پوءِ وشوامتر کي وينتي ڪري چيو هي ناٿ! لڇمڻ کي شهر ڏسڻ جي مرضي ٿي آهي پر اوهان جي ڀؤ کان نٿو ڪڇي. هاڻ موکي آڳيا ڏيو ته مان شهر ڏيکاري اچانس، وشوامتر خوش ٿي چيو هي سڳڻ جي کاڻ ٻئي ٻالڪ وڃي وڃي شهر ڏسي اچو. پوءِ ٻئي ٻالڪ منيءَ کي سر نوائي شهر ڏي هليا. ڪنوارا ٻالڪ هنن جي سونهن ڏسي ساڻن گڏجي هلڻ لڳا، چوڻ لڳا ته اي پيلو ڌوتي پهريل هٿن ۾ سندر ڌنش ٻاڻ ڄاڻيءَ ٿي موهن جهڙي مالها پيل ۽ مسڪ تي سهڻو چندن جو تلڪ ڏنل. اهڙي سانوري ۽ گوري من موهيندڙ ٻنهي ٻالڪن جي جوڙي هئي. شهر ۾ جڏهن اها خبر پئي ته وڃي ته ڪي راجڪمار شهر ڏسڻ لاءِ آيا آهن. هر گهر جا سڀ ڪم ڪار ڇڏي سڀ لوڪ نارين درشن ڪرڻ لاءِ ڊوڙي آيا.

بالڪن هڪ ٻئي ۾ پريم سان ڳالهيون ڪري چوڻ لڳيون ته هنن جي سونهن ڇٽي ٻالهن وارو وشنو، چئن منهن وارو برهما ۽ پنجن منهن سان شنڪر انهن ڏاري شرجي ۽ ٻيو ڪري به اهڙو ڏٺو جڳت ۾ ڪير آهي جنهن سان هي سکي! هن سندرتائي جي ڀيٽ ڪجي- ورڻ اي چوڻ لڳي هي سهيليون مون جهڙي ٻڌو آهي سو ته ٻڌو، هي ٻئي راجا دشرٿ جا پٽ آهن. هيءُ

سر نوائي گنگا ماتا کي نمسڪار ڪيو. گنگا ماتا آشيرواد ڏنس ۽ چيائينس ته هي راجا هاڻي جلد وڃ هڪ رٿ وٺي اچ جنهن ۾ گهوڙا ڀلا ۽ تيز هجن. پوءِ تون رٿ ۾ چڙهي هلندو هل مان تنهنجي پٺيان ايندس. پوءِ ڀاڳيرٿ ائين ئي ڪيو، گنگا جو تيز وهڪرو ڏسي رشين منين جو من پرسن ٿيو ۽ من لڳائي ڪناري تي واهي سنان ڪري ٿڌان سنڌيا ڪرڻ لڳا. ڀلا ڪيئن نه ڪن ڇو ته ويد ۾ چون ٿا ته گنگا ماتا جي درشن ڪرڻ سان پاپ ڀسم ٿيو وڃن ۽ دشٽ پاپي به سنان ڪري سنسار ساگر مان تري پار وڃن. پوءِ راجا ڀاڳيرٿ رٿ تي چڙهي هلڻ لڳو ۽ گنگا ماتا ان جي پٺيان هلڻ لڳي. سنڌ ۽ پهاڙن ۽ ديسن مان لنگهندي جڏهن هردوار وٽ اچي پهتا تڏهن گنگاجي ڏاڍو خوش ٿي. هردوار کان پوءِ پرياڳ ۾ آيا ۽ پرياڳ کان پوءِ ڪاشي ۾ ان کان پوءِ سمنڊ وٽ پهتا جنهن ۾ گنگاجي سمائجي ويئي. سمنڊ راجا ڀاڳيرٿ جي ڏاڍي تعريف ڪئي.

اهڙي طرح سگر جا سيهٺي پٽ ڀسم ٿيل گنگاجيءَ جي ڇهڻ ڪري تري ويا. وشوامتر چيو هي رامچندر! انهيءَ ڪري ئي پرٿويءَ تي گنگا جو اچڻ ٿيو ۽ گنگا کي ڀاڳيرٿ جي آڻڻ ڪري گنگا کي ڀاڳيرٿي به ڪري چوندا آهن.

## رام لڇمڻ جنڪ پور ۾

گنگا جي اچڻ جو حال ٻڌي شري رامچندر ڏاڍو پرسن ٿيو. پوءِ ٻنهي سان ان ۾ سنان ڪري برهمڻن کي دان ڏنائين. پوءِ وشوامتر ٻنهي ڀائرن کي ساڻ وٺي جنڪ پور جي ويجهو پهتا اتي هڪ سنڌر عمدو باغ ڏٺائون جنهن ۾ آرام ڏيندڙ هنڌ گهڻا هئا. جو رامچندر اهو آستان پسند ڪري اتي رهي پيا. جڏهن راجا جنڪ کي سڌ پئي ته مهرشي وشوامتر آيو آهي سو ڀلا سان منتري گرو ۽ برهمڻ کي ساڻ وٺي منيءَ جي درشن ڪرڻ لاءِ آيو، راجا جنڪ اچڻ شرط منيءَ کي پيري پئي نمسڪار ڪيو، منيءَ ڪيس آشيرواد ڏني ۽ پرسان وهاري خوشخبري پڇڻ لڳا. اوڏي مهل ٻئي ڀائر جي باغ ۾ ڦلواڙي ڏسڻ ويا هوا سي موٽي آيا. هڪ سانورو ۽ ٻيو گوري رنگ جو جوان اوستا ۾ جڏهن رام لڇمڻ اندر آيا تڏهن سڀئي اٿي بيٺا. پوءِ وشوامتر کين پرسان وهاريو. راجا جنڪ هنجي مٺي ۽ موهيندڙ شڪل ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو. منيءَ کان پڇڻ لڳو هي ناٿ! هي ٻئي سنڌر بالڪ ديوتائن جي سمان ڪنهن جا پٽ آهن. هي نه منهنجي من ۾ هن وقت نر ۽ نارائڻ جي سمان پيا ڏسڻ ۾ اچن. تنهن تي وشوامتر منيءَ جنڪ راجا کي چيو ته هي ٻئي ڀائر رام ۽ لڇمڻ راجا دشرٿ جا پٽ آهن مان هنن کي پنهنجي

ته ٻهڙو ڪو اپاءُ ڪر جو ڌرتيءَ تي گنگا اچي ۽ جڏهن گنگا وهي ايندي پوءِ جڏهن لهڻجا ڏهه هزار ٻالڪ سڙي ڀسم ٿيل آهن، انهيءَ ڀسم کي جڏهن گنگا ڇهندي تڏهن هي سڀئي لهڻجا ٻالڪ جيئرا ٿي پوندا. گرو جي صلاح انشومان کي ڏاڍي پسند آئي. الهن ڇئي ٿي ڪپل منيءَ وٽ ويو ۽ وڃي سر نوائي نمسڪار ڪيو. ڪپل منيءَ کيس آشيرواد ڏنو ۽ گهوڙو به ڇوڙي ڏنائين. انشومان گهوڙو وٺي آئي راجا سگر کي ڏنو ۽ سڀني ٻڌن جي ڀسم ٿيڻ ٻابت ۽ منيءَ جو سمورو حال ڪري ٻڌايائين. اهو ٻڌي راجا کي ڏاڍو ڏک ٿيو، ۽ وري گهوڙي اچڻ ڪري يگيه سماپت ڪيائين. پوءِ راجا، ٻڌ اوستا جاڻي راڄ جو ڪاروبار انشومان کي ڏيئي ٻاڻ ٻن ڏي هليو ويو. انشومان جو پٽ دليپ ۽ دليپ کي ڀاڳيرٿ نالي پٽ ٿيو. انشومان کي ته پڪ هئي ته جيسين گنگا ڌرتيءَ تي نه ايندي تيسين سڀئي ٻالڪن جو موڪش نه ٿيندو. انشومان کان پوءِ دليپ ۽ دليپ کان پوءِ ڀاڳيرٿ هن گنگا کي آڻڻ لاءِ ٻن ۾ وڃي ڪٺن تپسيا ڪئي. برهما هن جي اهڙي تپسيا ڏسي پرسن ٿي ڀاڳيرٿ وٽ آيو ۽ اچي ور گهرڻ لاءِ چيائينس. تڏهن ڀاڳيرٿ هٿ جوڙي چيو هي پرڀو! ٻه ور ڏيو هڪ ته سنس سماج وڌي ۽ ٻيو گنگا ڌرتيءَ تي اچي، برهما چيو الهن تي ٿيندو! گنگا ڌرتيءَ تي اچي ته سهڻ ڀر پوءِ هن کي ڌارڻ ڪير ڪندو، ڇو جو هوءَ جنهنڌيئي هڪدم رسائل ڏي وهندي هلي ۽ پوءِ ڌرتيءَ تي ڪانه ايندي سو مهيشور جو تپ ڪر مهادو وٽ وڃ جو ڏاڍو ديالو آهي ۽ اهي وڃي استوتي ڪر، پوءِ اوتي پرسن ٿي گنگا کي مستڪ ۾ ڌارڻ ڪندو. ائين چئي برهما انترڌيان ٿي ويو. پوءِ ڀاڳيرٿ وڃي مهادو جو ڌيان ڪري تپ ڪيو. جڏهن ٿي مهادو پرسن ٿي گنگا ڌارڻ ڪرڻ جو وچن ڏنائينس. جڏهن برهم لوڪ ۾ گنگاجيءَ ٻڌو ته مهادو تو موکي ڌارڻ ڪرڻ سو ويچار ڪرڻ لڳي ته مهادو سميت رسائل هلي ويندس، هڪ پل به نه ترسندس. انترجامي شنڪر ڀڳوان چيا ڪيو جو پنهنجون جٽائون کٽي ڦهلايائين. جڏهن ۾ سڄي گنگا سمائجي ويئي. هڪ سال اتي رهي، ٻاڻي ڀاڳيرٿ گنگاجيءَ کي ڌرتيءَ تي آڻڻ لاءِ شنڪر ڀڳوان کي استوتي ڪئي جڏهن ٿي ڀڳوان پرسن ٿي هڪ پاڻيءَ جي ٻوند ڪٽي جڏهن مان ٽي ڌارائون نڪتيون، هڪ وئي آڪاش ۾ جڏهن جو نالو ديوتائن ڀاڳ تاشي مداڪني رکيو ۽ ٻي جيڪا پاتال ۾ وئي دک هرڻ واري ٻرهاوتي نالي سڏجي ٿي، ۽ ٽين اها آهي جا سڀني سنتن مهاتمائن کي سک ڏيندڙ گنگا مالا سڏجي ٿي، گنگا کي آيو ڏسي ڀاڳيرٿ ڏاڍو خوش ٿيو ۽

سر نوائي گنگا ماتا کي نمسڪار ڪيو. گنگا ماتا آشيرواد ڏنس ۽ چيائين ھي راجا ھاڻي جلد وڃ ھڪ رٿ وٺي اچ جنھن ۾ گھوڙا ٻسلا ۽ تيز ھجن پوءِ تون رٿ ۾ چڙھي ھلندو ھل مان تنھنجي پٺيان ايندس. پوءِ ڀاڳيرٿ ائين ئي ڪيو، گنگا جو تيز وھڪرو ڏسي رشين منين جو من پرسن ٿيو ۽ من لڳائي ڪناري تي واھي سنان ڪري ڌيان سنڌيا ڪرڻ لڳا. ٻيا ڪيترن ته ڪن چوڻ ويد ۽ چون ٿا ته گنگا ماتا جي درشن ڪرڻ سان پاپ ۽ ڪشٽ ٿيو وڃن ۽ دشت پاپي ته سنان ڪري سنسار ساگر مان تري پيا وڃن. پوءِ راجا ڀاڳيرٿ رٿ تي چڙھي ھلڻ لڳو ۽ گنگا ماتا ان جي پٺيان ھلڻ لڳي. سمنڊ ۽ پھاڙن ۽ ديس مان لنگھندي جڏھن ھردوار وٽ اچي پھتا تڏھن گنگاجي ڏاڍي خوش ٿي. ھردوار کان پوءِ پرياگ ۾ آيا ۽ پرياگ کانپوءِ ڪاشي ۾ ان کان پوءِ سمنڊ وٽ پھتا جنھن ۾ گنگاجي سمائجي ويئي. سمنڊ راجا ڀاڳيرٿ جي ڏاڍي تعريف ڪئي.

اھڙي طرح سگر جا سٺ ھزار پٽ نيل گنگاجيءَ جي ڇھڻ ڪري تري ويا. وشوامتر چيو ھي رامچندر انھيءَ ڪري ئي پرٿويءَ تي گنگا جو اچڻ ٿيو ۽ گنگا کي ڀاڳيرٿ جي آڻڻ ڪري گنگا کي ڀاڳيرٿي به ڪري چوندا آھن.

## رام لڇمڻ جنڪ پور ۾

گنگا جي اچڻ جو حال ٻڌي شري رامچندر ڏاڍو پرسن ٿيو. پوءِ آرام سان ان ۾ سنان ڪري برھمڻن کي دان ڏنائين. پوءِ وشوامتر ٻنھي ڀائرن کي ساڻ وٺي جنڪ پور جي ويجھو پھتا اتي ھڪ سنڌر عمدو باغ ڏٺائون جنھن ۾ آرام ڏيندڙ ھنڌ گھڻا ھئا جو رامچندر اھو آستان پسند ڪري اتي رھي پيا. جڏھن راجا جنڪ کي سڌ پئي ته مھرشي وشوامتر آيو آھي سو پاڻ سان متري گرو ۽ برھمڻ کي ساڻ وٺي منيءَ جي درشن ڪرڻ لاءِ آيو، راجا جنڪ اچڻ شرط منيءَ کي پيري پئي نمسڪار ڪيو، منيءَ کيس آشيرواد ڏني ۽ پرسان وھاري خوشخبري پڇڻ لڳا. اوڏي مھل ٻئي ڀائر جي باغ ۾ واڙي ڏسڻ ويا ھوا سي موٽي آيا. ھڪ سانورو ۽ ٻيو گوري رنگ جو جوان ستا ۾ جڏھن رام لڇمڻ اندر آيا تڏھن سڀئي اٿي بيٺا. پوءِ وشوامتر کين پاڻ وھاريو. راجا جنڪ ھنن جي مٺي ۽ موھيندڙ شڪل ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو، منيءَ کان پڇڻ لڳو ھي ناٿ! ھي ٻئي سنڌر بالڪ ڪھڙن سمان ڪنھن جا پٽ آھن. ھي ته منھنجي من ۾ ھن وقت نر ۽ نارائڻ سمان پيا ڏسڻ ۾ اچن. تڏھن وشوامتر منيءَ جنڪ راجا کي چيو ته ھي ٻئي ڀائر رام ۽ لڇمڻ راجا دشرٿ جا پٽ آھن مان ھنن کي پنھنجي

ته اهڙو ڪو اپاءُ ڪر جو ڌرتيءَ تي گنگا اچي ۽ جڏهن گنگا وهي ايندي پوءِ جڏهن تنهنجا ڏهه هزار پاڻ سڙي ڀسم ٿيل آهن، انهيءَ ڀسم کي جڏهن گنگا ڇهندي تڏهن هي سڀئي تنهنجا پاڻ جيئرا ٿي پوندا. گرو جي صلاح انشومان کي ڏاڍي پسند آئي. اهين چئي پئي ڪپل منيءَ وٽ ويا ۽ وڃي سر نوائي نمسڪار ڪيو. ڪپل منيءَ کين آشيرواد ڏنو ۽ گهوڙو به ڇوڙي ڏنائين، انشومان گهوڙو وٺي اچي راجا سگر کي ڏنو ۽ سڀني ڀائرن جي ڀسم ٿيڻ بابت ۽ منيءَ جو سمورو حال ڪري ٻڌايائين. اهو ٻڌي راجا کي ڏاڍو ڏک ٿيو، ۽ وڃي گهوڙي اچڻ ڪري يگيه سماپت ڪيائين. پوءِ راجا اوڌ اوستا جاڻي راڄ جو ڪاروبار انشومان کي ڏئي پاڻ بن ڏي هليو ويو. انشومان جو پٽ دليپ ۽ دليپ کي ڀاڳيرٿ نالي پٽ ٿيو، انشومان کي نه پڪ هئي نه جيسين گنگا ڌرتيءَ تي نه ايندي تيسين سڀني ڀائرن جو موڪش نه ٿيندو. انشومان کان پوءِ دليپ ۽ دليپ کان پوءِ ڀاڳيرٿ هن گنگا کي آڻڻ لاءِ بن ۾ وڃي ڪٺن تپسيا ڪئي. برهما هن جي اهڙي تپسيا ڏسي پرسن ٿي ڀاڳيرٿ وٽ آيو ۽ اچي ور گهرڻ لاءِ چيائينس. تنهن تي ڀاڳيرٿ هٿ جوڙي چيو هي پرڀو! ٻه ور ڏيو هڪ ته سنت سماج وڌي ۽ ٻيو گنگا ڌرتيءَ تي اچي، برهما چيو اهين ئي ٿيندو! گنگا ڌرتيءَ تي اچي ته سگهي پر پوءِ هن کي ڌارڻ ڪير ڪندو، ڇو جو هوءَ ڇنڊيندي هڪدم رساتل ڏي وهندي هلي ۽ پوءِ ڌرتيءَ تي ڪانه ايندي سو مهنجو چوڻ مڃي مهاديو وٽ وڃ جو ڏاڍو ديالو آهي ۽ اچي وڃي استوتي ڪر، پوءِ اوئي پرسن ٿي گنگا کي مستڪ ۾ ڌارڻ ڪندو. اهين چئي برهما انترڌيان ٿي ويو. پوءِ ڀاڳيرٿ وڃي مهاديو جو ڌيان ڪري تپ ڪيو. جنهن تي مهاديو پرسن ٿي گنگا ڌارڻ ڪرڻ جو وچن ڏنائينس، جڏهن برهم لوڪ ۾ گنگاجيءَ ٻڌو ته مهاديو ته مونکي ڌارڻ ڪرڻ سو ويچار ڪرڻ لڳي ته مهاديو سميت رساتل هلي وڃانس، هڪ پل ۾ نه ترسندس. انترجامي شنڪر ڀڳوان چيا ڪيو جو ڀڳوتن جتائون ڪٺي ڦهلايائين. جنهن ۾ سڄي گنگا سمائجي وئي. هڪ سال اتي رهي، ڀاڳيرٿ گنگاجيءَ کي ڌرتيءَ تي آڻڻ لاءِ شنڪر ڀڳوان کي استوتي ڪئي جنهن تي ڀڳوان پرسن ٿي هڪ پاٽيءَ جي ارند کڻي جنهن مان ٽي ڌارائون نڪتيون، هڪ وئي آڪاش ۾ جنهن جو نالو ديوتائن پاپ ناشڪ منداڪني رکيو ۽ ٻي جيڪا پاتال ۾ وئي دک هرڻ واري ڀوڳاوتي نالي سڏجي ٿي، ۽ ٽين اها آهي جا سڀني سنتن مهاتمائن کي سک ڏيندڙ گنگا مائي سڏجي ٿي، گنگا کي آيو ڏسي ڀاڳيرٿ ڏاڍو خوش ٿيو ۽

هو جڏهن وٽ وڃي دک ڀري حقيقت ٻڌائي، ڀرڳو رشي راجا کي دکي ڏسي من ۾ ديا آڻي راجا تي پرسن ٿي چيو هي راجا تون چنتا نہ ڪر توکي ڀڳونت جي ڪرپا سان هڪ راڻيءَ منجهان هڪ پٽ ۽ ٻيءَ راڻيءَ مان ڏهہ هزار ڪٽوان پٽ ٿيندا. راجا رشيءَ جو اهو وچن ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ رشيءَ کي ڏنڊوت پرڻام ڪري موٽي ايوڌيا ۾ اچي سک سان راڄ ڪرڻ لڳو. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ ڪيشني راڻيءَ مان اسمنجس نالي پٽ ڄائو ۽ ٻيءَ راڻيءَ مان هڪ تنبي پيدا ٿي، ان ۾ رشيءَ جي چوڻ موجب ڏهہ هزار پٽ هوا. ٻنهي جي پيدا ٿيڻ جو ٻڌي راجا ڏاڍو خوش ٿيو ۽ خوب دان پن ڪيائين. ٻالڪ جڏهن وڏا ٿيا تڏهن انهن مان جيڪو اسمنجس ساماڻو سو تمام پاپي ۽ نيچ ٿيو. شهر جا جيڪي بہ ٻالڪ نديءَ تي سنان ڪرڻ ويندا هوا، تن سڀني کي نديءَ ۾ ٻوڙي ڇڏيندو هو، ويچارا مائٽ دکي ٿي روئندا پٽيندا راجا وٽ دانهون ويندا هئا، تہ هي راجا پرجا پالڪ! توهان جو پٽ اسان جي ٻالڪن لاءِ ساکيات ڪال ساماڻو آهي، سو جيڪڏهن اهو حال آهي تہ اسان کي شهر ڇڏي وڃڻو پوندو. راجا پرجا کي ڌارج ڏنو ۽ پنهنجي ڪمار پٽ کي شهر نيڪالي ڏئي ڇڏي.

هن کان پوءِ پٽ جيڪو انشومان نالي ٿيو سو ڏاڍو ڪٽوان هئو، جو راجا کي ڏاڍو پيارو هئو. هڪڙي ڏينهن راجا پنهنجي وڏي اوستا ڏسي هڪ وڏو يگيہ ڪرايو ۽ پنهنجو گهوڙو چئني طرفن ڦيرايو، اندر کي ڊپ لڳو. تنهن گهوڙي کي لڪ چوريءَ غائب ڪري ڪپل منيءَ جي آشرم ۾ ٻڌايائين. ماڻهن وڃي ان وقت راجا کي ٻڌايو تہ گهوڙو غائب آهي. پوءِ راجا پنهنجي پٽن کي گهوڙي جي ڳولها لاءِ موڪليو جن کي ڳولهيندي ڳولهيندي نيٺ منيءَ جي آشرم ۾ پتو پيو، آشرم ۾ اچڻ شرط ڪروڌ ۾ ٻرجي منيءَ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳا. اهو ٻڌي ڪپل منيءَ جيئن ئي نهاريو تہ اهي جو اهي سڀ سڙي ڀسم ٿي ويا.

## گنگاجيءَ جو پرٿويءَ تي اچڻ

وشوامتر چيو هي رامچندر! هن بنا ڪنهن سوچ ويچار جي ايمان وس ...ي ڪروڌ ڪيو، تنهنجو ڦل ترت مليو. ڪيترن ڏينهن کان پوءِ پٽن کي نہ ...ڙو ڏسي، راجا پنهنجي پياري پٽ انشومان کي موڪليو. هي ويچارو سياڻو ...و سٺو ۽ نمرتا ڀاو وارو هو جتي بہ ويو تي الي نمرتا ڀاءُ سان ڏس پتو ...ندو پئي ويو وات تي هن کي ماس گرڙ گڏيو. جنهن کيس سمورو حال ...ندس ڀائرن جو ڪري ٻڌايو جو انشومان کي ٻڌي ڏاڍو دک ٿيو. پوءِ گرڙ صلاح ڏنس

آشرم جو تمام سندر رمڻيڪ ۽ پوتر ڏسڻ ۾ اچي ٿو سو ڪنهن جو آهي، هن
جو سڄو حال چڱيءَ طرح ڪري ٻڌايو. شري وشوامتر چيو- هي رام هن آشرم
جو پورو پورو وستار ٻڌ، پهرياڻين هن آشرم ۾ مهارشي گوتم جي تپسيا دوارا
شري هريءَ جي آراڌنا ڪندو رهندو هو، ان جي برهمچاريه کان سنتوش
ٿي ڪري برهما هن جي شيوا لاءِ اهليا نالي هڪ سهڻي سندر پنهنجي
ڪنيا ڏني جنهن سان گڏ تپ جي پرڀاو سان گوتم ان اهليا سان هتي رهڻ
لڳو، هيڏانهن ديوراج اندر اهليا جو روپ ڏسي موهت ٿي پيو ۽ روزانو هن
سان سنڀوڳ ڪرڻ لاءِ موقعو ڏسڻ لڳو. هڪ ڏينهن مهرر گوتم ٻاهر وڃڻ
ڪري، ڀاڻ گوتم جو روپ ڌاري اهليا سان ڀوڳ ولاس ڪري جلدي هتان
هلڻ لڳو ته انهيءَ وقت مني به اتان موٽي آيو. هن کي پنهنجو روپ ڌاريل
ڏسي رشي گوتم ڪروڌ ۾ ڀرجي پيو- هي دشٽ آتما اڙي پاپي منهنجي
روپ ڌارڻ وارو تون ڪير آهين سچ سچ ٻڌاءِ نه ته مان توکي هينئر جو هينئر
ڀسم ڪري ڇڏيندس. تنهن تي اندر چوڻ لڳو ڀڳوان مان ڪام جي وس ۾
قاتل ديوراج اندر آهيان منهنجي رکيا ڪريو. مون پاپيءَ وڏو پاپ ڪيو
آهي. تڏهن گوتم ڪروڌ ۾ ڀرجي اکيون ڳاڙهيون ڪري ديوراج اندر کي
سراپ ڏنو هي دشٽ تون مهن جي گهر ڀڳ (سوراخ ڀڳا پوڻ ڪرڻ جو
استان) لاءِ آيو آهين انهيءَ ڪري تنهن جي سرير ۾ سوين ڀڳ ٿيندا. اهڙيءَ
طرح ديوراج کي سراپ ڏيئي مني پنهنجي آشرم ۾ ويو ته ڏٺائين اهليا ڀئو
کان ڏڪندي هٿ جوڙي بيٺي آهي، ان کي ڏسي گوتم چيو هي دشٽڻ
تون مهن جي آشرم ۾ شلا پٿر ۾ نواس ڪر- هتي تون انا کاڌي رهي اس
ڇانوَ هوا ۽ برسات کي سهندي ڏينهن رات تپسيا ڪر ۽ ايڪاگر چت سان
هردي ۾ وپل پرماتما رام جو ڌيان ڪر- اڄ کان وٺي هيءُ مهن جو آشرم
سڀني قسمن جي جيو جنتن کان خالي رهندو اهڙيءَ طرح ڪيئين هزار ورهيه
گذرڻ کانپوءِ هتي دشرٿ نندن شري رامچندر جو پيرن جي ڀاءُ لڇمڻ سان
گڏ ايندو ۽ جنهن وقت پٿر جي شلا تي پنهنجا پيرَ چرڻ ڇهندو، ان وقت
تون پاپن کان مڪت ٿي ويندينءَ ۽ پڄتي پاڻ سان شري رامچندر جو پوڄن
ڪري ان جي پرڪرما ڏيئي نمسڪار ڪري استوتي ڪرڻ سان سراپ کان
مڪت ٿي ويندينءَ ۽ پوءِ منهنجي اچي شيوا ڪرڻ لڳندينءَ، ائين چئي گوتم
رشي هماليه پربت تي هليو ويو. هي رگهنات انهيءَ ڏينهن کان وٺي هيءُ
اهليا هوا کائيندي ڪٺور تپسيا ۾ لڳي ۽ توهانجي چرڻن جي ڌوڙ لڳڻ جي
مراد سان اڄ ڏينهن تائين پرڀو جي نظر کان پري پنهنجي شپ آشرم ۾ رهي ٿي.

## رامچندر جو سباهو ۽ ماريچ راڪشس کي مارڻ

شري مهاديو چوي ٿو، هي پاروتي! ان کان پوءِ وشوامتر سان گڏ اهي ٻئي ٻالڪ راڄ محل سان گڏ ان ۾ سندر ڪام تالي آشرم ۾ رهي صبح ٿيندي ئي اتان ڏاڍي اڳتي هليا. پنڌ ڪندي ڪندي ڪجهه وقت کان پوءِ ٻيهان هڪڙو آشرم ڏٺائون جنهن ۾ وشرام ڪرڻ لاءِ اتي اچي رهيا. پوءِ شري رامچندر وشوامتر کي چيو ته هي مني توهان ٻلي وڃي يگيه ڪريو مڪتي منط اهڙ ڏيکاريو ته، راڪشس ڪٿي ظلم مچائين ٿا. ٻڌي منيءَ چڱو چئي ٻين منين سان گڏ يگيه ڪرڻ شروع ڪيو، ان ڳالهه جي وقت ماريچ ۽ سباهو نالي ٻئي ڪام روپي راڪشس رت ۽ ماس جي هڏن جي برسات وسائيندا ڏسڻ ۾ آيا، اوڏي مهل ٻڌمان رام ٿي. ٻاڻ ڪٺي ڌنش ۾ چاڙهي اهڙو ته زور سان ڇڪي انهن ٻنهي راڪشسن تي الڳ الڳ ٻاڻ ڇڏيا جو انهن مان هڪ ٻاڻ ٿي ماريچ کي آڪاش ۾ ڦيرائي ڦيرائي هڪ سؤ يوجن پري ڪسان سمنڊ ۾ ڪيرائي ڇڏيو، اها هڪ حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه هئي، ٻيو اگني ٻاڻ جو سباهو کي لڳو ۽ ڪن ۾ ساڙي ڀسم ڪري ڇڏيو. ۽ جيڪي انهن جا ٻيا سالي هوا سي لڇمڻ لوهه تي ماري ڇڏيا هوا. ان وقت ديوتائن لڇمڻ ۽ شري رامچندر جي مٿان گلن جي ورکا وسائي. وشوامتر شري رگهناٿ جو چڱي طرح پوڄن ڪيو ۽ انهن کي گهرڊ ۾ ويهاري اڳئين ۾ ايام جا آنڊون آٽي ڪري لڳايون. پوءِ لڇمڻ سميت رام کي ڀڪل ڦل آڻي کارايائون. اهڙي طرح اتي رهي انهن کي الهاسي مڪر ڪٽائون ٻڌائيندي ٿي ڏينهن گذري ويا چوٿين ڏينهن وشوامتر رام کي چيو، ”هي رام مهاتما جنڪ جو وڏو ڀاري يگيه ڏسڻ لاءِ اسان سڀئي جنڪ پور هلنداسون. اتي شري مهاديو جو ڏروهر جي روپ ۾ رکيل هڪ مها ڀاري ڌنش آهي. ان مضبوط ڌنش کي ٿورو ڏسندا ته مهراج جنڪ توهان جو چڱيءَ طرح آدر ڪندو.“

### اهليا اڌار

اهڙي ريت وشوامتر، ٻين منين ۽ رام لڇمڻ کي ساڻ وٺي گنگانديءَ جي ويجهو گوتم رشيءَ جي پوتر آشرم ۾ آيا. جو اهڙو ته پوتر ٿلن سان ڀريل هو، جتي اهليا تپ ڪري رهي هئي، سري رامچندر ان آشرم کي ڏسڻ لڳي ۽ اهڙي قسم جي جيون کان خالي ڏسي منيءَ کي چيو ته هي منيور هي وڻ ٻوٽا ۽ ٿلن سان ڀريل آهن ۽ جانورن کان خالي آهن هنڌ وڏو

ٿيءِ ڏڌهن ڀڳوان چيو، ائين ٿي ٿيندو. انهيءَ ڪري هيءَ وشنو ڀڳوان هن وقت رام روپ ۾ تنهن جو ڀت آهي ۽ ان جي شيوا ڪرڻ لاءِ شيش ناگ لڇمڻ روپ ۾ پرگهٽ ٿيو ان جو ساٿي آهي ڀڳوان گداڌاري سنک ۽ چڪر ڀرت ۽ شتروگهن جي روپ ۾ اوتار ورتو آهي ۽ ارگ مايا انجي دلاري سيتا پرگهٽ ٿي آهي هن وقت وشوامتر رام جو سيتا سان سنجوڳ ڪرائڻ لاءِ آيو آهي، اهو ڀيد تمام ڳوڙهو آهي هن کي ڪڏهن ظاهر نه ڪجو. هاڻ سڀ ڀيد توکي معلوم ٿي چڪو آهي هاڻ تون راضي خوشيءَ سان وشوامتر منيءَ جو سنڪار ڪري شري لڪشمي پتي شري رگهوناٿ کي لڇمڻ سوڌو هن سان گڏ موڪلي ڇڏيو.

## رام جو راڪش کي مارڻ

وشست منيءَ کان اهڙي حقيقت ٻڌي راجا دشرٿ ان وقت پاڻ کي
رش نصيب سمجهيو ۽ من ۾ پرسن ٿي پريم سان هي رام! هي رام! هي
ڇمڻ! ائين چئي پڪاريو. انهن ٻنهي جي اچڻ ڪري انهن کي ڇاتيءَ سان
ٿي وشوامتر منيءَ کي ٻنهي جي ٻانهن ڏني، تڏهن وشوامتر ڏاڍو خوش ٿي
ڪي آشيرواد ڏني تعريف ڪئي پوءِ ڌنش ٻاڻ، ترڪش ۽ هٿيارن سميت
۽ لڇمڻ کي تيار ٿيل ڏسي ٻنهي کي ساڻ وٺي اتان هلڻ لڳو. ٽورو
وڃي وشوامتر ڀڳتي ڀاءُ سان رام کي سڏي هن کي ٻه وديائون سيکاريون
ڄي ڪري هنن کي بک ۽ اڃ جي پرواهه نه رهي ۽ سرير ۾ اتل بل ۽
وڌي- تنهن کان پوءِ گنگاجي پار ڪري تاڙڪا ٻن ۾ آيا، تڏهن وشوامتر
رامچندر کي چيو ته هتي هڪ تاڙڪا نالي پنهن جي مرضيءَ موجب
ارڻ واري راڪشڻ رهي ٿي جا هن سيني ديسواسين کي دک پهچائي
ن ٻيا سوچ ويچار جي هن کي ماري ڇڏ. تنهن تي رامچندر تمام چڱو
نش ۾ ٻاڻ چاڙهي تيز رفتار ۾ ڇڏيو- جنهن جي آواز سان سڀ اُن
ي ويو. ان آواز کي ٻڌي ڀيانڪ روپ واري راڪسڻ تاڙڪا ان کي
ڪڙي ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي چرڻ وانگر گرجندي ابرسات وانگر اڏامندي
ن ڊوڙي- ڀڳوان رام اُنوقت ان جي سيني ۾ هڪ ٻاڻ ماريو- ان
ڻ شرط راڪشڻي رت ڳاڙهيندي ٻن ان ۾ ڪري پئي ۽ سراپ وس
وپ ۾ اها تاڙڪا سري رامچندر جي ڪرپا سان سراپ کان مڪت
ندري يڪشڻي ٿي پيئي ۽ شري رامچندر کي پرڪرما ڏيئي پرڻام
ي آگيا سان سرڳ لوڪ ۾ هلي وئي. تڏهن وشوامتر رامچندر جو
ڪرم ڏسي تعجب ۾ پئجي ويو.

ڪمل ۽ وڃي ڏسان ته واقعي ڪري ٻنهي ڀائرن کي ولي اچان. اهو ويچار
ڪري راڄ دربار ۾ آيو، راجا مني کي آڌر ڏيئي ڏنڊوت پرنام ڪري آڻي
آسڻ تي ويهاريو ۽ مني جا چرن ڌوئي پوڄا ڪري ڪيس ڀوڄن ڪرايو ۽
چوڻ لڳو ته موں جهڙو ڀاڳ وارو اڄ ٻيو ڪو نه هوندو. جو توهان چرڻ گهمائي
منهنجي گهر کي پوتر ڪيو. راجا چئن ئي پٽن کي مني کي پيرين پوڻ
لاءِ چيو ۽ پوءِ مني کي وڌيڪ چيائين ته توهان جو اچڻ ڪيئن ٿيو آهي هن
کان اڳ ڪڏهن به نه آيا آهيو سو ضرور ڪنهن ڪم سان اڄ آيا آهيو.
مهرباني ڪري جيڪا منهنجي لائق سيوا هجي سا فرمايو ته ٻڌان دير
ڪئي وڃي. راجا جا اهڙا مٺا وچن ٻڌي مني چوڻ لڳو، هي راجا مونکي
دليپ سڀئي ستائين ٿا، سو مان توهان کان گهر ڪرڻ آيو آهيان ته شري
رامچندر جي ڀاءُ لڇمڻ سميت ڏيو ته راڪشن کي هلي مارين ته مان ڪرتارٿ
ٿيان. انهيءَ ۾ توهانجو جس ۽ ڪلياڻ آهي. انهيءَ ڀاري ۾ وشسٽ کيس چيو
ته جيڪڏهن توهانجي به مرضي هجي ته توهان مونکي ٻنهي راجڪمارن جي
ڀاڱن ڏيو. اهو ٻڌي راجا چنتا ۾ پئجي ويو ۽ اڪيلائي ۾ وڃي گروءَ کان
پڇيو، ”هي گروجي گهڻن سالن گذرڻ کانپوءِ وڏن ڪشٽن ۽ ڪمالن سان
مونکي هي ديوتائن سمان چار پٽ مليا آهن انهن مان رام مونکي ڏاڍو پيارو
آهي. سو هاڻ مان ڇا ڪريان؟ منهنجو چت رام کي اکين کان پري ڪرڻ
لاءِ تيار نه آهي. جيڪڏهن رام هتان هليو ويندو ته منهنجو اتي ڏينهن کان
سواءِ جيئڻ مشڪل ٿي پوندو.“ دل ۾ چيائين جيڪڏهن مان هنکي رکي
جواب ٿو ڏيان ته پڪ آهي مني مونکي سراپ ڏئي ڇڏيندو، هاڻ اهو ٻڌايو
ته منهنجو ڀلو ڪيئن ٿيندو. جيئن منهنجو وچن ڪوڙو نه ٿئي. انهن تي
وشسٽ مني چوڻ لڳو، هي راجا ديوتائن کان ڳجهي رکڻ واري ڳالهه ٻڌو هن
کي ڪنهن به حالت ۾ ظاهر نه ڪرڻ گهرجي. هيءُ رام مڙس نه آهي ساڪشات
پرشوتم پرماتما ٿي پنهنجي مايا مان هن روپ ۾ پرگهٽ ٿيو آهي، هي راجا
پوري ڪال ۾ ڌرتيءَ ان ڀار لاهڻ لاءِ برهما ڀڳوان کي پرارٿنا ڪئي هئي،
انڪي پورو ڪرڻ لاءِ پرميشور ٿو وڃي اچي ڪوشليا جي گرڀ مان جنم ورتو
آهي. پورب جنم ۾ تون برهما جو پٽ پرجاپتي ڪشيپ هئين ۽ ديو ماتا
ڪوشليا آدتي هئي، ان وقت توهان ٻنهي جڻن تپ ڪيو لڳاتار ڪيترن
سالن تائين ڀڳوان وشنوءَ جي آراڌنا ڪئي ۽ تن من سان ڌيان لڳائي ڪٺن
تپسيا ڪئي تڏهن ڀڳوان پرسن ٿي توهان ٻنهي کي درشن ڏئي چيو ته ور
گهرو. تو ڀڳوان کان اهو ئي ور گهريو هو. هي اوتار ٿي منهنجو پٽ

ٻروار ڪري سک ڏيندڙ سڀ ٻانر وڏا ٿيا ۽ گروءَ اڳي سندن منڍڻ لهرائڻ ۽
براهمڻن کي ٻه گهڻيئي ڏکڻا پرابت ڪئي. جو ٻرهم من وچن ۽ ڪرمن ڪري
اندرين کان پري آهي اهو ئي پرڀو دشرٿ جي اڱڻ ۾ گهمي ڦري ٿو، راجا
ڪاڏي وقت سڏ ٿو ڪرايس ته ٻارن جو ميڙ ڇڏي نٿو اچي ڪوشليا جڏهن
سڏڻ ٿي وڃيس تڏهن ڀڳوان ناز سان ڀڄي وڃيو تهڪي ماتا ڊوڙي پڪڙڻ
جو همت ٿي ڪري. ڀڳوان جو ٻت مٽيءَ ۾ ڀريل ميرو آهي ۽ راجا ڪلي هنج
۾ وهاريس ٿو ڀڳوان چنچل من سان ڀيو ڪاڌو کائي ۽ هيڏانهن هوڏانهن وجهه
وٺي ڏڏ ۽ ڪڇٽي منهن ۾ لڳائي ڀيا وجهيس ته واڪا ڪندو ڀڄي ٿي واو
ڀڳوان جي ٻال چرتر کي شيش ناڳ ۽ شنڪر ۽ شاسترن پريم سان ڳايو آهي
جڏهن ٻانر ڪمار دنيگرات ٿيا تڏهن گروءَ ۽ ماتا پتا کين جنيو پارايو،
شري رامچندر ۽ ٻانر گروءَ جي گهر پڙهڻ ويا ۽ ٿوري وقت ۾ سڀ وديائون
پرايائون. چارئي ويد سياوبڪ سواس آهن سو ڀڳوان پڙهڻ وڃي سا ڪهڙي
وڏي عجب جي ڳالهه آهي، وديا، نمرتا شيلتا جي گڻن سان ڀرپور سيئي
راجائي نمرتي جا کيل ڪرڻ لڳا. هٿن ۾ تيرڪمان ڏايو ڀيو سونهي ۽ سندر
روپ ڏسي سارو سنسار موهت ٿئي ٿيو. شري رامچندر ٻانرن ۽ سنگتين کي
گهرائي روز وڃي شڪار ڪندو هو. دل ۾ وچاري پوتر جانورن کي ماريندو
هو ۽ اهي ڏهاڙي آڻي راجا کي ڏيکاريندو هو جيڪي جانور شري رامچندر
جي تير سان مرندا هوا، اهي سرڳ ڇڏي سرڳ ۾ ويندا هوا. سري رامچندر
ننڍن ٻانرن ۽ سنگتين سان گڏ ڀوڄن ڪندو هو ۽ ماتا پتا جي آگيا موجب
هلندو هو. ويد پراڻ من لڳائي ٻڌندو هو ۽ ٻانرن کي ٻاڻ سمجهائي ٻڌائيندو
هو. رامچندر امرت ويلي جو اٿي ماتا پتا کي متو ٽيڪيندو هو ۽ پوءِ آگيا
وٺي شهر جو ڪم ڪندو هو. راجا اها حالت ڏسي من ۾ ڏاڍو پرسن ٿيندو هو.

## وشوامتر جو رام ۽ لڇمڻ کي وٺي وڃڻ

مهامني وشوامتر جو گيانوان مني هو سو ان ۾ ڪوٽچگر آشرم ڏسي رهندو
هو. جتي مني جپ، تپ، يگيه جوڳ ابياس ڪندا هوا. اتي هو ماريچ ۽
سباهو نالي راڪش کان گهڻو ڊڄندا هوا ڇو ته يگيه ڏسندئي راڪش ڊوڙي
ايندا هوا ۽ اچي وگهن وجهندا هوا جنهنڪري رشي مني ڏاڍو دکي ٿيندا
هوا. انهيءَ ڳالهه جي وشوامتر کي ڏاڍي چنتا هئي. ته هيءَ پاپي راڪش
ڀڳوان کان سواءِ ٻئي جي هٿان نه مرندا. مهشور من ۾ ويچار ڪيو ته ڀڳوان
ڌرتيءَ تي ڀار لاهڻ لاءِ اوتار ورتو آهي. انهيءَ بهاني سان پريوءَ جا چرن

کي دان ۾ ڏنا، ٻوءِ ناري ڪيڻ جو وقت ڄاڻي گرو وشسٽ کي گهرائي ج
۽ هنن جي نالن جو ويچار ڪيو. تنهن تي مني چوڻ لڳو ته هنن جا ن
انيڪ آهن. جو آنند جو سمنڊ ۽ سکن جي کاڻ آهي ۽ جنهنجي ديا ج
ڪڻڪي سان ٽيئي لوڪ سکي ٿين ٿا انهيءَ سکن ڌام جو نالو رام آهي
ٻيو جيڪي ساري سنسار کي ڀري ٿو ۽ پالي ٿو تنهنجو نالو ڀرت چئجي ٿ
ٽيون جنهن جي سمرڻ سان دشمن ناس ٿا ٿين تنهنکي ويدن ۾ شتروگهن
ڪوٺجي ٿو ۽ چوٿون لڇڻن جو گهر ۽ راجا جو پيارو ۽ جڳت جو آڌار جيڪو
آهي تنهنجو گروءَ وشسٽ اتم نالو لڇمڻ رکيو، گروءَ هردي ۾ نالا ويچاري
نالا رکيا ۽ چيو هي راجا تنهن جا چارئي پٽ ويدن جو سار مڃين لاءِ سمورڻ
خزانو آهن رامچندر ۽ لڇمڻ جي جوڙي، ڀرت شتروگهن جي جوڙي ٿي رهڻ
لڳي. لڇمڻ ٻاراڻي اوستا ۾ شري رامچندر کي پنهن جـو پلو ڪندڙ سراهي
ڄاڻي هن جي چرڻن ۾ پريت رکي، ڀرت ۽ شتروگهن انهن ٻنهي ڀائرن پاڻ
کي ٻيءَ جو داس ڄاڻي پريم رکيو. لڇمڻ سان گڏ کيليندي رامچندر پنهنجون
ٻـال ليلائون ۽ مٺيون ٻوليون لاڏيون ٻولي ماتا پتا کي آنند ڏيڻ لڳا جنهن
جي للاٽ تي لڳل سونو پپر جو پن ۽ گلي ۾ موتين جي مالها سوڀيا پئي ڏني
۽ لڇمڻ کي رتن جڙيل زيور لٽڪي رهيا هوا. سونا ٻاجو ٻند هن جـا اندر
نيل مڻيءَ جا موتين جهڙا ڏند مشڪندڙ مک. واري ٻالڪ کي راج ڀون جي
اڱڻ ۾ گيان جي وڻڙي جي پنيان سيدي کي ڊوڙندو ڏسي مهاراج دشرٿ ۽
ماتا ڪوشليا ڏاڍو خوش پئي ٿيا. پريم سان هر هر ان رام کي پڪاري ٿي.
ڏهن رام راند ۾ کيليندي ٿڪي آيو ته ڪوشليا کي ٻڪڙي وٺي اچڻ لاءِ ٿي
يو ويـر سا مرڪندي ڊوڙندي وڃي ان الوڪڪ سوڀيا واري ٻالڪ کي
ڙڻ لڳي. ماتا ڪوشليا رام جي جنم ڏينهن رام کي چڱيءَ طرح ڪوڙا ۽
شڻ (زيور) پائي انيڪ نمونن جون مناٻون ٺاهي رام جو جنم ڏينهن السو
يندي هئي. هڪ ڏينهن رام ماءُ وٽ ويـر ۽ چوڻ لڳو ماتا جي مونکي
ڄ کائڻ لاءِ ڏي ليڪن ڪم ۾ رڌل هئڻ ڪري ڪوشليا نه ٻڌو. تڏهن رام
ڙجي ڏنڊو کڻي سيدي ٻرلن کي ٻڏي ڇڏيو ۽ چڪي ۾ رکيل کير مکڻ
ڪيرائي ڇڏيو ۽ باقي ٻچيل کير ڏهي مکڻ لڇمڻ ڀرت شتروگهن کـي
ني ڏنائين. رسوئي ڪرڻ واري وڃي ماتا ڪوشليا کي ٻڌايو اوڏي مهل
ڪوشليا ڪلندي مشڪندي رام کي پڪڙڻ لاءِ ڊوڙي، ماءُ کي ايندو
اهي سيئي ٻالڪ ڀالي ڀڳا. ماتا ڪوشليا به انهن جي پنيان ڊوڙڻ
بر هوءِ وک وک تي ٿڪڻ لڳي ئي نيٺ رام کي پڪڙي ورتائين

نه ٻڌندي ۽ ٻڌو نا ۽ نه ڏسندي ۽ ڏسڻ آهيو. ٻڪونٺي سرلي ۽ ڇني لي نه لوهان پراڻا ۽ مسن ڪان رهت ۽ پريتر آهيو، لوهان سڀني پراڻين ۽ هڪ سمان ڦالر آهيو. جنهنجي انتهه ڪرڻ اڪيان الدڪار سان ڍڪيل آهي ان ڪي لوهان ڏيکاري ننا ڏيو. لوهان جو ساڪيات درشن گيانوان پرش ني ڪن لنا. هي ٻڪران لوهانجي ديه ۾ ڪتين پرهمانڊ جو ذري مائر ڏسڻ ۾ اچن لسا. لوهانجو منهنجي پيٽ مان جنم ورلسو، الين جو لوڪن ۾ ظاهر ڪري رهيا آهيو. انهيءَ مان مون اڄ لوهانجي ٻکيم ولسا ڏٺي. هي پراڀو مسان لوهانجي ماڻا ۾ موهت لي سنسار ساگر ۾ ٻڏل آهيان - پتيءَ پٽ ۽ ڏن جي چڪر ۾ پئي هتس. جو اڄ وڏن ڀاڳن سان لوهانجي چرن ڪمل جهڙي شرن آلي آهيان. هي ديوا لوهانجي منوهر مورتي سدا منهن جي هردي ۾ پراجمان رهي، ۽ لوهانجي وشو موهني مايا مونکي نه موهي هي وشونائي لوهان الوڪڪ روپ کي لڪائي، پرم آنند ڏيڻ وارو ڪومل ٻال سروپ سرلو ڌارڻ ڪرلو. جنهنجي ڪري دک سک کي پار ڪري ۽ لهنجون منا ٻسول منڊون برلدون ۽ لاڏون ٻڌي مان گهور انڌڪار کي نه پار ڪري چڏينديس.

شري ٻڪران چوڻ لڳو هي ماتا جو اون چاهين لي الين لي ليندو. ليڪن ٻسروپ جنم ۾ مون کي پرلويءَ جو پار لاهڻ ڪري پرهما ۽ پرارلنا ڪئي هئي ۽ راوڻ ۽ ٻين پاپين کي مارڻ لاءِ مون منش روپ اوتار ورلو آهي. هي مالسا! دشرت سان لو ۽ مونکي پٽ روپ ۾ حاصل ڪرڻ لاءِ لپسيا ڪري ور گهرلو هو، لو پنهنجي لپسيا جي ڦل ڪري لي منهنجو عيءَ وراٽ روپ ڏٺو آهي، منهنجو درشن مڪتي موکيه ڏيڻ وارو آهي. الين چئي ٻڪران ٻال روپ لي وريڻ لڳو. ان جو ٻسال روپ ۽ اندر نيل مڻيءَ سمان شيام دوڻ وڏن نيترن وارو ۽ لمام سندر ٻال سورج جهڙي سمان ليجسري هئو. جنهن مهاراج دشرت پٽ جي جنم جي خوشخبري ٻڌي لڏهن ڏاڍو خوش ليو ۽ چوڻ لڳو جنهن جي نالي ٻڌڻ سان ڪلياڻ ليو لا، اهو پرڀو منهنجي گهر ۾ آيو آهي ان وقت پنهنجي گروءَ وشسٽ کي سائڻ ولي راڄ محل ۾ وار الي اچي ڪمل نئن رام کي ڏسي پرلم ۾ مگهن لي ويو ۽ خوشيون ملهائڻ لڳا گهر گهر ۾ واڌائن جا واڃا وڄڻ لڳا. جيئن نه سڀن جي ڏاڻ وارو پراڀو پرڪهٽ ليو هو. لڏهن ڪالوءَ ڪمڪئي مان پرت جو جنم ليو ۽ سمترا مان ٻن چند سما ... نه ٻالڪ الون ليا. ان وقت راڃا دشرت خوشيءَ وچان هالي، گهوڙا، ...ڪ قسم جا ڪپڙا ڪمترو سون الوڪ ولي ۽ سنيرون ڪالون پراهمڻن

پٽ ڪامنا واسطي پُتر يگيه ڪرائڻ منيءَ ائين ڀڳتيءَ سان آهوتي ڏني ۽
اگني ديوتا هٿن ۾ يگيه جو پرشاد کڻي پرگهٽ ٿيو اگني ديوتا چيو هي راجا!
هيءَ ديوتائن جو ٺاهيل پتر ڏيڻ وارو پرشاد وٺ ۽ پرشاد جي ڪري تون
ساڪيات پرماتما کي پٽ جي روپ ۾ حاصل ڪندين هي پرشاد لائق موجب
هرڪنهن کي حصا ڪري ورهائي ڏي. ائين چئي اگني ديوتا انترڌيان ٿي
ويو، راجا خوش ٿي اهو پرشاد کڻي پنهنجي استرين کي گهرائڻ جنهن مان
اڌ حصو ڪوشليا کي ڏنائين ۽ اڌ حصو ڪيڪئي کي ڏنائين. اٿري ۾ سمترا
ٻ. الي اڃي ٻهڻي ان وقت ڪوشليا پنهنجي حصي مان اڌ سمترا کي ڏنو ۽
ڪيڪئيءَ ائين ٻرابر سان اڌ حصو سمترا کي ڏنو، اهڙي طرح پرشاد کائي
ٽيئي رائيون گرڀ واريون ٿي پيون، اهي ٽيئي رائيون راڄ محل ۾ برابر سان
ديوتائن سمان سوڀيا پائڻ لڳيون. ڀڳوان جڏهن گرڀ ۾ آيو تڏهن کان وٺي
لوڪن ۾ سک سمپتي ٿي وئي. اهڙي طرح ڪجهه وقت سک سان گذرڻ ۽
ڀڳوان جي پرگهٽ ٿيڻ جو وقت آيو، ٻرڳ، لڳن ۽ گره ڏينهن تٿ سڀ اڇي
ٿيا ۽ سڀن جو مول سري رامچندر جي جنم ٿيڻ ڪري سڀئي آنند ۾ اچي
ويا. پوري ڏهين مهيني ڪوشليا جي گرڀ مان هڪ سندر اڌ پرت ٻالڪ
جو جنم ٿيو. چيت مهيني شڪل پکي، نوميءَ جي ڏينهن ڪرڪ لڳن ۽
ابجت نڪشتر جي وقت جڏهن پنجئي گره اوچي استان ۾ سورج ميکه راس
۾ هئو تڏهن ٻن ڀورن سمان پرماتما جو اچڻ ٿيو ان وقت آڪاش مان گلن
جي ورکا ٿيڻ لڳي. جو نيل ڪمل جي سمان شام ورڻ هئو. پيتامبر ٻڌل
چار ٻانهن وارو. ڪن ۾ ڪنڊل پيل. هزارن سورجن جي اڄار اهڙو تيج
روپ هو. جنهن جي مٿي تي سهڻو مڪٽ پيل ۽ هٿن ۾ سنکه چڪر گدا ۽
پدم، ڳلي ۾ مالا پيل هئي جنهن جو مک گلاب جي گل رانگر ٽڙيل، ديا
سان ڀريل نيتر سوڀيا ڏيئي رهيا هوا. اهو ڀڳوان پٽ جي روپ ۾ پرگهٽ
ٿيو، ان پرماتما کي ڏسي ڪوشليا حيرت ۾ پئجي اکين ۾ پريم جا آنسون
وهائي هٿ جوڙي نمسڪار ڪري چوڻ لڳي ”هي ديو! توهان کي
نمسڪار آهي. هي سنکه چڪر گداڌاري توهان اچت اپناسي سرووياپڪ
پورن پرماتما آهيو، توهان کي ويدن ۽ شاسترن، من واڻي ۽ وچن سان
اندرين کان پري ۽ گيان سروپ ٻڌائين ٿا، توهان ٿي پنهنجي مايا سان ستو
رجو، تمو ائين ٽن گڻن سان هن جڳت جي رچنا ڪري پالنا ڪريو ٿا ۽ وري
سنگهار ڪريو ٿا، جيتوڻيڪ توهان سدا نرمل ترا پد ۾ قائم آهيو. توهان
ڪرتا نه ڪندي به ڪندڙ معلوم ٿيو ٿا. نه هلندي به هلندا ڏسڻ ۾ اچو ٿا.

ڪلياڻ ڪندڙ پرڀو لڪشمي جا پيارا پتي ۽ دئيتن جا شترو
تنهنجي جئه هجي. توهين ديوتائن ۽ پرٿويءَ کي پاليو ٿا،
عجب توهانجي ليلا آهي جنهنجو ڪوبہ ڀيد نٿو ڄاڻي توهين
ڪرپالو ۽ دين دِيالو آهيو اسانتي اها ڪرپا ڪريو. هي ابناسي
سڀني گهٽن جا واسي ۽ پرمانند روپ توهان جي جئه هجي.
سڀئي مني پريم سان رات ڏينهن تنهنجو سمرن ڪن ٿا توهين
سنسار جي ڀؤ ناس ڪرڻ وارا هي پرڀو! اسين ديوتائون من،
ڪرم، وچن ۽ واڻيءَ سان سڀاءُ ڇڏي توهانجي شرن ۾ آيا
آهيون. هي پرڀو سڀئي ديوتائون ڏاڍي ڀپ ۾ وياڪل ٿـي
توهانجي چرنن کي نمسڪار ٿا ڪن." ديوتائن ۽ پرٿويءَ کي ڀپ
۾ وياڪل ڏسي هدن جا پرام پيرل وچن ٻڌي دک ۽ سنسي کي ناس ڪندڙ
گمڀير آڪاس واڻي ٿي- هي منير توهين ڀپ نہ ڪريو توهان جي
لاءِ مان منش سرير ڌاريندس سوريہ ونش ۾ منش اوتار وٺندس-
ڪيشپ ۽ آدتيءَ ڏاڍي تپسيا ڪئي آهي تنکي مون اڳيئي
ور ڏنو آهي اُهي دسرٿ ۽ ڪوشليا جي روپ ۾ ايوڌيـا جا
راجا راڻـي پرگهٽ ٿيا آهن، انهن جـي گهر ۾ چاريئي ڀائر
رگهوڪل جا سرومڻي اوتار وٺنداسين، نارد جا وچن مان سچا
ڪندس ۽ پرم شڪتي سوڌو اوتار وٺندس- پرٿويءَ جو سمورو
بار لاهيندس توهين سڀ ديوتائون بي ڀ پا ٿيو. آڪاس منجهان
ڪنن سان اها ارهم واڻي ٻڌي سڀيئي ديوتائون هردي ۾ ڌيـرج ڌاري
جلدي موٽيا، برهما پڻ پرٿويءَ کي سمجهاڻ پڻ هوءَ ان ڀپ کي وڃي هلي،
برهما ديوتائن کي هيءَ سکيا ڏني ارهم ارڪ ڏاڻهن رواڻو ٿيو ۽ لوڪن ڌرتيءَ
تي باندرن جي ديهہ ڌاري وڃي هريءَ جي چرن ڪملن جي سيوا ڪرڻ-
پرٿويءَ سميت سڀ ديوتائن من جـي شانتي حاصل ڪري پنهنجي استان
تي ويا. برهما جيڪا آگيا ديوتائن کي ڏني هئي تنهن لـﺉ خوش ٿيا. هنن
ڌرتيءَ تـي باندرن جي ديهہ ڌاري ۽ منجهن وڏو ٻل ۽ پرتاب ٿيو هنن
سڀني سورمن جا هٿيار جبل وڻ ۽ نهن ٿيا ۽ هو ڌيرجوان پرڀوءَ جـي وات
نهار ڀندا رهيا.

پڪين ڪنڊرن ڪرڻ ۽ ناڳن جهڙن ڪمائون ۽ ٻين ڪمترائن سنڌر
استرين ڪٽي اچي انهن سان وهانءَ ڪيائين. وارڻ ميگهناد کي چئي
ڪجهه. چيو هو سو جڳ ۾ هن اڳ ۾ ڪري ڇڏيو هو، ٻڙيائين جن کي آڪيا
ڏئي ڏنائين تن جا چرتر ٻڌو. هي ڌيمه پاپي، ديوتائن کي ڏک ڏيڻ وارا،
جيڏون لووائي ڌرم جي هاڻ پهچي، جتي جتي ڏسن ۾ گئو براهمڻ لڀي ڏنائون
اهي انهيءَ لشڪر (ڳوٺ) ۾ ٻري کي باهه ڏئي ڏنائون. ڪٿي به چڱي رسم
ڪانه هئي ۽ ڪٿي به ديوتا براهمڻ ۽ گروءَ کي ڪرڻ لاءِ ڪير ۽ نه ڪٿي
هريءَ جي ڀڳتي، پڪي، جپ ۽ دان هو ۽ نه ڪٿي سمهي ۾ به ويد ۽ پراڻ
ٻڌڻ ۾ ٿي آيا اهڙي سنسار ۾ پرشت رهڻي ٿي جو ڌرم جو نالو به نه ٿي
ٻڌڻ ۾ آيو. گهڻائي چور، جواري بدمعاش وڌي ويا پرائي ڌن ۽ پرائين
استرين لٽڻ لڳا. ماءُ پيءُ ۽ ديوتا کي ڪجهه به نٿي مڃيو ۽ سادن کان
پنهنجي ٽهل ٿي ڪرائائون.

شري شو ڀڳوان چوي ٿو ته هي پاروتي! جنهن اهڙا ڪڪرم راڪشن
ڪيا، ڌرم جي هاڃي ٿيڻ لڳي تڏهن ڌرتي پاپ جي بوجهه ڪري ڏڪڻ
لڳي ۽ سڀ ڪنهن ڏٺو ٿي ته ڌرم جي اُٿڙ ٿي رهيو آهي. پر راوڻ جي
ڊپ کان ڪجهه نٿي سگهيا. ڌرتي انهن وچار ڪري ڳانءِ جو روپ ڌاري
ديوتائن ۽ رشين جي منڊليءَ ۾ ويئي. روئي وڃي پنهنجو ڏک ٻڌايائين پر
ڪنهن به مدد ڪانه ڏيکاري. ادت ديوتائون مني ۽ گنڌرپ سڀ ڀاڄ ۾
گڏجي برهما جي لوڪ ڏانهن ويا ساڻن ڳانءِ جو روپ ڌاري پيڙ ۽ ڏک ۾
وياڪل ڌرتي به هئي، برهما انهن کي ايندو ڏسي سڀ سمجهي ويو ۽ من
۾ وچار ڪيائين ته منهنجو ڪرڻ وس نه هلندو ۽ ڌرتيءَ کي چيائين ته
جنهنجي تون داسي آهين اهو اناسي منهنجي ۽ تنهنجي سهائتا ڪندو.
پوءِ ديوتائن وڏو وچار ڪيو ته ڪٿي پرڀوءَ کي ڳولهجون. ڪو چوڻ لڳو
ونڪنٺ هلجي ڪو چوڻ لڳو ته ڀڳوان کير سمنڊ ۾ رهي ٿو.

"هي پاروتي! مان انهيءَ سڀا ۾ هيس وچهه وٽي مون به هڪ ڳالهه چئي،
پرڀو سڀ هنڌ هڪجهڙو وياپڪ آهي ۽ مون کي خبر آهي ته پريم ڪرڻ
سان پرگهٽ ٿئي ٿو. منهنجا وچن سڀني کي وڻيا ۽ برهما به ٻڌي پرسن ٿيو
۽ ڀڳوان کي هٿ جوڙي استوتي ڪرڻ لڳو، هي ديوتائن جا
سوامي، هي داسن کي سک ڏيڻ وارا، هي سرن پئي جي
رکيا ڪندڙ اوهان جي جئه هجي، هي گئو ۽ براهمڻن جا

ڪمر جي لنهن آهي تنهن ڪري من ۾ ڏاڍو ويچار ۽ ان کي اٿي ٿي چڙي لنڪا پريءَ روانو ٿي ويو.

جڏهن قسمت ڦرندي آهي تڏهن سڀئي پاسي ٿي دانهون پونديون آهن، اروشي ڏاڍي چنتا ۾ وياڪل ٿي سچي حقيقت اچي الڪمر کي ڪري ٻڌائي جنهن ٻڌندي ئي ڪروڌ ۾ ڀرجي سراپ ڏنو ته، راوڻ تنهنجو سڄو ونش ناس ٿيندو.

راوڻ کي وري وري ڳالهه ياد آئي ته رشين کان اڃان تائين ٻيل ڪانه ملي آهي، سو ڪروڌ ۾ اچي ڏوتن کي آگيا ڏني، ته وڃو رشين کان ٻيل وصول ڪري اچو. ڏوت آگيا مڃي اوڏانهن ويا.

رشين ڏوتن جي ڳالهه ٻڌي ويچار ڪيو ته راوڻ جي راڄ دربار ۾ نه آهي نياءُ نه آهي نيتي ۽ نه آهي سڀ سماج، تنهنڪري سواءِ ٻيل ڏيڻ جي ڳالهه مان ورندو ڪي ڪين. پوءِ پنهنجي سرير مان رت ڪڍي هڪڙي گهڙي ۾ وجهي ڏوتن کي ڏئي چيائين ته راجا کي هيءُ گهڙو وڃي ڏيو ۽ چئوس ته هن جي ڪرڻ سان تنهنجو سارو ونش ناس ٿيندو.

ڏوت اهو گهڙو رت جو راوڻ جي دربار ۾ کڻي آيا. گهڙو ڏسي راوڻ ڏاڍو خوش ٿيو پر جنهن مهل ڏوتن جي حقيقت ٻڌائين، تڏهن ڏوتن کي حڪم ڏنائين ته هن کي اتر ڏشا ۾ اهڙي هنڌ وڃي زمين ۾ پوري اچو جو ان ڳالهه جي ڪنهن کي به ڪل ڪانه پوي.

ڏوت حڪم ٻڌي جنڪپور جي واجهر آيا اتي هڪڙي پٽيءَ ۾ کڏو کوٽي ان ۾ پوري هليا اٿيءَ ڪري جو هڪ ڏينهن مهادو جي سڀا ۾ راوڻ، راجا جنڪ کان هارايو هو ان خار هيٺ جي ڪري اتي ڪم هرايائين.

## راجا جنڪ

هيڏانهن راجا جنڪ جي ديس ۾ اچي ڏڪار پيو ۽ ساهه به ڪانه پئي ۽ سورج جي تپش ۽ گرميءَ ڪري کوهه تلاءُ نديون سڀ سڪي ويا. ماڻهن ۾ هراس پئجي ويا، اهڙي طرح ٻارنهن سال گذري چڪا ۽ واپارين ماڻهن جا ڏاڍا برا حال ٿي ويا. راجا به ڏاڍو وياڪل ٿيو. پوءِ ڪن ڄاڻو ته ڏسي گروءَ وٽ ويو ۽ اچي دکي حال ظاهر ڪيائين. گروءَ چيس "اچا! چنتا نه ڪر، جلد ئي سکيو وقت اچڻ ڏسندين. تون هڪڙو يگيه شروع ڪر ته پوءِ ان ۾ جل ججهو ٿي پوندو. پر شرط اهو آهي ته يگيه لاءِ ان، تون پنهنجي استريءَ سان هر ڪيڙي ان پيدا ڪر.

لڳو ڀي راوڻ تون گهر هليو وڃ، ڇو جو مون هر هنڌ تنهنجي هار جي هاڪ ٻڌي آهي. راوڻ تڏهن به نه سمجهيو، تڏهن ٻالي ڪروڌ ۾ ٻرندي اٿيو ۽ مروڙو ڏيئي راوڻ کي ڪڇ ۾ ٻڌي ڇڏيائين جنهن ڇهه مهينا پئي سڙيو. ٻالي کان اُنهيءَ ڳالهه جو خيال لهي ويو هو.

وچاري راوڻ ڇڏائڻ لاءِ ڏاڍا هيلا هلا ڪيا پر ور ڪجهه نه ڪيو. جڏهن ٻڪوڙ جي ڪري ڪڇ ۾ اچي ڏاڍي ٻانس ٿي ۽ راوڻ سهي نه سگهيو تڏهن ڏندن سان ڪرتي اچي ٻاليءَ جي اڳيان ليٽيو. اِي شرم وري نه ڪرڻ لڳو، ٻالي وري به ڇڏي ڏني انگد جي حوالي ڪيو. انگد جا ڪيو جو هڪڙي پنهنجي پلنگ سان اهڙو سوگهو ڪري ٻڌائينس جنهن ڏاڍيون رڙيون واڪا ڪرڻ لڳو ۽ ڦٿڪڻ لڳو. تارا ٻالي راڪشڻ هن کي ڇڏائيندي هئي جنهن ڪيس ڇڏائي ڇڏيس ته هي لنڪا جا راجا جلد هتان ڀڄي هليو وڃ. جيڪڏهن ٻالي ڏسي وٺندو ته اهڙو حال ڪندو.

راوڻ اتان ڇٽي اٿي ڀڳو ۽ اچي آيو جتي سهسرباهو (هزارين ٻانهن وارو) پنهنجن سڀني استرين سميت جل ڪريڙا ڪري رهيو هو.

راوڻ کي اهو استان ڏاڍو پسند آيو ۽ اچانڪ شو جو درشن ڪيائين پر نه ڏسي ڏل ڪمل جا ڦول ٻيتل پتر ۽ ڪنترائي گل آنداين ۽ شو جو سمرڻ ڪري منتر جپڻ لڳو، ايندي شرط وهن ٻانهن جي زور سان پاڻي روڪڻ لڳو، جنهنڪري سڀئي ٻڏڻ لڳا. تنهن تي سهسر ٻاهو ڪروڌ ڪري چوڻ لڳو ته اڄ منهنجي اڳيان ٻيو ٻلي ڪهڙو آهي؟

سهسرباهو وڃي ڏٺو ته راوڻ پاڻي روڪي ليٽيو آهي اماڻڪ ٻڪڙي ڳوڙن واري ڪڙهه ۾ ٻڌي ڇڏيائينس جنهن پر ڪئين مانهو راوڻ تي انڊر مڪ ٿڪ لعنت هڻڻ لڳس. سهسرباهو گهڻئي ڀڃيس پر راوڻ پنهنجو نالو ڪونه ٻڌايو.

هڪڙي ڏينهن پلستيه رشيءَ راوڻ تي دِيا آڻي اچي راوڻ کي ڇڏايو. اتان ڇٽڻ ڪانپوءِ اڳتي هلڻ لڳو. رستي ۾ هن هڪ سهڻي سندر استري ڏٺي جا شو ڀڳوان جي پوڄا لاءِ هٿ ۾ چندن پشپ ۽ پوڄا جي سامگري کڻي پئي ويئي. ان جو نالو اروشي هو، هوءَ هڪ ڏسي لڄ وچون پاڻ ڪرڻ لڳي. راوڻ موقعو ڏسي هن کي چوڻ لڳو، "هي سندري! تون ڪير آهين ۽ هن وقت ڪيڏانهن پئي وڃين؟"

پر هن شرم جي مارئي راوڻ کي ڪوبه جواب نه ڏنو. هن موڪل لڌا سوچ وچار جي ڪام وس ٿي هن سندريءَ کي زوريءَ جهليو، پر پوءِ ڏٺائين

کان جهڙي آڪاش ۾ اڏامي تمام مٿي وڃي ڦيرائي ڦيرائي ڪٽي سمنڊ ۾ ڦٽو ڪيائينس. راوڻ اهو هوش اچي سمنڊ جي اندر پاتال ۾ هليو ويو، ۽ برهما جي ور ملڻ ڪري مئو ڪين. اتان سمنڊ مان نڪري هـو راجا ٻليءَ جي لوڪ ۾ آيو جو ديوتائن جو ڪٽر دشمن هو، ٻليءَ هنجي گهڻي خاطري ڪئي ۽ ڪالنس اچڻ جو سبب پڇيو. راوڻ چيس تون ۽ پرٿويءَ تي هلي پنهنجي دشمن وامـن کي پڪڙي راڄ وٺ. ٻليءَ ورندي ڏنس تـه ڀڳوانن هيءُ هرڻيڪشپ جا آپرشڻ (زيور) جيڪي ڏک دور ڪرڻ وارا آهن سي تـه کڻ. پوءِ سڀ ٺيڪ ٿي پوندو.

راوڻ وڃاري گهڻائي زور ڏنائين پر هڪڙو به ڪٽي ڪين سگهيو تڏهن ٻلي شرمائڻ لڳس ته جا اهيءَ ٻل سان ٻاڻ جيتيندا-ون جن پرٿن اهي آپرشڻ پهريا هوا، اهي ۽ هڪڙي ڪن ۾ مري ويا تڏهن لاءِ پتر اٿئي ته گهر جـو رستو وٺ، راوڻ ڏاڍو ڦڪو ٿيو ۽ جلد اتان روانو ٿيو.

وامـن ڀڳوان راوڻ کي انڌو ڏسي خيال ڪيو ته هن ناردمنيءَ جو اپمان ڪيو آهي. تنهن رستي تي راند ڪندڙ ٻالڪن کي پنهنجي سموري طاقت ٻل ڏيئي چڙهيو، ڇوڪرن جو راوڻ کي ڏاـر سو اڪڙي شهر ۾ وٺي واس، هن جا ڏهه سر ۽ ويهه ٻانهون ڏسي ٿي ناڙون سڀئي هڪي ڏسڻ لاءِ آيا ۽ کيس ٺڪ ڪرڻ لڳا، راوڻ ڏاڍو ڏکيو ٿيو، پر پنهنجو نالو نه ٻڌايائين.

ڪرپاندان وامن جڏهن ڏٺو ته هاڻي راوڻ جي گهڻي ئي عزتي ٿي آهي تڏهن هنکي اچي ڇڏايائين. پوءِ اتان روانو ٿي موڪ راوڻ نرانچ ۽ نردئي، جنهن رامچندر کان ئي مڪ لـئي ان کي جيتڻ گهرائو ٿي، سو جتي ارهڻ، ديوتائن ڏسي اتي انهن کي پيو ستائي. اتان پما ٽالي ٻڙيءَ ۾ واـر جتي ٻالرن جو راجا ٻالي رهندو هو. اُتـي هڪڙو تلاءُ ڏٺائين جنهنجو جسار ڏسي رشي مني به حيران ٿي ويندا هوا. ان هنڌ ٻالي راوڻ کـي ڏسي ڪلهو، اهڪن راوڻ کي گرجندو ۽ ٻانهون اوڪيندو ڏٺائين تڏهن اسـ ڏاڙ ڏاري ڪرون ته ڪيائين. تنهن تي راوڻ ڪاوڙ ۾ ٻرجي چيس، اڙي موڪ ٻاندر تنهنجو نالو ٻڌي آيو آهيان، اٿي ٻڌ ڪر. مرڪي جيتڻ لاءِ ڏيان ڪرڻ سڀ اجايـو آهي- ٻاليءَ وري مرڪي چيس تـه سچ آهي ادا مـون ٻاڻ تنهنجي اهل ٻابت ٻڌو آهي ۽ ڪرپا ڪري تورو ترس ته سـوڄ ڀڳوان کي ارگهه ڏئي وٺان پوءِ تون مون کي مارج.

ٻاليءَ جو اهو جواب ٻڌي راوڻ گرجندو ٻاليءَ کي مارڻ لاءِ اڳتي وڌيو، ٻاليءَ ڏٺو ته شر جي ور ملڻ ڪري هيءُ مارڻ سان مرندو ئي ڪين سو چرڻ

براهمڻن چيو تہ هي راجا پاڻ مٿي لٺي جيتوڻيڪ هن جو ڏوهہ نہ آهي تڏهن بہ برهمڻن جو ڏنل سراپ ڪڏهن ٽري نہ سگهندو، اهڙي طرح برهمڻ هليا ويا. شهر جي ماڻهن جڏهن ٻڌو وڃي اهي تہ چنتا ۾ پئجي ودياتا کي ڏوهہ ڏيڻ لڳا.

ڪپٽي راڪش برهمڻ کي گهر پهچائي، سارو حال وڃي تپسويءَ سان ڪيو، هن دشمن جيڪي هئا انهن چٺيون موڪليون ۽ سڀئي راجائون لشڪر سميت اچي شهر کي گهيرو ڪيو ۽ لڙائي لڳي سڀئي اڙدا لڙائيءَ ۾ مري ويا ۽ راجا بہ پاڻ سميت ماريو ويو ۽ ستيہ ڪيتو راجا جي ڪل مان ڪو بہ نہ بچيو. هي ڀاردواج ٻڌ جڏهن ودياتا ڪنهن جي خلاف ٿو ٿئي تہ هن لاءِ مٽي بہ پهاڙ ٿيو پوي پتا ڪال ٿيو پوي ۽ ان لاءِ نوڙي بہ نانگ وانگر ٿيو پوي.

هي مني ٻڌ. سمو پائي اهو راجا ڪل سڄو وڃي راڪش ٿيو هن کي ڏهہ سر ۽ ويهہ ٻانهون ٿيون جو راوڻ نالي وڏو سورمو ٿيو. راجا جو اريمردن نالي ننڍو ڀاءُ هو جو ڪمڀڪرڻ ٿيو ۽ هن جو ڀاڳي ڌرم رچي نالي وزير سو هن جو ماٽي جو ننڍو ڀاءُ ويڀيشڻ ٿيو جو وشنوءَ جو ڀڳت ٿيو. راجا جا ٻيا پٽ ۽ نوڪر وڃي دشمن پاپي جيو ماريندڙ ۽ دنيا کي ڏکي ڪندڙ راڪش ٿيا. راوڻ ۽ ٻنهي ڀائرن گهڻي ئي قسم جي اهڙي ڪٺن تپسيا ڪئي جو برهما هنجي تپسيا ڏسي وٽن وڃي چيو تہ پيارا مان توهان تي پرسن ٿيو آهيان ور گهرو! راوڻ چرڻ جهلي وينتي ڪئي تہ هي جڳديشور ٻڌو ماڻهن ۽ ٻاندرن انهن ٻن ذاتين کي ڇڏي مونکي ٻيو ڪو بہ ماري نہ سگهي. اهو پڻ ٿيندو برهما چئي وري ڪمڀڪرڻ وٽ ويو ۽ هن کي ڏسي من ۾ عجب لڳو جو جيڪڏهن هي دشٽ روز کاڌو کائيندو تہ سڄي سرشٽي اجاڙ ٿيندي تنهن ڪري سرسوتي کي چئي هن جي مت ڦيري ڇڏائين پوءِ هن ڇهن مهينن جي ننڊ گهري ورتي، وري ويڀيشڻ وٽ ويو ۽ چيائين تہ پٽ ور گهر هن ڀڳوان جي چرڻن ڪنولن ۾ نرمل پريم گهريو، انهن کي ور ڏيئي برهما انتردان ٿي ويو. ۽ هو خوش ٿيندا پنهنجي گهر ويا. ميہ داناو دئيت جي ڌيءَ منڊودري نالي ڪماري سندر هئي جا راوڻ کي پرڻائي ڏني ويئي، پوءِ راوڻ پنهنجي ٻنهي ڀائرن کي پرڻائي ڇڏيو.

سمنڊ جي وچ ۾ هڪڙو ترڪوٽ نالي پهاڙ هو جنهن کي برهما ٺاهيو هو تمام وڏو قلعو هو ليڪن ميہ دانو دئيت ٺاهي نئين سر ۽ سون سان جڙيل

سي ٻڌايائين. جنهن تي راڪاش خوش ٿي چوڻ لڳو ته داءُ ته ڏاڍو عمدو
ڳو آهي پر فڪر نه آهي مان ڪل سوڌو دشمن جي پاڙ پٽي چوٽين ڏانهن
ڇي لوڪي گڏبس. انهن ڇٽي راڪاش پرتاپ ڀانوءَ کي گهوڙي سوڌو ڪن ۾
ڍر ڀڄائي راجا کي راڻيءَ وٽ سنهاري ۽ گهوڙي کي اصطبل ۾ وڃي
اهي ٻڌائين پوءِ راجا جي پروهت کي ڪٽي پنهنجي مايا سان بيهوش ڪري
ٻل جي غار ۾ رکيائينس پوءِ پاڻ پروهت جو روپ بڻائي هن جي سندر
سيج تي وڃي سمهي پيو.

راجا صبوح ننڊ کان اڳ اٿيو ۽ پنهنجو مڪان ڏسي ڏاڍي اچرج ۾ پيو،
ها منيءَ جي مهما جاڻي عجب ۾ پئجي اٿي اُتان هليو جيئن راڻيءَ کي سڌ
نه پوي، پوءِ انهيءَ گهوڙي تي چڙهي جهنگل ڏانهن نڪري ويو ان پاسن
ڏان پوءِ راجا موٽي گهر آيو ۽ گهر گهر ۾ خوشيون ۽ باجا وڄڻ لڳا. راجا جڏهن
پروهت کي ڏٺو تڏهن منيءَ جي ڪم جي يادگيري ڪري عجب ۾ لهارڻ
لڳو ٽي ڏينهن راجا کي جڳ برابر گذريا. وقت جاڻي پروهت راڪش اچي
راجا کي سيٽي صلاحون سمجهائي ٻڌايون.

راجا گروءَ کي سڃاڻي جلدي سؤ هزار برهمڻن جي ڪٽنب سميت ماني
وڪالي. هن ڪڇيءَ رسوئي ڪئي، انترا ته مال تيار ڪيا جو ڳڻي نه
سگهجن طرحين طرحين جانورن جو ماس رڌائين. هن دشت لڏهن ۾ براهمڻن
جو ماس ملايو، پوءِ لاءِ سڀني براهمڻن کي گهرائي هنجا پير ڌوئي کين
آدر سان وهاريائون. راجا جنهن وقت پرچڻ لڳو، تنهن وقت آڪاس واڻي
ٿي؟ "ته هي برهمڻ؟ اٿو! اٿو!! گهر وڃو، هي ان نه کائو، هيءَ رسوئي
برهمڻ جي ماس مان ٺهي آهي." اها آڪاس واڻي ٻڌي، برهمڻ وشواس
ڪري اٿي کڙا ٿيا. پاپيءَ وس راجا جي مت اڳيان کان منجهي وئي ۽
هن کان اکر به وات مان نه اکليو، پوءِ برهمڻن اهو ڪرم راجا جو جاڻي
ڪروڌ ۾ چيو ته هي نيچ راجا تو سڀني برهمڻن کي گهرائي انهن کي پروار
سان گڏ ڀرشٽ ڪرڻ ٿي گهريو، ايشور اسانجو ڌرم رکيو ۽ تون وڃي ڪٽنب سوڌو
راڪش ٿيءُ تنهن جو ناس ٿيندو ۽ ڪل ۾ پاڻيءَ ڏيڻ وارو ڪو نه رهندو.
راجا سراپ ٻڌي ڏاڍو ڊپ ۾ پئجي ڏاڍو وياڪل ٿيو ۽ وري آڪاش واڻي
ٿي ته "برهمڻو، توهان سڀ سراپ ويچار ڪري نه ڏنو آهي، راجا جو ڪو به
ڏوهه ڪونه آهي، اهڙي آڪاش واڻي ٻڌي سڀ برهمڻ عجب ۾ پيا ۽ راجا
جو جتي پيدارو هو اتي ويا اتي نه هو پوءِ نه هئو برهمڻ رسوار، راجا پوءِ
سمورو حال براهمڻن کي ڪري ٻڌايو ۽ چنتا ۾ وياڪل ٿي ڌرتيءَ تي ڪري پيو.

شهر ۾ هلڻ لئي نه سگهندو. جڏهن کان آءٌ پيدا ٿيو آهيان تڏهن کان اڄ ڏينهن تائين ڪنهن جي نه گهر ۽ شهر ۾ نه ويو آهيان، ۽ جي اتي وڃان نه ڪم ٿيو لهي اهو لئي اڄ مونجهارو آهي.

اهو ٻڌي راجا مليءَ واڻيءَ ۾ چيو ته ڪيئن به ڪري مون لاءِ اها تڪليف سهو.

راجا کي پنهنجي وس ۾ ڄاڻي ڪپٽي سياڻي تپسويءَ چيو ته هي راجا ٻــڌ. مان تنهنجو ڪارج اوس ڪندس، جوڳ جڳتي تپسيا منتر جو پرتاپ تڏهن ڦل ڏيندو جڏهن ڳجهه رکبو آهي، هي راجا مان جي رسوئي ڪريان ۽ تون پاڻي ڏين ۽ مونکي ڪير نه سڃاڻي ته جيڪو به اهيءَ ان جو ڀوڄن ڪندو سو تنهنجي آگيا مڃيندو. انهن جي گهر جيڪي ڀوڄن ڪندا سي به تنهنجي ئي وس ٿيندا ۽ تون وڃي اهو اپاءُ ڪر ۽ سال تائين انهن ڪرڻ جو سنڪلپ ارادو ڪر نت نئون سؤ هزار براهمڻن کي ڪٽنب سوڌو کاراءِ. مان تنهنجي سنڪلپ لاءِ ڏينهن جو رسوئي ڪندس، انهن ٿوري تڪليف سان سڀ براهمڻ تنهنجي وس ٿيندا، برهمڻ هوم يڳيه ۽ پوڄائون ڪن تا سولي انهن جي ڪري ديوتائون به سولائي سان وس ٿي ويندا، ٻيو نه مان هن ويس ۾ ڪڏهن نه ايندس. تنهنجي پروهت کي مان پنهنجي مايا سان کڻي ايندس پنهنجي تپسيا جي بل سان هن کي ٻار جهڙو ڪري هجو ويس ڌاري سڀ طرح تنهن جا ڪارج سڌاريندس. هي راجا هاڻ رات گهڻي گذري آهي تون ڪري هاڻي ننڊ ڪر ٽئين ڏينهن تنهنجو ۽ منهن جــو گڏجڻ ٿيندو مان تپسيا جي بل سان توکي گهوڙي سميت ننڊ ۾ گهر پهچائيندس. مان اهيءَ ويس ۾ ايندس جڏهن اڪانت ۾ گهرائي سڀ حال ٻڌائيندءِ تڏهن مونکي سڃاڻج، راجا آگيا مڃي سمهي پيو ۽ هو ٺڳ وڃي آسڻ تي ويٺو. راجا کي ٿڪ جي ڪري ننڊ اچي وئي. پر هن ڪپٽيءَ کي چنتا جي ڪري ننڊ ڪانه آئي. ڪال ڪيتوءَ نالــي راڪاس جنهن راجا کي سوئر بڻجي ڀلايو هو سو اتي آيو. هو تپسي راجا جو گهرو دوست هو ۽ گهڻي ڇل ول مان واقف هو. هن جا سؤ پٽ ڏهه ڀائر جي دشٽ ديوتائن کي دک ڏيندڙ هوا ۽ جن کي جيتڻ ڏکيو هو سي، ديوتائن برهمڻن ۽ سنتن کي دکي ڏسي راجا پرتاپ جنگ ۾ ماري ڇڏيا هوا. هن دشٽ اڳون وير ياد ڪري تپسوي راجا سان ملي صلاح ڪئي ۽ اهو اپاءُ ڪيائون جنهن دشمن ناس ٿئي. پاپيءَ وس ٿي راجا کي پتو نه پيو. تپسوي پهرين هي سڪتيءَ کي ڏسي هن سان خوش ٿي گڏيو. سڀ حال پنهنجي سگتيءَ

پرييت تي آهي تنهن جو نالو پرتاپ ڀانو آهي ۽ تنهن جي پتا جو نالو ستيه ڪيتو آهي. گروءَ جي ڪرپا سان مان سڀ ڪجهه ڄاڻان ٿو پر پنهنجو ڪر پراوجن نه ڄاڻي مون ڪجهه چيو ته ئي مان ڄاڻي ٽولي پرسن آهيان هي راجا توکي جيڪي دل چاهي سو گهر.

راجا اهي سندر وچن ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو هي ديالو مونکي اهو ور ڏيو ته منهنجو سرير پيدائي ۽ مرڻ جي ڏک کان ڇٽل رهي ۽ لڙائيءَ ۾ ڪير به جيتي نه سگهي هڪڙو ئي شهنشاهه ٿي رهان. دشمن کان آجو رهان ۽ سؤ ڪلپن (چار سؤ جڳن) تائين منهنجو پرٿويءَ تي راڄ رهي. تپسويءَ چيو ته راجا! ائين ئي ٿيندو، پر ان ۾ هڪڙو ڏکيو سبب آهي اهو ٻڌ. هي راجا هڪڙو برهمڻ کان سواءِ خود ڪال به تنهن جي پيرن اڳيان سر نوائيندو. تپسيا جي ٻل ڪري برهمڻ سدائين طاقت وارا رهن ٿا. انهن جي ڪرپ کان ڪير به رکيا نه ٿو ڪري سگهي. هي راجا جيڪڏهن براهمڻن کي وس ڪرين ته برهما وشنو مهيش به تنهن جي وس ٿي ويندا. هي راجا مان توکي سچ ٿو چوان ته براهمڻ جي سراپ کان سواءِ ڪڏهين به تون نه مرندين.

راجا هنس جا وچن ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو هي سوامي توهان جي ڪرپا سان منهنجو سدائين ڪلياڻ ٿيندو.

ائين ئي ٿيندو چئي وري ڪپٽي ۽ ڪوڙي منيءَ چيو ته مونسان گڏجڻ ۽ جهنگ ۾ پنهنجي ڀاڪت پڇڻ ڪنهن کي به نه ٻڌائيجي جي ٻڌائيندين ته منهنجو ڏوهه نه آهي. منهنجي ڳالهه سچي آهي. جي ڪنهن جي ڪن اها ڳالهه پهتي ته تون ناس ٿيندين. پوءِ ڀلي ڪٿي وشنو مهيش مان ڪو ٽولي ڪاوڙجن.

راجا منيءَ جا چرن جهلي چيو هي ناٿ توهين سچ ٿا چئو ته ڀڳوان ۽ برهمڻ ۽ گروءَ جي ڪرپ کان ڪير بچائي سگهي ٿو.

تنهن تي منيءَ چيو ته وڌاتا ڪروڌ ڪري ته گرو بچائي سگهي ٿو پر جي گرو ڪاوڙجي ته ڪير به سنسار ۾ رکيا نٿو ڪري سگهي. جي مان توهانجي چوڻ تي نه هلندس ته ناس ٿي وڃڻ جو مونکي ويچار نه ٿيندو پر هڪڙي ڳالهه کان منهنجو من ڏکيو ته براهمڻ جو سراپ ڏاڍو ڪروڌو آهي، هي دان ديالو اهو ٻڌاءِ ته برهمڻ ڪهڙي طرح وس ٿي سگهندا.

مني چوڻ لڳو هي راجا ٻڌ. دنيا ۾ اپاءَ ته گهڻائي آهن پر اهي ڪرڻ ڏکيا آهن ۽ وري ثابت پون يا نه. هڪڙو تمام سولو اپاءُ آهي پر انهيءَ ۾ اِهو هڪ مشڪلات آهي انهيءَ جو اپاءُ منهنجي وس ۾ آهي پر منهنجو لڏهڻ

شڪار ڪيلنديءَ ڪيلنديءَ هتان پهچي پيو آهيان ۽ وڏي ڀاڳن سان اوهانجي چرڻن جو درشن ڪيو اٿم.

منيءَ چيو ته پيارا هميشه اوهان لاءِ واٽ آهي ۽ توهانجو شهر هتان تمام پري آهي تنهن ڪري اڄوڪي رات هتي رهو ۽ صبوح ٿيڻ شرط هليو وڃجو، ڀٽڪي ايندي آهي پاوي ان وقت ٿي اچي ۽ ڪيس گهڻي اونداهه ولي وڃي ٿي. تنهن تي راجا چيو ته هي سوامي مون کي پنهنجو شهر ڪي جاءِ پنهنجو نالو ٻڌايو؟

راجا هن کي ڏٺي سڃاتو پر هن ڪپٽي منيءَ راجا کي سڃاتو ٿي. راجا ته صاف دل وارو هو ۽ جيءَ ڪپٽي ۽ سياڻو هو، منيءَ هن کي هڪڙو ڀيرو پنهنجو ويري ۽ وري ڀيٽري ۽ راجا جاڻي چيل ول سان پنهنجو ڪم پورو ڪرڻ گهرڻ لڳو، ۽ چالي پئي چليس. هو پنهنجي راڄ سک کي ياد ڪري دکي ٿي رهيو هو ۽ ڪپٽ سان ڀريل مٺي زبان ۽ اڪل سان چوڻ لڳو ته منهنجو نالو هاڻي ڀکاري آهي ۽ نڌن آهيان. راجا چيو ته جيڪي گيان جا خزانا آهن سي توهان وانگر اڀمان کان رهت آهن اهي سڀ ڪنهن طرح هوشيار هوندي ... ڀٽالي سدائين ٻاڻ ڇپائي رهن ٿا ۽ سچ آهي سنت مهاتمائن هميشه چوندا آيا آهن ته مها ڪنگال ڀڳوان کي ڏاڍا پيارا لڳندا آهن. اوهان جهڙن نڌن ۽ ڀکارين کي ڏسي برهما ۽ شو کي به شڪ ٿو جاڳي. خير جيڪي به هجو مان توهانجي چرڻن ۾ نمسڪار ٿو ڪريان. راجا جو پساڻ ۽ وشواس ڏسي ۽ هر طرح سان پنهنجو ڪري پيار ڏيکاري مني چوڻ لڳو هي راجا ٻڌو مون کي رهندي هتي گهڻو وقت گذري ويو آهي ۽ اڄ تائين مون ڪنهن ڪولي ڪونه مليو آهي ۽ نه مان ڪنهن کي ڄاڻندو آهيان تنهن ڪري سنسار ۾ ڪجهه رهان ٿو. ڀڳوان ايما منهنجو ڪنهن سان نه واسطو ڪرائي. اڄڪلهه مان منهنجو پيارو آهين توهانجو مون ۾ وشواس آهي تنهن ڪري مان لوڪان ڪجهه. نه لڪايان ٿو جو مونکي ڏاڍو پاپ لڳندو. منهنجو نالو ايڪ تنو آهي، اهو نالو هيئن پيو. جڏهن شروع کان سرشٽي اوهان ٿي هئي تڏهن مون جنم ورتو آهي تنهن کان پوءِ ٻيو ڪوبه مون ديه نه ڌاري آهي، هي پٽ لوڪ مان ۽ ... نه ڪاٽ چوڻ ته تپسيا جي ڪري سڀ ڪجهه سولو آهي.

راجا اهي ڳالهيون ٻڌي ته من ۾ ڏاڍو پريم پيدا ٿيس ۽ ڪيس پنهنجو سڄو نالو ٻڌايائين. تپسيءَ چيس هي راجا اهو دستور آهي ته راجائن جتي ڪٿي پنهنجو نالو نه ٻڌائيندا آهن تنهنجي سياڻپ سمجهي منهنجي لوئي ڏاڍي

ڀانُ پرتاپ جي ڪاڻ ۽ لڙائيءَ ۾ سورمو هو جنهن ٻنهي جي طاقت ٻـل سان
سڀني راجائن کي جيتي ڇڏيو هو. پرجا ڏاڍي سکي هئي. ڌرم وزير جو
ڀڳوان ۾ ڏاڍو ڀرپور هو ۽ راجا به سدائين گرو، ديوتائن، سنتن ۽ برهمڻن کـي
پوڄيندو هو. هڪڙي ڀيري راجا سٺي گهوڙي تي چڙهي شڪار لاءِ وندياچل
پهاڙ جي گهاٽي ٻن ۾ ويو ۽ ڪيترائي جانور ماريائين. جهنگ ۾ گهمندي راجا
هڪڙو سوئر ڏٺو جو ٻن ۾ لڪو ٿي. انهيءَ خوفناڪ سوئر کي ڏسي راجا
گهوڙي کي اڙي هڻي اڳتو هليو ڇو ته هڪاڻ ڪانسواءِ ٻيو چاڙهيو ڪرڻ هوس،
گهوڙي کي تمام تيز ايندو ڏسي سوئر هوا وانگر اٿي ڀڳو راجا به تيزيءَ
سان تير ڇوڙيو پر تير ڏسندئي هو ٽڪريءَ ۾ پيهي ويو، راجا به هن تي
لڳي تير هلايا پر سوئر به ڇل ڪري پنهنجو سڄو پئي بچايو. اهڙيءَ
طرح هو لڪندو ۽ ظاهر ٿيندو رستي ۾ ڀڄندو پئي ويو راجا به غصي ۾ ساڻس
گڏ هلندو پئي ويـو، سوئر به ڀري گهاٽي جهنگ ۾ لنگهي ويو جتان گهوڙو
لنگهي نه سگهي راجا جيتوڻيڪ اڪيلو هو ۽ ٻيو ٻن ۾ ڪشت گهڻا هوا
تڏهن به جانور جو پيڇو نٿي ڇڏيائين، سوئر راجا کي ڏسي جبل جي هڪ اونهيءَ
غار ۾ پيهي ويو. راجا اتي پهچڻ ڏکيو ڄاڻي ڏاڍو پڇتايو، جنهن ان مان تي
موٽيو ليڪن رستو هٿ نه آيس پوءِ راجا گهوڙي سميت اڪيلي لڇي پيو ۽
اڃ کان وياڪل ٿـي پاڻيءَ جي تلاش لاءِ ٻن ۾ ڦرندي هڪڙو آشرم ڏٺـو
جنهن ۾ هڪڙو راجا ڪپٽي منيءَ جو ڀيک ڌاري ويٺو هو، هي اهوئي راجا
هو جنهن جو ملڪ پرتاپ ڀانوءَ کٽيو هو ۽ هو لڙائيءَ ۾ لشڪر ڇڏي ڀڳو هو
نه گهر ويـو ۽ نه پيش پيو لڪڻ ڪري ٻن ۾ آشرم ٺاهي لڪي ويهي رهيو
هـو. جڏهن راجا ان جي ويجهو ويو ته هن ڄاتو ته پرتاپ ڀانو آهي، راجا
اڃايل هو، سو هن کي نه سڃاتائين ۽ هن جو سندر ڀيک ڏسي مها مني ڪري
سمجهيائين. راجا گهوڙي تان لهي کيس پرنام ڪيو. پر جنهن نه تمام سياڻو
هو لڪڻ ڪري پنهنجو نالو کيس نه ٻڌايائين. راجا کي اڃايل ڏسي هن کي
سندر تلاءُ ڏيکاريائين راجا خوش ٿي گهوڙي سوڌو سنان ڪيو ۽ پاڻي پيتو
سڀ اڃ لهي وڃڻ تي راجا پرسن ٿيو ۽ پوءِ مني پنهنجي آشرم تي وٺي
آيس. سج لهندو ڏسي آسڻ تي ويهاريائينس ۽ پوءِ مني مٺن وچنن سان چوڻ
لڳو ته تون ڪير آهين ۽ ڇو تون ٻن ۾ اڪيلو ڦرين ٿو تون سهڻو جوان تي جهاليءَ
سان ڇو ٿو ڪيرين، تو ۾ چڪرورتيءَ جا لڇڻ ڏسي تولاءِ مون کي ڏاڍي ديا
ٿـي اچي.

راجا چيو ته هي مهيشور ٻڌو! پرتاپ ڀانو نالي راجا جو مان وزير آهيان،

تنهن جنهن ٻڍيءَ ڪتي پاڻ سوڙو مٺيءَ جي وس ۾ ٿو اُن ۾ ڦرندو ڏٺو ۽ جنهن جي ليلا ڏسي ٿو، سنتيءَ جي دل ۾ اهڙي ڀاونا ٿئي ۽ ٿڪيءَ اها ڪٿا. تو ٻڌايانءِ- ڀاڳيوان تو ڇوري هي پاروتي شڪر جنا اهي وچن ٻڌي پاروتي شڪي نه ٿي ۽ پريم ۾ گد گد نه ٿي. هي پاروتي تون هاڻ ڌيان ڏئي ڪٿا ٻڌ.

## سوايمڀو منوءَ شترُوپا

سوايمڀو منوءَ شترُوپا جن مان هيءَ منشن جي سندر سرشٽي پيدا ٿي آهي ٻنهي زال مڙس جي رهت ۽ ڌرم اُتم هو. هنجو پٽ راجا اُتان پاد ٿيو جنهنجو ورڻ هريءَ جو ڀڳت ڌروُ ناالي پٽ ٿيو ننڍي پٽ سوايمڀو منوءَ جو نالو پريهه ورت هو ۽ ڌيءَ جو نالو ديوهوتي هو جا ڪردم منيءَ جي پياري استري هئي. ديو هوتي جي گرڀ مان ڀڳوان ڪپل ديو جو روپ ڌارڻ ڪري جنم ورتو انهيءَ ڪپل ديو سانکيه شاستر ورڻن ڪيو آهي انهيءَ منوءَ گهڻي وقت تائين پرٿوي تي راڄ ڪيو. هڪڙي ڏينهن پور آهس ته افسوس هي جنم منهنجو هريءَ ڀڳتيءَ بنان اجايو ٿي ويو سو هڪدم راڄ جو ڀار پٽ کي سونپي پاڻ استريءَ سميت بن ڏي روانو ٿيو ۽ پند ڪندي ڪندي نيم شارڻيه ناليءَ وڏو تيرٿ هو اُتي وڃي پهتو. اُتي رشي مني سادن جون ٽوليون گڏجي وس جتي جتي سندر تيرٿ هوا اهي سڀ رشين پريم سان هنن کي ڏيکاريا. اتي رهندي هنن جو سرير ڏٻرو ٿي ويو هو. پر دک هند رهي. "اوم نمو ڀڳوتي واسديوايه" جو منتر پريم سان جپڻ لڳا ٻنهي زال مڙس جو من ڏاڍو لڳي ويو ۽ ڏاڍي ڪٺن تپسيا ڪيائون. انترجامي ڀڳوان هنن جي اهڙي تپسيا ڏسي راجا راڻيءَ کي پنهنجو ٻڪر داس ڄاڻي آڪاس واڻيءَ ۾ چيو، ته ور گهرو ور گهرو؟ آڪاس واڻي ٻڌي درش ٿي نمسڪار ڪري راجا راڻي چوڻ لڳا هي شيوڪن لاءِ ڪلپ برڇ پڀو! جي مون تي پريم اٿو ته پرسن ٿي مون کي اهڙو ور ڏيو ته جيڪو لوهان جو سروپ شوجيءَ جي من ۾ وسي ٿو اهو ئي روپ اسين راتڊينهن پنهنجي هردي ۾ ڏسندا رهون. ڀڳوان کي راجا راڻيءَ جا وچن تمام پيارا لڳا ۽ سرشٽي جو آڌار ڀڳت وڇل ڪرپاندان پڀو ساکيات اچي کين درشن ڏنائين. ڀڳوان جو روپ نيلي ڪل جهڙو سانوري صورت پورن ماسيءَ جي چنڊ برابر سندس شڪل جهڙي سرنهن آهي. سندر ڳل ۽ ڳاڙها چپ سهڻا ڏند ۽ سندس مشڪڻ چنڊ جي ڪرڻن کي به لڄائي ٿو. اهو بيحد سروپ ڏسندا رهيا پر ڍءُ نه ٿا نيڻن درشيءَ وڇاڻ هنن کي پنهنجي سرير جي سڌ به نه رهي ۽ پيرين جا چرن

سمنڊ ولوڙڻ مهل شنڪر کي پريشان ڪري ڇڏيو ۽ ديوتائن کي ڇڏي هلڪي!
زهر پيارڻ ۽ ديوتن کي شراب پيارڻ-باقي ناڻو لڌائين ۽ ڪوسٽب مڻي ڪڍي
ويندا رهيا. هاڻي لوهان ڇڪي هٿ-ڇهڙ ڇاڙ ڪري ٻيون ڇهڙي سان هٿ
الڪابر الڪر تنهن ڪري پنهنجي ڪٽي جو ڦل پاتو اٿو. جهڪا منش ڏاهه
ڏاري مون سان لڳي ڪٽي اٿو سالي ڏاهه وڃي ٻاهر اهو منهنجو سراپ آهي
۽ لوهان مراکي باندر جهڙي شڪل ڏني سو باندر ئي لوهانجي سهائتا
ڪندا. جيئن لوهان مراکي استريءَ کان وڇوڙي جو ڏک پهچايو آهي تيئن
لوهين نه استريءَ جي وڇوڙي ۾ ڏکي ٿيندا. ڀڳوان خوش ٿي منيءَ جو
سراپ سر تي رکيو.

ڪرپالوان ٻيوءِ ٻوءِ پنهنجي مايا جو ٻراڳ مٿانئس لاهي ورتو، جڏهن
ٻيوءِ مايا کي هٽايو ته نه اتي لڇمي هئي نه هئي راجڪماري. تڏهن نارد
مني ڏاڍو ڊڄي ڀڳوان جي چرڻن تي ڪري پيو ۽ چوڻ لڳو، "هي شرڻ
ڀتي جا ڪشٽ نوارڻ وارا ڀڳوان منهنجي رکيا ڪريو ۽ منهنجو ڏنل سراپ
ڪوڙو ٿئي."

ديندال ٻيوءِ وراڻي ڏنس ته اهو سڀ منهنجي مرضيءَ موجب ٿيو آهي.
مني چوڻ لڳو هي ٻڌو مون لوهان کي ڪوڙا شبد ڳالهايا آهن ۽ اهو پاپ
ڪيئن مٽندو؟ ڀڳوان چيو ته هاڻي تون وڃي شنڪر جا سئو نالا جپ ته جلد
هردي ۾ شانتي ملندءِ. ڀڳوان نارد کي سمجهائي انتردڌان ٿي ويو ۽ نارد
ڀڳوان جا ڳڻ ڳائيندو ستيه لوڪ ڏانهن روانو ٿيو.

شنڪر جي ڳڻن رستي ويندي منيءَ کي ڏٺو ته هنجو اڳيان سڀ مٺڙي
واڻ هو ۽ من ۾ ڏاڍو پرسن هو. هو ڏاڍو ڊڄندا نارد وٽ آيا ۽ پيرن تي
ڪري نماڻا ٿي چوڻ لڳا هي منيشور اسين برهمڻ ڪونه آهيون اسان ڏاڍو
اپراڌ ڪيو جنهنجو ڦل پاتوسين. هي ڪرپالو اسان کي سراپ کان ڇڏايو تڏهن
تي نارد چوڻ لڳو ته اوهين وڏي پدارٿ ۽ شڪتي وارا راڪاس وڃي
ٿيو جڏهن لوهين پنهنجي ٻاهن جي ٻل سان ساري جڳت کي جيتيندا
تڏهن وشنو ڀڳوان منش اوتار وٺندو توهانجو لڙائيءَ ۾ ٻيوءِ جي هٿان مرڻ
ٿيندو ۽ مڪتي تي وري جنم نه وٺندا. ٻئي نارد جي چرڻن تي سر نوائي
هليا ويا ۽ سمو پاڻي وڃي راڪش ٿيا هڪڙي ڪلپ ۾ ٻيوءِ انهيءَ ڪري
منش اوتار ڏاڍو ٻيو ٻرلوءِ جو ٻار هلاڪر ڪري ديوتائن کي آنند ڏنو.

هي ٻارولي ٻيو ته سڀ ٻڌ مان اها عجيب ڪٿا لڪي وستار سان ٻڌايان
ٿو، جنهن ڪري اجنما نرگڻ ۽ ٻيا روپ وارو پرماتما ايوڌيا پريءَ جو راجا

لڳي جيئن نه مان تنهان جو داس آهيان. دين ديالو پرڀو پنهنجي مايا جي وڏي پرتاپ کي ڏسي کلي دل ۾ چيو- هي نارد جنهن رمڻ تنهنجو پرم ڪلياڻ ٿيندو مان اهڙو ڪندس ۽ نه ٻيءَ طرح. منهنجو وچن ڪوڙو نه ٿيندو آهي ائين چئي پرڀو انترڌيان ٿي ويو. مايا جي وس ناردمنيءَ جي مت منجهي ويئي ۽ ڀڳوان جا ڳوڙها وچن سمجهي نه سگهيو، ناردمني جلد اٿي اتي ويو جتي سوئمبر جي سڀا ٺاهي ويئي هئي. راجائون گهڻي ٺاهه ٺوهه سان پنهنجي پنهنجي جڳهين تي ويٺا هوا. ناردمني من ۾ ڏاڍو خوش ٿيو ته منهنجي ڏاڍي سهڻي شڪل آهي ۽ مونکي ڇڏي هوءَ ڀلجي به ٿي ڪي ور مالها نه پهرائيندي. پرڀوءَ منيءَ جي ڀلي ڪارڻ هن کي اهڙي خراب شڪل ڏني هئي جا ڇرڻ کان ٻاهر هئي انهيءَ قصي جي ڄاڻ ڪنهن کي نه ڪانه پئي. پر نارد جاڻي سڀني کيس نمسڪار ڪيو. اتي شنڪر جا ٻه ڳڻ ويٺا هوا انهن سڄو ڀيد ڄاتو ٿي هو ته رولشي جا ڪوڏيا هوا ۽ اهين جي ويس ۾ اتي آيا هوا ۽ نارد جي پرسان واهي مسخريون ڪرڻ لڳا. نارد جو ٻاندر جهڙو منهن ۽ ڏپ ڏيندڙ ڏاهه روپ راجڪماريءَ کي ڏسڻ ۾ ٿي آلي ۽ اهڙو آدمي راجڪمارن جي پرسان ويٺل ڏسي من ۾ ڏاڍو ڪروڌ آيس. پوءِ راجڪماري پنهنجي ڳل جهڙي هٿن ۾ ور مالها کڻي سڀني راجائن کي ڏسندي پئي هلي جنهن پاسي ناردمني هو تنهن پاسي هن نهاريو نه. ڪين هيڏانهن منيءَ هر گهڙيءَ وياڪل ٿي پئي واجهايو. اها حالت ڏسي شو جي ڳڻن پئي مشڪيو. ڪرپالو ڀڳوان راجا جو روپ ڌاري اتي ويو ۽ راجڪماريءَ خوش ٿي کيس ور مالها وڌي. ڪنوار کي وٺي ڀڳوان واپس هليو ويو. ٻيا سڀ راجائون نراس ٿي ويا. ناردمني ڏاڍو وياڪل ٿيڻ لڳو. پوءِ شنڪر جي ڳڻن مشڪي چيس ته پنهنجو منهن ته وڃي آرسيءَ ۾ ڏس ائين چئي ٻئي ڀڄي ڀڄ ۾ اتي ڀڳا ۽ ناردمنيءَ پاڻيءَ ۾ نهاري ڏٺو. پنهنجي شڪل ڏسندي ڏاڍو ڪروڌ آيس ۽ هن ٻنهي ڳڻن کي سراپ ڏنائين ته اوهين ٻئي ڪپٽي ۽ پاپي وڃي راڪش ٿيو مونتي ٺٺولي ڪئي اٿو منهنجو سراپ اٿو. وري پاڻيءَ ۾ نهاريائين ته ساڳيو روپ ڏٺائين. پر تڏهن به من ۾ شانت نه آيس ۽ جلدي لڇميءَ پتي ڀڳوان ڏانهن ويو. هن منهنجي جڳت ۾ کل ڪرائي آهي تنهن ڪري يا ته سراپ ڏيندو سانس يا نه پاڻ مرندس ائين سوچيندو ويو ته وچ پنڌ تي دئيتن جو شترو ڀڳوان گڏجي ويس جنهن سان لڇمي ۽ اها راجڪماري ساڻ هئي. نارد ڀڳوان کي ڏسي چوڻ لڳو- اوهين ٻئي جي سک کي سهي نٿا سگهو ۽ ڏاڍو ڪپٽ ۽ حسد الو

ان ۾ مرڻو هوندو؟

ڀڳوان دل ۾ ويچار ڪري ڏٺو ته هن جي من ۾ ايمان جي وڏي وڻ جو سلو ڄمي چڪو آهي، جنهن کي مان جلدي اکيڙي ڇڏيندس ته سو نه داس جو ڀلو ڪرڻ منهنجو فرض آهي. انهيءَ ۾ منيءَ جي ڀلائي ۽ منهنجي لاءِ هڪ کيل ٿيندو. اهو اپاءُ ضرور ڪندس. پوءِ نارد ڀڳوان جي چرنن تي سر نوائي من ۾ ڏاڍو ايمان رکي اتي هليو. ڀڳوان پنهنجي مايا کي آگيا ڏني. انهيءَ مايا منيءَ جي رستي ۾ هڪ سؤ جوجن ۾ هڪ سندر شهر رچي ڇڏيو جنهن جي الڳ پرڪارن واري رچنا ولڪنٺ پريءَ کان به وڌيڪ هئي. انهيءَ شهر ۾ استرين پرش اهڙا ته سندر هوا جو ڄڻ ته ڪامديو ۽ سندس استريءَ رتيءَ گهڻا روپ ڪٽي ڌاريا آهن انهيءَ شهر ۾ شيل نڌي نالي راجا رهندو هو ۽ هن جي ڪنيا جو نالو وشو موهني هو. جنهن جو روپ ڏسي لڇمي به حيرت ۾ پئجي وڃي. سڀ ڳڻ جي کاڻي واکاڻ ڪجي. هن راجڪماريءَ پنهنجو سويمبر سڏيو جنهن لاءِ ڪيئي راجائون آيا هوا. نارد مني ڪوتڪ ڏسڻ لاءِ انهيءَ شهر ۾ ويو ۽ نگرواسين کان خبر پڇڻ لڳو. نارد مني سماچار ٻڌي راجا جي محل ۾ ويو. راجا هن کي آدرستڪار ڪري آسڻ تي ويهاريو ۽ راجڪماريءَ کي گهرائي نارد منيءَ کي ڏيکاري چيائينس ته مهاراج هن جا سڀ ڳڻ ۽ اوڳڻ هردي ۾ ويچاري ٻڌايو. هنجو روپ ڏسي منيءَ کان ويراڳ وسري ويو ۽ گهڻي دير تائين راجڪماريءَ ڏانهن نهاريندو رهيو هن جي لڇڻن کي ڏسي پاڻ کي ڀاڳي وارو. اندر ۾ خوشي ٿيس. پر اها ظاهري نه ٻڌايائين. هيءَ جيڪو ور چونڊيندي سو امر ٿي ويندو ۽ هن کي لڙائيءَ جي ميدان ۾ ڪو به جيتي نه سگهندو. هيءَ لڇڻ ويچاري دل ۾ رکي ٻاهران ڪجهه ڳالهه ٺاهي راجا کي چيائين ته توهانجي ڌيءَ سلڇڻي آهي. اتان نڪري نارد من ۾ ويچار ڪندو اتان هليو ۽ خيال ڪيائين ته ڪاڏي وڃي ڪو اپاءُ ڪريان جيئن هيءَ ڪنيا مونکي پنهنجو ور چونڊي. هن وقت ڪرڻ جپ تپ تي نه سگهندو ۽ چوڻ لڳو هي ڀڳوان مونکي اهڙي سونهن ۽ سندر روپ ڏيو جنهنڪري راجڪماري ڏسي راضي ٿي وڃي ۽ جيمالا منهنجي ڳلي ۾ وجهي، جو نه هوءَ کان پنهنجي سندرتائي گهري وٺان؟ ان ٿي اتي پهچڻ ۾ نه گهڻي دير لڳندي. پوءِ نارد ڀڳوان جي استوتي ڪئي دياڻو ڀڳوان پرگهٽ ٿيو ۽ ڀڳوان کي ڏسي نارد منيءَ کي آرام آيو ۽ من ۾ خوش ٿيو ۽ هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي ناٿ! مونکي اهڙي سونهن ڏيو جيئن راجڪماري اٺ پهر ورمالا پارائيم. هي ڀڳوان جنهن رستي منهن جو ڪلياڻ

آڌار ڪيو ۽ ٻئي کي وري نرسنگھ اوتار ڌاري ڇت ڪيو ۽ پرهلاد ڀڳت
جو جس وڌايو. اهي ٻئي دئيت وري وڃي وڏا سورما ۽ بلوان راڪاش
ٿيا. دنيا ۾ انهن کي ديوتائن کي جيتيندڙ بهادر راوڻ ۽ ڪنڀڪرڻ جي نالي
سان ٿيا. دنيا جاڻي ٿي ته هو ڀڳوان جي مارڻ سان مڪت نه ٿيا ڇو ته برهمڻ
جي وچن پرماڻ ٽي جنم وٺڻو هون هڪڙو ٻيو ته ڀڳتن جي پريمي پورو
انهن لاءِ سرير ڌاريو. ڀڳوان جا انهيءَ وقت ماتا پتا ڪشيپ ۽ آدتي ٿيا
هوا جي پوءِ دسرٿ ۽ ڪوشليا ٿيا. هڪڙي ڪلپ ۾ انهيءَ نموني اوتار
ڌاري ڀڳوان سنسار ۾ پوتر چرتر ڏيکاريا. ڪشيپ ۽ آدتي اندر وغيره.
ديوتائن جا ماتا پتا آهن انهن تپسيا ڪري ور گهري ورتو ته وشنو سندن
پٽ ٿئي. اهي ٻئي ٿيا جڳ ۾ دسرٿ ۽ ڪوشليا اچي پرڳٽ ٿيا ۽ وشنو
ڀڳوان رامچندر روپ ۾ سندن پٽ اچي ٿيو. هڪڙي ڪلپ ۾ جنگ ۾
جلندر کي هارائي سڀني ديوتائن کي دکي ڏسي شنڪر ان دئيت سان وڏي
ٻڌ ڪئي پر هو وڏيءَ طاقت وارو دئيت مارڻ سان به نٿي مئو ڇاڪاڻ ته
انهيءَ دئيت جي راڻي استري مها ستي هئي جنهن جي پرتاپ ڪري
شنڪر ان کي جيتي نه سگهيو، تڏهن ڀڳوان ڇل ڪري هن استريءَ جو
ورت ڀنگ ڪيو اهڙي طرح ديوتائن جو ڪارج ڪيو. جڏهن ستيءَ کي خبر
پئي تڏهن هن ڪاوڙجي سراپ ڏنو، ليلا جي ساگر ديالو ڀڳوان هن جي
سراپ کي انگيڪار ڪيو تنهڪان پوءِ جلندر وري وڃي راوڻ ٿيو جنهنکي
رامچندر جنگ ۾ جيتي پرم پد ڏنو.

## نارد جو ايمان ڪرڻ

هڪڙي ٻيري نارد سراپ ڏنو، جنهنڪري ڀڳوان هڪڙي ڪلپ ۾
انهيءَ سبب اوتار ورتو. پاروتي اهي وچن ٻڌي عجب ۾ پئجي ويئي چو
ته نارد ڀڳوان جو ڀڳت ۽ گياني مني هئو. ڪهڙي سبب ڪان منيءَ سراپ
ڏنو ۽ ڪهڙو اپراڌ وشنو ڀڳوان ڪيو هو "هي شنڪر! مونکي اها وارتا ڪري
ٻڌايو ڇو ته اهو عجب آهي ته منيءَ جي من ۾ اگيان ڪيئن پيدا ٿيو."
شوجي ٽهڪ ڏئي ڪلي چيو ته گياني يا مورک ڪو به نه آهي جنهنکي سري
رامچندر جڏهن جهڙو ڪري ٿو سو انهيءَ کي ان ۾ اهڙو ٿئي ٿو هاڻي ٻڌ.
هماليه جبل ۾ هڪڙي تمام وڏي پوتر غفا هئي جنهن جي ويجهو سندر
گنگا ندي ٿي وهي اتي تمام پوتر ۽ سندر آشرم ڏٺو. ڏسي نارد ڏاڍو

ڪرپا سان اهڙو پرم مڱجي وڃي ٿو، اهو ڪرپالو رامچندر ئي آهي هنجو آد
۽ انت ڪنهن به نه پاتو آهي. پر ويد به هيئن چون ٿا ته هن کي پير نه آهن
ته به هلي ٿو. ڪن نه اٿس ته به ٻڌي ٿو. هٿ نه اٿس ته به ڪيترا ڪم
ڪري ٿو. مکه نه اٿس ته به سڀ سواد وٺي ٿو. زبان نه اٿس ته به ڳالهائي
ٿو ۽ وڏو ٻولڳي آهي. جنهنکي ويدن ۽ گيانوان انهيءَ نموني ڳايو آهي جنهن
جو مٿي ڌيان ڪن ٿا. اهوئي دسرٿ جو پٽ ڀڳتن جو هتڪاري ايوڌيا جو
ناٿ رامچندر ڀڳوان آهي. هي پرائي اهوئي پرماتما سري رام آهي. دل ۾
اهڙا سنسا آڻڻ سان اگيان ۽ ٻيا سڀ اوگڻ ناس ٿين ٿا.

شري شنڪر جا اهڙا پرم ٺوڙيندڙ وچن ٻڌي پاربتيءَ جا سڀ ڪوڙا
وهم مٽجي ويا ۽ چوڻ لڳي هي پرڀو ڀوانين لوهان ڪان جيڪو پڇيو هوم
سو ٻڌايو، جيڪڏهن سري رامچندر پار برهم اپناسي سڀ ڪان پري ۽ سڀني
جي هردي ۾ رهندڙ آهي پوءِ مدش شرير کڻڙي ڪارڻ ڌاريو هو؟
مهاديو اتر ڏنو: هي پاروتي! هي رام چرت مانس جـي اتم ۽ پرتر
ڪٿا ٻڌ. هيءَ ڪاڪ ڀيشنڊ چئي هئي ۽ پکين جي راجا گرڙ ٻڌي هئي.
هي اما! سا ڌيان ڏيئي ٻڌ. هريءَ جا گڻ ۽ نالا اپار آهن. هنجي ڪٿا جا
نمونا به اڻ ڳڻيا ۽ اٿاهه آهن. مان پنهنجي ٻڌيءَ انوسار چوان ٿو.

جڏهن جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿـي ۽ نيچ ابماني
راڪش وڌي وڃن ٿا ۽ اڻ ظلم ڪن ٿا جو چئي نٿو سگهجي
۽ برهمڻ گئن ديوتائن کي پيڙا پهچائن ٿا تڏهن تڏهن طرحين
طرحين سرير ڌاري ڪرپانڌان پرڀو دئينن کي ماري ديوتائن
جي رکيا ڪري ٿو ۽ پنهنجي ويدن جي مريادا قائم ڪري ٿو
۽ جڳت ۾ پنهنجو جس پکيڙي ٿـو، اهوئي رامچندر جي جنم
جو ڪارڻ آهي. هي ٻڌيمان پراڻي انهن مان ڀڳوان جي هڪ ٻن جنمن جو
ڪارڻ مان هت بيان ڪريان ٿو سو تون ڌيان ڏيئي ٻڌ.

هڪڙا به ٻاڪر جئه ۽ وجيه نالي ڀڳوان جا دواربال هوا. انهن برهمڻ جي
سراپ ڪري ٻنهي پاپن وچي دئيتن جي ديهه پائي، هڪڙي جـو نالو
هرناڪيه ٻئي جو نالو هرن ڪيشپ هو. هو جڳيرن کٽندڙ ۽ وڏا سورما هوا.
انهن مان هڪڙي هرناڪيه دئيت سچي پرٿوي وچي سمنڊ ۾ لڪائي جنهن
... وشنو ڀڳوان وارهه اوتار ڌاري هرناڪيه دئيت جو ناس ڪيو ۽ پرٿويءَ جو

چيتي جي ڪل وچالي سوڍي تي ويهڙو. اتي ٿڌي هلڪي ۽ سڳنڌيءَ واري
سيتل هوا ٿي آئي جو شنڪر کي آنند ٿي آيو ماتا پاروتي سڄو موقعو سمجهي
شنڪر وٽ آئي جنهن کي آنند ۾ مگن ڏسي پڇڻ لڳي "هي وشوناٿ لوڪان
سڀن جي ڪانڌ آهيو. جيڪڏهن مونتي پرسن آهيو ۽ مونکي پنهنجي داسي
ڪري ڄاڻو ٿا ته هي پربهو لوڪن سوري رامچندر جون انيڪ قسمن جون
ڪٿائون ٻڌائي منهنجو اگيان ناس ڪريو." هي ڪامديو جا شترو لوڪن ٻڌا
راڄه ڏيهن آدر سان رام رام جپيو ٿا. رام اهو ايوڌيا جي راجا جو پٽ آهي
ڪين ٻيو ڪو؟ اڄما ڄڻن کان اپار ۽ الک گتيءَ وارو آهي جيڪڏهن راجا
جو پٽ آهي ته برهم ڪيئن ٿيو؟ استريءَ جي وڇوڙي ۾ هنجي مت وياڪل
ٿي وئي هئي جيڪڏهن هو اڇا رهت ۽ وياپڪ پرڀو آهي ته هي ناٿ
مون کي اگيائي سمجهي دل ۾ مونتي ڪاوڙ نه ... ڪجهه جيئن منهنجو اگيان
مٽجي اهڙو ڪي ڪريو، مون ان ۾ رامچندر جو پرتاپ ڏٺو. ان ڏيپ ۾ وياڪل
ٿي ونجي ڪري مون لوڪان سان ڪوڙ ڳالهايو تڏهن ته منهنجي ملين من کي
پرٻوڌ نه آيو، اهي جو نتيجو مون چڱيءَ طرح ڀوڳيو. هاڻ مهرباني وچار
ڪري اهو سڀ ٻڌايو ته نرگڻ برهم سرگڻ سروپ ڪيئن ٿو ڌاري ۽ ورو سندس
وڏندڙ ٻال چرتر ڇڻي ٻڌايو جيئن جانڪيءَ سان وهانءُ ڪيائين سو ڪهڙي
ڏوهه ڪري راڄ ڇڏيائين. اهو ته ٻڌايو جو ان پر اپار چرتر ڪيائين، هي ناٿ!
جيئن راوڻ کي ماريائين اهو ٻڌايو ته. راڄ گديءَ تي ويهي گهڻيون ليلائون
ڪيائين سي سڀ سک جا ڌام شنڪر مونکي ٻڌايو ۽ پرجا سميت ڪيئن
پنهنجي ڌام ويو، ان ۾ وري ڀڳتي گيان وگيان ۽ ويراڳ ۽ جو ڪجهه ٻيو
ٻاجهي رهو هجيم ته اهو ٻڌايو.

پاروتي جا اهي وچن ٻڌي ڀڳوان شنڪر ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڀڳوان رامچندر
جو جيون چرتر هن ريت ورڻن ڪيو.

سرگڻ ۽ نرگڻ ۾ ڪو به ڦرق نه آهي ويد پراڻ رشي ۽ وڌوان ائين چون
ٿا نرگڻ روپ کان نيارو الک ۽ اجوني جو ئي آهي سو ئي ڀڳت پريم جي وس
اي سرگڻ روپ ٿئي ٿو، جيئن پاڻي برف ۽ پاڻ جدا جدا نه آهن تيئن
سرگڻ ۽ نرگڻ برهم ۾ تفاوت نه آهي، پر وڌيا اونداهه لاءِ سورج سمان آهي.
سک، دک، گيان، اگيان ۽ ايمان اهي جيو جا ڌرم آهن. رامچندر کي نه سڄو
جڳت ٿو ڄاڻي، هو نه وياپڪ برهم پرماتما روپ پرميشور ۽ سنتان آهي جيئن
سڀ ۾ چالدي ۽ سورج جي ڪرڻن ۾ جل جو ڀرم، جيئن سيپي ۾ ڪڏهن
هه ... ي وڃي نه ڄاڻڻ ڪانسواءِ اهو دک ٽٽو اهي، هي پاروتي! جدهنجي

ورڌالا جا انگ ميٽجي سگهندا اجاڻ ڪلڪ نہ ڪريو. اها ڳالهہ ٻڌي هماچل ناردمني ۽ سپتن رشين کي وٺي گهر آيو تڏهن نارد اچي سڀني کي سمجهايو ۽ اڳين ڪٿا ورنا ٻڌائي تہ هي ميَنا مهجا سچا وچن ٻڌو. هيءَ تهنجي ڌيءَ جڳت جي ماتا ڀواني آهي ۽ هيءَ سدا شو جي اڌ سرير ۾ رهڻ واري سرشٽيءَ جي پيدا ڪندڙ، پالڻدڙ، ناس ڪندڙ ۽ پنهنجي اڇا ۽ ليلا موجب سرير ڌارڻ ڪندڙ آهي - مٿان ڪان وٺي سڀ ڳالهہ نارد کين ڪري ٻڌائي. نارد جا اهي وچن ٻڌي سڀني جو سنسو مٽجي ويو ۽ سڄي شهر ۾ اها ڳالهہ ڦهلجي وئي. پوءِ ميَنا ۽ هماچل آنند ۾ اچي ويا ۽ وري وري پاروتيءَ جي چرڻن کي نمسڪار ڪيائون. نيت جيڪا وهانءَ جي رات وڌن ۾ چئل آهي اهائي مها مني ڪرائي شنڪر جو هٿيالو ورتو تڏهن سڀ برهما ۽ وشنو آدي هردي ۾ پرسن ٿيا. منيشور ويدن جا منتر اچارڻ لڳا ۽ ديوتائون شنڪر جي جئہ منائڻ لڳا. پوءِ ميَنا اما کي گهرائي هنج ۾ وهاري ڪيس هيءَ سندر سکيا ڏنائين. **هي ڌيءَ! تون سدائين شنڪر جي چرنن جي شيوا ڪج. ڇو تہ استريءَ جو ڌرم آهي پتيءَ کي ديوتا سمجهڻ.** ائين چئي ڇاتيءَ سان لاتائينس. پوءِ شو جي پاروتيءَ کي ساڻ وٺي ڪيلاس ڏانهن روانو ٿيو ۽ ديوتائون پنهنجي پنهنجي گهر هليا ويا.

شو شنڪر ڀڳوان پنهنجي گڻن سان ڪيلاس ۾ رهي طرحين طرحين جا ڀوڳ ولاس ڪرڻ لڳا. شو پاروتي آنند ۾ گذارڻ لڳا. اهڙي طرح گهڻو وقت گذري ويو تنهن کان پوءِ ڪرتڪ ڇهن مکن واري ڪمار جو جنم ٿيو جنهن ٻڌ ڪري تارڪ دئيت کي ماري ڇڏيو. ڪرتڪ جي جنم ڪرم جي ڪٿا ويدن ۽ شاسترن پراڻن ۾ مشهور آهي.

شنڪر جا سندر رسيلا چرتر ٻڌي ڀاردواج مني ڏاڍو پرسن ٿيو. ڪٿا ٻڌڻ جي من کي گهڻي سڪ ٿي هن جو اهڙو پريم ڏسي ياگيولڪ مني خوش ٿيو ۽ چيائين هي مني مون تنهنجي گڻن کي جاتي ورتو. هاڻي شري رامچندر جي ليلا جو ورڻن تو ڪريان سو ٻڌ. رامچندر جا چرتر تمام اڻ شمار آهن سو ڪروڙ شيش ناگ بہ هيءَ چئي نٿا سگهن. تڏهن بہ واڻيءَ جي پتيءَ هٿن ۾ ڌنش ڌارڻ ڪندڙ پرڀو رامچندر کي سمري جيئن مون ٻڌو آهي اهين ٻڌايان ٿو.

ڪيلاس نالي هڪ ڏاڍو سندر پربت آهي، جتي سدائين شنڪر ۽ ڀواني رهن ٿا. هڪڙي پيري شنڪر وسرام ڪرڻ لاءِ اٽ جي وڻ هيٺان ڇانءَ ۾

جي سهڻي شاخ ڏسي تنهن تي ڪامديو ايمان سان چڙهي ويو ۽ پنهنجي گلن جي ڌنش ۾ تير وجهي ڏاڍي ڪروڌ ۾ اچي، ڪن تائين ڇڪيائين ۽ تکو تير اڇلايائين جنهن جي هردي ۾ لڳڻ سان شنڪر جي سمادي ٽٽي پئي ۽ هو سجاڳ ٿيو. ڀڳوان جي من ۾ ڏاڍو ڪروڌ ٿيو ۽ اکيون کولي سڀني پاسي نهاريائين. انب جي ٻڻ ۾ لڪي ويٺل ڪامديو کي ڏٺو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي ويو جنهن ڪري ٽنهي لوڪ ڏکڻ لڳا پر ته شو جيءَ ٽين اک کولي ڪامديو کي چتائي نهارڻ سان هو سڙي رک ٿي ويو. جڳت ۾ ڏاڍو هاهاڪار مچي ويو. ديوتائون اچي ڊنا ۽ دئيت خوش ٿيا. عياشي منش ڪام جي سک کي ياد ڪري شوڪ ڪرڻ لڳا. سڌ ۽ يوگي انسان اي ڊپا ٿي لوسيا ڪرڻ لڳا.

هيڏانهن ڪامديو جي استري رتي پتيءَ جي اها حالت ڏسي مورڇا ٿي ڪري پئي هوش ۾ اچڻ بعد روئندي نيزارون ڪندي شنڪر ڀڳوان وٽ آئي ۽ ڏاڍي پريم سان وينتي ڪري هٿ جوڙي سامهون اڀي رهي، دڀا جو ڀنڊار شو شنڪر ابلا کي ڏسي چوڻ لڳو، هي رتي جڏهن ڀرلوي جي ڀار لاهڻ لاءِ يادون جي ونس ۾ شري ڪرشن ڀڳوان اوتار ڌاريندو تڏهن تنهنجو پتي شري ڪرشن جو پٽ پردامن ٿي تنهنجو پتي ٿيندو. رتي شنڪر جا اهي وچن ٻڌي هلي وئي.

ديوتائن کي جڏهن اها خبر پئي تڏهن برهما ۽ وشنو ۽ ٻيا سڀ ديوتائون ساڻ وٺي وئڪنٺ ۾ شرون آيا سڀڪنهن جدا جدا استوتي ڪئي، جنهن تي شنڪر ڀڳوان پرسن ٿيو ۽ چوڻ لڳو هي ديوتائون ٻڌايو ته توهين ڪهڙي ڪارڻ آيا آهيو. برهما تنهن تي چيو هي پرڀو توهين انترجامي آهيو تڏهن به ڀڳتيءَ جي وس توهان کي عرض ڪريان ٿو ته ”هي ناٿ! سڀني ديوتائن جي اندر ۾ ڏاڍو چاهه آهي ته اسين پنهنجي اکين سان توهانجو وهانءُ ڏسون. هي ڪرپا جا ساگر توهان ڪامديو کي ساڙي رتيءَ کي ور ڏنو سو تمام چڱو ڪيو هاڻي پاروتي اپار تپسيا ڪئي آهي، هاڻي هن کي انگيڪار ڪريو.“ برهما جا وچن ٻڌي پرڀو رامچندر جا وچن ياد ڪري شنڪر پرسن ٿي چيو ته ائين ئي ٿيندو.

ديوتائون ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيا ائين پرو وقت جاڻي ست رشي به آيا جن کي برهما هماچل جي گهر موڪليو. هماچل ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ شڀ ڏينهن گهڙي ڏسي مهورت ڪيائو ۽ مهورت جو لکن پتر ستن رشين کي ڏنائين. اهو لکن پتر برهما سڀني کي پڙهي ٻڌايو. وواهه جون تياريون ٿيڻ لڳيون سڀني ديوتائن پنهنجي طرحين طرحين جا واهڻ ۽ وماڻ کي سينگارڻ لڳا.

پرتاپ ۽ تيج هو، هن سڀني ملڪن جي راجائن ۽ ديوتائن کي به جيتي ڇڏيو هو. اهڙيءَ طرح ديوتائون دکي ٿي برهما وٽ آيا. برهما سڀني ديوتائن کي دکي ڏسي سڀني کي سمجهايائين ته هيءُ راڪش تڏهن مرندو جڏهن شوجيءَ جي ويرج مان پيدا ٿيل پٽ هن کي جنگ ۾ جيتيندو. هاڻ ستيءَ جو دڪش جي يڳ ۾ سرير تياڳيو هئو، سا وڃي هماچل جي گهر ۾ ڄائي آهي ۽ شو کي پتي ڪرڻ لاءِ تپسيا ڪئي آهي. پر شو سماڌيءَ ۾ ويٺو آهي. تنهن ڪري ڪامديو کي موڪليو ته وڃي شنڪر جي من ۾ ولوڙ پيدا ڪري پوءِ اسان وڃي شنڪر کي سر اوالي زوريءَ وهانءَ ڪرائينداسين.

سڀني کي اها ڳالهه پسند آئي ۽ چوڻ لڳا تـــ الهيءَ نمرتي سان ٿي ديوتائن جو پلو ليندو. پوءِ ديوتائون ڪامديو جي نمرتيءَ سان استتي ڪرڻ لڳا، جنهن تي ڪامديو ڪنور پاڻ سميت پرگهٽ ٿيو. ديوتائن جي سموري آپدا جو بيان ٻڌي ڪامديو من ۾ ويچار ڪري کلي هيئن چيو ته شنڪر سان وير وجهڻ ۾ منهنجي ڀلائي نه آهي ڇو ته ويدن ۾ چيل آهي ته پراپڪار پرڌرم آهي تڏهن ۽ مان لوڪان جو ڪم ڪندس ڇو ته اهن جـــي ٻئي لاءِ جهڪر ديه. ڇڏي ٿو ان کي سنت ساراهيو ٿا. ائين چئي سڀني کي سر اوالي هليو ۽ هٿن ۾ گلن جو ڏاش مدد لاءِ ڪيائين. پوءِ ان پنهنجي طاقت جـــو ڪٿي ڦهلاءُ ڪيائين ۽ سڄي سنسار کي پنهنجي وس ڪري ڇڏيائين. جڏهن ڪامديو ڪروڌ ڪيو تڏهن سڀ ويدن جي مريادا ڇڏ ٿي وئي. برهمچريه جو ورت ۽ طرحين طرحين سنجم ڌيرج ڌرم، گيان وگيان، سداچار، الپ وهٽي جپ تپ، ٻرڳ ويراڳ ۽ وچار جو سڄو لشڪر ڊپ ۾ آلي ڀڄي سڀئي لوڪ ڪام جي الڏ ۾ وياڪل ٿي ويا، ديوتائون دلمت رشي مني ڏرڪي ۽ لوڪ ته ڪام جي وس ٿي پاڻ کي وساري ويهي رهيا. مطلب ته ڪنهن ۾ ڌيرج نه ڏٺو. ان وقت جتنا فقط اهي جن کي سري رامچندر جي ديا هئي. ڪامديو جڏهن شوجيءَ جي سماڌي ڇڏائي نه سگهيو. پوءِ الٽيءَ مول بسنت رت پيدا ڪيائين. ان ۾ الپ آدي وڻ اوان گل ڦـــل سونهڻ لڳا، ٻيلا، باغيچا، کوهه، تلاءُ سڀئي پاسا تمام سهڻا ٿي لڳا چوڻ جيڏانهن تيڏانهن اولي اجلون ٿئي ڏانهون جو ڏسي مردي جي من ۾ ڪامديو ٿي جاڳيو. باغ ۾ ڪمترا گل ٽڙي پيا مٿان ڪئين ڀونئرا گنجار ڪرڻ لڳا. هنس ڪوئل، طوطا مٺي رسواي لاپ ڪرڻ لڳا ۽ اپسرائون ڳائي ناچ ڪرڻ لڳيون. جڏهن ڪامديو پنهنجي لشڪر سوڌو ڪروڙين نمونن سان ڪاريگري هلائي ٿڪجي پيو ۽ شوجيءَ جي اچل سماڌي نه ٽٽي، پوءِ ڪامديو هڪ وڏي الپ جي وڻ

۽ ڏسڻ جو سچڻ آهي ۽ سڀني کي ٻارڻ جهڙو ڪرڻ ٿو چاهي. هن جي وچن تي وشواس ڪري ٽون اهو ٻڌي جو نرگڻ نرلپ اري اڪ وارو ڪو ٻراڻون پائيندڙ اگهاڙو ٻڌا گهر ٻنا ڪل وارو، لانگ پائيندڙ آهي، پڏاءِ ۽ پسلا اهڙي ٻتيءَ هوندي ان مان ڪهڙو سک پائيندين؟ ٽون پل هن ٺڳ جي پيلاڻ تي پڄي وڃ. ٽوکي جاڻ هڻڻ کپي ۽ شوجيءَ پهرياڻين ستيءَ سان وهانءُ ڪيو. پوءِ انهيءَ کي مارائي ڇڏيائين. ٽون اچا ۽ اسان جو چوڻ مڃ. اسان تو لاءِ چڱي ور جو ويچار ڪيو آهي جو تمام سندر پوتر سک ڏيندڙ ۽ سشيل آهي اهڙو ور ٽوکي آڻي ملائينداسون. لڏهن پاروتي کلي چوڻ لڳي، ٽوهين سچ ٿا چئو ته هيءَ سرير جبل جي پيدائش آهي جو منهنجو هٺ نٿو ڇڏي، پتر پل منهنجي ڏٺو چٽي وٺي. سون به ته پٿر مان پيدا ٿيندو آهي جو ٻاهه ۾ وجهڻ سان به پنهنجو اصل سڀاءُ نه ڇڏيندو آهي. نارد جي وچن کي مان ڪين ڇڏيندس پوءِ منهنجو گهر وسي يا اجڙ ٿئي مونکي اهو ڊپ ڪونهي. جنهن جو گروءَ جي وچن تي وشواس نه آهي انهيءَ کي سک سڌي ۾ به حاصل نه ٿيندو. مهاديو ڀلي ڪٿي اوگڻن جو ڀنڊار هجي، وشنو ڀلي سڀني گڻن جو گهر هجي پر جنهن جو من جنهن ۾ لڳل آهي انهيءَ جو ان سان ئي ڪم آهي. هي منيشورو جي ٽوهين پهرياڻين ڳالهه هان ته ٽوهان جي سکيا مڃان ها. هاڻي ته مون جنم شو ڀڳوان جي ڀيان وڃايو آهي، پوءِ هن جي گڻن ۽ اوگڻن جو ڪهڙو ويچار ڪريان. هيڏو ڪروڙن جنمن تائين اهوئي منهنجو هٺ آهي ته پرڻي ڪريان ته شنڪر کي نه ته ڪنواري ئي رهندس. پر نارد جو اپديش ڪين ڇڏيندس. پوءِ ڀلي شو ڀڳوان پاڻ سؤ ڀيرا چوي. پوءِ پاروتي چوڻ لڳي هي رکيشورو مان ٽوهان کي پيري ٿي پوان ٽوهين گهر وڃو ٽوهان کي گهڻي دير ٿي وئي آهي.

اهڙو پريم ڏسي گياناوان رشي مني چوڻ لڳا ته هي جڳت جي ماتا ڀواني لڏهندي جئه هجي. ٽون مايا آهين ۽ ڀڳوان شنڪر آهي. ساري دنيا جا ٽوهين ماتا پتا آهيو. انهن چٽي سر نوائي رکيشور روانا ٿي ويا ۽ وڃي هماچل کي رواني ڪيو جو ويٺتي ڪري پاروتيءَ کي گهر وٺي آيو. رشي لڏهنڪان پوءِ شنڪر وٽ آيا ۽ پاروتيءَ جي سڄي ڪٿا ڪري ٻڌائائونس. پاروتيءَ جي پريم جو حال ٻڌي شو ڏاڍو خوش ٿيو. پوءِ رشي پرسن ٿي گهر روانا ٿي ويا ۽ شنڪر ڀڳوان من کي استر ڪري سري رامچندر جو ڌيان ڪرڻ لڳو.

ان وقت تارڪانا دئيتا پيدا ٿيو هو جنهن ڪسي ڏاڍو ٻانهن جو ٻل،

انين چئي نارد برهم لوڪ روانو ٿيو. پٺيءَ ڪي ايڪانت ۾ ڏسي مٽيا چ...
لڳي هي سوامي مونکي نارد منيءَ جا وچن سمجهه ۾ ڪين آيا. جيڪڏ...
ڪو اڇو گهر ور ۽ ڪل ملي ته پنهنجي سندر ڪنيا جو وهانءُ ڪجي ن...
ڪنيا ڀلي ڪنواري ويٺي هجي. هي ناٿ مونکي ته اما پراڻن کان پياري
آهي. تنهن تي هماچل وراڻي ڏنس، پيو سوچ ڇڏي ڀڳوان کي
ياد ڪر. جيڪڏهن توکي پنهنجي ڌيءَ پياري آهي ته وڃي سکيا ڏيس
ته اهڙي تپسيا ڪري ته وڃي شوجيءَ سان ملي پيو ڪنهن ٻئي طرح سان
دک مٽجڻ جو ڪونهي. پٺيءَ جا اهي وچن ٻڌي وري ڌيءَ رت آئي
ڇاتيءَ سان لائي خوشيءَ وچون ڪنٺ مان ڪجهه چئي نه پئي سگهي. جڳت
جي مالا ڄاڻي ڄاڻڻ هار ڀواني پنهنجي مالا کي مٺن وچنن سان چوڻ لڳي،
هي مالا مون هڪ سپنو لڌو آهي سو توکي ٻڌايان ٿي هڪ سندر ۽ گوري
رنگ جي اُتم برهمڻ مونکي هيءُ اپديش ڏنو ته هي اما نارد جيڪي توکي
چيو سو سچ ڄاڻي تپسيا ڪر تنهنجي ماءُ پيءُ کي اها صلاح وڻي آهي ڇو
ته سڄي سرشٽي تپ جي آڌار تي هلي ٿي انين ڄاڻي وڃي تپسيا ڪر اها
ڳالهه ٻڌي حيرت ۾ پئجي وئي ۽ هماچل کـي سڏائي سپني واري ڳالهه
ٻڌايائينس پوءِ گهڻئي نمونن سان مالا کي سمجهائي اما پرسن ٿي تپ ڪرڻ
لاءِ هلي ان وقت ماءُ پيءُ وياڪل ٿيڻ لڳا ۽ ڪجهه چئي به نه پئي سگهيا.
پوءِ اما پنهنجي پران پتيءَ جا چرن هردي ۾ ڌاري وڃي ٻن ۾ تپ ڪرڻ
لڳي، هئي تمام نازڪ پر سرير تپ ڪرڻ جي لائق نه هوس، پر پتيءَ جي
چرنن جي يادگيري ڪري سڀئي سکن جو تياڳ ڪري ڇڏيائين. هزار ورهين
تائين مول ڦل کاڌائين ڪجهه ڏينهن پاڻيءَ تي گذاريائين. ڪجهه ڏينهن سخت
اُپواس تي رکيائين پوءِ ٽن هزارن ورهين تائين ڌرتيءَ تي ڪريل سڪل وڻن
جا پن کاڌائين پوءِ سڪل پن به کائڻ ڇڏي ڏنائين جڏهن ڪري اما جو نالو
... پيو اما جو سرير تپسيا ڪري هيٺو ٿيل ڏسي آڪاش ۾ گنڀير برهم واڻي
... هي هماچل جي راجڪماري ٻڌ تنهنجا منورٿ سڦل ٿيا اهي سڀ اڻ
... جهڙا ڪشالا هاڻي ڇڏي ڏي توکي شو ڀڳوان ملندو، جڏهن تنهنجو
...کي سڏڻ اچي تڏهن هٺ ڇڏي گهر وڃ. جڏهن توکي ست رشي
... تڏهن اها آڪاش واڻي سچي ڄاڻج اها آڪاش واڻي ٻڌي اما
... پرسن ٿيڻ لڳي.

...ڻ شنڪر جي ڪٿا ٻڌو جڏهن کان وني ستيءَ وڃي سرير لاٿو،
...کان شوجيءَ جي من ۾ ويراڳ پيدا ٿيو ۽ سدائين رامچندر جا گڻ

وڃي ٻين کي روانو ڪيو. جنهن سڄو پکو ناس ڪيو ۽ سڀني ديوتائن کي ڏاڍو ٻڙو ڏک چکايو. دکش جي جڳ ۾ جهڙا ٻيري حالت ٿي سا اڳتي ڪانهي. شو ڀڳوان کان ئي مڪ ليڪ جو اهو لکيو آهي. ستيءَ مرڻ وقت شنڪر کان اهو ور گهريو هو تہ جنم جنم ۾ منهنجي لوهان جي چرڻن ۾ پريت ٿئي. تنهن ڪري پاروتي ٿي هماچل جي گهر جنم ورتو.

## ستيءَ جو ٻئي جنم ۾ پاروتي ٿي مهاديو سان وواهه؟

جڏهن کان ولسي اما هماچل جي گهر پيدا ٿي تڏهن کان سڀني سڌاين ۽ سمپدائن اتي چالتجي وڃڻ جتي ڪئي رشين منين سندر آشرم ٺاهيا ۽ هماله جبل ۾ انهن کي پوري پوري جڳهه ڏني. نارد کي جڏهن اها خبر پئي سو هماچل جي گهر ويو هماچل هن جو گهڻو آدر ڪيو هماچل پنهنجي استريءَ سميت نارد منيءَ جي چرڻن تي سر نوايو پوءِ ڌيءَ کي گهرائي منيءَ جي چرڻن تي متو ٽيڪايو ۽ چوڻ لڳو هي مهراج توهان سروگيائي آهيو منهن جي ڌيءَ جا گڻ دوش ٻڌايو. رشي کلي چوڻ لڳو تہ توهان جي ڌيءَ سڀني گڻن جي کاڻ آهي ۽ سندس نالو اما يا امبڪا ڀواني آهي ۽ پنهنجي پتيءَ کي پياري لڳندي. هن جو سهاڳ سدائين اچل رهندو هن جي ڪري ماتا پتا جس پائيندا. هيءَ کي سڄو سنسار پوڄيندو. هي هماچل! تنهنجي ڌيءَ سلڇڻي آهي هاڻي جيڪي چار گڻ آهن سي ٻڌ ترڪڻ سان رهس ماٺ اي کان سواءِ اداسي ۽ سڀني سنسن کان ڇٽل جوڳي جٽاڌاري من ۾ ڪامنا کان سواءِ اگهاڙو ۽ ڀيک ڌاريندڙ اهڙو پتي هن کي ملندو ڇاڪاڻ تہ هٿن ۾ اهڙيون ليڪون پيل آهن نارد منيءَ جا اهي وچن ٻڌي انهن کي دک ٿيو، پر پاروتي پرسن ٿي. نارد منيءَ بہ اهو ڀيد سڃي نہ ڪري سگهيو سڀني جاتو تہ. نارد منيءَ جا وچن ڪوڙا نہ ٿيندا. پر اما اهي وچن اندر ۾ سانڍي رکيا، ايسري زال مڙس ۽ سکيون ويچار ڪرڻ لڳيون تہ ديو رشي نارد جا وچن ڪوڙا نہ ٿيندا. پوءِ هردي ۾ ڌيرج ڌاري هماچل چيو تہ هي ناٿ ڪهڙو اپاءُ ڪجي سو چئو. نارد منيءَ چيو تہ هماچل ٻڌ جيڪي وڌاتا للاٽ ۾ لکي چڪو آهي تنهن کي ڪوئي بہ ميٽي نٿو سگهي، ۽ جيڪي مون هن جي پتيءَ جا دوش ٻڌايا آهن اهي مان سڀ شو ۾ سمجهان ٿو جيڪڏهن هن جو وواهه شنڪر سان ٿيو تہ هن جي دوشن کي سڀڪو گڻ ڪري مڃيندو ۽ اهڙي ملي سگهن ٿا پر شنڪر ڪشٽ سواءِ هن لاءِ پرو ڪرائي الپ چئي نارد ڀڳوان هر سمرڻ ڪري اما کي آسيس ڪئي ۽ چيائين ”هي هماچل“ هاڻي سڀ ڪلياڻ ٿيندو،

دکيہ کي وڏي ٻڌوي ملڻ ڪري اڀمان ٿيس هڪ ڏينهن سڀني منين کي
گهرائي وڏو يڳيہ ڪرڻ لڳو جيڪي يڳيہ ۾ ڀاڱو وٺندڙ هئا تن سڀني کي
نوتو ڏياري موڪليائين. سڀ ديوتائون استرين سميت هليا. شو وشنو برهما
کان سواءِ ٻيا سڀ ديوتائون پنهنجا پنهنجا وماڻ تيار ڪرائي هليا. آڪاش
۾ طرحين طرحين جا سهڻا وماڻ ويندا ڏسي ستيءَ شنڪر ڀڳوان کان پڇيو
جنهن تي شو ڀڳوان دکيہ جو سمورو حال ڪري ٻڌايس، ستي پتا جي يڳيہ
ڪرڻ جي ڳالهه ٻڌي ڏاڍو خوش ٿي دل ۾ چوڻ لڳي تہ سوامي مونکي موڪل
ڏني تہ ڪجهہ ڏينهن اتيءَ ڀائي سان وڃي اچي رهان اهو وچار ڪري
هٿ جوڙي شو ڀڳوان کي چوڻ لڳي تہ پتا جي گهر ۾ وڏو اتسو آهي سو
جيڪڏهن سواميءَ جي آگيا هجي تہ هي ڪرپا سروپ مان اهو آدر سان
ڏسڻ وڃان. تنهن تي شنڪر ڀڳوان چيو تہ هي سٺي ڳالهہ اسان کي نوتو بہ
ڪونہ موڪليو آهي سا ڳالهہ لائقيءَ جي نہ آهي. دکيہ پنهنجي ٻين سڀني
ڌين کي گهرايو آهي، پر منهنجي وير ڪري توکي وساريو اٿس. دکيہ برهما
جي سڀا ۾ مون سان رنج ٿيو هو. سو اڃان نرآدر ڪندو پيو اچي. ٻڌجي
ڪڏهن سون ڪوٺڻ کانسواءِ وڃبو تہ "هي پرائي" عزت نہ رهندي.
شنڪر ڀڳوان هن کي گهڻوئي سمجهايو پر ڀاويءَ وس من ۾ گيان نہ آيس.
لاچار شوجيءَ هن کي پنهنجا مکيہ گڻ ساڻ ڏيئي موڪل ڏني پرائي جڏهن
ڀهن جي پتا جي گهر ويئي تہ دکيہ جي ڀپ کان ڪنهن بہ هن کي آدر نہ
ڪيو هڪ ماءُ سا هيڪي پيار سان گڏي پر ڀينرون فقط مشڪندائون مليس.
دکيہ راضي خوشي بہ ڪانہ پڇيس الٽو ستيءَ کي ڏسي ساڙو ٿيس. ستيءَ
يڳيہ استان ۾ وڃي ڏٺو تہ شو ڀڳوان جو حصو ڪٿي ڪونہ ڏٺائين. تڏهن جيڪو
شو ڀڳوان چيو هو سو ياد آيس ۽ سواميءَ جو اپمان ڄاڻي ڇاتي سڙڻ
لڳس ۽ ڏاڍو ڪروڌ آيس ماٽس گهڻوئي پرچائي ڏنس پر ستيءَ کان شو جو
اپمان سٺو نہ ٿيو ۽ سڀني کي ڪروڌ سان هيءَ وچن چيائين. هي سڀا ۾ براجمان
مهيشورو ٻڌو جن بہ پرهان مان شنڪر جي نندا ٻڌي ۽ ڪئي آهي تنهن جو
ڦل جلدي سڀني کي ملندو ۽ پتا بہ چڱيءَ طرح پڇتائيندو پوءِ هردي ۾ شري
شنڪر جنهن جي مستڪ ۾ چندرما آهي ان جو ڌيان ڌاري جلدي هيءَ ديهہ
ڇڏيان ٿي، ائين چئي پنهن جي ديهي يوگ اڳنيءَ ۾ ساڙيائين ۽ سڄي يڳيہ
۾ هاهاڪار مچي ويو. ستيءَ جي مرڻ جو ٻڌي شو شنڪر ڀڳوان جا گڻ
يڳيہ کي ڀرشٽ ڪرڻ لڳا. يڳيہ کي ڀرشٽ ٿيندو ڏسي ڀرگو رشي انهي رکيا
ڪرڻ لڳو. هيڏانهن جڏهن شنڪر کي سڌ پيئي تڏهن هن ڪروڌ ڪري

هردي ۾ ويچاري سري رامچندر کلي ملي وچن ۾ ڇوڙڻ لڳو ۽ هٿ
نمسڪار ڪيو ۽ پتا سميت پنهنجو نالو ڄاڻايو. پوءِ وري پرانيءَ ک
ته شري شوجي ڪٿي آهي ۽ توهين ان ۾ اڪيلي ڇو گهمين؟ رامچ
متا وچن ٻڌي ستيءَ کي ڏاڍو من ۾ ويچار ٿي پيو. اهو ويچار ڪري
۾ پرڀو شو ڀڳوان ڏانهن وڃڻ لڳي. ستي وات تي خيال ڪرڻ لڳي ت
شنڪر جو چيو نه مڃيو ۽ پنهنجو اڳيان رام ٿاپين آندم. هاڻ مان شو ک
ڪهڙو جواب ڏيندس. انهيءَ ڪري هردي ۾ ڏاڍي آنڌ مانڌ ٿي پي
سري رامچندر ڏٺو ته ستيءَ کي دک پيدا ٿيو آهي. سو انهيءَ جي سنسي
چڱيءَ طرح مٽائڻ لاءِ پنهنجو پرڀاءُ ڪجهه ظاهر ڪيو يعني اڳيان رامچ
کي سيتا ۽ لڇمڻ سان گڏ ڏٺائين. وري پٺيان نهاريائين ته اتي به رامچند
کي لڇمڻ ۽ سندر ويس ڌاري سيتا سان گڏ ڏٺائين. پر جنهن پاسي ڪٿ
نهاري تنهن پاسي رامچندر کي امٿل پيو ڏسي جنهنجي اڳيان سڌ مني پي
شيوا ڪن. ڪيترين شو، وشنو ۽ برهما ڏٺائين جن جا پرتاپ هڪ ٻئي کان
وڌيڪ هئا. انهن رامچندر جي چرن کي ٻڌا جدا جدا ويس ۾ ڏٺو ڪيترين
ستيون پاڻ جهڙيون ڪيترين برهمڻيون ڪيترين اندراڻيون جي اي حد سندر
روپ وارون هيون. جهڙي ويس ۾ برهما آدڪ ديوتائون آهن تهڙين تهڙين
سڀني ۾ ستيءَ کي ڏٺائين. اتي جتي تنهن هنڌ جيترا سري رامچندر ڏٺائين
اوتراڻي انهي ساهڙون سڀ ديوتائون شڪتين سوڌا ڏٺائين. جيترا ۽ سچي
سنسار جا چر ۽ اچر جيو آهن سي سڀ انيڪ نمونن ۾ ڏٺائين پر ڏاڍي ڀپ
۾ پوڄي ويٺي. ستيءَ جو هردو ڌڪڻ لڳو ۽ سنسار جي سڌ نه رهيس ۽ اکيون
بند ڪري رستي ۾ ويهي رهي. وري اکيون کوليون نهاريائين ته ستيءَ کي
ڪجهه به نه ڏسڻ ۾ آيو پوءِ سري رامچندر کي وري وري سر نوائي، جتي
ڻو ڀڳوان ويٺو هو اتي وئي جڏهن واپس وئي تڏهن شنڪر ڀڳوان کلي پڇڻ
ڪس ته ڪهڙي نموني پرڪيا ورتئه سچي ڳالهه ڪري ٻڌاءِ؟ ستي رامچندر
پرتاپ ڄاڻي ڀپ کان شو ڀڳوان کي ڳالهه لاهي ٻڌائڻ لڳي، ته مون ڪا به
ڪيا ڪاڻ ورتي رڳو توهان وانگر نمسڪار ڪري آئس جيڪر توهان چيو
ڪوڙو ڪرائي، ٿيندو منهنجي من ۾ اهو پڪو ڀروسو آهي. پوءِ شنڪر
ن توهان لي ڌيان ڪري ڏٺو ۽ جيڪو ستيءَ چرتر ڪيو هئو سو سڀ
ن ۽ رامچندر جي مايا کي سر نوايو ۽ جنهن ڳالهه ڪري ستيءَ ڪانئس
ڳالهايو تنهن ڪري من ۾ ويچارڻ لڳو ته هريءَ جي ايڇا پرٻل آهي. ستيءَ
تا جو ويس ڪيو هو. تنهن ڪري شو ڀڳوان جي اندر ۾ ڏاڍو ڏک ٿيو.

هو پڻ شنڪر وانگر سڀ ڪجهه ڄاڻندڙ آهي سو ڪيئن اگيانين وانگر استريءَ کي ڀُلائي. هرد گيان جو ذاتر لڇميءَ جو پتي ۽ دئيتن جو شترو آهي وري شو ڀڳوان جي واڻي به ڪوڙي ٿي نٿي سگهي جيئن نه سڀڪو ڄاڻي ٿو ته شو ڄاڻي ڄاڻڻهار آهي. اهڙو سنسو ستيءَ کي ڏاڍو ٿي پيو ڳڻتي ڀاڻ کي سمجهائين ته سمجهه ۾ نه آيس جيتوڻيڪ ٻاهران پرائي ڪجهه به نه چيو ته به انترجامي شنڪر ڀڳوان ستيءَ جي دل جو حال ڄاڻي ورتو لڳس ته ستي پڻ تنهنجو استري سڀاءَ آهي ان اهڙي قسم جو سنسو دل ۾ نه ڪر جنهن جي ڪٿا اگستيه منيءَ چئي ۽ جنهنجي ڀڳتيءَ پاڻ مون منيءَ کي ٻڌائي ۽ جنهن جي اپاسنا سدائين ڌيرجوان مني ڪن ٿا اهو تُلسي منهنجو اشٽ ديو سري رامچندر آهي. رشي مني هن جو ڌيان ڪن ٿا ۽ ويد پراڻ ۽ شاستر هن جا گڻ ڳائين ٿا. ٻهن سروويا پڪ ارهم شري رامچندر رگهوڪل ۾ ڀڳتن جي ڀلائي لاءِ اوتار ورتو آهي. جيتوڻيڪ شو جيءَ گهڻائي ڀيرا پاراٻيءَ کي سمجهايو پر اهو اپديش دل سان نه لڳس. هريءَ جي مايا پرٻل ڄاڻي شنڪر ڀڳوان کلي ڪيس هيئن چيو، جيڪڏهن توکي من ۾ اهڙو سنسو آهي ته ڇو نه ٿي وڃي پريکيا وٺين مان ايستائين ٻڙ جي وڻ جي ڇانو هيٺان ويهي ٿو رهان جيستائين اوهين موٽي اچو. جيئن تنهنجو هيءَ ڀاري اگيان مان پيدا ٿيل ڀرم مٽجي وڃي. اهو اپاءُ ٿو وڃي ويچاري ڪر. شنڪر جي آگيا وٺي ستي اتان هلي ۽ ويچارڻ لڳي ته ڀائي آءٌ ڇا ڪريان؟ ايئن چئي سگهان ڏانهن وئي. شو ڀڳوان من ۾ خيال ڪيو ته ستيءَ جو هيئنر ڪلياڻ ڪونهي. جڏهن منهنجي سمجهائڻ تي به هنجو سنسو نٿو مٽجي تڏهن ڀائنجي ٿو ته ودڌاتا برخلاف آهي. ان ۾ ڀلائي نه آهي. ڀلي ايئي جا رام رچي ڇڏي هوندي پوءِ ڪاميابي ڪري ڪير چنتا وڌائي. اهو ويچار ڪري شنڪر ڀڳوان هري نام جپڻ شروع ڪيو.

## ستيءَ جو شري رامچندر کان پريکيا وٺڻ ۽ شو جو پرڻ

ستي [illegible] ويچار ڪري سيتا جو روپ ڌاري جتان منش جو راجا رامچندر [illegible] ستي ۾ اڳيان ٿي هلي. لڇمڻ پرائي جو اهو [illegible] ڏٺو سنسو پيدا ٿيس پر گهڻو سياڻ [illegible] ڪجهه [illegible] سگهيو. ڌيرجوان لڇمڻ پرڀوءَ جي وڏائيءَ کي ڄاڻو ستيءَ جي [illegible] جي پرڀوءَ رامچندر ڄاڻي ورتو [illegible] ستيءَ ان سان ڇل ڪرڻ چاهيو ستيءَ جي [illegible] آهي. پرڀوءَ مايا جي ٻل کي

ٻوءِ منيءَ کان موڪلائي ڀوانيءَ سان شوجي پنهنجي گهر آيو. اُن و
پرٿويءَ جو ٻار لاهڻ لاءِ ڀڳوان رگهونش ۾ اوتار ورتو هو ۽ پتا جي آگيا پ
لاءِ راڄ ڇڏي ابناسي پڀو رامچندر اُن ۾ تپسوان وانگر رهيو ٿي. شو ڀڳو
هردي ۾ اهـو وچار ڪندي پئي ويو ته ڪهڙي طرح سري رامچندر
درشن ٿيندو. سو شو شنڪر جي دل ۾ ڏاڍي آنند مانڊ هئي. پر ستي
کي اُن ڳالهه جي خبر نه هئي. تلسيداس چوي ٿو ته شو جي من ۾ درس
جو لوڀ هو اکيون لالچائجي رهيون هيس ۽ دل ۾ ڏپ هوس. راوڻ پنهنج
مرڻ منش جي هٿان گهريو هو. پرڀوءَ برهما جي وچن کي سچو ڪرڻ گهرا ٿي
سري شنڪر دل ۾ ويچارڻ لڳو ته جي پرڀوءَ وٽ هاڻ نٿو وڃان ته اند
۾ پڇتاءَ رهجي ويندو گهڻيئي دفعا وڃڻ جي ڪوشش ڪيائين. اهڙي طرح
شو ڀڳوان سوچ ڪندو رهيو ته. انهيءَ وقت ڏهه سيرن راوڻ نيچ ماريچ
وٽ وڃي هن کي پاڻ سان شامل ڪيو ۽ جلد ئي اهو ڪپت جو هرڻ ٿيو.
مورک راوڻ ڇل ڪري سيتان کي کڻي ويو. پرڀوءَ جسي اهڙي خبر ڪان
هيس. جو هرڻ کي ماري ڀاءُ سميت سري رامچندر موٽي آيو ۽ آشرم خالي
ڏسي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيس. شري رامچندر روا جي منش وانگر وڇوڙي
۾ وياڪل ٿي ويو پئي ڀائر جهنگ ۾ ڳولهيندا رهيا. جنهن پرڀوءَ کي ميلاپ
وڇوڙو ڪڏهن به نٿو ٿئي تنهنکي ظاهري وڇوڙي جسي دک ۾ ڏٺو ويو.
سري رامچندر جا عجيب چرتر آهن جي گياني پرش جاڻي سگهن ٿا. اگياني
پيو ڪجھ سمجهن ٿا. شو ڀڳوان انهيءَ وقت رامچندر کي ڏٺـو ۽ هردي ۾
ڏاڍو آنند آيس ستدرنا جي سمبد سري رامچندر ڏي اکيون ڀري نهاريائين. پر
اهو وقت ڏسي پاڻ نه جاڻائين ۽ چوڻ لڳو هي جڳت جا پوتر ڪندڙ
سچدانند پڀو! تهانجي جئه هجي انين چئي ڪامديو کي ناس ڪندڙ شنڪر
ڀڳوان اڳتي هليو. ڪرپاندان شو ستي سرت پئي ويا ۽ وري وري پئي گدگد
ٿيو. ستي اها حالت شنڪر جي ڏسي ۽ هردي ۾ وڏو سنسو پيدا ٿيس.
دل ۾ ويچارڻ لڳي ته شنڪر جڳت جو ايشور آهي ۽ سڀڪو کيس نمسڪار
ڪري ٿو. سڀ ديوتائون، منش ۽ رشي به هن کي سر نمائين ٿا. تنهن جو
اڄ ڪمارن کي نمسڪار ڪيو ۽ هن کي سچدانند ۽ پرم ڌام ڪري ڪوٺيو
هجي سرنهن ڏسي مگهن ٿي ويو آهي ۽ اڃان به هنجي پريت کي هردي ۾
ڪي نٿو سگهي. جو برهم سروپ وياپڪ آهي ۽ جو مايا، جنم، ڪلا، اڇا،
ڊ کان نيارو آهي. جنهن کي ويد به جاڻي نٿا سگهن سو ڪيئن ديهه ڌاري
ش ٿيندو. جي پالنا وشنوءَ ديوتائن ڪاڻ منش ديهه ڌاري هجي ها ته.

آهي. مولڪي اهو ڇرڻ ۽ لنڪ ۾ پڙ لڳي لڳو. پر جي اتي ڇران ته به وڏي هاڃي لي لٿي. هي برابر سمت هيءَ لمحي تائين پڌائين ۽ وڏ برائي ۽ رشي پڻ الهن تا ڇون ته پهچڻي گروءِ ڪان شڪالون اڪائي ڪري عوڊي ۾ اوڌل گمان آهن لٿو لٿي. اهو وڃار ڪري مان پنهنجو اکيان لوهان اڳيان ظاهر ڪريان لو. هي ناٽڪ مون داس لي ڪريا ڪري منهنجو سمسر متاهو رام نام جي وڏي مهما آهي. جا سمت براڻ ۽ اپنشد ٻائين ٿا. ابياسي شر ڀڳوان جو گمان ۽ ڪٿن جي ڪاڻ آهي سو اڻ جو سدائين ائم ڪي جوي لو. ڇٽن قسمن جا جيو جنڪي جڳت ۾ آهن سي ڪاشيءَ ۾ مري ٻرم پد پائين ٿا انهي ڪال ۾ شو مهراج نام ڏئي لو. هي مشهور اها ته رامچندر جي مهما آهي جنهنڪري شو ڀڳوان ڪريا ڪري اهو رام جو نام اپديش ڏئي لو. هي ڀراوا! رام ڪير هو؟ سو لوهان ڪمان پڇان لو. هي ڪرپانڌان مولڪي سمجهائي پڌايو. هڪڙو رام ايوڌيا جي راجا دشرٿ جو پٽ هو جنهن جي وارتا سدا ۾ مشهور آهي ۽ هن استريءَ جي وڇوڙي ۾ ڏاڍا ڏک ڏٺا ۽ غصي ۾ اچي جنگ ۾ راوڻ کي ماريائين. هي ٻڌو اهولي رام آهي ڪين ٻيو ڪو. جنهن کي شو ڀڳوان جوي لـر اوڌن سڀ جا ڏار ۽ سڀ ڪنهن جا اندر آهي مولڪي سمجهي وڃاري پڌايو. هي ناٽڪ جڏهن منهنجو هيءَ ٻاري سمسر مٽجي وڃي. انهيءَ لـي ياڳولڪ مني مشڪي ڇرڻ لڳو ته لوکي رامچندر جي مهما جي خبر آهي لون ته رامچندر جو سڄو ڀڳت آهين، تنهنجي مرضي رامچندر جي لڪل ٿٽن ڪي پڌڻ جي آهي. تنهنڪري لو مولڪان اکيان وانگر سوال اچيو آهي، هي پيارا! مان لوکي رامچندر جي سندر ڪٿا پڌايان ٿو سا لون من لائي ٻڌ. اکيان روپي جهڪر وڏو موهساگر دليس آهي ان کي ناس ڪرڻ لاءِ رام ڪٿا پهڪر ڪالڪا آهي، اهڙي طرح ڀرانيءَ کي اهو سمسر پيدا لهو جهون لي مهادير هن کي سمجهائي پڌايو. هاڻي مان لوکي پنهنجي پڌيءَ آهر اهـا شو ۽ ڀرانيءَ جي ٻاله پوله پڌايان لو اها ڪڏهن لي ڪيئن لي جهون جي پڌڻ مان، هي ممرورا تنهنجو مراچهاڙ لهندو.

هڪڙي ڀيري لرنا يڳ ۾ شوجي اگستم منيءَ وٽ واو جتي ڀراني سني به سالس هئي. رشيءَ هنگي سڀئي جر اشور جاڻي الهن جي چڪيءَ طرح ارچا ڪئي. پوءِ مشهور، شري رامچندر جي ڪٿا چئي پڌائي، جا ڪٿا ٻڌي شوجي ڏاڍو پرسن ٿيو. تنهنڪانپوءِ رشيءَ اڳر هريءَ ڀڳتيءَ ٻابت اچيو ۽ شري شنڪر مهادير هن کي اڪاري ڏسي پڌايو، شري رامچندر جي ٿٽن جي ڪٿا پڌائي ڪري شري شو ڀڳوان الي ڪجهه ڏينهن رهـي پيو.

واريءَ ٻولي گنگانديءَ جي اپار ڏنگي ڦڏگي وهڪري واري آهي ۽ ٻرڀوءَ جي مهما هڻڻ ڪري سڄڻ پرش کي اهڙي پياري ۽ موهيندڙ لڳندي آهي، جهڙيءَ شري شنڪر کي لڳل مٽيءَ جي پيوتر وڻندڙ لڳي ٿي ۽ ياد ڪرڻ سان ٻولو ڪري ٿي. سنسار سمنڊ جي ترڻ واسطي آلم ٻيڙيءَ روپ آهي، مان چڱن ٿي وڌن کي نمسڪار ٿو ڪريان. جنکي ٻولو رامچندر جو جس ورڻن ڪندي سهڄي ۾ ۽ تڪليف نٿي ٿئي. سو جنهن رامائڻ روپي مانسرور جي پاڻيءَ ۾ سنان نه ڪيو آهي، اهي اجايل جيو سنسار سمنڊ روپي مرگهه ترشنا جي جل پٺيان ڀٽڪندا ٿا ڦرن ۽ دک ٿا پائين ڪري پنهنجي ٻڌيءَ انوسار رامائڻ روپي مانسرور جي ٻولو جل جي گڻن جس ورڻن ڪري ان ۾ پنهنجي مـن کي سنان ڪرائي شڌ ۽ پاروائي جو سمرڻ ڪري سندر ڪٿا کي شروع ڪريان ٿو. هاڻي سري رامچندر جي چرڻن کي هردي ۾ ڌاري ۽ انجي ڪرپا حاصل ڪري اُن مهيشورن جي گڏجڻ ۽ ملاڻ ۾ سندر گيان وارتا جو بيان ڪريان ٿو جو ڏيان سان ٻڌندا.

## ڪٿا شروع

ڀاردواج مني پرياگ ۾ رهندو هو، هن جو سري رامچندر جي چرڻن ۾ ڏاڍو پريم هوندو هو. ماگهه مهيني ۾ جڏهن سنڪرانت ٿي تڏهن ديوتائون دئيت ڪنر ۽ منش جون ٽوليون سڀئي تيرٿن لاءِ اچي ترويڻي نديءَ ۾ سنان ڪرڻ آيون، اهي الي مادوءَ جي چرڻ ڪمل جي پوڄا ڪري ۽ اکيه بٽ کي ڇهي ڏاڍو خوش ٿيئي ٿيا. الي ڀاردواج منيءَ جو تمام رمڻيڪ ۽ منين جي من کي وڻندڙ آشرم هو، تيرٿن لي جيڪي راجا پرياگ لي سنان ڪرڻ وڃن ٿا ان لاءِ الي مهاتمائن ۽ رشين جون سڀائون ٿين ٿيون ۽ سڀئي امرت ولي جو اساه. سان سنان ڪن ٿا، ۽ پاڻ ۾ گڏجي هريءَ جا گڻ ڳائين ٿا. الي ماڻهو برهم جو وچار ڌرم جي ريت ۽ تتو جو گيان ذڪر ڪن ٿا، ۽ پڻ گيان ۽ ويراڳ سان ٻرال هريءَ ڀڪتيءَ جو ورڻن ڪن ٿا. اهڙي طرح سڄو ماگهه جو مهينو الي سنان ڪرڻ لاءِ اچن ٿا تنهنڪانپوءِ مڪر راس ۾ سنان ڪري سڀئي مهاتمائون موٽن ٿا. هڪڙي ماگهه مهيني جو سنان ڪري مهيشور پنهنجي آشرم ۾ روانا ٿي ويا. انهن ۾ ياگيولڪ منيءَ جو تمام وچاروان هو تنهن کي پيرن لي سر نوائي ڀاردواج پاڻ وٽ ٽڪايو. ڀاردواج پريم سان هن جا چرن ڪمل ڌوئي تمام پوتر آسڻ لي وهاري هنجي پوڄا ۽ ساراهه ڪري تمام مٺن وچنن ۾ ڪيس وينتي ڪئي. هي ناٿ! منهنجي هڪ وڏو سنسو ٿي پيو آهي. سڀئي ويدن جو تتو گيان توهانجي هٿن جي ترئيءَ تي

آهي. تنهن ۾ سمت سمس پکيءَ واڳر گڏ روپي ڪير اچي وڪار روپي پاڻي
اجاري اسا چوان. اهڙو جڏهن اهڙو گيان ڏاتي ٿڌهن هيءُ جيڙ اوگڻن کي
جڏهن نڪن ڪسي ڪرڻ ڪري، ڪرمن جي سهاءِ ڪري چڱا انسان ۽ پاڻي
وجهه لئا. اهون کي هريءَ جا ڀڳت سڏاري ٿا چون. دشت ۽ چڱن جي
سنگت ۾ اچي چڪائي ٿي. ڪن ٿا بر انهيءَ ٿلر سهاءُ جي ملمتا منجهي ٿئي.
جڳت ۾ ڪي پاپي ڪٽي آهن جي سادو جو واس ڌارڻ ڪري رهن ٿا ان
ڀيکه جي پرتاب سان لوڪ انهن کي پوڄن ٿا پر اوڙيءَ سندن ڪوٽ ظاهر
ٿيو پوي. چوندا آهن ته "سنگ ناري ڪسنگ ٻوڙي." جيئن ڌوڙ هوا سان
گڏجي ڪري آڪاس ۾ چڙهي ٿي وڃي ۽ هيٺ پاڻيءَ سان گڏجي ڪري
ڪب ٿو پوي. اهو ئي ڌواهون ڪسنگ سبب رک ٿو پوي ۽ اهو ئي ڌواهون
السر پراڻ لکڻ لاءِ سٺي مس ٿي ڪم اچي ٿي. اهو ئي جل هوا ۽ باهه جي
ميلاپ سان جياپو ڏيندڙ ڪڪر ٿئي ٿو. سياڻا ماڻهو اهو جاڻن ٿا ته گرهه،
دوائن، پاڻي، هوا ۽ ڪپڙن کي چڱي يا بري سنجوڳ اچڻ ڪري اهي چڱا
۽ خراب ٿين ٿا. سنسار ۾ جيڪي به جڙ ۽ چيتن جيو آهن انهن سڀني کي
رام جو سروپ جاڻي مان تلسيداس سڀني جي چرن ڪملن کي سدائين هٿ
جوڙي نمسڪار ٿو ڪريان. توهين سڀ مونکي پنهنجو شڪ جاڻي ڇل
ڇڏي مونتي ڪرپا ڪريو. مونکي پنهنجي ٻل جو ڀروسو نه آهي تنهنڪري
سڀني کي وينتي ٿو ڪريان. مان رامچندر جا چرتر ورنن ڪرڻ ٿو گهران
پر اهي چرتر اٿاهه آهن ۽ منهنجي بدي تمام گهٽ ۽ اڇا ڏاڍي سني آهي.
گهران ٿو امرت پر جڳت ۾ مون لاءِ پاڻي به ڪونه آهي منهنجا سڄڻ، مون
ٻالڪ جا وچن من لائي ٻڌندا جيئن ڪر پار طوطلي زبان ۾ ڳالهائي
ٿو ته ماتا پتا اهو خوشيءَ سان ٻڌن ٿا. منهنجو ڀاڳ تنبيو ۽ ڪامنا وڏي آهي.
پر ڪڙو ۽ اچار السر ته سهڻي سوچ هي رام چرتر ٻڌي سک پائيندا. جنجو
ڪنا ٻلڪ ۾ ٻرم آهي پر رام چرتن ۾ سنهه، ته آهي انهن لاءِ هي ڪل جهڙي
رهيا ۽ سک ڏيندڙ آهي ۽ جيڪي اگهائي آهن، جنجي ٻڌيءَ جي چرتن
۾ پريم نه آهي تن کي هيءَ ڪنا ٻڌڻ سان ٿڪي لڳندي. پر جيڪي
وشنو شنڪر جا ڀڳت آهن ۽ اجان اڪتي مان نه جاڻن، انهن کي هيءَ رام
ڪنا مٺي لڳندي آهي، اگر جهڙان سگنديءَ وارن شعن جي ميلاپ سان
نراهون پهنجي سهارڪ ڪرڻ جڏي ٿو ڏئي، ليڪن منهنجي واڻي
جيڪر ٿڪ سادي آهي ٿسن ۽ هن ۾ الرو ستر جڳ ڪلياڻ ڪندڙ رام ڪنا
چڱيءَ طرح ورلي ٿو ڪيل آهي جيئن ڪلجڳ جي پاپن ڪسي ناس ڪرڻ

واريءَ ٻوٽو گنگانديءَ جي ٻرابر ڏنگي ڦنگي وڪڙي واري آهي ۽ ٻرپوءِ جي مهما ڪٿڻ ڪري سڄڻ ٻرش کي اهڙي پياري ۽ موهيندڙ لڳندي آهي، جهڙي شري شنڪر کي اگل مساڻي جي پيرت وڻندڙ لڳي ٿي ۽ ياد ڪرڻ سان ٻوٽو ڪري ٿي. سنسار سمنڊ جي ترڻ واسطي آهر ٻيڙيءَ روپ آهي، مان ڇڻن ٿي ويدن کي نمسڪار ٿو ڪريان. جنڪي ٻوٽو رامچندر جو جس ورڻن ڪندي سمجهي ۾ ڪا تڪليف نٿي ٿئي. سو جهڙي رامائڻ روپي مانسرور جي پاڻيءَ ۾ سنان نه ڪيو آهي، اهي اجايل جيو سنسار سمنڊ روپي مرگهه ترشنا جي جل پٺيان ڀٽڪندا ٿا ڦرن ۽ ڏک ٿا پائين ڪري پنهنجي ٻڌيءَ انوسار رامائڻ روپي مانسرور جي ٻوٽو جل جي گڻن جو ورڻن ڪري ان ۾ پنهنجي مــن کي سنان ڪرائي ٿو ۽ ڀاروائي جو سمرن ڪري سندر ڪٿا کي شروع ڪريان ٿو. هاڻي سري رامچندر جي چرڻن کي هردي ۾ ڌاري ۽ انجي ڪرپا حاصل ڪري ٻن منيشورن جي گڏجڻ ۽ ٻانڊ ۾ سندر گيان وارتا جو بيان ڪريان ٿو جو ڌيان سان ٻڌندا.

## ڪٿا شروع

ڀاردواج مني پرياگ ۾ رهندو هو، هن جو سري رامچندر جي چرڻن ۾ ڏاڍو پريم هوندو هو. مانگهه مهيني ۾ جڏهن سنڪرانت ٿي تڏهن ديوتائون دئيت ڪنر ۽ منش جون ٽوليون سڀئي تيرٿن تي اچي ترويڻي نديءَ ۾ سنان ڪرڻ آيون، اهي اتي مادوءَ جي چرڻ ڪمل جي پوڄا ڪري ۽ اکيه ٻٽ کي ڇهي ڏاڍو خوش ٿي ٿيا. اتي ڀاردواج منيءَ جو تمام رمڻيڪ ۽ منين جي من کي وڻندڙ آشرم هو، تيرٿن تي جيڪي راڄا پرياگ تي سنان ڪرڻ وڃن ٿا تن لاءِ اتي مهاتمائن ۽ رشين جون سڀائون ٿين ٿيون ۽ سڀئي امرت وانگي جو اتساهه سان سنان ڪن ٿا، ٻانڊ ۾ گڏجي هريءَ جا گڻ ڳائين ٿا. اتي ماڻهو برهم جو ويچار ڌرم جي ريت ۽ تتو جو گيان ذڪر ڪن ٿا، ۽ ڀڳتي گيان ۽ ويراڳ سان پورڻ هريءَ ڀڳتيءَ جو ورڻن ڪن ٿا. اهڙي طرح سڄو مانگهه، جو مهينو اتي سنان ڪرڻ لاءِ اچن ٿا تيهه کانپوءِ مڪر راس ۾ سنان ڪري سڀئي مهاتمائون موٽن ٿا. هڪڙي مانگهه مهيني جو سنان ڪري منيشور پنهنجي آشرم ۾ روانا ٿي ويا. انهن ۾ ياگيولڪ منيءَ جو تمام وچارون هو تنهن کي پيرن تي سر نوائي ڀاردواج ٻانڊ وٽ ٽڪايو. ڀاردواج پريم سان هن جا چرن ڪمل ڌوئي تمام پوتر آسڻ تي وهاري هنجي پوڄا ۽ ساراهه ڪري تمام مٺن وچنن ۾ ڪجهه وينتي ڪئي. هي ناٿ! منکي هڪ وڏو سنسو ٿي پيو آهي. سمجهي ويدن جو تتو گيان توهانجي هٿن جي تريءَ تي

جي مهما روپسي چنڊ جي لاءِ راهو ۽ ٻين جي برائيءَ ۾ سهسر باهو. جهڙا سورمـا آهن جي ٻين جي اوگڻن ڏسڻ ۾ هزارن اکين وارا ٿي ٿا وڃن ۽ ٻين جي ڀلائيءَ ڏانهن جن جو من اهڙو آهي جيئن گيهه ۾ مک - انهن کي باهه وانگر ليڇ ۽ ڪروڌ ڪال سمان ۽ پاپ ۽ اوگڻن جي ڌن سان ڪبير وانگر شاهوڪار آهن جي ٻين جي برائيءَ ۾ اهين پنهنجو جيءُ وڃائين ٿا، جيئن ڳڙا کيتيءَ کي ناس ڪري ڳري وڃن ٿا. مان انهن دشٽن کي وري نمسڪار ٿو ڪريان جيڪي ڪاوڙ ۾ شيش ناگ وانگر آهن ۽ هزارن مکن سان ٻين جا دوش ورڻن ڪن ٿا وري انهن کي پرٿو راج وانگر نمسڪار ٿو ڪريان جي پراوا پاپ ڏهه هزار ڪنن سان ٻڌن ٿا. مان انهن کي اندر جي برابر ڄاڻي هٿ ٿو جوڙيان. جن کي ڪوڙا وچن سدا پيارا آهن ۽ هو ٻين جا ڏوهه هزار اکين سان ٿا ڏسن. دشٽن جو اهو سڀاءُ آهي، جو ٻين جو ڀلو ٻڌي پيا جلندا. مون پنهنجي طرفان ته هنن کي پرارٿنا ڪري ڇڏي آهي. هو پنهنجي پاران ڪڏهن به نه مڙندا. جو ته ڪانوَ کي ڪيترو به پيار سان پالجي تڏهن به هو ماس کائڻ بنا نه رهندو. هاڻي مان سادن ۽ دشٽن کي ٻنهي جي چرڻن کي نمسڪار ٿو ڪريان. ٻئي دک ڏيندڙ آهن. سنت جو وڇڙڻ ساهه ڪڍي ٿو ڇڏي ۽ دشٽ جو ميلاپ ڏک ٿو ڏئي. جيئن ڪمل جا گل ۽ جرون ساڳئي تلاءَ ۾ گڏ پيدا ٿيندا آهن، تيئن سادو ۽ دشٽ به امرت ۽ شراب وانگر سمندر روپي جڳ مان پيدا ٿيا آهن. چڱا ۽ برا ٻئي سنسار ۾ پنهنجي ڪرمن موجب جس اپجس، پائين ٿا. سادو امرت، چندرمان ۽ گنگا جي برابر آهن. برا انسان زهر ۽ باهه وانگر آهن. گڻ اوگڻ سڀڪو ڄاڻي ٿو جنهن کي جيڪي وڻي ٿو ان کي نيڪ ٿو سمجهي. ڀلي کي ڀلائي ۽ بري کي برائي ملي ٿي امرت جو سڀاءُ امر ڪرڻ ۽ زهر جو سڀاءُ آهي مارڻ. دشٽ پاپن ۽ اوگڻن جا ۽ ساڌ گڻن جا اٿاهه سمنڊ آهن. ڪنهن کي ڄاڻڻ ڪانسواءِ گڻن کي گرهڻ ڪرڻ ۽ اوگڻن کي تياڳ ڪرڻ ٿي نٿو سگهي. ڀلا برا سڀ ورڌاتا پيدا ڪيا آهن. پر ويدن تن جا گڻ دوش ناس ڪيا آهن. ويد پراڻ چون ٿا ته سرشٽي گڻ اوگڻن سان ڀريل آهي. دک سک، پاپ ۽ پن، ڏينهن ۽ رات، سادو ۽ دشٽ، ذات ۽ ڪذات، دئيت ۽ ديوتا، اوچ ۽ نيچ، امرت ۽ زهر، جيئڻ ۽ مرڻ، مايا ۽ برهم، شاهوڪاري ۽ غريبي، ڪنگال ۽ راجا. ڪاشي ديش، مگڌ ديش، گنگا ۽ ڪرم ۽ ناسا ندين، هماليه وندهيا. برهمڻ ۽ ڪٽو ماس ڪامڌينو، سرڳ ۽ نرڳ، پيار ۽ تِرسڪار گڻن ۽ دوشن جو ڀيد ويدن ۽ شاسترن ۾ چيل آهي جڙ ۽ چيتن گڻن ۽ دوشن سان ڀريل هيءَ سرشٽي ڪرتار ناٿي

# سري رام جيءِ رام - جيءِ جيءِ رام

# ٻال ڪانڊ

## ديوهڙي نارد اگستيہ رشي ۽ والميڪ سنواد

والميڪ، نارد ۽ اگستيہ رشي ڀورين ڪير هوا ۽ ٻيءَ ڪيئن رشي پد ڪ
ڀڳتا جن جي ڪٿا هيٺ ڏنل آهي سا ڌيان ڏئي ٻڌو.

جنهن وقت شري رامچندر رشي والميڪ جي آشرم ۾ پهتو، ان وقت
والميڪ شري ڀڳوان رامچندر جو آدرستڪار ڪيو ۽ پنهنجو جيون چرتر هن
ريت ورنن ڪري چوڻ لڳو، "هي ڀڳوان! آءٌ هڪ لٽيرو شڪاري هوس
جو ويچارن مسافرن کي قرلت ڪري ماري انهن جو ڌن مال ڪٽي پنهنجي
ڪٽنب جي پالنا ڪندو هوس. هڪ ڏينهن مهنجي ڀلي ڪرڻ لاءِ ڪي
مهاتما ست رشي اچي نڪتا ۽ مان پنهنجي نيم موجب انهن کي ڦرمار
ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويس. جنهن وقت رشين وٽ پهتس ۽ ڦرڻ لاءِ ويجهو
ويس ته انهن ستن رشين مان هڪ رشيءَ مونکي چيو ته هي پاپي، تون جو
هي ڪونو ڪم ڪرين ٿو سو ڪنهن جي لاءِ ٿو ڪرين؟ تنهن تي مون کيس
جواب ڏنو ته "مهنجو ڌنڌو ئي اهو آهي" انهي ڪري ئي مان پنهنجي
ڪٽنب جو گذران ڪريان ٿو. تڏهن رشيءَ چيو ته انهن گهور پاپن جو
ڀاڱي ڪير ٿيندو؟ تون يا اهي تنهنجا ڪٽنبي؟ جن جي لاءِ تون هيءُ ڪونو
ڪرم ڪري رهيو آهين، سي انهيءَ گهور پاپ ۾ ڀائيوار ٿيندا؟ مون جواب
ڏنو ته ضرور مهنجا ڪٽنبي مونسان شامل ۽ ڀائيوار ٿيندا، ڇو ته انهن جي
ڪري ئي مان پاپ ڪريان ٿو. تڏهن تي رشيءَ چيو ڇڱو ڀلا گهر وڃي پڇي
ڪ ڪري اچ. رشيءَ جي اها ڳالهه ٻڌي مان ڊوڙندو هڪدم گهر واس
سمورو حال اچي گهر ڪري ٻڌايم تنهنجي ڪٽنبي چوڻ لڳا ته الهيءَ
ب ۾ اسان ڪرم ڦل جي ڀاڱي ۾ شامل ڪونه ٿينداسين. تنهنجو فرض آهي
اسانکي ڪمائي کارائڻ چاهي محنت ڪري کارائين چاهي چوري ڪري
نين انهيءَ ڳالهه سان اسانجو ڪوئي به واسطو نه آهي. الهيءَ اهو جواب
ي ڏاڍو نراس ٿيس ۽ موٽي رشين وٽ آيس ۽ پيرن تي ڪري وانتي
ب چوڻ لڳس "هي سنت! ديالو مولتي ڪرپا ڪريو. مون اڻ ڄاتائيءَ
ني پاپ ڪيا آهن جنهن لاءِ مونکي معاف ڪريو." مهاتما مهنجي
و ونتي ٻڌي مون تي ديا درشٽي ڪري رام نام جو منتر ڏنو ۽ ابداش

۽ رهڻ لاءِ اٿوءِ. جي ڀڄڻ سان سڀ طرح جو آنند آهي. ڀڳتيءَ ڌرم ۾
اٽل وشواس جيئڻ ۽ پرڀاڱ جو ڀت آهي ۽ چڱا ڪرم ليربت راج جي سماج
آهي. اڪو ڀت هڪڙو جهوراي ۾ جهوراو يا سدائين قائم هڪڙو وڻ آهي جنهن
جو ڀالري درشن ڪرڻ ويندا آهن. هي ساڌن جي سماج روپ ليربت راج
سڀني کي سدائين ۽ سڀ هنڌ سولائي سان ملي سگهي ٿو، هن ۾ شردا
سان وڃڻ ۾ سڀ دک ناس ٿين ٿا. هن ليربت راج ڀعلي سنت سنگ جي
مها اڪث السرڪت آهي ۽ سندس ڦل جلد ملي ٿو ۽ پرڀاءُ ظاهر آهي.
ساڌ سماج روپ پرڀاڱ ۾ وڃي اشنان ڪي پرسن من سان ٻڌڻ، سمجهڻ ۽
سان ڪرڻ يعني هندائڻ سان من گهرندا چارئي ڦل جيئن ته ڌرم، ارٿ،
ڪام ۽ موڪش هن سرير هوندي حاصل ٿين ٿا.

## ايشور استتي

### شري رامچندر ڀڳوان جي ڪمل چرڻن ۾

١- جڏي آسرو سڀ جو وٺ رام جي اوٽ،
ته ڀاڻ سدا ڪرت ڪري ٻوڙي ٻٽ ۾.
٢- هر گهڙيءَ هر وقت سمر سمر سري رام،
ته ٿاڻ اچي ستنام سولي ڪندءَ سيکهه ۾.
٣- تاتو ملي رام جو هڪ پل نه وسار،
جيئن لنگهي ٻڌن ٻار دنيا سان رگهوبر جي.
٤- رام ڪان سواءِ ٻي واٽ نه ڪر والي،
ته نمڻي سهالي اچي اساڻ ٿر سان.
٥- شرن وٺ رام جي جڏي ٻي سڀ ڪار،
وقت پنهنجو گهار جوي تاتو ام جو.
٦- دنيا هيءَ تالي ادا ڪجهه نه هلندءِ ساڻ،
پنهنجو ٿاڻ سڃاڻ نه مڪتي ملنئي مرڻ ۾.
٧- جي چاهين جني ٻولئسن جنم مرڻ کان،
ته رک سري رام سان ٻريم پڪي پنهنجي
٨- ڪم ايندءِ ڪينڪي دوست لٽي يار،
جڏي سڀ وهنوار تاتو جپ ٿون رام جو.
٩- جوڙ تاتو رام جو آهي سکدائي،
ٻڌو جو ڪرڻ ڪائي ڪرت اي سنسار ۾.

پرائي جو پتي ڪرپالو ديئن تي نيڻن رکڻ وارو ۽ ڪامديو کي ڀسم ڪرڻ وارو سري شوجي مونتي ڪرپا ڪري. ڪرپا جي ساگر ۽ منش ديه. ڀڳوان روپ پنهنجي گروءَ جي چرن ڪنولن ۾ مان سر نمو نمايان. جنهن گروءَ جو وچن پيانڪ اگيان روپي اندڪار کي ناس ڪرڻ لاءِ سورج جي ڪرڻن جي سموهه وانگر آهي، گروءَ جي چرن ڪنول جي ڌوڙ کي مان پرنام ٿو ڪريان جا شڌهه پاوِنا جي سگنڌ ۽ پرم سان پرپل امبرت روپي ٻوٽي جو چورڻ آهي ۽ سنسار جي سڀني روڳن جي پروار کي ناس ڪندڙ آهي، اها ڌوڙ سندر منگل آنند ڏيندڙ شو مهراج جي سرير جي نرمل ۽ پوِتر رک جي ابرار آهي ۽ ڀڳتن جي من روپي سندر آرسيءَ جي ميل مٽائڻ واري آهي ۽ هن جو تلڪ ڏيڻ ۾ سڀ گڻ هٿ اچن ٿا. شري گوروءَ جي نهن ۾ سيئي مڻين جي جوت وسي ٿي. جنهن جي سمرڻ سان هردي ۾ انيڪ پرڪاش ٿو اچي ۽ اگيان جي اندڪار کي ناس ڪرڻ لاءِ اهي چرن سورج جهان روشني ڏيندڙ آهن ۽ جنهن جي هردي ۾ وسن ٿا، سو وڏڀاڳي آهي. انهيءَ سان هردي جون صاف اکيون کلي پيون ۽ سنسار جا ڏک ۽ پاپ مٽجن ٿا. شري رامچندر جي چرڙن روپي موتي ۽ مانڪ جي جتي ڪاڻين ۾ لڪل يا ظاهر هوندا سي نظر ۾ ايندا. جهڙي طرح سادڪ سڌ ۽ گياني اکين ۾ انم سرمي پائڻ سان پهاڙن، جهنگلن ۽ پرٿويءَ ۾ لڪل وڏن خزانن جو مزو ڏسن اها شري گرو ديو جي چرنن جي ڌوڙ اکين جي بيماري ٽارڻ وارو سندر ڪومل ۽ امبرت جهڙو سرمو آهي. جنهن سان پنهنجي وڇار روپي اکين کي صاف ڪري سنسار جي بندن کان ڇڏائڻ واري شري رام چرتر جو مان ورنن ڪريان ٿو. پهران برهمڻ جي چرنن کي امسڪار ٿو ڪريان جن جي ڪري اگيان مان پيدا ٿيل سڀ سنسا مٽجي وڃن ٿا ۽ پوءِ سادن جي سماج جا سڀئي گڻ جي کاڻ آهي تنهن کي پرڻم ۽ مٺي واڻيءَ سان امسڪار ٿو ڪريان. سادن جا چرتر ڪپهه وانگر پوِتر آهن جيئن ڪپهه ۾ ڪو سواد نه ٿيندو آهي نه ۾ سندس ڦل گهڻن شڌ گڻن ڌاڳن سان ڀرپور آهن جاڪاڻ نه پاڻ ڪشت سهي ۽ ٻين جي اگهاڙپ ڍڪي ٿو، جن جڳت ۾ جس پاتو آهي سي نه پرچڻ لائق آهن. سادن جي سماج سندر ۽ آنند ڏيندڙ تيرٿ راج پرياگ آهي. جتي رام ڀڳت روپي گنگا جي ڌارا ۽ برهم وڇار جي پرچار روپي سرسوتي ٿي وهي. ڪلجگ جا پاپ ناس ڪندڙ ڪٿا ۽ ڪهڙا ڪم ڪرڻ گهرجن يا نه ڪرڻ گهرجن تنهنجو ورڻن جمنا جي برابر آهي. اهي ٽيئي ملي ترويڻيءَ ندي وانگر وشنو ۽ شو ڀڳوان جي ڪٿا روپ هڪڙي ڌارا



شري گڻيشاءِ نمہ



# منگلا چرڻ

گوسائين تلسيداس ڇوين ٿو ته سڀني پرڪارن جي منگلڪارن جي اڌشٺاتا شري سرسوتي ۽ شري گڻيش کي مان نمسڪار ٿو ڪريان. شردا ۽ وشواس روپي ڀواني ۽ شنڪر کي مان سر ٿو نوايان جن جي ڪرپا سان ٻڌي ۽ ڀڳتي هردي ۾ وسيل پرماتما جو درشن پائي سگهن. ان گيان سروپ نت شنڪر روپي گروءَ کي نمسڪار ٿو ڪريان. جنهن شنڪر جي آسري ونگا ڪري ٻيج جو ٿلهو چندرما سڀ هنڌ پوڄجي ٿو. سيتا ۽ رام جي گڻن جي سمنڊ، روپي پوتر بن ۾ موج ڪندڙ آد گياني ڪويشر مهارشي والميڪ ۽ باندر جي سوامي هنومان کي سر ٿو نمايان. سرشٽيءَ جي اتپتا ڪرڻ، استٿ ڪرڻ ۽ ناس ڪرڻ واري ۽ دکن کي ٽوڙڻ واري ۽ سڀن جي سکن ڏيڻ واريءَ شري رامچندر جي پياريءَ شري سيتا کي مان نمسڪار ٿو ڪريان. هي سڄو سنسار ۽ برهما آدڪ ديوتائون جنهن جي مايا جي وس ۾ آهن ۽ جنهن جي ستا سان هيءُ ڪوڙو سنسار ڀرڄيءَ ۾ نانگ جي ڀرم وانگر سچو ڀاسي ٿو آهي ۽ سنسار ساگر ترڻ جي خواهش رکندڙن لاءِ جنهن جا چرڻ ئي ٻيڙي آهن، انهيءَ سمورن ڪارڻن کان پري رام نام واري وشنو روپ پرڀوءَ کي مان نمسڪار ٿو ڪريان. انيڪ پراڻ نگم اگم آدڪ وارتائون جي رامائڻ والميڪي ۾ آهن گڏيل ۽ ٻين سان ملائي ڪري رکندڙ آهن سي مان تلسيداس پنهنجي اندر جي سک واسطي پنهنجي ٻوليءَ ديسيءَ ڀاشا ۾ ورڻن ڪريان ٿو جنهن جي سمرن ڪرڻ سان سڌي حاصل ٿئي ٿي. جو گڻن جو سوامي سندر هاٿيءَ جي مک وارو ۽ ٻڌيءَ جي کاڻ ۽ چڱن گڻن جو ڀنڊار آهي. اهڙو شري گڻيش جي مورتي ڪرپا ڪري، جنهن جي ڪرپا سان گونگو ڳالهائڻ لڳي ٿو ۽ پنگلو ڏکيو پهاڙ چڙهي ٿو وڃي. سو ڪليڪ جي سڀني پاپن کي ناس ڪرڻ وارو دئالو مورتي دئا ڪري. نيلي ڪنول جي گل وانگر جنهن جو سانورو بدن آهي ۽ تازي ڳاڙهي گل جهڙيون اکيون وارو ۽ کير سمنڊ ۾ سمهڻ وارو ڀڳوان وشنو منهنجي هردي مندر ۾ سدائين واس ڪري. ڪند جي گل جهڙو ۽ چندرما جي برابر سندر شرير وارو

مهاپرش جو چوڻ آهي سچ کي گرهڻ ڪجي ۽ ڪوڙ کي تياڳ ڪرڻ گهرجي. سچ ئي سچدانند سروپ جو ساکيات درشن آهي. ڪنهن نموني جو وڌاءُ ڪرڻ اهو استيه آهي. سچ اهو آهي جيڪي ڏسين سو ٻڌاءِ پنهنجو مصالح نه ملاءِ. جيڪو ٻڌين سو ٻڌاءِ، جيڪو آهين سو ٻڌاءِ، سچ تي وشواس ڪرڻ آهي سته نارائڻ جو جاپ، سچدانند سروپ جي شرڻ اچڻ چاهين ته سته شاسترن جو اڀياس ڪر، ست پرشن جو سنگ ڪر. ست اپديش سڻ، ست مارگ هلڻ ۾ سک.

پاپ کي پاپ چئجي ٿو، پر پاپ کي لڪائڻ آهي مهاپاپ، سچو ماڻهو ڪڏهن به پاپ نه ڪندو آهي، پر جي ڪندو آهي ته ان جي ڏنڊ کان ڏڪندو آهي. ۽ دل ۾ پڇتاءُ پيو ڪندو آهي، هڪ ڪوڙ کي سچ بڻائڻ لاءِ سؤ ڪوڙ ڳالهائڻا پون ٿا ان ڪري ڀرپائين سچ ڳالهائڻ گهرجي.

ڏنڊ لوڪي ٿو ڏڪائي، نه ته ڏڪين ٿون ڇو ڀلا
ڀوهه لوڪي ٿو ڀڄاري، نه ته ڀڄين ٿون ڇو ڀلا
انهيءَ ڪري سچ جي هميشه جئه آهي.
سچي ڪا ٻول بالا جهوٺي ڪا منهن ڪالا.

**ڀڄن**

ٽڪ- مونکي به تار ٿون ڀڳوان، ڪڏهن نه ڪنهن ڀاڃي
ٿي وڃي منهنجي مڪتي، ٿنهنجي نام ڳائڻ سان
١- ڪونهي ڪوئي دنيا ۾، مون جهڙو پاپي
ٿئي ٿو ڪيئن ڏک ٿنهنجو، زبان تي نام آڻڻ سان
٢- هزارين ويا تري پاپي، هزارين ڀاڃين سان
تري جيئن وئي گنڪا، طوطي کي پڙهائڻ سان
٣- نه سادو هو نه ڪوئي شي، هئو ذات جو مهاٽر
ويو سرڳ ڌام هو پنهنجي، لوڪي اڄڙيءَ ۾ چڙهائڻ سان
٤- ٻئي هئي شلا پٿر جي، هئي سا نار گوتم جي
وئي سرڳ لوڪ ۾ هڪدم، چرڻ جي ڌوڙ پائڻ سان
٥- اجاميل هڪ هئو پاپي، مگر ديا ناٿ ٿون ان جو
ٿي مڪتي نام ٿنهنجي سان، پنهنجي پٽ کي پڪارڻ سان
٦- ڀيسيا ڪير ڪندي هئي، ڀلا هوءَ ڀيلڻي ان جي
مگر هوءَ تري وئي، لوڪي ٻير جوٺا کارائڻ سان
٧- رهيو آهه هڪ ٻير پاپي، هيءَ داس اي ڀڳوان
"رام" کي به تار ٿون ڀڳوان، ڪڏهن نه ڪنهن ڀاڃي سان.

پڙهائڻ واري کي به نه ڇڏيو. تلسيداس رامائڻ جي پاٺ سان هڪ عجيب تماشو ڪري ڏيکاريو. هڪ دفعي دراوڙ ۽ ڪاشيءَ جا راجائون ڪجهه وقت پاڻ ۾ هڪ هنڌ گڏ رهيا، پاڻ ۾ سندن ڏاڍو پيار ٿي ويو، ٻنهي جون زالون گرڀوتيون هيون. دراوڙ جي راجا ڪاشيءَ جي راجا کي چيو ته اسان ٻنهي جون استريون گرڀوتيون آهن - جيڪڏهن اسان مان هڪ کي ڌيءَ ۽ ٻئيءَ کي پٽ ڄائو ته ٻنهي جي شادي ڪرائبي جنهن ڪري اسان جو پيار هميشه لاءِ هلندو ايندو، انهيءَ ڳالهه لاءِ ٻنهي ڄڻن قسم کڻي انجام ڪيو، انهن ڇٽي هر ڪو پنهنجي راڄڌانيءَ ڏانهن هليو ويو. دراوڙ جي راجا پنهنجي رائيءَ کي چيو ته جيئن ٻنهي طرفن ڌيئرون ٿيون جنهن نه مان آپگهات ڪندس. ڀڳوان جي مرضي اهڙي ٿي جو ٻنهي کي ڌيئر ڄايون، پر دراوڙ جي رائيءَ وڏوا ٺيڪ جي ڊپ کان راجا کي چوائي موڪليو ته پٽ ڄائو آهي. نوڪرن چاڪرن براهمڻ جوتشين کي لالچون ڏئي سمجهائي ڇڏيائين ته بالڪ جا اهڙا گره ٻڌائين ته ٻارهن ورهين تائين پيءُ جو منهن ڏسڻ بالڪ ۽ پيتا لاءِ نقصانڪار آهي. ڪاشيءَ جي راجا کي به چوائي موڪليائين ته دراوڙ راجا کي پٽ ڄائو آهي، ٻارنهن ورهيه پورا ٿيا ته ڪاشيءَ جي راجا وهانو جي گهر ڪئي. جڏهن سڀيري هلي ڪاشيءَ ۾ پهتا ته ڀيد کلي پيو سڀني کي خبر پئجي وئي ته دراوڙ جي راجا جو پٽ سچ پچ ڌيءَ آهي. ڪاشيءَ جو راجا پنهنجي اهڙي بي عزتي سمجهي دراوڙ جي راجا کي مارڻ لاءِ سنبريو، ڏاڍو گوڙ شور مچي ويو. هيڏانهن دراوڙ جي رائي ٻيو چارو نه ڏسي تلسيداس جي شرڻ وئي. تلسيداس ٻنهي راجائن کي شانت ڪرائي دراوڙ جي راجا جي ڌيءَ کي پاڻ وٽ گهرائي رامائڻ جو نون ڏينهن جو پاٺ ڪيس وڌيءَ موجب ٻڌايو. سڀني عجب ۾ پئجي ويا جو رامائڻ جي پرتاپ سان اها ڇوڪريءَ مان ڇوڪرو ٿي پيو. سڀني جي گهر ۾ آنند منگل ڇانئجي ويو. اهڙي طرح رامائڻ جا انيڪ عجيب چرتر آهن پر سڀ هنڌ شرڌا ۽ وشواس ضرور هئڻ گهرجي، ڇو ته ڀڳوان فقط هڪ ٿي آهي اوهان ان جي اپاسنا ڪريو ته لڪشمي اوهان جي در تي پاڻيهي هلي ايندي. نراڪار جي صورت نه ٿيندي آهي. نراڪار جي صورت ڪهڙو ڪلاڪار ٺاهي سگهندو- پرڀوءَ جي رچنا به اپار آهي. برهمانڊ ڪيڏو وڏو آهي اهو ڪير به نه ٻڌائي سگهيو آهي نه ڪوئي ٻڌائي سگهندو. برهم ساري سنسار جو چڪر هلائي رهيو آهي. هو سرو شڪتيوان آهي. سڀئي سرشٽي ان جي وس ۾ آهي. هو پنهنجي نج سروپ ۾ نراڪار

آهن دوها لکيل ناول آهن ۽ چوپايون ٻه آهن. سورٺا پڻ ۽ ٿورا ڪي
ڇنديا وارا سنڌ، جند جنهن ۾ مڪزيل آهن، رامائڻ جا اکر ۽ وچن سنڌس
ڀشب آهن جن جي عجيب سرهاڻ آهي، انڪري تسمن جا اوڇ سنڌس قلب
آهن جن سوادن کي انسان سمجهي ٻڌندڙ ۽ پڙهندڙ چکي سگهن ٿا. ڀڳتي
تهان ۽ وئراڳ، سندس وس آهي. ترڪڻ ۽ سرڪڻ ان جا ڳڻ آهن. انهن
ڪاڪ ڀشنڊ مني ۽ مهاديو جي رام چرتر ٻڌو پوءِ سنسار جي ڪلياڻ لاءِ
تلسيداس تحرير ڪيو. جيڪڏهن تلسيداس هن گرنٿ جي رچنا نه ڪري
ها ته ڪلجڳ جي پاپي جيون جو ڪم اڌار ڪري ها؟ رامائڻ ڪامڌينو گئو
جي سمان سڀني مورٿ سڌ ڪندڙ آهي، چنتامڻي وانگر سڀئي ڪامنائون
پوريون ڪندڙ آهي. رامائڻ هڪ عجيب ڦلواڙي آهي جنهن ۾ شري رامچندر
روپي ڀنورو سگند وٺندو ٿو رهي. جنهن گهر ۾ رامائڻ هوندو اتي ڀلجي نه
جي ڀرم ڀريب جو واسو نه لهندو ۽ نڪي ڪنگالپڻ اتي رهندو، مهاوير
هنومان سدائين اتي پهرو ڀريندو آهي.

سنسار هڪ مها ساگر سمان آهي ان کي پار ڪرڻ لاءِ رامائڻ هڪ جهاز
جي مثل آهي، ڀڳتن کي آنند ڏيڻ لاءِ رامائڻ سرڳ جي هڪ ڏاڪڻ آهي.
مورک ماڻهو رامائڻ جو آسرو وٺي مها ودوان ٿيا آهن، موهه جي اوندهه کي
ناس ڪرڻ لاءِ رامائڻ سورج جي سمان آهي. نچ لوڪي اوچ جيڪي سـ
مش آهن تن کي رامائڻ لاڀ ٿو پهچائي ۽ اوڏو کي ڏن، ٻيا سنتان واري
کي سنتان ٿو ملي.

هڪ مها پاپي انڌيءَ رستي کان اچي لنگهيو جتي رامائڻ جي ڪٿا
ٿي ٿي، اتي وڃي ڪٿا ٻڌڻ لڳو، جڏهن ڪٿا سماپت ٿي ته اتي اٿي
هلڻ لڳو، هلندي هلندي رستي ۾ اچانڪ ڪري پيو ۽ مري ويو. يم جا دوت
ڪوس جڏهن وٺڻ آيا ته ڏسن ته وشنو جا پارشد اڳيئي اتي بيٺا آهن، جن
سن هڪدم ڏڪاري ڪڍيو، يم جي دوتن اهو سماچار پهچندي سرامي
يمراج کي اچي ٻڌايو ته اسان جنهن ۾ برائيءَ کي لوهان وٽ آڻڻ لاءِ لـا
ويو، اتي اڳي ئي وشنوءَ جا پارشد بيٺا آهن ۽ اسان کي ڏڪاري ٿا ڪڍن،
ڪني ڪئي مهاڀيڪر هنومان جي شڪل جهڙو ٻاندر بيٺو آهي سو اسان
سـي امر اچڻ نه ڏني، تلسيداس ٿالي کر وئراڳي سنت ليو آهي جنهن
جي ترت رامائڻ جي پراپت ڪري اهو سڀ ڪجهه لي رهيو آهي، هاڻ ٻڌايو
سـ ڇا ڪريون؟ يمراج ٻڌي کي آکيا ڪئي ته جتي رامائڻ جو پرچار آهي
ـ ـ ـ ، هر ڪيولي نيندڙ هجي اتي لوهن پرويش نه ڪريو ۽ ٻڌيا ۽

# مختصر تلسي ڪرت رامائڻ جو مهاتم

## شري گڻيشاءِ نمه

شري وشڻو ڀڳوان شري شنڪر ڀڳوان شري گڻيش، سرسوتيءَ ۽ گوسوامي
تلسيداس جو سمرن ڪري آءٌ سڪ جي ڀنڊار رامائڻ جي مهاتم جو ورنن ٿو
ڪريان. جو منش رامائڻ سان پريم ٿو ڪري انهيءَ جهڙو ڀاڳ وارو ٻيو ڪونهي
آهي. رامائڻ جو پهريون بال ڪانڊ ڏاڍي رس سان ڀريل آهي جنهن ۾
ڀڳوان رامچندر جو جنم، بال ليلا ۽ وهانءَ ورنن ڪيل آهي. ٻيو ايوڌيا ڪانڊ
آهي جنهن ۾ پتا جي آگيا پالي رامچندر ان ڏانهن وڃي ٿو. ٽيون آرڻيه
ڪانڊ آهي جنهن ۾ رامچندر رشين سان ٿو ملي ۽ سيتا چورائجي ٿي وڃي.
چوٿون ڪشڪندا ڪانڊ آهي جنهن ۾ هنومان ۽ سگريو جي مترتا جو ورنن
ٿيل آهي. پنجون سندر ڪانڊ آهي جنهن ۾ هنومان سيتا جي ڳولا ڪري
رامچندر کي سندس سمورو سماچار ٿو ٻڌائي. ڇهون لنڪا ڪانڊ آهي جنهن
۾ راوڻ کي ماري ڀڳوان رامچندر سيتا ديويءَ کي پراپت ڪري ٿو. ستون
اتر ڪانڊ آهي جنهن ۾ ڀڳوان رامچندر ايوڌيا ۾ راڄ ٿو ڪري ۽ اتر ڪٿا جو
ورنن ڪيل آهي. هي بي مثل گرنٿ آهي - گرهستي جيون راڄ ڌرم،
ڪٽنب جيالي، پتورت ڌرم ۽ ڀائري پريم جا آدرش استاپن ڪري ڀڳتي
گيان ۽ وراڳ ۽ سداچار جي سکيا ڏيڻ ۾ هن جهڙو ٻيو ڪو گرنٿ ملي نٿو
سگهندو. انهيءَ کان سواءِ رامائڻ آشرواد سان ڀريل آهي، هن جي هڪ هڪ
پد کي شردالو پرش پوتر منتر ڪري سمجهندا آهن انهيءَ ڪري هن گرنٿ
جو شردا سان پاٺ ڪري منجهس ڏنل اپديش تي عمل ڪري ۽ ڀڳوان جي مڌر
ليلائن جو ڌيان ۽ ڪيرتن ڪرڻ ڪري مرڪ جي پراپتي ٿئي ٿي. ان کان
۽ وڌيڪ پرم جي پرم ڀڳتيءَ جي پراپتي سولائيءَ سان ئي ٿئي. جنهن
گرنٿ جي رچنا تلسيداس جهڙي اتم ڀڳت ڪئي آهي ۽ جنهن ڀڳوان
سيتارام جي ڪرپا سان انهن دويه ليلائن جو پرلڪ الهام ڪري يٿارٿ روپ
۾ ورنن ڪيو آهي ۽ جنهن کي ساکيات درشن ڏيئي ڀڳوان شري گوري
شنڪر گرنٿ لکڻ جي آگيا ڏني ۽ جنهن گرنٿ تي ڀڳوان گوري شنڪر
"ستيم شوم سندرم" لکي پنهنجي هٿ سان صحيح ڪئي آهي
انهيءَ گرنٿ جو اهڙو عجيب پرڀاءُ ٿئي تنهن ۾ ڪا به عجب جي ڳالهه نه
آهي. ڪوان رامائڻ جي پٺت ڪلپ ورڇ سان ڪئي آهي. جيڪر رامائڻ
روپي ڪلپ برڇ جي ڇانوَ ۾ اچي ٿو انهيءَ جا سڀئي پاپ
ڌرم ۽ ڪنگالپڻو ناس ٿي ٿا وڃن. ست ڪانڊ چڻ ست وڏا ڦار

هي مشهور رامائڻ جي ڪرڻ پڄاڻا سان لڳ واري تُل جو ٻرو ورهن تائين ڪري سگهيا، مان ترڪي اڳتي ٻرو مهاڻو پڌايان ٿو. ٻرو ڪال ۾ موتڪي شڙ شڪر پڪوان چيو ته ڏيان ڏيئي پڻ جو پرش پريم سان اڳتو پاٺ ڪري ٿو ان کي اشومڌ يگيه جو ڦل ملي ٿو، جو پرش آلس ڇڏي نمر ۽ پريم سان رامائڻ جي ڪٿا ٻڌي ٿو ان جا سڀئي پاپ ناس ٿي وڃن ٿا جو چت لڳائي تائين ٻڌي ۽ وچار وچي ان کي نمسڪار ٿو ڪري اهو ته سڀني ديوتائن کي پوڄا جو ڦل ٿو پائي. جو پرش تلسي رامائڻ جو سچو پستڪ لکي رام ڀڳتن کي ڏئي ٿو ان کي جيڪو ڦل ملي ٿو، اهو ويدن جي پڙهڻ ۽ شاسترن جي ويچار ڪرڻ سان ته سنسار ۾ ملڻ ڪٺن آهي. جو پرش رام ڀڳت ايڪادشي جو اپواس ڪري سڀا ۾ وهي تلسي رامائڻ جي ڪٿا پڙهائي ٿو، هي وستار سرشٽ ان لاءِ جو ڦل پڌايان ٿو. هن جي هڪ اکر پڙهڻ سان گائتري جپ ڪرڻ جي سمان ڦل ملي ٿو. جو پرش رام نومي جو ڏينهن جو ورت رکي رات جو جاڳرڻ ڪري پريم سان رامائڻ جو پاٺ ٻڌي يا پڙهي ٿو. هاڻ مان ٿوري اِن جو ڦل پڌايان ٿو، ڪوروڪشتر ۽ سڀني تيرٿن ۽ سورج گرهڻ ۾ انيڪ هيرا وپاس جي سمان برهمڻ ڀوڄي برابر ڏن ڏيڻ سان جو ڦل ملي ٿو ان ۾ ڪوئي شڪ نه آهي. جو پرش چت سان رامائڻ جا گڻ ڳائي ٿو اڄي من جيون آشائون ديو اندر ۽ ديوتائون پروار ڪن ٿا.

## تلسيداس جا دوها

١- تلسي تلسي ڪي چتون، تلسي ٻن جو گهاس
ڪرپا ٿي رگهوبير جي، ٿي پير تلسيداس.

٢- ديا ڌرم ڪا مول هئي، نرڪ مول اڀمان،
تلسي ديا نه ڇوڙيئي، جب لگ گهٽ ۾ پراڻ.

٣- جهان ديا تهان ڌرم هئي، جهان لوڀ تهان پاپ،
جهان ڪروڌ تهان ڪال هئي، جهان ڇما تهان آپ.

٤- جو سک ڪر چاهي سدا، شرڻ رام ڪي ليهه،
ڪهه تلسي سن ري منا، دوليب مالش ديهه.

ٻڌو ڪندس. برهما جو اهو وچن ٻڌي نارد چوڻ لڳو، هي ديو سرشٽ! مونکي هڪ ٿي ڳالهه پڇڻي آهي. جيڪڏهن مون تي توهانجي ڪرپا آهي ته مونکي ٻڌايو. هاڻ گهور ڪلجڳ اچڻ تي منش پڄ ڪرم ڇڏي ڇڏيندا. سچ ڳالهائڻ کان اڳ مکر ٿي پاپ ڪرڻ ۾ لڳي ويندا ۽ ٻين جي گلا ڪرڻ لڳندا، ٻين جي ڌن اڪٺو ڪرڻ جي آس رکي وهندا ۽ پراين استرين سان من لڳائيندا، پراڻي هنسا ڪندا. اهي موورک بڌ ديهه ۾ ئي آتم بڌ وارا ناستڪ ٿي ويندا. انهن جي ٻڌي پسوءَ سمان ٿي ويندي ۽ اهي ڪام جا غلام ٿي استرين جا ڀڳت ۽ ماتا پتا جا ڌڪاري ٿيندا. برهمڻ لوڀي گهر گرهستي وند ورکڻي پنهنجي زندگي گذاريندا. اهي ڌن پيدا ڪرڻ لاءِ وديا جو اڀياس ڪندا. ودبا برهمڻ جي ڪرتوتن ڪري عزت نه رهندي. ڪتري ۽ ويش پنهنجي ڌرم کي ڇڏي پنهنجي ذاتي ڪرم کي ڇڏي ٻين کي ٺڳڻ لاءِ تيار ٿيندا. اهڙيءَ طرح جيڪي شودر ٿيندا اهي به برهمڻ جي آچار ۾ گڏ ٿي ويندا. ان کان سواءِ استريون وڀچارڻيون ۽ پنهنجي پتيءَ جو ايمان ڪري عزت نه ڪنديون. اهو ۽ اڳي ٻيون رهنديون. پنهنجي سس سهري سان ڌروهه ڪنديون. انهن نشت ٻڌيءَ وارن جو پرلوڪ ڪهڙيءَ طرح سڌرندو انهيءَ چنتا ڪري منهنجو چت سدائين وياڪل آهي. هي ديوا! ڪنهن نه سولي اپاءَ سان انهن جو پرلوڪ سڌري سگهي اهو توهان ڪرپا ڪري ٻڌايو جاڪاڻ ته توهان سڀ ڪجهه ڄاڻو ٿا. ديو رشي نارد جو هي وچن ٻڌي ڪمل جي آسڻ تي ويٺل برهما چوڻ لڳو هي سادو! تو تمام سٺي ڳالهه پڇي آهي. مان توکي ٻڌايان ٿو توهان پريم سان ٻڌ. ٻڌو ڪال ۾ ڀڳت وتسل پاروتيءَ سري رام تت جي ڀيد ٻاجهه ڀڳوان شنڪر کي ونتي ڪري ارشن پڇڻ لڳي ته هي مهاديو پنهنجي پياريءَ کي ڇو جنهن ۾ گوڙهي ڀيد کي مون ورتي کيو هئو اهو اُم پراڻ تلسي رامائڻ نالي ڪرامت مشهور آهي. هاڻ جڳت جمني پاروتي انجو ٻڌي ڪري راس ڏينهن انجو پاٺ ڪري آنند ۾ خوش رهي ٿي. جنهن وقت قسمت سان ان جو لوڪ ۾ پرچار ٿيندو تڏهن ان وقت ان رامائڻ جي پاٺ ڪرڻ سان لوڪ پاپن کي ناس ڪري شپ گتي پائي ٿو. سنسار ۾ برهم هتيا جيا پاپ ڪيسين تائين رهندا جيسين تائين رامائڻ جو آدر ستڪار نه ٿيندو ڪيسين ڪلجڳ ۾ مها سنڪٽ رهندو جيسين سنسار ۾ رامائڻ ظاهر نه ٿيندو. يمراج جا سرووار دوت اي ڏبا جيا ڦرندا ۽ سيڌي شاسترن ۾ پراچين ڪٿا ڪيسين رهندي جڏهن مهاپرش ڀڳوان رام جي سروپ جي ڄاڻ نه رهندي جيسين سنسار ۾ تلسي رامائڻ نه چمڪندو.

٣- بالڪپڻ ۾ مهاوير من ۾ هردم ڌيان لڳايو آهي،
سراپ ڏيئي رشين لٽيهتي آل جو زور گهٽايو آهي،
رام نام آڌار آهي. مهاوير جو وار آهي- سچي دل سان..
٤- رام نام چوڻ لئو ارڏيا ۾ ڇمڻ لو ناچ نچايو آهي،
چهر رام لڇمڻ کي هن پاتر من کي لبايو آهي
رام چرڻ سان پيار آهي. مهاوير جو وار آهي- سچي دل سان..
٥- پهرويءَ مان سيتا کي رادڻ کڻي چڙهن آيو آهي،
وڃي لنڪا ۾ ور لوڻي پتو سيتا جو لڳايو آهي
اکيه کي ٻر ذاتي مار آهي. مهاوير جو وار آهي- سچي دل سان...
٦- ميگهنادجي برهم ڦاس ۾ ادني پاڻ ڦاسايو آهي،
برهم ڦاس ۾ پاڻ ڦاسائي برهما جو مان وڌايو آهي
اڇراڪ جي بالڪي مار آهي. مهاوير جو وار آهي- سچي دل سان..
٧- لنڪا جلائي وير چڙهن راوڻ ۾ گهٻرايو آهي،
سري رام لڇمڻ وٽ لو پاڻ اچي سيتا سنديش پڌايو آهي
سيتا شوڪ اپار آهي. مهاوير جو وار آهي- سچي دل سان..
٨- شڪتي پاڻ لڳو لڇمڻ کي ٻوٽي ٻرلوي آئين لون،
ٻوٽي آئي لڇمڻ جي پل ۾ جا جياري لو
رام لڇمڻ جو پيار آهي. مهاوير جو وار آهي- سچي دل سان...
٩- رام چرڻ جي مهاوير لو هردم ڌيان لڳايو آهي،
رام تلڪ ۾ مهاوير لو سيو ڦاڙي ڏيکاريو آهي
"اڙ" سيوي ۾ رام دربار آهي. مهاوير جو وار آهي- سچي دل سان..

ناردءِ برهما جو سنواد

جو سانئي برمانڻ کان پري ٿي ڪٽي کان رهت گيان سروپ ۽ من وائيءَ
سان سچدانند اڳوان سداشو کي نمسڪار ٿو ڪريان.
سوڻي چيو- هڪ ڀيري برهمراج ناردمني لوڪن تي ڪرپا ڪرڻ لاءِ ستيہ
لوڪ ۾ ويو. اتي مورتمان ويدن جو چالنڌ پهچي ٻال سوريہ جي سمان
سڀا ٻون ۾ براجمان مارڪنڊ ۽ ٻيا مني استتي ڪري رهيا هئا. جو سڀني
ڀاوڻن جو گيان ڄاڻڻ وارو ۽ ڀڳتن کي من گهربا ڦل ڏيڻ وارو جو سرسوتي
سان گڏ ڄڪت پتي برهما کي ڏسي مني سرشٽ نارد هٿ جوڙي نمسڪار
ڪيو ۽ ڀڳتي ڀاوَ جي استوتي ڪئي. برهما پرسن ٿي نارد کي چيو منهنجو-
هن ٿي اچڻ جو سبب ٻڌايو ۽ ڇوڻ لڳو ته جو ۾ ڪم لون چرندين اهو اوس

اُتارا ڏيندا ويا. اهڙيءَ طرح رامائڻ جو پرچار ڏينهون ڏينهن وڌندو رهيو. پنڊتن کي جڏهن ٻيو ڪو اپاءُ نه سمجهيو تڏهن هنن سوامي مڌسودن سرسوتي کي وينتي ڪئي ته تلسيداس جو گرنٿ نظر مان ڪڍي پنهنجو راءِ ڏيو. شري مڌسودن سرسوتي پستڪ پڙهي پرسن ٿيو ۽ هيٺيون راءِ ڏنائين، هن ڪاشيءَ روپي آنند بن ۾ تلسيداس هڪ گهمندڙ ڦرندڙ تلسيءَ جو ٻوٽو آهي، سندر ڪويتا جو ٻور ڏاڍو سندر آهي؛ جنهن تي شري رامچندر ڀونرو اچي واس ڪري ٿو. پنڊتن کي انهيءَ تي به آرام نه آيو. پستڪ جي پريکيا جو هنن ٻيو هڪ اپاءُ سوچيو. ڀڳوان وشوناٿ جي مورتيءَ جي سامهون سڀني کان مٿي پهريائين ويد، ويد جي هيٺان شاستر، شاستر جي هيٺان پراڻ، ۽ سڀني جي هيٺان تلسيداس جو گرنٿ رامائڻ رکيائون. رات جو مندر بند ڪيو ويو. صبوح جو جڏهن مندر کوليو ويو ته مٿاهون ڏٺو ته رام چرت مانس رامائڻ سڀني جي مٿان رکيل هئو اهو ڏسي پنڊت ڏاڍو لڄي ٿيا ۽ اچي تلسيداس جي شرڻ پيا ۽ اڳتي لاءِ ورود ڇڏي پريم ۽ سڪ سان هلڻ لڳا.

سنبت ١٦٨٠ ۾ ساوڻ مهيني جي ڪرشن پکيہ جي ٽيج تي ڇنڇر ڏينهن تلسيداس، ڀڳوان رگهوناٿ جو سمرڻ ڪندو گنگا نديءَ جي ڪناري تي اسي گهاٽ وٽ هيءُ چولو ڇڏي پڀو رامچندر جي چرڻن ۾ هميشه لاءِ لين ٿي ويو. تلسيداس رامائڻ کانسواءِ ٻيا به اڻيڪ گرنٿ لکيا آهن جن ۾ ڀڳوان جي ڀڳتي ڀريل آهي، جيڪي به جيو هن جي لاڀائي ۾ آيا ان جو اڌار ٿيو.

سنبت سورهن سو اسي، اسي گنگا جا تير
ساوڻ ٽيج پکيہ ۾، تلسي ڇڏيو سرير

## ڀڄن

ٽل- اڄ منگل وار آهي مهاٻير جو وار آهه،
سچي دل سان جيڪو ڌيائي ٻيڙو ان جو پار آهه..

١- چيت چانڊوڪي پونم منگل جو جنم ورتو ڌاريو هو،
لال لنگوٽي گدا هٿ ۾ سر تي مڪٽ لڳايو هو
شنڪر جو اوتار آهه- مهاٻير جو وار آهه- سچي دل سان..

٢- برهما کان برهم گيان جو پل ۾ تو پاتو آهه،
رام ڪاڄ ۾ شو شنڪر جي باندر روپ بڻايو آهه
ڀڳتيءَ ۾ پيدار آهه- مهاٻير جو وار آهه- سچي دل سان..

شيام وَرڻ واري تلڪ ڪندڙ ڪندي. اهڙو چئي شري ڀڳوان انتر ڌيان ٿي ويا.
تلسيداس شري ڀڳوان جي آگيا سان ڪاشيءَ مان اجوڌيا هلي ويو.

سمت ١٦٣١ شروع ٿيو ته انهيءَ سال رام نومي اهڙي لڳي جو ٺيڪ اهڙي
لڳنا جڳ ۾ ڀڳوان رامچندر جو جنم ٿيو. انهيءَ ڏينهن برهما جي وقت
تلسيداس پنهنجي گرنٿ شري رام چرت مانس ”راماين“ جي رچنا ڪرڻ
شروع ڪئي. ٻه سال ست مهينا ڇويهه ڏينهن لڳاءِ گرنٿ سماپت ڪيو.
سمت ١٦٣٣ جي مارڳ شيرش مهيني شڪل پڪش ۾ رام جي وهانءَ جي ڏينهن
ست ڪانڊ سماپت ڪيائين. تنهن کان پوءِ ڀڳوان جي آگيا سان تلسيداس
ڪاشيءَ ۾ آيو. اتي هن ڀڳوان وشوناٿ ۽ ماتا انپورنا کي پنهنجو گرنٿ
شري رام چرت مانس ”راماين“ پڙهي ٻڌايو. رات جو شري وشوناٿ جي
مندر ۾ گرنٿ رکيو ويو. صبوح جو جڏهن دروازا کليا ته پستڪ تي مٿان
”ستيم شوم سندرم“ اهي لفظ سونهري اکرن ۾ لکيل هئا، هيٺان ڀڳوان
شنڪر جي صحيح ٿيل هئي. اتي ان وقت حاضر ماڻهن ”ستيم شوم سندرم“
جو آواز به پنهنجي ڪنن سان ٻڌو. ڪاشيءَ جي پنڊتن جڏهن اها ڳالهه
ٻڌي تڏهن تلسيداس جي مهما سهي نه سگهيا ۽ ڪين حسد ساڙ وٺي ويا.
اهي هڪ مشهور نالتڪ ڀيشور کي تلسيداس جي مارڻ لاءِ تيار ڪيو،
ان نالتڪ پنهنجي منتر تنتر جي سڌيءَ سان هڪ ڀيڪر ڀوت پيدا
ڪري تلسيداس جي مارڻ لاءِ موڪليو پر جڏهن ڀوت تلسيداس وٽ آيو
ته ڏٺائين ته بجرنگ ٻلي هنومان ڪڏا کڻي بيٺو آهي جنهن کي ڏسي ڀوت
ڀڄي ويو ۽ ڀيشور نالتڪ کي اچي ماري ڇڏيائين. ان کان پوءِ به
پنڊتن جو ڪک وڃڻ لڳو، اُلٽو ٿاهي تلسيداس جي نندا ڪرڻ لڳا ۽
پستڪ کي ناس ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ لڳا. پستڪ کي چورائڻ لاءِ هن
ٻه چور موڪليا. چورن ڏٺو ته تلسيداس جي ڪٽيا جي چوڌاري ٻه ننڍا
ٻرش ڌنش ٻاڻ هٿ ۾ کڻي پهرو ڏئي رهيا آهن. هو ٻئي سُونهن جا سمنڊ
سانورو ۽ گورو رنگ جا هوا. چورن کي جڏهن انهن پهريدارن جو
درشن ٿيو تڏهن سندن ٻڌي شڌ ٿي پيئي. سوءِ ان ڏينهن کان ونهي
چوري ڪرڻ ڇڏي ڏنائون. پوءِ تلسيداس جا شش ٿي پيا ۽ ڀڳوان رامچندر
جو ڀڄن ڪرڻ لڳا. تلسيداس کي جڏهن خبر پيئي ته منهنجي خاطر ڀڳوان
کي اهڙي تڪليف وٺڻي پيئي آهي، سو جا ڪيائين ڪٽيا جو سڀ سامان
برهمڻن ۽ غريبن کي ڏئي ڇڏيائين ۽ پستڪ پنهنجي متر ٽوڊرمل وٽ
رکي ڇڏيائين. پستڪ جو هڪ نقل تلسيداس پاڻ ڪيو جنهن مان پوءِ ٻيا

ڇو ته، تنهنجي محل ۾ هنومان پنهنجا چرڻ گهمايا آهن تنهنڪري تــو
پنهنجي محل ۾ هنومان جو مندر ٺهراءِ ۽ تــون پنهنجي رهڻ لاءِ ٻيو محل
جوڙاءِ. بادشاهه ائين ئي ڪيو. پوءِ تلسيداس موٽي ڪاشيءَ ۾ آيو. ٽوڏرمل
گنگا جي ڪناري تي اسي گهاٽ تي تلسيداس جي رهڻ لاءِ هڪ جڳهه ۽
گهاٽ ٺهرائي ڏنــو. جيڪو گهاٽ اڄ به ڪاشيءَ ۾ تلسي گهاٽ جي نالي
سان مشهور آهي. انهن ڏينهن ۾ تلسيداس جي هاڪ چوڌاري پکڙجي وئي
هئي ۽ پري پري جا ماڻهو سنت مهاتمائون هن جو نالو ٻڌي درشن ڪرڻ ۽
ست سنگ ڪرڻ ايندا هئا. سورداس ڪري به گسائين وٽ آيــو ۽ ڪيس
سور ساگر مان ٻه ٽي پد ڳائي ٻڌايائين، ڀڳت سنت ڏاڍي واکاڻ ڪئي،
ميران ٻائي به تلسيداس جي وقت ۾ ٿي گذري هئي. ميران ٻائيءَ کي ڪٽنبي
جڏهن سنت ڀڳتيءَ ۾ وگهن وجهندا ۽ تنگ ڪندا هئا تڏهن ميران ٻائي
تلسيداس کي ڪي شڪايتون لکي ميواڙ جي سکپال برهمڻ هٿان چٺي
تلسيداس ڏانهن موڪلي ته گهر وارا ڀڄن جي منع ڪري رهيا آهن ان لاءِ
ڇا ڪجي؟ جواب ۾ تلسيداس ميران کي هڪ ڪوتا ٺاهي موڪلي ته ڀڳوان
جي ڀڄن لاءِ جي مٽن مائٽن کي به ڇڏڻو پوي ته انهن کي به ڇڏي ڀڄن
ڪرڻ گهرجي. گسائين جي ان اپديش موجب ميران ٻائي گهر ڇڏي برندابن
۾ اچي گرڌر گوپال جي پريم ۾ ليــن رهڻ لڳي.

سنبت ١٦٢٨ ۾ هنومان جي آگيا موجب تلسيداس اجوڌيا پوريءَ ۾ ويو.
انهن ڏينهن ۾ پرياگ ۾ ماگهه جو ميلو هو جنهنڪري اتي ڪجهه وقت رهي
پيو، ميلي کان ڇهه ڏينهن پوءِ هڪ ٻڙ جي وڻ هيٺان ڪيس ياگيولڪ ۽
ڀردواج رشيءَ جو درشن ٿيو. اتي انهيءَ وقت اهائي ڪٿا ٿي رهي هئي جا
تلسيداس وارا ڪيتر ۾ پنهنجي گروءَ کان ٻڌي هئي. اتان هو ڪاشيءَ هليو
ويو جتي پرهلاد گهاٽ تي هڪ برهمڻ جي گهر ۾ رهڻ لڳو، اتي هن کي
ن ۾ ڪوتا ٺاهڻ جي شڪتي جاڳي ۽ سنسڪرت ۾ ڪوتا ڪرڻ لڳو،
ر ڏينهن جو جيترا پد ٺاهيندو هو سي سڀ رات جو گم ٿي ويندا هوا،
ئين هر روز ٿيندو رهيو. نيٺ اٺين ڏينهن هنکي سپني ۾ شنڪر ڀڳوان
رشن ڏنو. جنهن ڪيس آگيا ڏني ته پنهنجي ڪوتا هندي ڀاشا ۾ ڪر.
لسيداس جي هڪدم ننڊ کلي پئي ۽ هو واٿي رهيو. ان وقت ساڪيات
ڳوان شنڪر ۽ پاروتي سنڌس سامهون اچي بيٺا، تلسيداس هٿ جوڙي
نام ڪيو. پوءِ شنڪر ڀڳوان ڪيس چيو ته تون وڃي اجوڌيا ۾ رهه ۽
هنجي ڪوتا هندي ڀاشا ۾ ٺاهه، منهنجي آشيرواد سان تنهنجي ڪوتا

اهڙيءَ ريت ٻيا پنڊتن جا ماڻهو تلسيداس جي چرڻن ۾ ڪري پيا ؛ اها خبر عام تلسيداس جي مهما جي ساري ڀارت ورش ۾ ڦهلجي وئي. هڪ ڏهاڙي دهليءَ جي بادشاهه کي تلسيداس جي درشن ڪرڻ جي من ۾ ڀاونا ٿي تنهن پنهنجي وزير کي بنارس ڪاشيءَ ۾ اُن پڪس تلسيداس کي وٺي اچڻ لاءِ موڪليو. جڏهن وزير ڪاشيءَ ۾ پهتو تڏهن تلسيداس کي اهو ٻڌايائين بادشاهه جو ليائو ڏنو. تلسيداس دل ۾ چوڻ لڳو ته بادشاهه جو مون ۾ ڪهڙو ڪم آهي؟ جو موڪلي گهرايو اٿس، مان اتي ڇا وڃي ڪندس. پر وري دل ۾ ويچار آيس ته جيڪڏهن مان نه ويندس ته بادشاهه کي منهنجي درشن لاءِ هٺ اچي پوندو. جنهنڪري رستي ۾ بادشاهه کي ڏاڍي تڪليف ٿيندي تنهنڪري اڪيلو منهنجو وڃڻ ٺيڪ آهي. اهين چئي وزير سان گڏ دهلي ويو. بادشاهه سندس آدرستڪار ڪري سنگهاسن تي ويهاريو ۽ چوڻ لڳو ته مون ٻڌو آهي ته توهان پرميشور سان وڃي مليا آهيو جنهنڪري مولکي ۽ ان ٻار برهم سچدانند جو درشن ڪراءِ يا ڪرامت ڏيکار. تلسيداس جواب ڏنو ته مان هر وقت رام رواسي نام جو پنهنجو پيٽ ڀريندو آهيان. بادشاهه اهو جواب ٻڌي چيس ته توهان ڪر وڏو ٺهاڳي آهيو، رکو ڪوڙي وڏائي سڀاڙ ۾ ڦهلائي اٿو. بادشاهه ڪاوڙجي وزير کي حڪم ڏنو ته تلسيداس کي وڃي قيد ۾ وجهوس، ڏسون ٿا ته ڪيئن ڪير ٿو سهائتا ڪريس. پوءِ پڪس تلسيداس کي اونڌي جيل ۾ وڌو ويو. پوءِ تلسيداس جيل ۾ پون ڪمار هنومان کي ياد ڪري پڪارڻ لڳو.

سلوڪ

سنڪٽ موچن آهي نام تنهنجو، جاڻي سڀ جهان
سک جو ساگر توهان سدا، سڀ جو ڪرڻ ڪلياڻ
بي گناهه هن قيد ۾، پيو آهيان اڻ جاڻ
ديا ڪري اچي داس لئي، مڪت ڪراءِ هنومان.

جڏهن هنومان کي سهائتا لاءِ تلسيداس وينتي ڪري پڪارڻ لڳو ته وقت مهاٻلي هنومان لک ٻاندرن سان اوچتو اچي پرگهٽ ٿيو ۽ سڀني ٻاندرن کي ماري تلسيداس کي قيد مان ڪڍي راجا جي محل ۾ ڪاهي پيا. محل جا شيشا ڀڃڻ لڳا ٻاندرن اچي راجا جي ڪٽنب کي هٿ لڳا. تڏهن بادشاهه سڀني پنهنجي سميت اچي تلسيداس جي شرڻ آيو. پوءِ تلسيداس هنومان کي وينتي ڪري چوڻ لڳو ته هاڻي بادشاهه پڇتايو آهي. پڪس جي ... ۾ هنومان ٻاندرن سميت انترڌيان ٿي ويو. پوءِ تلسيداس بادشاهه کي

پوءِ تلسيداس سڌو ڪاشيءَ ۾ آيو ۽ اچي سنتن کي ڀنڊارو ڏنو. جنهن ڀنڊاري ۾ تلسيداس وٽ خوب ڌن ڪٺو ٿيو ۽ رات جو ڪن چورن تلسيداس کي ڦرڻ جو ويچار ڪري سندس جاءِ تي آيا ته ڇا ڏسن ته هڪ شيام ورڻ هٿ ۾ ڌنش باڻ کڻي پهرو ڏيئي رهيو آهي ان کي ڏسي چور موٽي ويا. وري ٻئي ڏينهن رات جو آيا تڏهن به ساڳيو شيام ڏٺائون. جڏهن ٽيون ڀيرو آيا تڏهن به ڏٺائون ته ساڳيو ئي شيام ورڻ پهرو ڏيئي رهيو آهي. جڏهن صبوح ٿيو چور مهاتما وٽ اچي چوڻ لڳا ته هي مهاتما اوهو ڪهڙو شيام سندر ڌنش ڌاري نوڪر رکيو اٿو جو رات جو پهرو پيو ڏئي. تلسيداس اها ڳالهه ٻڌي عجب ۾ پئجي ويو ۽ سمجهي ويو ته رامچندر هوندو. پوءِ من ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته منهنجي ڪري رام کي ايترو ڪشٽ سهڻو پيو آهي سو هڪدم جيڪو مال متاع رکيل هوس سو ڪجهه چورن کي ۽ برهمڻن کي ڏيئي پاڻ وٽ فقط هڪ ڪمنڊل ۽ انگوڇو رکيو.

هڪ ڏينهن تلسيداس کي دل ۾ ويچار ٿيو ته جيڪر ٻندراٻن جو درشن ڪجي. اهو ويچار ڪري ٻندراٻن آيو ۽ اتي اچي شري ڪرشن جي پرم ڀڳت ڀاجيءَ سان مليو جنهن هن جو ڏاڍو آدرستڪار ڪيو، ٻندراٻن ۾ شري ڪرشن جي پوڄارين تلسيداس کي ڏسي هر ڪنهن جي واتان راڌي ڪرشن ڌي ڪرشن جو شبد نڪري رهيو هئو تڏهن تلسيداس من ۾ هيئن چوڻ لڳو:

راڌي ڪرشن سڀڪو چوي، رام نه چوي ٿو ڪير
تلسي تو برج ۾ چوي، رکـي رام سان وير

هڪ ڏينهن نابهاجي ڪرشن ڀڳت پوڄارين کـي ساڻ وٺي تلسيداس سان ڇي راڌي ڪرشن جي مندر ۾ درشن ڪرڻ لاءِ ويو، جتي تلسيداس کي ي ڪرشن ڀڳوان جي مورتيءَ اڳيان مستڪ نه نمائيندو ڏسي سڀ ايٺل ڪ سندس نندا ڪرڻ لڳا. تلسيداس تڏهن چوڻ لڳو:

ڇا ورنن ڪريان مورت شام جي، سهڻي ٻڻي آهه ناٿ
تلسي مستڪ تڏهن نمي، جڏهن ڌنش باڻ ڪٺو هاٿ

لسيداس جو ايترو چوڻ ۽ ڪرشن ڀڳوان پنهنجو ويس بدلائي رام روپ ڌنش باڻ هٿ ۾ کڻي سامهون ٿيو جنهن کي ڏسي گوسائين چوڻ لڳو:

## سلوڪ

مرلي مڪٽ بدلي ڪري، هٿ ۾ کڻي ڌنش باڻ
شيوڪ جي پت رکڻ لاءِ، ڪيو ناٿ تو ڪلياڻ.

## دوهو

چتر ڪوٽ جي گهاٽ تي ٿي سنتن جي ڀيڙ
تلسيداس چندن گهسي تلڪ ڏئي رگهوير

اتر ۾ چوڻ ۾ آهي ته تلسيداس جو ڌيان اهڙو ڪين ويو. تڏهن هنومان وري ته انهيءَ سلوڪ کي پڙهڻ لڳو. پر تڏهن به هن کي ڪجهه خيال نه رهيو. پوءِ ڀڳوان شري رامچندر ٻار ٿي چوڻ لڳس ته باباجي مان توکي درشن ڪرايان. اهين چئي ڀڳوان پنهنجي هٿ سان چندن گهي تلسيداس جي مستڪ تي لڳايو. تلڪ لڳائڻ مهل ڀڳوان رامچندر جون آڱريون هنڪي ليڪسوري ڏسڻ ۾ آيون. هيڏانهن طوطي روپ هنومان وري تيون ڀيرو ساڳيو ئي سلوڪ اچاريو جو تلسيداس ٻڌي ورتو. طوطي جو اهو آواز ٻڌي تلسيداس جا نيتر کليا ۽ گيان آيو ۽ ڏٺائين ته پرڀو پرچي گد گد ٿي مريادا پرشوتم ڪمل نيتر ڀڳوان شري رامچندر جو ساڪيات درشن ڪري هريءَ جا چرن ڪمل پڪڙي استتي ڪري چوڻ لڳو ته ڀڳوان مون کي پنهنجو مورتيءَ جو درشن ڪرايو. پوءِ ڀڳوان ساڪيات درشن ڏيئي لتا استو چئي انتر ڌيان ٿي ويو ۽ تلسيداس ڪامتا گهاٽ ڏانهن آيو ۽ اتي شري رامچندر جو ڌيان دل ۾ ڌري پريم سان شري رامچندر جو پوڄن ڪرڻ لڳو. انرقت سيتاپتي شري رامچندر درشن ڏيڻ لاءِ تلسيداس وٽ آيو ۽ چئن پاسن کان عجيب قسم جي روشني ڦهلجي ويئي ۽ بيشمار هاٿي گهوڙا ڏسڻ ۾ آيس ۽ انيڪ رشي مني سنت مهاتما سڀئي وڏي آواز ۾ شري رامچندر جي "جيءِ جيءِ" مناڻ لڳا. سري رامچندر لڇمڻ ڀرت شترگهن وچ ۾ سيتا ماتا رٿ ۾ ويٺل ڏسڻ ۾ آيس ۽ هنومان رگهناٿ جي آرتي ڪري رهيو هو. پوءِ شري رامچندر دکڻ هرڻ پنهنجو هٿ تلسيداس جي مٿي تي گهمايو. جنهنڪري تلسيداس جا نيتر کليا ۽ رات ڏينهن رام نام جو جاپ ڪرڻ لڳو.

هڪ ڏينهن ڪاشيءَ ۾ تلسيداس گنگانديءَ تان جل جي لوٽي ڀري پاٺ پوڄا لاءِ پنهنجي استان ڏي وڃي رهيو هو ته رستي ۾ هڪ برهمڻ جو مڙدو ڪي ماڻهو کڻي پئي ويا ۽ سندس استري پنهان ستي ٿيڻ لاءِ وڃي رهي هئي. جڏهن انهيءَ استريءَ تلسيداس کي ڏٺو تڏهن سندس چرنن تي ڪري نمسڪار ڪرڻ لڳي. تلسيداس هن کي آشرواد ڏني ته "سدا سهاڳڻ هجين" مائي اهي لفظ ٻڌي وائڙي ٿي ويئي ۽ چوڻ لڳي، "هي مهاتما! سهاڳڻ وري ڪيئن؟ پتي ته منهنجو هي مڙدو آهي جنهنکي ساڙڻ

اٺڙو ٻال ۽ پراڪرم هجي ها ته مان هن نيچ جوڻ ۾ ڇو پيو هجان ها؛ ٻئ هڪڙو اپاءُ ٻڌائيندو، جنهن ڪري توکي جلدي سري
شري رامچندر جو درشن ٿيندو، هتي ڪرڻ گهاٽ تي رامائڻ جي ڪ
ٿيندي آهي، اتي سري ٻال جتي هنومان هڪ ڪوڙهي روپ ۾ ر
ڌاري روز ايندو آهي. سڀني کان پهرين ايندو آهي ۽ سڀني جي پنيا
اچي ويهندو آهي، سڀني کان اڳ ايندو آهي ۽ سڀني کان پوءِ ويندو آهي، ڪم
ڪي هڪ ڦاٽل پراڻو ڌوتو ٻڌل هوندو اٿس ڇاڪاڻ ته هنومان کي رامائڻ ٻڌڻ
مـان ڏاڍو پرم رس آنند ايندو آهي جنهن ڪري پاڻ اڪيلي روز ايندو
آهي. تون جنهن کان ان جي شرن وٺندين ته هو توکي ضرور شري رامچندر
جو درشن ڪرائيندو. اهو شڀ سماچار ٻڌي تلسيداس پريت کي نمسڪار
ڪري سڌو ڏسل نشان موجب ان جاءِ تي آيو. اچي ڏٺائين تہ برابر هڪ
ڪوڙهه روڳي مسڪين سڀني جي پنيان ويٺو آهي. جڏهن ڪٿا پوري ٿي ۽
سڀ گهر وڃڻ لڳا تڏهن اهو شخص هنومان جو ڪوڙهيءَ جي روپ ۾ اٿي
هلڻ لڳو، تلسيداس ان جي پٺ ورتي. جڏهن شهر کان ٻاهر اڪيلا ٿيا تڏهن
تلسيداس اڪيلو ڏسي ان جا چرن پڪڙي پيرن تي ڪري پيو. تڏهن
هنومان پڇيس تون ڪير آهين، مون کي ڇو ٿو پڪڙين، مان ڪجهه به نه
ڇاڪاڻ ته مرڪي چيو. پر تلسيداس هن جي چرن کي نه ڇڏيو ۽ چوڻ لڳو ته
ان پرڀو جو سيڪاري آهيان جنهن مرڪي شري رامچندر جو درشن نہ
ڪرائيندا تيستائين توهان جهڙي ڪرپالن کي نه ڇڏيندس. پوءِ هنومان
سيداس جو رامچندر جي چرنن ۾ پڪو وشواس ڏسي پنهنجو اصلي روپ
ڪار ٻائيندس ۽ شو منتر جو اپديش ڪري چيائينس ته چترڪوٽ وڃي پرم
سان ڀڳتي ڪر ۽ منتر جو جاپ جپ.
هڪڙي ڏينهن جهنگل ۾ ايندي رستي ڪيائين ته ڇا ٿو ڏسي جو شام ۽
ٻه سندر راجڪمار گهوڙي تي سوار ڌنش ٻاڻ هٿ ۾ کڻي هڪ هرڻ
پنيان گهوڙا ڊوڙائيندا پيا اچن. انهن جو سانوري روپ ڏسي تلسيداس
وس اچرج ۾ پئجي ويو. تڏهن به تلسيداس هنن کي سڃاتو نه،
. هن سمجهيو ته ڪي رواجي راجڪمار آهن. ٿوري دير کان پوءِ
ن اچي چيس ته ڪيئن شري رامچندر جو درشن ڪيئه جو هتان ٿي
ار رامچندر ۽ لڪشمڻ لنگهي ويا. تلسيداس هنومان جا اهي وچن
ن ۾ پڇتائڻ لڳو. تنهن تي هنومان دلداري ڏئي چيس ته وري
ــر ٻيهر درشن ٿيندءِ. ائين چئي هنومان انتر ڌيان ٿي ويو.

ڪارتڪ واري مهيني ۾ راجاپور ۾ دين بنڌو نالي ٻرهمڻ ڪٽنب سميت جمنا ۾ سنان ڪرڻ لاءِ آيو جنهن تلسيداس کي ڪٿا ڪندو ڏسي من ۾ وچار ڪري پنهنجي ڪنيا ڏيڻ جو پڪو ارادو ڪيو. پهريائين ته تلسيداس نٿي مڃيو پر پوءِ دين بنڌو جي زور ڀرڻ تي نيٺ قبول ڪيائين.

سنبت ١٥٨٣ جيٺ مهيني شڪل پکي جي تيرس وسپت جي ڏينهن تلسيداس جو وواهه پنڊت دين بنڌو پاٺڪ جي ڌيءَ رتناوليءَ سان ٿيو. رتناولي تمام سندر ۽ گڻوان هئي ۽ پتورت ڌرم پالڻ لاءِ سڄو وقت پنهنجي پتيءَ جي سيوا دل و جان سان ڪندي هئي. هن کي هڪ پٽ ڄائو. جنهن جو نالو تارڪ رکيو. تلسيداس جو زال سان ايترو ته پريم ٿي ويو جو هڪ پل به هن کي اکين کان پري نه ڪندو هو. ڪيترا ڀيرا سندس ساهري گهران ماڻهو آيس، تڏهن به پريم ڀڳت جهڙيڪي ڪامديو پنهنجي ڇمبي ۾ ڦاڪيو ٻڌي ڇڏيو هو سو ڪڏهن به موڪل ڪين ڏيندو هوس.

هڪ ڏينهن سندس سالو پنهنجي ڀيڻ کي وٺڻ لاءِ آيو مگر تلسيداس موڪل نه ڏنيس. جڏهن ڪنهن ڪم سبب تلسيداس ٻاهر ويو تڏهن سندس سالي ڇا ڪيو جو پنهنجي ڀيڻ کي پيڪي وٺي هليو ويو. جڏهن تلسيداس موٽي گهر آيو، اچي ڏسي ته زال نوهي ڪانه. تڏهن ڏاڍو وياڪل ٿيو ۽ اوڏي مهل اڌيءَ رات جو ساهري گهر جو رستو ورتائين. ڪام جي انڌ ۾ ڦاٿل تلسيداس اهين ته پڌ کي ڇڙيندو ويو جيئن ڪنهن سان ڪو لڙائيءَ تي وڃڻ مهل فقط اڳ جو خيال ڪندو آهي ۽ پوئتي نهاريندو ئي نه آهي. جيئن تلسيداس پڌ ڪندو اچي جمناندي‌ءَ جي ڪناري لڳي پهتو، تڏهن طوفان به ڇڙي ته اچ نه لڳان تڏهن ڪڏهن لڳان. سو تمام حيران ٿي ندي پار ڪرڻ لاءِ سوچڻ لڳو ته ايتري ۾ هڪ مڙدو نديءَ ۾ لڙهندو پئي آيو. تنهنڪي پرم ڀڳت تلسيداس هڪ ٻيڙو سمجهي پڪڙي ان تي سوار ٿي نديءَ جي پار وڃڻ لڳو. جڏهن نديءَ جي پار پهتو تڏهن سڌو ساهري گهر آيو اچي ڏسي ته مار سڀ در بند پيا آهن ۽ سيئي ننڊ ۾ اي اوڻا ٿي سمهيا پيا آهن. تڏهن دل ۾ خيال ڪيائين ته هن وقت ڪنهن کي به ننڊ مان جاڳائڻ نيڪ نه آهي. پوءِ متي دريءَ ڏانهن نهارڻ لڳو. ڇا ڏسي ته مار هڪ نوڙي لنگهي پيئي آهي. نوڙي ڏسي تلسيداس ڏاڍو خوش ٿيو. پوءِ انهيءَ نوڙيءَ جي وسيلي چڙهي متي بنگلي ۾ ويو ۽ وڃي پنهنجي زال کي جاڳائڻ لڳو. تلسيداس جي جاڳائڻ تي رتناولي ڇرڪ ڀري اٿي

وڌ اين پهچي هتي سان ڳڇن ڪاريندي هئي. اهو ڏسي لوڪن کي عجب لڳندو هو ته هي استري ڪير آهي؟ اهڙي طرح ٻه سال گذري ويا، پاروتي جي اها ممتا ڏسي شنڪر ڀڳوان پهچي هڪ ٻاري ٻچڻ نسر هري سوامي کي آگيا ڏني ته هو روز رچي ان ٻالڪ جي وديا ۽ ٻالڻ جو بندوبست ڪري. شنڪر ڀڳوان جي آگيا ٻالي نر هري سادو هري اوڌ ۾ آيو ۽ آيو ڪري. ٻالڪ کي پهچي اسنان لي ولي وار الي وچي ٻالڪ جو نالو رام ٻولا رکيو. انان هن کي اوڌيا اوري؛ ولي وار جتي سنبت ١٥٦١ ماگهه مهني جي شڪل پکه جي پنجمي لڪ شڪروار ڏينهن تلسيداس کي جنيو پاتو ويو. رام ٻولو ٻنا سنسڪارن جي گايتري منتر جو شد اچارڻ شروع ڪيو، جو ڏسي سڀ حيرت ۾ پئجي ويا. ان هري سوامي وشنو جي پنجن جا پنج سنسڪار ڪري رام ٻولي کي تلسيءَ جو چرنا امرت ڏني رام نام جو منتر اپديش ڏئي سندس نالو تلسيداس رکيو. اوڌيا ۾ رهي ڪيس وديا پڙهائي ۽ سڀ راماڻ جي ڪٿا ٻڌائي. جا هن جي هردي ۾ اکري وئي. هڪ ته سندس وديا سان اڳهين چاهه هو سو تمام شرڌا سان لوڻي ولت ۾ گروءَ جي ڪرپا سان ويد شاستر ۽ سنسڪرت پڙهي وڏو هوشيار ودوان بنجي پيو. ان جو سندس وديا جي خوشبوءِ سندس رچيل راماڻ ۾ ٻهڪي رهي آهي. جيئن گلاب جو گل پهچي خوشبوءِ پاڻ ظاهر ڪندو آهي. جو اڄ تائين راماڻ ساري ڀارت ورش ۽ سندو ديش جي هر هڪ گهر کي سونهارن ڪالي رهيو آهي. تلسيداس وديا ته پڙهي پر دلوري وهيوار ۾ قاصي هو. انهن گروءَ کان موڪل وٺي پهچي گهرت ۾ آيو. ان وقت سندس پتا جو مرڻو ٿي چڪو هو. سندس ڪٽنب جو ڪرڻ پالي حصا ڪرڻ هو. الي رهي هن پهچي پتا جو ۽ هن جو ٻيه ترپڻ ۽ شراڌ ڪيو. پوءِ پهچي رام الر جو ڏاڍن سب ستڪ ڪيو. ماڻهن کي هر روز شام جو ڀڳوان رامچندر جي ڪٿا ٻڌائيندو هو. هر ڪو سندس ڪٿا ٻڌي آنند پروڪ ٻسونر ۾ گد گد ٿي ويندو هو ۽ رام نام جو جس ڳائيندو هو.

## سلوڪ

تلسي جو آيو جڳ ۾، جن نه جپيو سري رام
تاڪيا ٻچڙا ۽ ٻالڪا، تن جو سڀ حرام
مڪام ڪرونڊ ۽ لوڀ جي، جنهن من ۾ کاڻ
تلسي پنڊت ۽ مورکه، ٻئي هڪ سمان.

## شري گوسوامي تلسيداس جو جيون چرتر

تلسي هن سنسار ۾، سڀ کي ڄاڻو هڪ سمان
نه ڄاڻي ڪنهن واس ۾، ملي اچــي ڀڳوان.

گوسوامي تلسيداس جنهن ڪلجڳ جي سمي ۾ منش جي اڌار ڪرڻ لاءِ ۽ سنسار ساگر پار ڪرڻ لاءِ هڪ سندر امولڪ رامائڻ جي رچنا ڪئي، جنهن جو نالو ڪنهن نه ٻڌيل پاڻ يا پڙهڻ کان گهٽ نه هوندو، پر اهڙو هندو ڪو ورلي ليندو جنهن کي سندس رچيل رامائڻ جي سڌ نه هوندي، پــر ڪي ماڻهو اهڙا گهٽ هوندا، جن کي گوسوامي جي جيون چرتر جو گيان نه هوندو.

پر رام ڀڳت تلسيداس سرواريڻ ذات جو برهمڻ هو. سندس پتا جو نالو آتمارام ۽ ماتا جو نالو هلسي هو. هن ڀڳت شرومڻي جو جنم جمنا نديءَ جي ڪناري تي پرياگ جي ويجهو باندا ضلع ۾ راجاپور نالي نگر ۾ سمبت ١٥٥٤ وڪرم ۾ ٿيو. ايشور جي مهما اپرم اپــار آهي جو اهڙي سلڇڻي ۽ پراڪرمي ڀڳت جو جنم مول نڪشتر جي پهرين چرڻ ۾ ٿيو. اهڙي نڪشتر ۾ بالڪ جو جنم ٿيڻ ماتا پتا لاءِ نقصانڪار سمجهيو ويندو هو، وري جو ڄمڻ وقت عام طرح جي، ”اوئان، اوئان،“ جي بدران ”رام، رام“ اچار پئي نڪتا. ان وقت شڪل اٽڪل پنجن سالن جي بالڪ جهڙي پئي لڳي ۽ وات ۾ ٻٽيهه ڏند ٿي موجود هئس. اهو اسرار ڏسي سندس ماتا پتا گهٻرائجي ويا.

پراچين سمي ۾ هندستان ۾ جيڪڏهن ڪنهن جي گهر ۾ مول نڪشتر جي پهرين چرڻ ۾ پٽ جو جنم ليندو هو ته شاسترن جي نيم موجب ان جا ماءُ پيءُ ٻــار کي پنهنجي گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيندا هوا. ڇاڪاڻ ته چنتامڻ آدي گرنٿن ۾ ڄاڻايل آهي ته جو بالڪ انهيءَ مهورت ۾ پيدا ٿئي ٿو ته سندس ماتا پتا اٺن سالن تائين بالڪ جو منهن به نه ڏسن ۽ گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏين.

جنهن وقت سنسار ساگر تــارڻ واري رامائڻ جي ڪرتا ڪ-ي ماتا پتا ڏهين ڏينهن رات جو ماتا هلسي چنيا داسي کي پنهنجا سڀ زر ۽ زيــور لاهي ڏنا ۽ پنهنجو ٻچون چاول ٻار سرمي کيس راتو رات لڪائي روانو ڪيو، ۽ پاڻ ڏهين ڏينهن گيارس جي ڏينهن هلسيءَ پراڻ تياڳيا. داسي چنيا ان بالڪ ڪ-ي کڻي پنهنجي گهر هريپور پرت ۾ آئي جتي بالڪ کي گانءِ جو کير پياري بالڪ جو پالڻ پوشڻ ڪيو. جڏهن تلسيداس ساڍن پنجن سالن جو ٿيو، تڏهين چنيا به اجل جو شڪار ٿي وئي. هاڻ تلسيداس هڪ اناٿ بالڪ ٿي پيو ۽ در در ڀٽڪڻ لڳو. هــن هرنهار بالڪ تي جڳت جنني پاروتيءَ کي ديا آئي، جا هڪ برهمڻي جو ويس ڌاري هر روز تلسيداس

# شري گوسوامي تلسيداس جو جيون چرتر

تلسي هن سنسار ۾، سڀ کي ڄاڻو هڪ سمان
نہ ڄاڻي ڪنهن ويس ۾، ملي اچي ڀڳوان.

گوسوامي تلسيداس جڏهن ڪلجگ جي سمي ۾ منش جي اڌار ڪرڻ
سنسار ساگر پار ڪرڻ لاءِ هڪ سندر امولڪ رامائڻ جي رچنا ڪئي، ج
جو نالو ڪنهن نہ ٻڌيل پاءِ يا پڙهڻ کان ڳجهو نہ هوندو، ۽ اهڙو هندو د
ورلي ليندو جنهن کي سندس رچيل رامائڻ جي سڌ نہ هوندي، پــر ڪي
ماڻهو اهڙا گهٽا هوندا، جن کي گوسوامي‌ءَ جي جيون چرتر جو گيان نہ هوندو.
۽ رام ڀڳت تلسيداس سرواپارڻ ذات جو برهمڻ هو. سندس پتا جـو
نالو آتمارام ۽ ماتا جو نالو هلسي هو. هن ڀڳت شرومڻ جو جنم جمنا نديءَ
جي ڪناري تي پرياگ جي ويجهو باندا ضلع ۾ راجاپور نالي نگر ۾ سنبت
١٥٥٤ وڪرم ۾ ٿيو. ايشور جي مهما اپرم اپــار آهي جو اهڙي سلڇڻي ۽
پراڪرمي ڀڳت جو جنم مول نڪشتر جي پهرين چرڻ ۾ ٿيو. اهڙي نڪشتر ۾
بالڪ جو جنم ٿيڻ ماتا پتا لاءِ نقصانڪار سمجهيو ويندو هو، وري جو جمڻ
وقت عام طرح جي، "اوئان، اوئان،" جي بدران "رام، رام" اچار پئي نڪتا.
ن وقت شڪل اٽڪل پنجن سالن جي بالڪ جيان پئي لڳي ۽ وات ۾ ٻتيهہ
ند ٿي موجود هئس. اهو اسرار ڏسي سندس ماتا پتا گهٻرائجي ويا.
پراچين سمي ۾ هندستان ۾ جيڪڏهن ڪنهن جي گهر ۾ مول نڪشتر جي
ن چرڻ ۾ پت جو جنم ٿيندو هو تہ شاسترن جي نيم موجب ان جا ماءُ پيءُ
کي پنهنجي گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيندا هوا. ڇاڪاڻ تہ چتامڻ آدي
۾ ڄاڻايل آهي تہ جو بالڪ انهيءَ مهورت ۾ پيدا ٿئي ٿو تہ سندس ماتا
سالن تائين بالڪ جو منهن ئي نہ ڏسن ۽ گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏين.
ن وقت سنسار ساگر تــارڻ واري رامائڻ جي ڪرتا کــي ماتا پتا
نهن رات جو ماتا هلسي چنيا داسي کي پنهنجا سڀ زر ۽ زيــور
پنهنجو نئون ڄاول ٻار سونپي کيس راتو رات لڪائي روانو ڪيو،
ن گيارس جي ڏينهن هلسيءَ پراڻ تياڳيا. داسي چنيا ان بالڪ
نهنجي گهر هربور ڳوٺ ۾ آئي جتي بالڪ کي گاءِ جو کير
جو پالڻ پوشڻ ڪيو. جڏهن تلسيداس ساڍن پنجن سالن جو
چنيا بہ اجل جو شڪار ٿي ولي. هاڻ تلسيداس هڪ اناٿ
در در ڀٽڪڻ لڳو. هــن هونهار بالڪ لي جڳت جنني
ا آئي، جا هڪ برهمڻي جو ويس ڌاري هر روز تلسيداس

ٿي سا پنهنجو لوڪ پرلوڪ بگاڙي ٿي. ڪٿي به هن ڪسي سک نٿو ملي.
مثال سيتا کي ان ۾ هاڻ کان رامچندر ڪيتري قدر سمجھايو ۽ ڌرم نيتي
دائي پر سيتا جو ڌرم سيتي کان اوچو رهيو، سيتا رامچندر کي ان وقت
چا ٿي چوي: هي پراڻ ناٿ! توهان کان سواءِ دنيا جا سڀئي پدارٿ مونکي
وڪ برابر آهن ۽ هي زر زيور ۽ هيرا هار سينگار ۽ محل ماڙيون توهانکان
سواءِ مونکي مٽيءَ سمان آهن. جيئن ساهه بنا سرير ۽ پاڻيءَ بنا مڇلي،
جيئن هي ناٿ! پرش کان سواءِ استري آهي. آءٌ واٽي ٿي رهان ڪٿان ۾،
توهان جوڳي ٿي رهو ان ۾ ڇا توهان ڇاپو جوڳ، مان ڀوڳيان ڀوڳ؟

سيتا اهو ثابت ڪري ڏيکاريو ته سنسار ۾ وڏي ۾ وڏي مشڪل هستي
استريءَ جي اڳيان ڪجھ به نه آهي. جيئن سيتا هڪ خطرناڪ راڪش جي بند
۾ هئڻ ڪري به، جڏهن راوڻ کان سڄو سنسار ڏڪي رهيو هو، تڏهن
راوڻ کي هن ابلا اي ٻيو همٿ ڏني جيڪا ڦٽ لعنت راوڻ لئي وڏي
هئي سو ان مان اهين ڄاڻجي ٿو ته استري ابلا هوندي به پنهنجي ست ڌرم
تي قائم هئي ۽ دنيا جي ڪابه هستي ان کي جهڪائي نٿي سگهي. ٻيو
جڏهن هن لڇي ڪوڙو ڪلنڪ لڳڻ ڪري کيس گهر مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو
هو ان وقت سيتا گرڀوتي هوندي به همٿ نه هاري. اهڙو انياءُ هئڻ ڪري
به پنهنجي پتيءَ ۽ پرجا جي مدائي نه ٿي ڪرڻ چاهي. سيتا پنهنجي ٻارڪن
کي شستر وديا ۽ وديا پڙهائي ودوان بڻائي ٿي. جيڪي استريون اهڙا چرتر
پڙهنديون، اهي سيتا ماتا وانگر پنهنجي ڌرم تي قائم رهنديون ۽ پتيءَ کي
پرميشور ڪري پوڄينديون، پتي آگيا کي ڀڳوان جي آگيا ڪري سمجهنديون
۽ ان جي درشن سان پنهنجا نيتر سڦلا بڻائينديون. هر هڪ استريءَ
جو فرض آهي ته سيتا وانگر پنهنجي پتيءَ ۾ سچو پريم رکي جهڙڪري
لوڪ پرلوڪ ۾ سدائين سک پائينديون.

## گهر جي قوت

جتي جڏهن گهر ۾ قوت آهي، استري پتيءَ جي آگيا نٿي مڃي ۽ پت
پتا جو دشمن آهي، اهو گهر جلد ئي ناس ٿي ويو ٿئو. ساڳيو مثال راوڻ
جي گهر ۾ ٿيو. راوڻ جڏهن پرائي استري ڪڍي آيو تڏهن ڀڀيشڻ کي ارو
لڳو. جڏهن اي ڀڀيشڻ راوڻ کي گهڻو ئي سمجھايو پر راوڻ الٽو ڪروڌ ۾
ٻاڙهو ئي ويو ۽ ڀڀيشڻ کي لتون هڻي گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو،
ڀڀيشڻ پنهنجي ڀاءُ وڻڻ جي ارادي سان رامچندر سان اچي مليو ۽ کيس
لنڪا جو سمورو ڀيد ٻڌايو. انهيءَ قوت ڪري اهڙو زبردست قلعو

ڪوئي ديس ڏسڻ ۾ نٿو اچي جتي سونکي پيار ۽ پاڻ ملي سگهي. جيئن منهنجو پاڻ ٻن لاءِ منهنجي پٺيان آيو هو ليڪن مان ۽ هن جي پٺيان ٻيا لوڪ ويندس، لڇمڻ ۽ ٻيلو وس پنهنجي استري ۽ ماتا ڪسي ڇڏي محلن جي سکن کي ٺوڪر هڻي رامچندر سان گڏ اُن پوڄڻ قبول ڪيو. وري ڀرت جو پيارو ڀاءُ ڏي ڏاڍان ڪجي ٿـــو ڪڏهن هن جي تعريف ڪرڻ جوڳي آهي. رامچندر کي ايوڌيا ۾ نه ڏسي ڀرت ڇريو ٿـــي پيو ۽ سوار جـــي ۽ سڌ نه رهيس ۽ ڪروڌ ۾ اچي پنهنجي ماتا ڪيڪئيءَ کـــي ٿـــ ڇوڙ جهڙا لفظ چئي ڏنائين.

”اڙي، ڪمتي اچڻ وقت تون مئينءَ ۽ نٿي! جـــو اهڙا ڪنور وچن گهرندي تنهنجي وات ۾ ڪيڙا نه نٿي پيا.“ اهڙا پيا ٻه لفظ هن جـــي وات مان نڪتا جڏهن جي ڪري سندس ڇوليءَ ـــي ڪلنڪ لڳي ٿو ٻـــر نيڻيءَ ۽ نياڻ انوسار ڇوڙ ڪيس ڇناني ٿو ڇڏي. ڀرت ان ۾ وڃي رامچندر کي واپس آڻڻ لاءِ هر طرح جي ڪوشش ڪري ٿو، پر جڏهن هـــو واپس نٿو اچي تڏهن پاڻ ۽ سڀ راجائي پوڄڻ ڇڏي جيترا سال رامچندر اُـــن ۾ رهيو اوترا سال ڀرت ۽ ايوڌيا جي ويجهو ان ۾ جهوپڙي ٺاهي پاڻ جـــي جدائيءَ ۾ ڪاٺ و پيٺو ۽ سواري ڪرڻ ڇڏي ڏنو. ٿل قول ڪاٺي گيڙو ڪپڙا پائي مڪت جي ادوان جلائون رکيائين ۽ رام جو شيوڪ ٿـــي راڄ جي رکيا ڪندو هو، اهو ڀرت ئي هو جڏهن سنسار ۾ سنياس ۽ ڪرم جو اڏيت ميل ڪري ڏيکاريو. هندو آدرش موجب ٿيوري ۽ راجا هڪ وقت ڪيئن ٿـــي رهجي. هڪ پاڻ ان ۾ رهي دک پوڳي ۽ ٻيو پـــاڻ سک سان ڪيئن وهي؟ جيڪڏهن سڀئي اهـــڙو آدرش ٻڌهـــي ۽ ان موجب ڪرڻ ته گهر گهر ۾ جيڪر پريم جي گنگا وهي. جيڪڏهن ڪو پاڻ پاڻ جـــو دک ونڊي تـــ جتي ڪٿي سک شانتي ڏسڻ ۾ اچي.

## ماتا پتا جي شيوا ۽ آگيا پالڻ

رامچندر پنهنجي پتا جي آگيا انوسار چوڏهن ورهيه بنواس وڃڻ لاءِ آگيا جو پالن ڪيو. وڃڻ مهل ماتا ڪيڪئيءَ کي چيو، ”هي ماتا! اهوئي وڏ ڀاڳي پٽ آهي، جو ماتا پتا جي آگيا جو پالڻ ڪري ٿو. مان پنهنجي پتا لاءِ زهر پيئڻ، سمنڊ ۾ ٽپڻ ۽ باهه ۾ گهڙڻ، سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، ماتا پتا جي آگيا پالڻ کان وڌيڪ ٻيو ڪو به ڌرم ڪونهي.

رامائڻ ۾ ٻيو به هڪ مثال آهي، شروڻ ڪمار جو جڏهن پنهنجي ماتا پتا کي ڪاونڌيءَ ۾ چاڙهي ڪلهي تي کڻي سڀ تيرٿ ياترا ڪرائي ۽ ان

قالي رهڻ لاءِ ڏيرج ڏيندي چيو ته ڪر اسان آهي، مان لوڪن خوشيءَ سان آڪيا ڏيان ٿي! لوڪ ائين وڃ، پر ائين نه ٿئي جو پتا جي آڪيا کي پوري جهڙي، جنهن لوڪ ۾ بدنامي نه ٿئي. ڏن ڏن آهن ڪوشليا جهڙيون مائرون جن پٽيءَ جو وچن ستيه ڪرڻ لاءِ ڪيڪئيءَ وانگر هٺ نه ڪيو ۽ نه وري پتا ڪيڪئيءَ سان ڪو وير ڀاءُ رکيو. وري جڏهن وچن سمترا پنهنجي پٽ لڇمڻ کي رام سان گڏ بنواس وڃڻ مهل چيا شرا سي ۽ سارا ڪرڻ لائق آهن. اهي ئي آهن: هي پٽ لڇمڻ هيءُ وڏو ڀاءُ رام پيءُ سمان ۽ سيتا کي ماءُ سمان ڪري ڄاڻج، جتي ۽ رام سيتا رهن اُن کي اجوڌيا ڪري ڄاڻج، جنهن اجوڌيا ۾ رام سيتا نه آهي اُتي لوڪي رهڻ واجب نه آهي. اهڙا وچن هر ڪنهن جي ماءُ ڪانه چوندي. سمترا چڱيءَ طرح ڄاڻو ٿي ته پن جا ڪشٽ ڪئالا تمام ڏکيا آهن. پر هوءَ مائٽن ماءُ ٿي ڪري اسان رام کي لڇمڻ کان وڌيڪ پيار ڏيندي هئي، تنهن ڪري انهن ڏک ڏاڍن کي هن ڪجهه به ڪري نه سمجهيو.

## ڀائرن جو پريم

رام، لڇمڻ، ڀرت ۽ شترگهن چئني ڀائرن جو پاڻ ۾ اهڙو پريم هو جو ڄڻ ته چئني جي شرير ۾ هڪ ئي آتما وسي رهي هئي. رامچندر جو ڀاءُ لڇمڻ ڏاڍو آڳياڪاري هو. هن ڀاءُ کي صاف چيو ته هي رامچندر! آءٌ گرو ۽ پتا ماتا ڪنهن کي ئي ڄاڻان ٿو، منهنجو لاءِ تون ئي هڪڙو سوامي آهين، مان ٻيو ڪنهن کي به ڪونه سڃاڻان. هو رامچندر جو سک ڏسي پاڻ کي سکي سمجهندو هو ۽ هن جي ڏک ۾ پاڻ کي ڏکي سمجهندو هو جنهن وقت رامچندر ڪٿي به وڃڻ جي مرضي ڏيکاريندو هو ته هڪدم ڏولي صاف ڪري پنهنجو پوچڻ وڃڻ لاءِ ڏيندو هوس ۽ سمهڻ وقت رامچندر کي زور ڏيندو هوس ۽ رات جو ڏنهن پاڻ ڪتي پهرو ڏيندو هو، لڇمڻ جو سڀاءُ لکو هٺ ڪري ٿورو ئي ڪجهه چوڻ سان ڪاوڙ ۾ اچي اُٿي لالُ ٿي ويندا هئس ۽ ڪي جو ڪي چئي ويندو هو پر رامچندر جي اشاري سان شانت ٿي ويندو هو. جڏهن راڄ جي بدران رام کي بنواس مليو تڏهن رام چوڻ لڳو ته وڏي خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو منهنجي پياري ڀاءُ کي راڄ گدي ملي، مان پنهنجي ڀاءُ لاءِ سڀ ڪجهه ٿيڻ ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. راڄ، استري، ماءُ، ڏن ڏولت سڀ ڪجهه ڇڏڻ لاءِ تيار آهيان. جنهن وقت ڀرت ۾ لڇمڻ موروڇت ٿيو تڏهن رامچندر هي سمجهو وچن چيا هوا ته پاڻ متر وري به ملي سگهون ٿا، ليڪن مونکي

ڪنهن ڪنهن ۾ پڻ هونداس، انهيءَ ساڙ ٻج جي اگنيءَ ساري سڄو گهر سٺيا ناس ڪري ڇڏيو. مٿين ڳالهين مان اها نصيحت ملي ٿي ته گهڻيون زالون پرڳڻ ڪري گهر جي سٺيا ناس ڪرڻي آهي ۽ ڌرم شاستر جي آگيا جي ورود آهي.

## ماتا جو پريم

شري رامچندر جي پتا ۽ ماتا ۾ جيتري ٻراٻر ڀڳتي هئي ان جيتري پڻ ڪنهن ۾ نه هوندي. اها ڳڻيءَ طرح ثابت ڪري ڏيکاري ٿي ته جڏهن وقت ڪيڪئي رامچندر کي بنواس جو سماچار سڻايو هو، انوقت رامچندر ڪوڙن مٺن ۽ مٺڙ وچنن ۽ ڏاڍي نمرتا سان چوڻ لڳو هي ماتا، بنواس ۾ وڃڻ مون لاءِ ڏاڍو لاڀدائڪ ٿيندو، ڇاڪاڻ ته اتي رشين منين جو درشن ٿيندو ۽ منهنجي پياري ڀاءُ ڀرت کي راڄ ملندو ۽ پتا جي آگيا جو پالن ٿيندو، انهيءَ ۾ منهنجو به جس ٿيندو، سو اهڙو موقعو هٿان وڃائي ڇڏڻ امرت کي ڇڏي زهر پيئڻ ٿيندو. پيو ڪو پتر هجي ها ته اهڙو موقعو ڏسي مٿي مارائي کان سواءِ راجائي ڪين وڃائي ها، اهڙي سنڪٽ اچڻ ڪري به ڌيرج ڪرڻ سولي ڳالهه نه آهي. سڳيءَ ماءُ سان پريم ڪندڙ پٽ ٿيئي به پون پر ماٽيليءَ ماءُ سان اهڙو پريم ڪرڻ وارو ڪو ورلي ٿيندو. پڙهندڙن کي انهيءَ ڳالهه مان نصيحت پرائڻ گهرجي ته ماتا پتا جي سيوا ٽهل ڪرڻ ۽ آگيا پالڻ کپي. شري رامچندر وانگر فرض ڄاڻي ماتا پتا جي شيوا ڪرڻ گهرجي ڇو ته هن سنسار ۾ ماتا پتا جي شيوا ڪرڻ پٽ جو مکيه ڌرم آهي.

## ماتا جي همت ۽ ڌيرج

استرين جا ڏاڍا سندر پرماڻ ڏنل آهن، جڏهن وقت ڪوشليا ماتا پنهنجي پٽ جي راڄ تلڪ ڏيڻ جون خوشيون مناڻي رهي هئي ۽ چئني پاسن کان آنند منگل لڳا پيا هئا. راڻي ڪوشليا راڄ تلڪ ڏيڻ جو وقت واجهه ڏسي ديو ديوتائن کي مناڻي رهي هئي. جيئن ته خوشيءَ ۾ نه پئي سمائي، ان وقت شري رامچندر مشڪندو ٽڙيل مک سان ماتا ڪوشليا جي ويجهو اچي پيرن پئي هٿ جوڙي چوڻ لڳو، ”هي ماتا جنني! پتا مونکي راڄ گديءَ جي بدران چوڏهن ورهيه بنواس وڃڻ جي آگيا ڏني آهي ۽ سر تون به راضي ٿي خوشيءَ سان آگيا ڏي.“ ڪوشليا لاءِ اها ڌرم ۽ پت جي وچ جنگ هئي. اهڙي خوشيءَ جي وقت ۾ دل ڏاريندڙ وچن ٻڌي به ڪوشليا همت نه هاري ۽ رامچندر کي ڌرم لي

پڙهندڙن کي لاڀ وٺڻ گهرجي ۽ پنهنجو وقت رام نام جي سمرڻ ڌيان ۾ سڦلو ڪرڻ گهرجي. ڪوڙن ڪرمن کان ڪروڌ، ڪپٽ، دغا، ويرڀاءُ کان پاسو ڪرڻ گهرجي ۽ اهڙا چڱا ڪرم ڪرڻ جنهن ۾ جس ۽ ناموس لهي. جنهن کي ڏسي انسان جا پريان ۽ ان موجب هلندا رهن ۽ پنهنجي ذات ۽ نيات وارا ۽ ٻيا ٻيڪي ڳائيندا رهن ۽ لوڪ لوڙي پرلوڪ ۾ جس لهي. ڪنهن مهاپرش جو چوڻ آهي: چڱي ان جو پلو آهي، جنهن جي چڱي ڪري سندس جاليءَ ۽ وڻش نالو آهي. ڏٺو ڏلو آهي مالا هلسي جنهن جي گريب مان سمت تلسيداس جنم ولي پنهنجي وڻش ۽ پنهنجيءَ جاليءَ جو نالو ڪيائون.

## رامائڻ ۾ خاصيتون

ستيه وچن کي پاڙيندڙ جو مثال رامائڻ ۾ ڏنو ويو آهي. جنهن مٿش جي مٿان سوين مشڪلاتون اينديون ۽ پنهنجي قول تي قائم رهي اهو ئي زبان سان ساراهه ڪرڻ لائق آهي، اکين سان ڏسڻ لائق آهي ۽ ڪنن سان ٻڌڻ لائق آهي. مهاراج دشرٿ کي اها خبر ۽ هئي ته رام جي وڇوڙي ۾ ضرور پراڻ ويندا، تنهن هوندي ۽ پنهنجو ڪيل قول ڪيڪئي جو انجام پاڙيو. چاڪاڻ ته هن کي گيان هو ته ستيه ئي سڀني ڪرمن جو دروازو آهي ۽ وچن پراڻن ۾ الڳ ڌرم آهي. جيڪر سچ کان منهن موڙي ته ان جي من ۾ وسواس لڳي وڃي ته ۽ سڀ ڪرڙ ڪي ڏڪار جي نظر سان ڏسي ته. جنهن ڪري سچ کي حاصل ڪرڻ لاءِ هر ڪنهن کي راجا دشرٿ جو نقل ڪرڻ گهرجي.

## گهڻيون شاديون ڪرڻ مان نقصان

هر ڪنهن هڪ زال مان راضي ته اهڙي ڪري ۽ ٻي زالون پرڻجي ٿو، سچ پچ ته ان جي گهر ۾ ڪٿ پٽ جهيڙي جو آکاڙو ٺهيو پوي ۽ سک شانتي ان جي گهر مان موڪلايو ٿي وڃي. ڏسو ڪيئن راجا دشرٿ اهڙي پرپنچ ۾ پئجي ڪري پنهنجي پراڻن کي پياري پٽ رامچندر کي بن ۾ موڪلڻ پيو. انهيءَ جي وڇوڙي ۾ پراڻ تياڳڻا پيس. جڏهن ايوڌياواسي پورواسين موٽ ڏسڻ ۾ پئي آيا سي ڪيڪئيءَ جي گهريءَ ڪري اداس ٿيڻ لڳا ۽ راڄ درٻار به سڃو ڏسڻ ۾ پئي آئي. زالون سياڻ جون هميشه لئر ليکيون آهن پر واس ۽ ساڙو ڪرڻ ته سندن ذاتي سڀاءُ آهي، جڏهن رام کي راڄ تلڪ ڏيڻ جو ڪيڪئيءَ ٻڌو ته هن من ۾ ويچار ڪرڻ لڳي ته منهنجي ڀاڄ ڪوشليا راڄ ماتا ليکجڻ ۾ ايندي، ايءَ مان داسين وانگر



# گوسوامي تلسيداس جو جيون چرتر



هيءُ سنسار مهان ساگر آهي، نه ڄاڻي سگهجي ته ڪوئي هن جو انت. هن سنسار ۾ منش ڪرمن جي انوسار جرڻون پيو ولي جيئن سمنڊ ۾ پاڻيءَ جي بوند سمائجي وڃي ٿي. پر ڪمل جي گل تي ماڪ جي بوند جو اس نڪرڻ سان ڏسندي ڏسندي گم ٿي ويندي آهي، اها ساڳي ماڪ واري بوند ڪمل جي گل واري چٽي مهورت ۾ سيپ جي اندر وڃي ٿي. سا بوند ملهه قيمتي موتي ٿيو پوي. اهو موتي جواهرن وٽ اڇو قيمت ڪري ۽ راجائن جي مڪٽن ۾ وڃي واسو ڪري، اهڙي طرح ڪيئي وڏا راجائون ۽ مهاراجائون هن سرشٽيءَ تي ٿي گذريا آهن. پر اڄ انهن راجائن جو نام نشان نه ڪونهي، گولهڻ سان نه پتو ڪرڻ ته پوري تي ڪير هوا، ڪاڏي ويا ۽ ڇا ڇا ڪري ويا. پر جن ڪي منش پنهنجو وقت ايشور جي ڌيان سمرن ۾ لڳائي ستڪار ڪري ويا آهن، انهن جو نالو اڄ ڏينهن تائين سنسار ۾ هرڪنهن نر ۽ ناريءَ جي زبان مان نڪري رهيو آهي.

سنت تلسيداس ڪو راجا يا سيناپتي ڪونه هو، نڪو ڪنهن راجا جو چالاڪ وزير هو. پر تلسيداس هڪ ڀڪاري پيدر براهمڻ جو ٻالڪ هو. ٻالڪ اوستا ۾ ئي وديا پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هوس، اڄ ڏينهن تائين هن جو نالو سنسار ۾ مشهور آهي. جڏهن اوستا ۾ ٻالڪ پنهنجو وقت راند روند ڪرڻ ۾ وڃائي ڇڏيندا آهن، پر هن ٻڪت اهو وقت تمام شانت روپ ۾ گذاريو. جڏهن ڪنهن پڙهي سگهي جيئن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ جس پائي ٿو، اهڙيءَ طرح

# منگلا چرڻ

سمرڻ ڪري ڪرو ڏيو جو، شري گڻيش جو ڌاري ڌيان
ڪالي سمريان ڪلڪتي جي، شارڌا جي ڪريان واکاڻ
هنگلاج هردي ۾ وهاري، من مان ڪيدي گمان
نيٽيهه ڪروڙ ديوتائون سمريان، ڪريان چوهٺ جوڳڻين جي واکاڻ
جڳ ڌاڻي سمريان درگا جي، تن جو اڳيان نت ڌيان
ست ڀڳ سمريان ستي سورما، دواپر ۾ داناونت ڀڳوان
ڪريتا ۾ سمريان والميڪ کي، ڪلؤ ۾ تلسيداس سڄان
هاڻ ڪٿا ۽ شروع ٿو ڪريان، ڪريان رامائڻ جي واکاڻ
پرڀو سان پڌندا جي سڄڻ، ليندو ڏري سڀ ڏيان
همت ۽ طاقت ناهه ڪا، جو لکي سگهان تن جو ڪلياڻ
ستگر پنهنجي مهر سان، ڏنو اسل ٻڌي ۽ گيان
ڌرتي سڄي ڪاغذ بڻايان، ست سمنڊ بڻايان مس
سڀ وڻن جا قلم بڻايان، پرڀو جو لکي نه سگهان هڪ جس
اڙهو ۽ ڏو "رام" پرڀو سان، وکرو نه من ۾ آس
سري رام سڀ جا پورڻ ڪندو، ڪارج سڀئي راس.

## ڀڄن

(1) جئه مريادا پرشوتم جئه ڀڳوان، دنيا جا مالڪ داتا رام
جئه ڌنش ڌاري جئه سري رام، جئه ڀڳتن جا هتڪاري رام
(2) رگهوپت راگهو راجا رام، پتي نه پاون سيتا رام
جئه رگهونندن جئه گهنشيام، جانڪي ولڀ سيتا رام
(3) جئه ڀڳت وڇل جئه ڀڳوان، ترن لي سگهن جو آهين ڌام
گوتم جي ناري آڌليا رام، تاري پل ۾ تو ڀڳوان
(4) پرڀو جو ٻيهر آهين ڀڳوان، ڀيلڻيءَ جا جوٺا ٻير کاڌءِ رام
ڪبڙيءَ جو ڪب لاٿءِ رام، ڌلوڪيرت ڪي ولڪست ڌام.

## اُتر ڪانڊ - ٧



## لَوُ ڪش ڪانڊ - ٨



هر ڪنهن قسم جي ڪتابن لاءِ وڏي لسٽ مفت گهرايو.



## ڪشڪنڌا ڪانڊ – ٤



## سندر ڪانڊ – ٥



## لنڪا ڪانڊ – ٦

# ستيم شوم سندرم



اسانجي وڏڙا ۽ ڀارت ديش ۾ انسان ذات جي ڀلائيءَ جو هڪ ئي وسيلو آهي ۽ اهو آهي "رام". رام ئي ڀارت جي ان پراچين سڀيتا جو سروپ ( آدرش ) آهي جنسا انسان ۽ سنسار جي سڀڪ الهاس ۾ سڀي ۽ اوچ آهي. انڪري مها پرڀو شري رام کي اشت روپ ۾ دل ۾ ڌارڻ گهرجي. شري رام جي نالي جو جاپ ڪرڻ گهرجي ۽ شري رام جي چرتر کي پڙهڻ، ٻڌڻ ۽ سوچڻ گهرجي ۽ رامچندر جي چرتر کي زندگيءَ ۾ آڻڻ گهرجي ۽ رام جي قدمن جي پيروي ڪرڻ گهرجي.

مٿين مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ "سندونگر (امبئي) جي ايل - ڪشنچند الله سنس" سنڌي لوءِ ۾ شري رامايڻ ڇپائي وڏي مدد ڪئي آهي. ان مان ان جي ڌرم جي سيوا جو وڏو پرماڻ ملي ٿو. اسين ان تي ڏاڍا خوش ٿيا آهيون ۽ دل سان آشيرواد ڏيون ٿا ته مها پرڀو شري سيتارام جي انهن تي دئيا روپي امرت وسائي ۽ پنهنجي قدمن جو پيار ڏئي جئن هو وڌيڪ ۾ وڌيڪ ڌرم جي سيوا ڪري سگهن. مها پرڀو رام کي پرارٿنا ڪريون ٿا ته هيءَ ڇاپو خوب ڪامياب وڃي.

شب اڇا

شري رام دربار

مضفر نگر.

